# يـادِ- ايـام

مصنف:

ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي

تصحيح:

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي



سنڌي ادبي بورڊ
ڄام شورو سنڌ
2006ع

Digitized by M. H. Panhwar Institute of Sindh Studies, Jamshoro.

[هن ڪتاب جا سڀ حق ۽ واسطا سنڌي ادبي بورڊ وٽ محفوظ آهن]

ڇاپو پهريون　　سال 2006ع　　تعداد 1000

قيمت: هڪ سؤ سٺ رپيا
[ Price Rs. 160 -00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

پاران ايم ايچ پنهور انسٽيٽيوٽ آف سنڌ اسٽڊيز، ڄامشورو.

# چپائيندڙ پاران

’يادِ ايام‘ حقيقت ۾ يادگيرين تي لکيل هڪ معلوماتي ۽ دلچسپ ڪتاب هُجڻ سان گڏ لائق ليکڪ طرفان سنڌي سماج جي ديني، علمي ۽ ثقافتي سرگرمين جو وچور آهي. ڪتاب جي اڀياس کان پوءِ معلوم ٿيندو تہ هيءُ ڪتاب جنهن کي ليکڪ آتم ڪهاڻيءَ ۾ شمار ڪيو آهي، سو اصل ۾ يادگيرين تي مشتمل هڪ سوانح حيات آهي. آتم ڪهاڻي ۽ سوانح حيات ۾ صرف هڪڙو فرق آهي، تہ سوانح حيات ۾ ليکڪ ٻين جي حالاتِ زندگيءَ جو تذڪرو ڪندو آهي ۽ آتم ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ پنهنجي زندگيءَ بابت تفصيلوار واقعن کي تسلسل سان پيش ڪندو آهي ۽ هن لکت ۾ ليکڪ ڪنهن بہ قسم جو رک رکاءُ نہ ڪندو آهي. حالانڪ ٻئي لکتون ’يادگيريون‘ جي ذمري ۾ اچن ٿيون پر موضوع جي داخليت ۽ اهميت جي ڪري هڪٻئي کان امتيازي حيثيت رکن ٿيون.

’يادِ ايام‘ جي ليکڪ جناب ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي هن ڪتاب جي تياريءَ ۾ قدري محنت ڪئي آهي. ليکڪ پنهنجي ذات ۾ هڪ گهڻ طرفو شخص هجڻ سان گڏ سماجي ورڪر ۽ پيشورانہ زندگيءَ ۾ نهايت قابل ۽ تجربيڪار ڊاڪٽر آهي. سندس اها مصروف زندگي اسان کي ديس کان ٻاهر پرديس ۾ بہ ڦهليل نظر اچي ٿي، جنهنڪري سندس طرفان ڪيل عرق ريزي پڙهندڙ کي ڪافي فائدو رسائيندي، ڇو تہ ليکڪ هن ۾ پنهنجن ذاتي تجربن ۽ مشاهدن کي چڱي نموني ۾ سهيڙي ترتيب ڏئي پڙهندڙ لاءِ ڪيئي مثال خاص طور نئين نسل لاءِ نصيحت جا بيشمار سبق ڇڏيا آهن.

اسان کي اميد آهي تہ ’يادِ ايام‘ نہ رڳو علمي حلقن بلڪ شاگردن ۽ علم جي طالبن ۾ بہ ضرور پنهنجي مقبوليت ماڻيندو.

**ڄامشورو، سنڌ**
اربع ٢- محرم الحرام ١٤٢٧هہ
بمطابق 1- فيبروري 2006ع

**انعام الله شيخ**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# مهاڳ

ڪجھ وقت کان ڪن خير خواهن صلاح پئي ڏني، تہ توهان واندڪائي جي وقت ۾ پنهنجي سوانح عمري ۽ ياداشتون لکو. هيءَ ڪم مون کي البتہ عجيب پئي لڳو، ڇوتہ آتم ڪهاڻيون اهي لکن، جي علم ۽ ادب جا درخشان ستارا، سياسي رمزن جا ماهر يا صاحبِ طريقت ۽ روحانيت جا پيروڪار هجن. مون پنهنجي دامن ۾ نظر وجهي ڏٺو، تہ سواءِ بي بضاعتي [مسڪيني] ۽ بي عمليءَ جي ڪابہ مستحسن ڳالھہ نظر ڪانہ آئي، جنهن کي آڏار نـاهي آءُ پنهنجي حقير زندگيءَ جي حالات کي قرطاس ابيض تي رقمطراز ڪريان. آتم ڪهاڻيءَ جو مقصد هوندو آهي، تہ ڪن اهڙن (سچن) واقعن ۽ عملن کي قلمبند ڪجي، جيڪي ايندڙ نسل لاءِ مشعل راھہ ٿين. پاڻ کي انهيءَ آزمائش ۾ پوين صفن ۾ بيٺل ڏٺم.

مون پنهنجي زندگيءَ ۾ علم ۽ ادب جي سوين آسمان تابنده ستارن جون حالات، زندگيون پڙهيون آهن. ڪي انگريزيءَ ۾ آهن، ڪي سنڌيءَ ۾، تہ ڪي اردوءَ ۾. ڪن ۾ لکندڙن فقط پنهنجي زندگيءَ جي روشن پهلوئن کي اجاگر ڪيو آهي، ڪن وري پنهنجي سماجي، سياسي يا معاشرتي مصروفيتن کي عام جي آڏو پيش ڪيو آهي. ڪن پدرم سلطان بود جي نعري زني ڪئي آهي. ڪن ڪهاڻين ۾ راحت، جذب، سرمستي ۽ ڪيف و سرور جو امتزاجي منظر نامو پيش ڪيو ويو آهي، تہ ڪي آتم ڪهاڻيون ياس و حزن جون مظهر آهن. بهرحال ڇا بہ هجي، نصيحت ۽ عبرت وٺڻ لاءِ هر سوانح عمريءَ ۾ ڪونہ ڪو سبق ضرور موجود آهي. اهڙيءَ طرح هي قلم بند ڪهاڻيون ايندڙ ڪنهن ڊگهي عرصي تائين تحرير جي قيد ۾ بند ٿي وينديون ۽ ايندڙ نسلن لاءِ موجوده صديءَ جي سياسي، سماجي، ديني ۽ اصلاحي واقعن جي نشاندهي ڪنديون رهنديون. مون، انهيءَ ڪري اهو ارادو ڪيو، تہ پنهنجي ذاتي آتم ڪهاڻي لکڻ بجاءِ، پنهنجي ساٿيھہ سنڌ جا اهي حالات

قلمبند ڪريان، جيڪي مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڏٺا ۽ ٻُڌا، جيئن اُهي سونهاري سنڌ جي تاريخ جو حصو بڻجي وڃن.

اسان جي سنڌ، جنهن کي 'باب الاسلام' هجڻ جو شرف حاصل آهي، گهڻن ئي بابرڪت، صاحبان حميت، اصحاب روحانيت، علماءَ رباني ۽ علم ۽ عمل جي حامل شخصيتن کي جنم ڏنو آهي. دين اسلام جي زرين اصولن، مساوات انساني، عدم تعصب، قومي برادري ۽ ملڪي يڪجهتيءَ جي هر دور ۾ حفاظت ڪئي آهي. افسوس جو گهڻا واقعا ۽ معرڪا قلمبند نہ ٿيڻ ڪري تاريخ جي خزاني ۾ دفن ٿيل آهن، جنهن ڪري سنڌ جي ثقافت، تهذيب، تمدن، آدرش ڪما حقه مشتهر نہ ٿي سگهيون آهن ۽ هڪ وڏو خال رهجي ويو آهي. توهان ڏسو، تہ دنيا ۾ سيني کان قديم تهذيب موئن جي دڙي جي آهي. پنج هزار سال اڳ بہ سنڌ جي شهرن ۾ زمين دوز ناليون، ڪاٺي جي ذخيرن جا اسٽور، صاف پاڻيءَ لاءِ کوهن جو نظام، گهٽين، رستن ۽ شاهراهن کي الڳ ڪرڻ جو سرشتو موجود هو. بادشاهن جا محل محلات الڳ هئا، تہ مندرن ۽ پروهتن جا محل وقوع عجيب دلربا انداز ۾ مرڪزي حصي ۾ اوچائي تي هوندا هئا. ڇا انهيءَ عظيم الشان تهذيب جا اثرات، عمارت سازي، حڪمت، نظام آبپاشي، ثقافت، تاريخ ۽ تمدن تي نہ پيا هوندا؟ افسوس جو تاريخ انهيءَ مسئلي تي خاموش آهي يا تمام گهٽ معلومات ڏئي ٿي، جا نہ شافي آهي ۽ نہ ڪافي. سبب اهو آهي جو تاريخي واقعات کي قلم جي سپرد نہ ڪيو ويو ۽ هڪ ڊگهو زمانو انڌيري رات جيان گذري ويو.

وڌيڪ افسوس ان ڳالهہ جو آهي، تہ انهن مان ڪيترا واقعا، حقائق ۽ اهل الله جا تذڪرا اهلِ نظر کان اوجهل آهن. ڇاڪاڻ تہ انهن کي قلمبند نہ ڪيو ويو آهي. اهڙي ناگفتہ بہ صورت حال ۾ اها يگانہ روزگار ۽ نادر معلومات، جيڪا تاريخ ناهڻ ۾ ممد ۽ معاون ثابت ٿئي ها، يڪسر ناپيد آهي ۽ سنڌ جي تاريخ هنوز نامڪمل آهي.

ڪاش! اڳاٽا اهلِ علم انهيءَ خواب غفلت مان وقت سر سجاڳ ٿين ها ۽ انهن واقعن کي حقيقتن جي آئيني ۾ قلمبند ڪن ها، تہ اڄ سنڌ جي تاريخ گهٽيءَ حد تائين مڪمل ۽ درست لکجي وڃي ها ۽ علمي دنيا ۾ دُرِ بي بها

جي سند رکي ها. جهالت جي ظلمت کي تہ بهر کيف علم جي روشنيءَ سان ئي ختم ڪري سگهجي ٿو.

بهرحال متي بيان ڪيل سببن جي ڳڻ ڳوت ڪري انهيءَ نتيجي تي پهتس، تہ دوستن جي راءِ جو احترام ڪري، پنهنجي زندگيءَ جا مختصر حالات، نام و نمود ۽ اجائي قيل مقال کان احتراز ڪري لکان، جيئن دنيا ڇڏي وڃڻ وارن بزرگن جو تذڪرو ٿئي ۽ زمان ماضيءَ جي ڪجهہ عجيب ۽ غريب واقعن کي بہ واضح ڪيو وڃي. ازانسواءِ صحت جي شعبي سان تعلق سڄي عمر رهيو آهي، ان جي باري ۾ ڪجهہ خوبين، ڪجهہ خامين جي بہ نشاندهي ڪجي، ڪجهہ ڪارآمد مشورا ۽ تجويزون ڏجن، جو ممڪن آهي تہ ڪي اهل دل حضرات سجاڳ ٿين ۽ اصلاح احوال لاءِ اپاءَ وٺن، جن مان بهتريءَ جي ڪا صورت حال پيدا ٿئي.

انگريزي زبان ۾ سوانح عمرين جو تعداد تمام گهڻو آهي. مثال طور: شاهہ ايران جي راڻي ملڪہ فرح ديبا جي آتم ڪهاڻي هاڻي شايع ٿي آهي. زماني جي بي ثباتي ۽ بيوفائيءَ کي ملڪہ فرح جنهن درد دل سان قلمبند ڪيو آهي، اهو صاحب الابصار و الالباب جي لاءِ عبرت جو مثال آهي. قرآن شريف ۾ ارشاد الاهي آهي تہ: ”فاعتبروا يا اولي الابصار“ (اي اکين وارؤ! عبرت حاصل ڪريو) شاهہ محمد رضا پهلوي هڪ زماني ۾ وسيع و عريض سلطنت جو قلمرو آهي ۽ هن جي طاقت کي ڪو خطرو يا خوف نہ آهي تہ ٻئي طرف جڏهن زوال اچي ٿو ۽ بادشاهہ سلامت غير الله جو محتاج ٿئي ٿو تہ ڪنهن کي بہ پنهنجو پرسان حال ٿو ڏسي. ڪيس بار بار مختلف ملڪ بدلائڻا پون ٿا ۽ پنهنجا ذاتي محافظ رکڻا پون ٿا. تان جو طائر اجل پرديس ۾ سندس روح قبض ڪري ٿو. ان کان علاوه مراڪش جي هڪ معزز خاتون ويهہ سال قيد ۽ بند جون تڪليفون ڏسي ٿي، اردن جي ملڪہ نورالعين مڙس جي بيماري ۽ بيوسيءَ کي اکين سان ڏسي ٿي. هي سڀ عبرت ۽ حيرت جا مقام آهن. ”تلڪ الايام نداولها بين الناس“ (القرآن) ’اسان دنيا جي انهن ڏينهن کي ماڻهن جي درميان ڦيرائيندا رهندا آهيون. پوءِ اهي

ماڻهو ڪنهن وقت بام عروج تي آهن تہ ڪڏهن وقت تحت الثريٰ ۾.' هيءُ فرمودو 'قرآن ڪريم جو آهي.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌيءَ ۾ پهرين آتم ڪهاڻي مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي لکي. هيءُ غريب ڀراڙيءَ جو شاگرد پنهنجي ذاتي محنت ۽ صلاحيت سان مٿي اچي ٿو ۽ علم ۽ ادب جي ميدان ۾ وڏو نالو ڇڏي وڃي ٿو. افسوس جو ڊاڪٽر صاحب جو جام حيات سن 1958ع ۾ شڪست ٿيو ۽ دلچسپ آتم ڪهاڻي ابتدا ۾ هئي، تہ ختم ٿي وئي. ان کان پوءِ بہ ٻين ڪيترن اديبن ۽ عالمن انهيءَ صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي، جيڪي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي زرين ۽ هوشربا مڪالما آهن. شيخ اياز شاعر هو، پر نثر ۾ آتم ڪهاڻي"ڪٿي تہ ڀڄندو ٿڪُ مسافر" لکي سنڌي ادب تي مهر هڻي ويو. جمال ابڙي جهڙي هڪ ديندار مسلمان جي قلم مان، بيحد دلچسپ سوانح عمري لکجي چڪي آهي. هاڻي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، جن کي "فخر العلماء" جو خطاب ڏجي، جيڪي پنهنجي زندگيءَ جا واقعات "رهاڻ هيرن ڪاڻ" ڪتابي سلسلي ۾ شايع ڪرائي رهيا آهن.

مون کي جنهن داستان حيات وڌيڪ متاثر ڪيو، اهو اردوءَ ۾ مولانا ابوالحسن علي ندوي لکنويءَ جو "تذڪره حيات" ڪتاب آهي. مولانا ابوالحسن جو تعلق ندوة العلماء لکنوءَ جي مدرسي سان هو ۽ ڪيس عرف عام ۾ "علي ميان" چوندا هئا. عجب آهي، تہ علي ميان پنهنجي "تذڪره حيات" ۾ وڏي مهارت سان پنهنجي ذاتي حالات کي مڪمل طور تي ٻاهر رکيو آهي، فقط انهن ڳالهين کي اجاگر ڪيو اٿس، جيڪي هن سماجي، سياسي، علمي، ديني ۽ تبليغي ڪمن جي سلسلي ۾ ڪاوشون ڪندي ڪيون آهن. هونئن بہ انسان جي پنهنجي ذاتي زندگي ڪهڙي معنيٰ ٿي رکي. اصل تہ اعمال صالح آهن، جبڪي روح ۽ مادي [جي ياد] کي زندهہ جاويد رکن ٿا.

مون پنهنجي تحرير جو رنگ مولانا علي ميان جي ڪتاب جي طرز تي رکيو آهي. پنهنجي ذاتي زندگيءَ کي پس پرده ڪيو اٿم. البتہ بزرگن، اولياء ۽ نيڪ ٻانهن جو ذڪر کُلي ڪيو اٿم جو انهن جون زندگيون ٻين لاءِ مشعل راهہ آهن. پنهنجي وڏن جو تذڪرو ڪجهہ

تفصيل سان بہ انهيءَ جذبي هيٺ ڪيو اٿم، ورنہ هو تہ نام و نمود کان پري ڀڄندا هئا ۽ خلوت نشين هئا.

عين ممڪن آهي تہ ڪتاب ۾ ڪي غلطيون يا ڪوتاهيون رهجي ويون هجن. انهيءَ جو سبب زير بحث معاملن جو بروقت ادراڪ يا صحيح معلومات جو نہ هجڻ آهي، ڪو ذاتي سبب يا داخلي خلش نہ آهي. گهڻا واقعا تاريخ ۾ دفن ٿي چڪا آهن، هاڻي انهن جو ڪو اکين ڏٺو شاهد حتيٰ ڪہ تذڪره نگار بہ نہ رهيو آهي. ان ڪري پڙهندڙن کي ڪا شيءِ گهٽ وڌ لڳي ٿي، تہ ان لاءِ راقم الحروف کي از راهہ ڪرم معاف ڪن ۽ اهڙن واقعن جي نشاندهي ڪن، تہ اڳتي هلي، جي ممڪن هجي، تہ انهن جو ازالو ڪري سگهجي.

آخر ۾ آءٌ محترم نفيس احمد شيخ ايڊيٽر 'مهراڻ' محترم دين محمد ڪلهوڙي ۽ محترم عبدالحفيظ قريشيءَ جو شڪرگذار آهيان، جو هنن، هن ڪتاب جي تياريءَ ۾ ساٿ ڏيڻ سان گڏ مفيد مشورا بہ ڏنا.

ان کان علاوه آءٌ محترم انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، جناب ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب ۽ جناب غلام حسين سچاروي صاحب مترجم: ڪتاب ترجمہ قصيده برده، جو بہ مشڪور آهيان، جو هنن صاحبن جي علمي ۽ عملي تعاون کان سواءِ هن ڪتاب جي اشاعت مشڪل هئي. جزاهم الله خيرا.

ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي

1- آڪٽوبر سن 2005ع
حيدرآباد سنڌ

بسمر الله الرحمـن الرحيمر
نحمده ونصلي عليٰ رسوله الڪريمر

- 1 -

هن ڪتاب ۾ گذريل دورن جي واقعن، معاشرتي ۽ تمدني ڳالهين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي مطالعي مان اها ڳالهہ ظاهر ٿيندي، تہ سٺ سترسالن جي عرصي اندر زماني ۾ ڪيڏو انقلاب آيو آهي. نہ اهي سڪيا ستاباخوشحاليءَ جا دور آهن ۽ نہ وري اها خوشي قلب کي حاصل آهي. ڪو وقت هو،جو الله جا نيڪ ٻانها هر جاءِ هوندا هئا، هاڻي انهن جي اٺاٺ آهي. الله وارن جيصحبت مان گهڻو ڪجهہ پرائبو هو ۽ هنن جي دعا بہ مقبوليت جو درجو رکنديهئي. هاڻي خواهشات نفس جو دور آهي ۽ هر چڱي ڳالهہ اڻ لڀ آهي.

منهنجي خيال ۾ سڀ کان اول مون کي پنهنجي خاندان جو ذڪر ڪرڻ گهرجي، جيڪي فقير تن، الله لوڪ ۽ فقر ۽ فاقي وارا هئا. دنيا جو نٺ ناٺ وٽن ڪونہ هو، پر دين جي علمر ۽ انهيءَ تي عمل ڪرڻ جي دعوت ڏيڻ وارا هئا. سندن سڄي زندگي لله فالله خدا جي راهہ ۾ وقف هئي. عامر ماڻهن کي دين جي احڪامن تي هلائڻ ۽ شرعيت جي حڪمن جي پوئواري ڪرائڻ لاءِ محنت ڪندا رهيا. رب تعاليٰ سندن اهي ڪوششون مقبول ڪندو ۽ ڪين اعليٰ عليين ۾ جاءِ ڏيندو. (آمين)

اسان جو ڏاڏو آخوند ميان دين محمد، بوبڪن ڪان لڏي هالڪنديءَ ۾ اچي وينو، جتي سندس واسطو پٽني بزرگن سان پيو، جن جي صلاح سان ديني مدرسو قائمر ڪيائون، جنهن ۾ قرآن شريف جي تعليمر ڏيندا هئا. ان ڪان پوءِ سندن فرزند آخوند محمد اسماعيل پيءُ جي ڪمر کي اڳتي وڌايو. ڪيس هڪ فرزند ٿيو، جنهن جو نالو محمد، نبي اڪرمر ﷺ جن جي نالي پٺيان، رکيائين. هيءُ فرزند اڳتي هلي وڏو جيد عالمر ٿيو ۽ صاحب تقويٰ ۽ پرهيزگار ليکيو ويو.

حضرت مولانا محمد صاحب جن جي ولادت 27- رمضان المبارك سن1276هه شب قدر جي رات [بمطابق 18- اپريل سن 1860ع] هالا پراڻا ۾ ٿي. ننڍي هوندي ئي کين علم سان گهڻي محبت هئي. پاڻ اوائلي عربي ڪتاب خليفي حافظ عبداللطيف صاحب هالائيءَ کان پڙهيا. کين انن سالن جي عمر ۾ ئي شب خيزيءَ جي عادت هئي، ان ڪري رات جو گهڻو وقت علم حاصل ڪرڻ ۾ گذاريندا هئا. وڌيڪ علم جي حصول لاءِ پاڻ پاٽ شريف جو سفر ڪيائون ۽ مرحوم علامه حاجي حسن الله پاٽائيءَ وٽ تحصيل علم لاءِ ويا. جتي کين خبر پئي ته حيدرآباد ۾ مائي خيريءَ جي مسجد ۾ مولوي محمد حسن قريشي ڪنڊيءَ واري، تدريس علم لاءِ مدرسو کوليو آهي. پاڻ پاٽ کي خيرباد چئي، اُتي اچي تعليم ورتائون. پاڻ گهڻي توجهه ۽ محنت سان درسي ڪتاب پورا ڪيائون ۽ اتي ئي سندن دستاربندي ٿي. ان کان پوءِ پنهنجي استاد جي اجازت سان ٽنڊي مير نور محمد ۾ پنهنجو الڳ مدرسو قائم ڪيائون. اتي ٻه- ٽي سال رهيا، پوءِ پنهنجي والد جي حڪم تي پنهنجي ڳوٺ هالا پراڻا موٽي آيا. اتي وڏي همت کان ڪم وني، هڪ عربي مدرسو قائم ڪيائون ۽ درس نظاميءَ جي تعليم ڏيڻ لڳا. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان طالب علم تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مسافر ٿي وٽن اچي رهيا ۽ سندن درس ۾ شامل ٿيا. پوءِ جلدي سندن والد صاحب وفات ڪئي. پاڻ ان وقت پنهنجي خاندان ۾ اڪيلا وڃي رهيا.

کين سندن والد صاحب کان وراثت ۾ گهر ۽ ٻيو گهريلو سامان مليو. اهو سمورو فروخت ڪري، ربيع الاول سن 1309هجريءَ [مطابق آڪٽوبر سن1891ع] ۾ حج جي ارادي سان حجاز شريف روانا ٿيا. اتي هڪ سال رهيا ۽ مدرسه صولتيه مڪي ۾ حضرت حاجي امدادالله مهاجر مڪيءَ کان درس ورتائون، جيڪو هندستان کان هجرت ڪري اچي مڪي ۾ رهيو هو. ان کان علاوه پاڻ مولانا عبدالحق بن شيخ شاهه محمد بن شيخ يار محمد مهاجر مڪيءَ کان علم حديث جو مطالعو ڪيائون. اتان اوليات احاديث پڙهي حديث، اصول حديث ۽ ٻين علمن جون سندون ورتائون، جيڪي اجا تائين سندن ڪتبخاني ۾ موجود آهن. باقي جيڪي پيسا پس انداز ڪيائون، انهن مان عربي ڪتابن جو وڏو ذخيرو مڪي شريف مان خريد ڪيائون ۽ پاڻ سان گڏ کڻي وطن موٽي آيا. وري هتي ساڳيءَ ريت درس ۽ تدريس شروع ڪيائون.

ڪين علم فقه سان گهڻي دلچسپي هئي. فقيهه جي حيثيت سان سندن شهرت سنڌ جي چپي چپي ۾ هئي. وٽن هر هنڌان روزانو شرعي سوال ايندا هئا ۽ پاڻ انهن جا جواب لکي سائلن ڪي موڪليندا رهندا هئا. اهڙيءَ طرح هيءُ سلسلو سندن زندگيءَ جي آخري دم تائين جاري رهيو. انهيءَ عرصي ۾ پاڻ "فتاويٰ محمدي" نالي هڪ ضخيم ڪتاب فقه جي موضوع تي ٻن جلدن ۾ لکي تيار ڪيائون. هيءُ ڪتاب عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ هو. فتاويٰ جو هڪ ٽيون ڪتاب، پنهنجي وڏي پٽ جي نالي پنيان، "فتاويٰ احمدي" سنڌيءَ ۾ لکيائون.

پاڻ ڏينهن جو مدرسي جي تعليم ۾ مشغول رهندا هئا ۽ رات جو تحرير ۽ مطالعو ڪندا هئا. سندن سڄي زندگي متوڪلاڻي حالات ۾ گذري. پاڻ پهرياڻين حضرت مولانا ولي محمد ملاڪاتياروي جا دست بيعت ٿيا. انهن جي وفات کان پوءِ خواجه عبدالرحمان جان مجددي فاروقيءَ کان اذن حاصل ڪيائون. سندن تخليقات ۾ مذڪوره فتاويٰ جي ڪتابن کان علاوه "شرح احاديث" ۽ "مسائل اربعين" 'سنڌي' ڪارآمد ذريعا آهن ۽ ٻيا هيٺيان ننڍا ننڍا ڪتاب لکيائون، جي قلمي حالت ۾ موجود آهن:

(1) حقوق الزوجين

(2) المسائل خمسه في دفع توهمات الشيعه

(3) تمام العناية ترجمه بدايه الهداية

(4) حل التركيب (منطق)

(5) دو وايه (عربي ۽ سنڌي)

(6) كشف الجان (سنڌي)

(7) خلاصة العضول (عربي)

(8) عشرين مسائل (فارسي)

(9) قصو حضرت سليمان ۽ بي بي بلقيس جو (سنڌي)

سندن ڪجهه خاص شاگردن جا نالا هي آهن:

(1) مرحوم خليفو جان محمد بديڻائي

(2) مرحوم مولوي عبدالرحمان سمو قرنائي

(3) مولوي قاضي معين الدين هالائي

(4) خليفو مولوي محمد هالائي

(5) سندن وڏو فرزند مولوي ميان احمد صاحب[1]

(6) سندن فرزند ثاني مولوي ميان عبدالله صاحب

مٿين سيني عالمن کي پاڻ پڙهايائون ۽ پنهنجي دست مبارڪ سان سندن دستاربندي بہ ڪرايائون. سندن همعصر عالمن ۽ بزرگن ۾ حضرت علامہ اسدالله شاهہ ٽڪڙائي، مولانا مولوي حاجي لعل محمد متعلوي، خليفو مولوي حاجي عبداللطيف حيدرآبادي، مولوي هدايت الله مشتاق متعلوي شامل هئا.

"کل نفس ذائقة الموت" پاڻ ماهہ ذوالقعد سن 1335هہ [آگسٽ سن1916ع] ۾ فالج جي مرض ۾ مبتلا ٿيا. هيءَ بيماري چار مهينا ڪن هلي. پاڻ تاريخ 4- ربيع الاول سن 1336هہ [مطابق 18- ڊسمبر سن 1917ع] بروز جمعہ فجر مهل هن دار الفانيءَ مان دارالبقا ڏانهن روانا ٿيا.

مولانا حاجي محمد صاحب جن جي وڏي فرزند مولوي احمد صاحب جن جي ولادت 7- جمادي الثاني سن 1314هجريءَ [بمطابق 24- نومبر سن 1896ع] ۾ ٿي. پاڻ ننڍي هوندي کان ئي طبعيت جا ذڪي، ذهين ۽ هوشيار هئا. ايتري قدر جو فقط ارڙهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد بزرگوار وٽ قرآن شريف، فارسيءَ جو سارو نصاب ۽ عربيءَ جو جملي عربي نصاب پورو ڪري، دستار فضيلت بڌائون. سندن دستاربنديءَ جي رسم، تبرڪاً حضرت مولانا و مرشدنا الحاج آقا شاهہ حسن جان سرهنديءَ جن کان ڪرائي وئي.

مولانا صاحب جن دستاربندي کان پوءِ پنهنجي ئي مدرسہ محمديہ ۾ درس ڏيڻ لڳا. سندن شاگردن مان مشهور شاگرد مولوي محمد عرس ڏاهري متصل ٽنڊو آدم، مولوي محمود سانوٽي هالائي، حڪيم شيخ حاجي عبدالواحد متعلوي ۽ مولوي محمد هالائي (سندن فرزند) وغيره آهن.

مولانا صاحب جن پنهنجي مدرسي جي مهتمميءَ سان گڏ تحرير ۽ شرعي فيصلن جو ڪم گهڻي انداز ۽ بهتر نموني ۾ ڪندا هئا. سندن تحرير جي هاڪ سڄي سنڌ ۾ هوندي هئي. حضرت مولانا دين محمد وفائي (مشهور غير مقلد) بہ ڪڏهن ڪڏهن ڪانئس فقهي تحقيقات ڪرائيندو ۽ مقالا لکرائيندو هو.

مولانا صاحب جن پنهنجي سڄي عمر پنهنجي ئي ڳوٺ هالن پراڻن ۾ بسر ڪئي. سندن صحبت ان وقت جي چڱن عالمن سان هئي. انهن بزرگن مان

مولانا محمد صادق کڏي وارو، مولانا دين محمد وفائي، مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مرحوم عبدالقيوم بختياربوري، مولانا عبدالرؤف بختياربوري، مولوي حاجي عبدالله کهرائي ۽ واعظ الاسلام مولانا محمد سليمان ترڙائي قابل ذڪر آهن.

مولانا صاحب جن حيدرآباد ۽ نواب شاهه ضلعن جا وڏا مفتي هئا. طريقو نقشبنديه هون ۽ بيعت خواجه محمد حسن جان مجددي فاروقي سان هين. سندن طبع بلڪل نرم، خوش اخلاق، مانيٺي، مرنجان مرنج ۽ بردبار هئي، موجوده قحط الرجال جي دور ۾ سندن شخصيت اعليٰ درجي جي هئي. مطلب ته پاڻ صحيح معنيٰ ۾ بينظير عالم باعمل، نهايت پرهيزگار، متقي، متشرع، زبردست فقيه ۽ عالم حقاني هئا. پاڻ هميشه قومي خيالات رکندڙ ۽ سياست جا ڄاڻو هئا. خلافت تحريڪ کان وٺي، جيڪي به سياسي ۽ مذهبي تحريڪون وقت بوقت ٿينديون رهيون، تن ۾ نه فقط همدرد ۽ معاون هئا، مگر پاڻ هڪ اعليٰ رڪن جي حيثيت سان مصروف عمل پڻ رهندا هئا. مولانا مرحوم جن 15- محرم الحرام سن1376هجريءَ [بمطابق 22- آگسٽ سن 1956ع] ۾ هالن پراڻن ۾ وفات ڪئي.

مولانا حاجي محمد صاحب مغفور جن جي ٻئي نمبر فرزند حضرت مولانا حڪيم عبدالله صاحب جي ولادت تاريخ 27- جمادي الثاني سن 1316هه بمطابق 3- نومبر سن 1898ع ۾ هالن پراڻن ۾ ٿي. پاڻ به مروجه فارسي ۽ عربي جي نصاب جي تڪميل پنهنجي والد وٽ ڪيائون. ان کان پوءِ مدرسه محمديه ۾ تدريس جو ڪم شروع ڪيائون. پاڻ قرآن شريف ناظره ۽ حفظ ڪرائڻ سميت فارسي ۽ عربي به پڙهائيندا هئا. فارسي تي ڪين وڏو عبور حاصل هو ۽ پاڻ سنڌ ۾ فارسيءَ جي صف اول جا استاد هئا. ڪيترا فارسيءَ جا ڪتاب ڪين برزبان ياد هئا. قرآن شريف پڙهائيندي سندن سڄي عمر گذري. ان ڪري جيتوڻيڪ حافظ قرآن نه هئا، ته به قرآن شريف تقريباً حفظ هوندو هون. رمضان شريف ۾ حافظ سڳورا تراويحن ۾ تلاوت ڪندا هئا، ته اتفاقاً چڪ تي پاڻ ڪين لقمو ڏيندا هئا. جامع مسجد جي پيش امامت سندن حوالي هئي، جيڪا پنجونجاهه سال بلا ناغه بجا آندائون. پاڻ انتهائي متشرع، متقي ۽ پرهيزگار هئا ۽ دين جي معاملات ۾ ڪابه مصلحت پسندي قبول نه ڪندا هئا.

پاڻ شب خيز هئا. تقريباً 3- بجي رات جو سجاڳ ٿيندا هئا. پوءِ تهجد، نوافل، اوراد، وظائف ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. ڪين هزارن جي تعداد ۾ دعائون، مناجاتون، منقبتون، وظيفا، ورد بر زبان ياد هوندا هئا. سندن حافظو بي مثال هو. پاڻ پنهنجي وڏي ڀاءُ حضرت مغفور مولوي احمد صاحب جا مددگار، معاون، دوست ۽ ساٿي هئا. ٻنهي ڀائرن جو ساٿ بي مثال هو ۽ ڪوبہ فيصلو گڏجي ڪرڻ کان سواءِ نہ ڪندا هئا.

حضرت مولانا احمد صاحب جن گوشہ نشين هئا تہ پاڻ سيلاني هئا. پاڻ سڄي سنڌ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ۾ ايندا ويندا رهندا هئا ۽ اتي جي عالمن ۽ فاضلن سان صحبتون ڪندا رهندا هئا.

پاڻ بهترين نثر نويس هئا. جيتوڻيڪ ڪو ڪتاب تصنيف نہ ڪيو اٿن، پر سندن بہ بياض قلمي صورت ۾ موجود آهن. پاڻ ان وقت جي ديني ادبي رسالن ۾ مقالا لکندا رهندا هئا. جهڙوڪ: خليق، توحيد، مبلغ، ترقي، تعليم وغيره.

پاڻ تدريس ۽ امامت کان سواءِ حڪمت جو ڪم بہ ڪندا هئا ۽ پنهنجي وڏي ڀاءُ جي معاونت سان شفاخانہ محمديہ هلائيندا هئا. سندن حڪمت يوناني ۽ اسلامي هئي، پر ويدن جا نسخا بہ استعمال ڪندا هئا. پاڻ پنهنجي نگرانيءَ ۾ حڪيمانہ دوائون جهڙوڪ: معجون، شربت، حب، ڪمونيون، حلوا، آچار، عرق، خميره پنهنجي هٿن سان پاڻ ناهيندا هئا. ڪين ٻيا هنر بہ گهڻا ايندا هئا. مثلاً: خوشخط هئا، جِلد ساز هئا. اچي پني تي ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ ليڪون ڪڍندا هئا، وري ڪاڏي بچائڻ جا بہ ماهر هئا. مطلب تہ پاڻ جامع العلوم والفنون جا مالڪ هئا. آخر فالج جي مرض ۾ مبتلا ٿيا ۽ ڊگهو عرصو بيمار رهيا. پر صلواة، صوم، ورد وظائف کان ڪڏهن بہ وانجها نہ رهيا. پاڻ مؤرخہ 24- رمضان المبارڪ سن 1395هہ بمطابق 1- آڪٽوبر سن 1975ع تي انتقال ڪيائون. ڪين سندن والد صاحب ۽ وڏي ڀاءُ جي پير ۾ دفن ڪيو ويو.

حضرت مولوي احمد صاحب ۽ مولوي عبدالله صاحب جن کان پوءِ، جنهن بزرگ علم جي شمع روشن رکي، اهي هئا: حضرت مولانا مفتي محمد صاحب رحمة الله عليه (ابن مولانا احمد صاحب). پاڻ 16- مارچ سن 1923ع بمطابق 19- ربيع الثاني سن 1340هہ تي هالا پراڻا ۾ تولد ٿيا. پاڻ عربي ۽ فارسي جي سموري تعليم پنهنجي والد بزرگوار ۽ عم بزرگوار کان ورتائون.

پاڻ پنهنجي والد مولانا احمد صاحب وانگر ذڪي ذهين ۽ داناء هئا. سندن خاص مشغلو فتاويٰ نويسي هئي. ڪيترا شرعي مسئلا حل ڪيائون ۽ انهن کي ڪتابي شڪل ڏنائون. پاڻ بهترين انشاء پرداز ۽ بهترين مقاله نگار هئا. مختلف ڪتابن ۾ سندن مضمون آيل آهن. پاڻ پنهنجن وڏن وانگر تدريس ۽ تعليم ۾ گذاريائون ۽ ڪجهه وقت پيش امامت جا فرائض به ادا ڪيائون. مولانا عبدالله صاحب جن جي انتقال کان پوءِ شفاخانو به پاڻ هلائيندا رهيا. سندن دوستن جو حلقو وسيع هو. جيڪي سڀ علم وارا ۽ سنجيده انسان هئا. سندن وفات ننڍي عمر ۾ مؤرخه 7- جمادي الثاني سن 1396هجري بمطابق 6- جون سن 1976ع بروز آچر رات 2 بجي حيدرآباد ۾ ٿي. کين سندن والد جي پهلوءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

حضرت مولانا احمد صاحب جن جا ٻيو نمبر فرزند مرحوم محمد يوسف قريشي هئا. سندن ولادت 29- نومبر سن 1930ع بمطابق 21- جمادي الثاني سن 1349هه هالن پراڻن ۾ ٿي. پاڻ به وڏن وانگر ذڪي، فهيم، نيڪ ۽ خوش خلق انسان هئا. ميٽرڪ 'جامعه عربيه' مان ڪيائون، ان کان پوءِ گورنمينٽ مدرسه هاءِ اسڪول ميرپورخاص ۾ استاد مقرر ٿيا، جتان سن 1955ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالا ۾ بدلي ڪيا ويا. پاڻ تقريباً 25 سال کن گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالا ۾ تعليم ڏنائون. تعليم دوران سوين ضرورتمندن جا ڪم في سبيل الله ڪيائون. جيڪو به سائل وٽن ڪم لاءِ ويندو هو، ته ان کي وس پڄندي جواب نه ڏيندا هئا. جنهن به آفيسر يا آفيس ۾ ڪم هوندو هو، اتي هلي ويندا هئا ۽ ان وقت تائين ماٺ نه ڪندا هئا، جيستائين اهو ڪم پورو نه ٿئي. فقط ضرورتمند کي ڪم ڇوڻ جي تڪليف ڪرڻي پوندي هئي. ڪيترن نوجوانن کي امتحان ۾ پاس ڪرايائون، ڪيترن کي روزگار سان لڳايائون. ڪيترن کي ڪورٽن مان انصاف وٺي ڏنائون. اهڙي طرح خلق الله جي خدمت ڪندي مؤرخه 15- جون سن 2004ع بمطابق 22- ذوالقعد سن 1424هه ۾ وفات ڪيائون ۽ پنهنجي وصيت موجب والده جي پهلوءَ ۾ آرامي ٿيا. اسان جي وڏن جو طريقو قديم عالمن وارو هو. پاڻ ديني علم جي ترويج لاءِ هميشه ڪوشان رهندا هئا.

اسان جي وڏن جي ارشاد جي مسند تي ويٺل سندن شاگرد رشيد فقير منٺار صاحب، ڳوٺ سچيڏني ورياهه لڳ ٽنڊي آدم ۾، عربي مدرسو قائم ڪيو. هن مدرسي کي قائم ٿيندي 60-70 سال ٿي ويا آهن. هتي قرآن شريف ۽ عربي ۽ فارسيءَ جو علم مڪمل نصاب جي طور پڙهايو ويجي ٿو. فقير صاحب پاڻ سنڌ جي روايتي صوفين، الله وارن، درويشن جي ساڃ مان آهي. سندس عمر 95 سال آهي. هاڻي چراغ سحري آهي. پر علم جي لاٽ ٻاريو ويٺو آهي. سندس شاگردن جو تعداد اطراف ۾ تمام گهڻو آهي. چند طالب علم تحصيل ڪري ٻه نڪتا آهن. پاڻ فقير صاحب خود ٻه، پنهنجي مدرسي ۾ مهتمم هجڻ دوران، درس نظاميءَ جي تڪميل ڪئي. سندس دستاربندي مفتي محمد شفيع صاحب ڪرائي. سندس استاد وقت جا درويش عالم ٿي رهيا. ڪي سبق اسان جي والد مولوي عبدالله صاحب کان ورتائين ۽ ڪي سبق مولوي محمد صاحب کان ورتائين. ٻين استادن ۾ مولوي حزب الله، مولوي عبيدالله، مفتي رشيد احمد، جنهن افغان جهاد ۾ وڏو حصو ورتو، حاجي محمد اڪٽڙ وارو ۽ مولوي عبدالحق رباني شامل آهن. فقير صاحب علم سان گڏ حلم ۽ تواضع به جو سبق حاصل ڪيو. پاڻ غريبي ۽ مسڪيني ۾ زندگي بسر ڪئي اٿس. ڪپڙن جو هڪ جوڙو جسم تي اٿس، جيڪو جمعي ڏينهن ڌوئي سڪائي وري پائيندو آهي. فقير صاحب مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي هن شعر جو مثال آهي:

مرد مرن ڪين ڪي، مرن مردودا
وڏا طالع تن جا، جي مرن مسڪينا

فقير منٺار صاحب جو تعلق صوفي فقيرن شورن سان آهي. شورن جو وڏو فقير حاجي محمد شورو هو، جيڪو خود به الله وارو درويش هو. سائي رنگ جو وڏو عربي جبو پائيندو هو. مٿي تي وڏو پٽڪو ٻڌندو هو. تسبيح

سچي عمر هٿ ۾ کنيائين ۽ ذڪر جلي ۽ خفي ڪندو رهندو هو. سندس والد پيرو فقير شورو هو، جنهن بزرگ جا گهڻا معتقد ۽ مريد هئا. پيرو فقير جي عقيدت عمر ڪوٽ جي صادق فقير سان هئي، جيڪو پهتل بزرگ هو ۽ جنهن جون ڪرامتون مشهور آهن. صادق فقير جي اولاد مان صوفي قلندر بخش ٿيو. جيڪو سن 1940ع ڌاري زمينن جي جهيڙي تان ڪيس فجر نماز مهل مسجد ڏانهن ويندي شهيد ڪيو ويو.

فقير منٺار صاحب جا عقيدتمند ٺٽي آدمر جا ورياهه مرحوم تاج محمد ورياهه ۽ سندس فرزند عبدالله خان ورياهه هئا. وڏيرو تاج محمد جوانيءَ ۾ گذاري ويو تہ عبدالله جي تربيت فقير صاحب جن ڪئي. عبدالله وڏو محقق، اديب ۽ مصنف هو. دنيا جي سڪن جو وڏو ذخيرو جمع ڪيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ مان انهيءَ موضوع تي پي ايچ. ڊي جي سَنَدَ حاصل ڪرڻ لاءِ ٿيسز لکيائين. پر افسوس جو عمر وفا نہ ڪيس ۽ ڪجهہ سال اڳ باءِ پاس آپريشن دوران ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري ويو. عبدالله خان پنهنجي خرچ سان فقير منٺار صاحب ڪي مدرسي لاءِ پڪي بلڊنگ نهرائي ڏني، جيڪا هاڻي بہ موجود آهي. هن مدرسي جي تعمير ۾ وڏيري شاهنواز جوڻيجي جو بہ هٿ هو. فقير صاحب جن ڪي پنهنجي ذاتي لائبرري آهي. پاڻ اوائلي عمر ۾ ڀٽائي صاحب جو عاشق هو ۽ هر جمعي تي پيرين پنڌ راڳ ٻڌڻ ويندو هو، وري صبح جو پيرين پنڌ موٽي ايندو هو. انهيءَ عرصي ۾ سندس ملاقات سنڌ جي ڪيترن صوفين، پهتل بزرگن، فقرائي لڏي سان ٿي، جن جو تعلق دنيا سان نہ هو. فقير صاحب سندن صحبتن مان گهڻو ڪجهہ پرايو آهي. ڪيس فقيرن جا ڪيترا گفتا ۽ ڳالهيون ۽ چشم ديد واقعا ياد آهن. اسان سنڌ جي فقيرن، صوفين، سنتن ۽ الله لوڪن جي باري ۾ پڙهيو آهي يا ٻڌو آهي ۽ فقير صاحب انهن جو زندهہ جاويد مثال آهي. اهڙا ماڻهو ٿورا وڃي رهيا آهن. الله سائين ڪين عمر خضري عطا فرمائي. (آمين)

فقير منٺار صاحب هڪ واقعو ٻڌائيندو آهي، تہ جڏهن شهيد صبغت الله شاهہ انگريزن جي خلاف جهاد جو اعلان ڪيو، تہ مريدن کي حڪم ڪيائين تہ هاڻي توهان لاءِ تماڪ نوشي، ساز ۽ راڳ ناچ ممنوع آهن. مريدن ان تي سختيءَ سان عمل ڪيو. محمد فقير ڪٽياڻ مشهور صوفي فقير پير پاڳاري

صاحب جو مريد هو. متيون حڪم تہ مجيائين پر راڳ ۽ ناچ ڪي نہ ڇڏي سگهيو. هي صوفي فقيرن جا پراڻا طريقا آهن. جڏهن پير پاڳاري صاحب جن اها ڳالهہ ٻڌي تہ پاڻ فرمايائون، تہ محمد فقير کي فقراء جي جماعت مان تڙي ڇڏيو. پوءِ فقير پيرين پنڌ هالن ۾ مخدوم غلام محمد صاحب جي مجلس ۾ آيو ۽ اچي صدا هنيائين تہ تڙيل آهيان. توهان جي مجلس ۾ تڙيلن کي ڪا جاءِ ملندي؟ مخدوم غلام محمد صاحب جن فرمايو تہ جاءِ ملندي. هاڻي جتي بيٺو آهين، اتي ئي ويهي رهہ. ان کان پوءِ محمد فقير جو تعلق هالن جي مخدومن سان ٿيو ۽ آخر دم تائين قائم رهيو.

اسان جي ڳوٺ جو ٻيو هڪ درويش حاجي فيض محمد ميمڻ هو. وڏي عمر ٿيس. هاڻي گذاري ويو آهي. ٻہ دفعا حج ڪيائين. سڪپور ۽ راڄڙي جي ٻيلي مان جيڪي شيون جهڙوڪ: پلڙا، لاک، کونئر، ماکي، ميڻ وغيره اينديون هيون، انهن جو واپار ڪندو هو. وڏو حاضر جواب ۽ مزاحيہ گفتار هو. پنج وقتي نماز جو پابند ۽ پرهيزگار هو. سن 1972ع ۾ مون سان حج تي گڏ هو. ڪراچيءَ مان بحري جهاز تي چڙهڻ وقت مبارڪ موقعو سمجهي سندس پٽ حاجن کيس نئون سليپر وٺي ڏنو، جيڪو سامونڊي سفر ۾ اٺ ڏينهن پاتائين، تان جو اچي مڪي شريف پهتو. دستور موجب عمرو پورو ادا ڪيائين. حج ۾ چند ڏينهن وچي رهيا، ان ڪري حجاج جو هجوم تمام گهٽو هو. هيءُ عمرو پورو ڪري ٻاهر نڪتو تہ گهر وڃي غسل ڪريان. ٻاهر اچي تہ نئون سليپر نهي ئي ڪونہ. حرم شريف کي پنجاهہ دروازا آهن. هاڻي ڪهڙي دروازي تي رکيائين، اهو ياد نہ پيس. هن سمجهيو تہ هالن پراڻن جي جامع مسجد آهي، جو هڪ ٻہ دروازا هوندس ۽ جوتو ليي پوندو. پوءِ تہ هڪ دروازي مان ٻئي ۾، ٻئي مان ٽئي ۾، ائين ڦرندو رهيو تان جو نئون سليپر هٿ نہ آيس. پوءِ ٻين حاجين سمجهايس تہ هتي ائين ٿيندو آهي. هاڻي تون بہ ڪنهن جي چمپل ڪٽي پاءِ. هن چيو تہ حرم پاڪ ۾ اچي آءٌ خيانت ڪريان، اهو مون کان نہ پڄندو. پوءِ تہ اٺ ڏينهن تائين پير اگهاڙا ڪري پئي هليو. نيٺ هوائي چپل ٻن ريالن ۾ خريد ڪيائين.

هڪ ٻئي درويش محمد هاشم واڌاڻي ميمڻ جو بہ ذڪر ڪجي، جيڪو زيتونن، انبن ۽ ڪارڪن وغيره جا باغ نيڪي تي کٽندو هو. انهيءَ مان جيڪو

نفعو ٿيندو هوس، اهو سندس رزق حلال لاءِ ڪافي هو. ڪيس مولودن چوڻ جو ڏاڍو شوق هو، حالانڪ آواز ۾ ڪو سوز يا گداز ڪونه هوس، پر رسول ڪريم ﷺ جن جي محبت ۾ مولود ڳائڻ سعادت سمجهندو هو. پنهنجن پيسن مان منائي وني اعلان ڪرائيندو هو، تہ اڄ رات آءُ عشاء جي نماز ڪان پوءِ مولود چوندس. نماز ڪان پوءِ خلق اچي جمع ٿيندي هئي. هيءُ پنهنجي مخصوص انداز ۾ مولود ڳائيندو هو، پر جذب ۽ سرمستيءَ سان. وڏو جبو بافتي جو نهيل پائيندو هو. ڇوڪرا ڇڙا ۽ ڪيترا وڏا ڪيس ڇيڙائڻ لاءِ ڪجور جون ڪکڙيون ۽ ننڍيون پٽريون اڇلي هٽندا هئس، پر هن تي ڪو اثر ڪونہ ٿيندو هو، ڇڻ تہ ڪجهہ ٿئي ئي ڪونہ ٿو. اٿين ڪري وجي مولود پورا ڪندو هو. سچو عاشق الاهي هو. آخر ۾ پنهنجي آندل منائي حاضرين ۾ ورهائيندو هو.

محمد هاشم کي آخرت جو ڏاڍو اونو هو. قيامت کي ياد ڪري روئندو هو تہ ان ڏينهن الاجي پڇاڻو ڪيئن ٿيندو ۽ نجات ملندي يا نہ؟ پل صراط تان ڪيئن پار پئبو ۽ اهي ڳالهيون ڳڻي دل بيقرار ٿي ويندي هئس ۽ زارو قطار روئندو هو. حاجي فيض محمد جهڙا درويش ڪيس آٿت ڏيندا هئا تہ محمد هاشم! فڪر نہ ڪر. نبي ڪريم ﷺ پاڻ گناهگارن جي قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندا ۽ انشاء الله پاڻ جنت ۾ ويندا سين. پوءِ وجي دلجاءِ ٿيندي هيس. ڏسو! تہ اسان ۾، ۽ انهن الله وارن ۾ ڪيڏو فرق آهي. هيءُ ماڻهو سلف صالحين مان هو.

حاجي فيض محمد هڪ ٻيو واقعو بہ ٻڌائيندو هو، تہ مرحوم مغفور جدامجد مولانا محمد صاحب جڏهن عربستان مان واپس اچي مدرسو قائم ڪيو تہ هڪ ڏينهن دروازي تي تاڙي وڳي. هيءُ زمانو سن 1901ع يا سن 1902ع ڌاري جو هو. حاجي فيض محمد وجي ڏٺو، تہ هڪ نوجوان ڇوڪرو عربي لباس ۾ بيٺو آهي ۽ عربي ٻيو ڳالهائي. اسان جي ڏاڏي ڪيس اندر سڏايو. ڇوڪري ٻڌايو، تہ سندس نالو عمر آهي. پاڻ مڪي شريف ۾ ڄائو هو ۽ هاڻي سنڌ آيو آهي. اصل ۾ حاجي عمر جا وڏا اسان جي ڏاڏي جا ويجها عزيز هئا ۽ منياريءَ ۾ رهندا هئا، پوءِ ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ عربستان هجرت ڪري ويا. خاندان جا وڏا تہ گذري ويا، پر انهن مان هڪ حاجي عمر رهجي ويو، جيڪو پڇائي هالن پراڻن ۾ آيو. پوءِ هن منياريءَ ۾ وجي ناناڪو دڪان ڪوليو ۽ سن

1970ع ڌاري گذاري ويو. اسين ڪيس چاچا عمر سڏيندا هئاسين. پاڻ لوهارڪو ڌنڌو ڪندو هو. جڏهن به اسان وٽ مهمان ٿي ايندو هو ته لالٽينن ڪي مرمت ڪري اڇو اليومينم رنگ هڻي نئون ڪري ڏيندو هو. پيڙيون پن جون پيئندو هو ۽ مٿي تي ڪاري ٽوپي جناح ڪيپ پائيندو هو. ڪيس عبدالرحمان ۽ محمد نالي ٻه پٽ ٿيا. عبدالرحمان ته هيڊ منشي ٿيو، پوءِ گذاري ويو. البته محمد جيئرو آهي ۽ دڪان هلائي ٿو.

والد حضرت ۽ چاچي صاحب جن وٽ، فقيرن ۽ درويشن جو وڏو تعداد، بغرض مجلس ۽ ملاقات، ايندو رهندو هو. حاجي پير محمد سائل هالائي خلافت جي ڏينهن ۾ وڏا شعر لکيا ۽ خلافت جي جلسن ۾ پڙهندو ۽ ماڻهن ۾ وڏو جوش ۽ خروش پيدا ڪندو هو. مون ڪيس پيريءَ ۾ ڏٺو، تمام نحيف ۽ ڪمزور ٿي ويو هو. ٻلو رنگ جو بوچڻ ڪلهي تي ڪٽندو هو، نظر جي چٽائيءَ لاءِ ڪارن شيشن جي عينڪ پائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن 'همدرد' ميرپورخاص جو ايڊيٽر حاجي محمود هالائي وٽس ايندو هو. حاجي محمود اصل ۾ هالن نون جو وينل هو، پوءِ لڏي وڃي ميرپورخاص وينو، جتي شادي ڪيائين. مدرسه اسلاميه محمديه ۽ شفاخانه محمديه جا ليٽرپيڊ همدرد پريس مان ڇپي ڏيندو هو. ايندو هو ته ڪچهري گهٽ ڪندو هو، خاموش گهڻو رهندو هو. سندس ميرپورخاص واري گهر واريءَ مان وڏو پٽ عاشق علي آهي، جنهن کي ٻيا ڀائر به آهن. اهي پيءُ جي ڇڏيل امانت 'همدرد' اخبار کي هر حال ۾ هلائيندا اچن ٿا. آءُ جڏهن ميرپورخاص ۾ سول سرجن هوندو هوس ته مون وٽ ايندا هئا. سڀ ڀائر قربائتا ۽ ادب ڪندڙ هئا.

جناب والد صاحب وٽ ميان عبدالحق قريشي به ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو، جيڪو هالا پوليس ۾ صوبيدار هو. هيءُ درگاهه حضرت غوث بهاؤ الحق زڪريا ملتاني واري جي خاندان مان هو. ان ڪري عالمن ۽ درويشن سان صحبت رکندو هو. ڪيس انگريز سرڪار هڪ گهوڙو گشت لاءِ ڏنو هو، جنهن تي چڙهي ايندو هو. پوءِ گهوڙو مدرسي جي ٻاهرين دريءَ ۾ ٻڌي پاڻ اندر ايندو هو. دوا درمل به والد صاحب کان وٺندو هو. سندس فرزند عبدالرزاق قريشي ايگريڪلچر کاتي ۾ ڊائريڪٽر آهي. هيءُ به خوش اخلاق ۽ ڪلمک ۽ پيءُ جي نقش قدم تي هلڻ وارو آهي.

انهيءَ زماني ۾ سنڌي تهذيب ۽ ثقافت جا امين سنڌي سباجهڙا چڱيءَ تعداد ۾ پيا هلندا هئا. مرحوم ماستر گل محمد انهن مان هڪ هو. ماستر صاحب نصرپور جي پرائمري اسڪول جو هيڊ ماستر هو. ڊگهو قد، وڏيون اکيون، ڀاري جسم ۽ وڏا شهپر، ائين لڳندو هو ته هيءُ صاحب وڏو ڇيڙاڪ طبعيت جو هوندو. پر ماستر صاحب جيترو هو قد آور، اوترو ئي هو طبعيت ۾ غريب ۽ نماڻو. سندس آواز به هلڪو ۽ هلڻ ۾ به فهميدو هو. گفتگو مختصر پر شائستي ڪندو هو. مٿي تي ٻن والن کن جو پوتڙو پٽڪي جي جاءِ تي ٻڌندو هو. نڪ جي ناس ڏيندو هو، ته مڇون ۽ ڪاڏي ڳاڙهيون ٿي وينديون هيس. شلوار مُرين کان مٿي جنهن کي 'لنڊي شلوار' چوندا آهن، پائيندو هو. اسان کي سندس اچڻ تي گهڻي خوشي ٿيندي هئي، جو پاڻ سان نصرپور جا مشهور کير پيڙا کڻي ايندو هو. جيڪي هيءُ پاڻ ناهيندو هو ۽ انهن کي خوش ذائقہ ڪرڻ لاءِ زعفران ۽ عنبر وجهندو هو. کير پيڙا سائيز ۾ عام رواجي کير پيڙن کان چوڻا وڏا هوندا هئا. تمام بهترين لذيذ ۽ منا سائي رنگ جا هوندا هئا. ماستر صاحب کي گذاري، ٽيهه سال کن ٿي ويا آهن، پر سندس کير پيڙا اڃا نہ ٿا وسرن.

ٻيو سنڌي سباجهڙو سيد گل محمد شاهه به ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو. اصل ۾ ته هالن پراڻن جو هو، پر پوءِ لڏي شهدادپور جي پاسي وڃي وينو. سندس مائٽ، وڪيل شاهه ۽ نور محمد شاهه، هالن پراڻن ۾ ئي رهندا هئا. پاڻ جسم جو ڳورو هو، وڏا شهپر، ۽ چاپئين ڏاڙهي هئس ۽ اڇو پٽڪو ٻڌندو هو. پراڻي زماني جا گفتا ۽ وراڻيون ڳالهه ٻولهه ۾ عام ڪتب آڻيندو هو. جي چئبو هوس: "جيءُ" ته وراڻي ڏيندو: "منو کير پيءُ". هنن ڳالهين ۾ ڪيڏي شفقت، محبت، خلوص ۽ دعا آهي. هي سنڌ جي ثقافت آهي ۽ صوفين جي تعليم جو اثر آهي. گل محمد شاهه جا مائٽ ته هالن پراڻن ۾ هئا، پر ٻه راتيون کن اسان جي چاچي وٽ ئي رهندو هو. اهڙو محبتي انسان مون نہ ڏٺو.

ٻيو هڪ درويش فقير حاجي سائينداد رند شاهپور چاڪر جي پاسي جو ايندو هو. ڪنهن مسجد جو خادم هو، پر اڻ پڙهيل هو. جاهل ماڻهن جا شوق شڪار هوندا آهن: ڪتا ڌارڻ، ڪڪڙ ويڙهائڻ، سوئر ۽ ڪتن کي ويڙهائڻ ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا خفت ۽ شوق، پر فقير سائينداد کي شوق هو: شرعي مسئلا پڇڻ ۽ انهن جون فتوائون يا فيصلا جمع ڪرڻ. پوءِ وري ڪاتبن کي پئسا ڏئي،

انهن کي خوشخطيءَ سان لکرائي جُلد ڪري رکڻ. گھڻا مسئلا اسان جي وڏن ڪان ۽ مولوي محمد هاشم خطيبِ جامع مسجد نواب شاهه ڪان لکرائيندو هو. هڪ دفعو ڇن (Hernia) جي بيماري ٿيس، جنهن جي علاج لاءِ مون کي چيائين. انهن ڏينهن ۾ نصير شيخ سرجن حيدرآباد ۾ هو. انهيءَ پاڻ آپريشن ڪيس، جنهن مان شفاياب ٿيو. پوءِ نصير شيخ کي هڪ رلي به تحفي ۾ ڏني هئائين. نصير شيخ به غريبن جو همدرد ڊاڪٽر آهي ۽ مغرور ڪونهي. هو به ڪيس هميشه عزت ۽ شفقت ڏيندو هو. پٽي صاحب جي دور ۾ صحت جو مشير به رهيو.

هڪ دفعي فقير سائينداد هڪ فقهي مسئلو ڪڍي آيو. ته اسان جي پاسي بروچ خدا کي 'هُدا' چون ٿا. اها ڳالهه شرع موجب صحيح آهي يا غلط؟ بزرگن ڪيس جواب ۾ چيو، ته هيءُ مسئلو محبت ۽ عشق جو آهي. الاهي عشق ۾ جي خدا کي 'هُدا' چون ٿا، ته جائز آهي. اسان ننڍن کي ان ڳالهه تي حيرت ٿي، ته هيءُ ڪهڙو مضحڪ خيز مسئلو آهي. خدا کي 'هُدا' ڪير چوندو هوندو. بهرحال ڳالهه آئي وئي ٿي وئي. گھڻن سالن ڪان پوءِ علي احمد بروهي صاحب جي ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيم، ته سندن پاسي ماڻهو خدا کي 'هُدا' چون ٿا. معلوم ٿيو ته سائينداد فقير گھڻو وقت اڳ صحيح ڳالهه ڪئي هئي.

جي. ايم. سيد جي ناني ڪان سنڌ جو ٻچو ٻچو واقف آهي. سندس وڏا مٽيارين جي باقيل پوٽا سيدن مان آهن. انهن مان سيد حيدر شاهه لڏي سن ۾ اچي وينو هو. جي. ايم. سيد حيدر شاهه جي خاندان مان آهي. انهن سيدن جي هڪ شاخ، جنهن جو وڏو سيد احمد شاهه هو، لڏي اچي هالن پراڻن ۾ وينو. پاڻ سان گڏ ڪيترا سن جا ميمڻ به گڏ آندائين، جن کي سنائي چيو وڃي ٿو. ان زماني ۾ هڪ ٻڪرار سيدن جي گھرن سامهون جهنگ ۾ رهندو هو. جڏهن آخري وقت قريب آيس ته احمد شاهه کي گھرائي چيائين ته مون وٽ ٿي ويهون (60) رپيا باقي آهن ۽ هيءُ ٻڪرين جو ڌڻ آهي. منهنجي وڃڻ جو وقت آيو ڪي آيو. هيءُ سڀ مال توکي آيو. هنن پئسن مان هن جاءِ تي، جتي فقير وينل هو، مسجد نهراءِ ۽ نماز قائم ڪراءِ. سگھوئي انهيءَ ٻڪرار فقير لاڏاڻو ڪيو. پوءِ احمد شاهه ۽ سندس پٽن سنائي ميمڻن سان گڏجي مسجد ۽ کوهه تعمير ڪيا. کوهه ته ختم ٿي ويو. البته مسجد اجا موجود آهي، جنهن جي مرمت وقت بوقت ٿيندي رهي ٿي.

سيد احمد شاهه کي چار پٽ هئا: سيد پير محمد شاهه وڏو هو. ٻيو نمبر محمد علي شاهه، جنهن کي نانگ ڏنگ هنيو ۽ جوانيءَ ۾ انتقال ڪيائين. ٽيون غلام حسين شاهه، جيڪو جي. ايم. سيد جي زمينن جي سار سنڀال لهندو هو. غلام حسين شاهه وڏو بهادر، همت وارو، فيصلن ڪرڻ ۾ ڏاهو ۽ راڄ کي وٺي هلڻ وارو هو. سن1974ع ڌاري وفات ڪري ويو. پاڻ امير حيدر شاهه ۽ امداد محمد شاهه جو صهرو به هو. کيس 'بگهڙ شاهه' به چوندا هئا. چوٿون پٽ صالح محمد شاهه، جيڪو سن 1987ع ۾ وفات ڪري ويو. هيءُ ٻني ٻاري جو ڪم ڪندو هو. سندس وڏو فرزند سڪندر علي شاهه تعليم کاتي ۾ انسپيڪٽر هو، جتان رٽائر ڪيائين.

هالن پراڻن جا پٺي بزرگ زهد، تقويٰ، روحانيت ۽ ڪرامت جا صاحب هئا. سندن وڏو بزرگ جيسلمير جو پرٿ نالي هڪ هندو راجا هو، جيڪو حضرت غوث بهاؤ الحق زڪريا ملتانيءَ جي هٿ تي مسلمان ٿيو. پاڻ پهتل درويش هو. سندس وفات پاٽوٽ تعلقي هالا ۾ ٿي، جتي سندس قبر جهنگ ۾ آهي ۽ سندس نالو شيخ عبدالله هو. مخدوم عبدالله کي مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد به فرزند ٿيا.

مخدوم احمد پنهنجي ڀاءُ مخدوم محمد ۽ ٻئي ڪٽنب سميت لڏي اچي هالڪنديءَ ۾ ويٺو جتي سن 934هه [سن 1528ع] ۾ وفات ڪيائين. جڏهن هالڪنديءَ کي درياء پائڻ لڳو، ته سندس اولاد مان ميان نعمت الله اڳين بزرگن جا لاش کڻائي مسجد ۽ گهرن جي سامان سميت 25- ربيع الثاني سن 1178هه [22- آڪٽوبر سن 1764ع] ۾ موجوده هالن پراڻن ۾ اچي ويٺو، جتي سندن اولاد اڄا تائين رهندو پيو اچي. چيو وڃي ٿو ته سندس پوين مان ميان دين محمد اول کي اولاد ڪونه ٿي ٿيو، تنهن ڪري شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ رحه جي مقبري تي اچي مراقبو ڪيائين. اتان کيس اشاري ۾ چيو ويو، ته توکي فرزند ٿيندو، ان تي اسان جو نالو رکج. سن 1274هه [سن 1857ع] ۾ ميان عبداللطيف تولد ٿيو. ان کان پوءِ سندس پرورش ۽ تربيت ميان محمد صالح اول جي سپرد ٿي، جنهن کيس عربي ۽ فارسي پڙهائي.

ميان عبداللطيف طب ۽ علم جفر ۾ گهڻي دسترس رکندو هو. سندس انتقال 9- جمادي الثاني سن 1347هه بمطابق 13- نومبر سن 1928ع تي ٿيو. هن

ٿي شاديون ڪيون هيون. سندس وڏي فرزند جو نالو ميان دين محمد هو، جنهن کي: (1) ميان محمود (2) ميان محمد نواز ٻہ فرزند ٿيا. ٻئي گهر مان ميان محمد فرزند ٿيس ۽ ٽئين گهر مان ميان رحمت الله ۽ ميان لطف الله فرزند ٿيس.

اسان ميان محمود کي پنهنجي سانير ۾ چڱيءَ طرح ڏٺو. وڏو دلير، باهمت، هٺ جو سخي هو. راڄن ۽ ڳوٺن جا فيصلا بهترين طريقي سان طيءِ ڪندو هو. سماجي ۽ سياسي ڳالهين ۾ گهڻو حصو وٺندو هو. سندس وفات سن1972ع ۾ ٿي.

هالن پراڻن ۾ هڪ ٻيو خاندان، جيڪو علم ۽ روحانيت ۾ مشهور ٿيو، اهو قريشي قاضي صاحبان جو خاندان آهي. سندن جد امجد قاضي ابوالفضل سيوهڻ کان لڏي اچي هالڪنديءَ ۾ رهيو. سندس پوين مان مولوي قاضي علي محمد مشهور عالم ۽ مدرس ٿي گذريو آهي. سندس مزار مرجع خلائق آهي. قاضي علي محمد کي قاضي عبدالهادي نالي فرزند ٿيو. جنهن جي پوين مان خليفو فتح محمد بزرگ ۽ الله وارو هو. قاضي علي محمد جي ڀاءُ جو نالو قاضي هدايت الله هو، جنهن کي قاضي عبدالواحد صاحب فرزند ٿيو، جيڪو انگريزن جي دور ۾ مختيارڪار هو. خانبهادر عظيم خان دراني، جيڪو ڪنهن وقت ميرپورخاص جو ڪليڪٽر هو، پنهنجي همشيره قاضي عبدالواحد صاحب کي نڪاح ۾ ڏني هئي. خانبهادر عظيم خان انهيءَ رشتي کان پوءِ هالن پراڻن ۾ اچي رهيو. اتي پرائمري اسڪول جي پرسان پارڪ نهرايائين، جيڪو اڄ بہ موجود آهي ۽ سندس نالي پنيان آهي. عظيم خان کي عنايت علي خان نالي هڪ پٽ ٿيو، جيڪو لاولد وفات ڪري ويو. مرحوم سنڌ ۾ پهريون دفعو حاجين کي حج تي پهچائڻ لاءِ بسن جو ڪاروان شروع ڪيو، جيڪو گهڻو وقت نہ هليو. قاضي هدايت الله صاحب ۽ قاضي محمد افضل صاحب، ٻئي بزرگ واصل بالله ٿي چڪا آهن ۽ جنت ۾ جاءِ نشين آهن.

هن خاندان مان ٻيو بزرگ اهل الله قاضي شاهہ محمد هو، جنهن جو فرزند قاضي محمد حفيظ صاحب هو، جيڪو جي. ايم. سيد جي سياسي تحريڪن ۾ سندس مددگار هو. قاضي محمد حفيظ کي قاضي فتح الله ۽ قاضي محمد (نالي منو) بہ پائر هئا. هي سڀ بزرگ پنهنجي علم ۽ اخلاق سان پنهنجو وارو وڄائي ويا آهن. حفيظ قريشي وڏو بي باڪ ۽ سچار سياستدان هو.

هن ئي خاندان مان خادم المسلمين قاضي حاجي يار محمد جو نالو تابناڪ ۽ درخشان آهي. پاڻ هالا پراڻا ڇڏي، حيدرآباد جي سولجر بازار ۾ اچي رهيو. مرحوم عبدالرحمان وڪيل ڪراچيءَ واري پنهنجي نياڻي ڪيس نڪاح ۾ ڏني هئي. قاضي يار محمد لاولد وفات ڪئي. پاڻ وڏو خير ۽ سخاوت جو صاحب هو. ڪيترن نادار غريبن ۽ محتاجن کي ماهوار ڪجهه رقم صدقي ۽ خيرات مان ڏيندو هو. جيڪو سلسلو باقاعدگيءَ سان آخر عمر تائين جاري رکيائين. هن ئي خاندان مان مرحوم و مغفور قاضي غلام محمد صاحب علم ۽ فضل ۾ باڪمال ٿيو. پاڻ عربي، فارسي ۽ سنڌي جو وڏو عالم هو. سندس لائبرري ۾ هزارين ڪتاب مختلف زبانن ۾ ادب، فقهه، تاريخ، تفسير، حديث، علم الڪلام ۽ علم الرجال تي موجود آهن. جن جي حفاظت سندس فرزند صاحبان بهتر طريقي سان ڪندا اچن ٿا. پاڻ سروري اسلامي ڪاليج هالا ۾ اعزازي پروفيسر به ٿي رهيا ۽ تدريس جو ڪم به سرانجام ڏنائون.

مطلب ته گذريل زماني کي ڏسجي ٿو، ته حيرت ٿي ٿئي ته ڪهڙا نيڪ انسان، علمي خاندان، روحانيت ۽ ڪرامتن جا صاحب، بارگاهه رب العزت ۾ مستعجاب الدعواة انسان هن سنڌ ذرتي، جنهن کي 'باب الاسلام' جو شرف حاصل آهي، ۾ پيدا ٿيا آهن. جن پنهنجي علم ۽ قلم، تبليغ ۽ تدريس، فهم ۽ فراست، هدايت ۽ تلقين سان عام ۾ دين جي محبت کي جاري ۽ ساري رکيو ۽ نبي ڪريم ﷺ جن جي امت کي راهه حق تي مضبوط ۽ مستحڪم رکيو. هالڪنديءَ جي سرزمين مردم خيز آهي، جنهن گهڻا نيڪ انسان پيدا ڪيا. جن ۾ ڪن ٿورن جو تذڪرو ٿي سگهيو آهي. باقي گهڻي ياڳي تاريخ جي ورقن ۾ گم آهن. فاعتبروا يا اولي الابصار.

هالا پراڻا قديم علمي شهر آهي، جتي ڪنهن وقت ۾ وڏيون درسگاهون، مدرسا ۽ تربيتي مرڪز هئا. تحفة الڪرام ۽ ٻين تاريخي ڪتابن مان معلوم ٿو ٿئي، تہ هالا پراڻا کي اڳ هالڪندي سڏيو ويندو هو. ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ بہ هالڪنديءَ جي وجود جي ثابتي ملي ٿي. ڪلهوڙن جي دور ۾ هالڪندي کي پرڳڻي جي حيثيت حاصل هئي. موجوده هالا پراڻا پوءِ نهيو. پراڻو هالڪندي موجوده جڳهہ کان پنج ڇهہ ميل اندر ٿي هو. درياءَ جي پاڻڻ ڪري لڏ پلاڻ ٿي تہ ماڻهو پراڻا ماڳ ڇڏي، موجوده هالا پراڻا ۽ هالا نوان جي جاءِ تي اچي آباد ٿيڻ لڳا. مخدوم سرور نوح عليہ الرحمة، جنهن جو زمانو اڄ کان پنج سو سال اڳ جو آهي، سندس مزار پراڻي هالڪنديءَ جي قبرستان ۾ هئي. جتان پوءِ سندن ميت کي منتقل ڪري، موجوده درگاهہ شريف جي احاطي ۾ رکيو ويو.

هالڪندي جو نالو ڄام شاهہ محمد هالي جي نالي پٺيان آهي، جيڪو ان وقت صاحب حيثيت هو. ٻاهران ايندڙن کي ٻهريائين هڪ وڏو ڪنديءَ جو وڻ نظر ايندو هو، جنهن جي لاءِ چوندا هئا، تہ اها شاهہ محمد هالي جي ڪندي آهي ۽ اهڙي طرح انهيءَ وسنديءَ تي هالڪندي جو نالو پئجي ويو. پراڻن صحيفن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ ڪنهن سمي هالڪنديءَ ۾ هڪ بزرگ رهندو هو. فقير وڏو عالم باعمل، صاحب شرعيت ۽ طريقت جو هو. پر دنيا کان تارڪ هو. ڪيس دنيوي ڳالهين سان ڪو تعلق نہ هو، فقط الله جي ياد ۾ مصروف رهندو هو. ان ڪري ڪيس مخدوم مستي لا خيال بودلو سڏيندا هئا. الاهي عشق ۾ فنا هجڻ سبب مجذوب لڳندو هو. ڪتابن ۾ آهي تہ مخدوم لا خيال جڏهن درس ڏيندو هو تہ پنهنجي ساڄي هٿ تي مخدوم نوح کي ويهاريندو هو. جيڪو ذهانت سان گڏ زاهد پڻ هو، کابي طرف قريشي عقيلي جي شاگردن کي ويهاريندو هو. پوءِ جڏهن مخدوم صاحب جي تحصيل ٿي، تہ بزرگ لاخيال

Digitized By M. H. Panhwar Institute Of Sindh Studies, Jamshoro.

مخدوم نوح ؒ کي پڳ عطا ڪئي ۽ دعا ڪيائين، تہ تون اڳتي هلي صاحب مسند ٿيندين ۽ ماڻهن جي توجهہ جو مرڪز بڻجندين. عام ماڻهو تہ وٽ هدايت، رهبريءَ ۽ دعا لاءِ ايندا. اها دعا قبول ٿي ۽ مخدوم صاحب جن جي طريقت ۽ معرفت جي گادي اڄ تائين قائم آهي. هن خاندان مان وڏا روحانيت جا صاحب نڪتا، جن اسلام جو فڪر عوام تائين پهچايو ۽ بُرائين ۽ بِجڙائين کي روڪيو. مخدوم لاخيال کي عام ماڻهو 'لاکيار بودلو' بہ چون ٿا.

قريشي عقلين کي مخدوم لاکيار اها دعا ڪئي، تہ توهان ۾ علم جي ايتري گهڻائي ٿيندي، جيئن سانوڻ ۾ بارش جي رحمت سان زمين سيراب ٿيندي آهي. قريشي عقلين جو ائين نالو 'سانوڻي ملا' پيو. هن خاندان ۾ وڏا اهل الله درويش، تارڪ دنيا ۽ اديب ۽ شاعر وقت بوقت پيدا ٿيا.جن اسلام کي ڦهلايو. هالن ۾ 'سانوڻي ملن' جي پاڙي ۾ هڪ پراڻي مسجد آهي، جنهن جي لاءِ چيو وڃي ٿو تہ انهيءَ جي پيڙهہ جون سِرون پاڪدامن باپرده حافظ قرآن بيبين رات جو رکيون. انهيءَ مسجد ۾ لڳائي سؤ حافظ ڪم ڪندا هئا. عالم بہ انهيءَ حساب سان هوندا هئا. سانوڻي ملن ۾ پوئين دور ۾ وڏا شاعر ٿي گذريا آهن، جن جا نظم اڳ ۾ درسي ڪتابن ۾ پڻ شامل هوندا هئا. جيئن آخوند گل محمد، جنهن جو انتقال مڪي شريف ۾ ٿيو. آخوند علي اڪبر مجروح ۽ آخوند دين محمد پوئين صديءَ جا سٺا شاعر آهن. هنن سانوڻي ملن مان ڪجهہ بزرگن پنهنجي ارادتمندي وري پير پاڳاري صاحب جي خاندان سان رکي. سندن وڏا حضرت پير رشد الله روضي ڌڻي جا خليفا هئا. آخوند محمد قاسم شاعر مٿين سيني بزرگن کان اڳاتو آهي.

مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي تہ مخدوم لا خيال بودلي عقيلي ذات جي شاگردن کي دعا ڪئي هئي تہ توهان ۾ علم سانوڻ جي مينهن وانگر ايندو. جنهن ڪان پوءِ کين 'آخوند ملا سانوڻي' سڏيو ويو. ان سلسلي ۾ وڌيڪ حقيقت هن ريت آهي تہ سومرن جي شروعاتي دور ۾ جڏهن عربن کي سنڌ مان ڪڍيو پئي ويو، ان وقت عربن جي هڪ شاخ عقيلي کي سنڌ ۾ رهڻ جي اجازت ڏني وئي، جن جو تعلق بنو هاشم گهراڻي سان هو. هنن سانوڻي عالمن ۾ اڳتي هلي وڏا عالم، اهل الله، درويش، صاحب تحرير ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. سنڌ جو پهريون غزل گو شاعر خليفو گل محمد 'گل' انهيءَ خاندان مان هو. مولوي دين

محمد 'وفائي' پنهنجي ڪتاب 'مشاهير سنڌ' ڀاڱو - 2 ۾ انهن مان ڪيترن عالمن جو ذڪر ڪيو آهي. اڳاٽن عالمن مان آخوند اميد علي، مفتي محمد رفيق هالائي، آخوند محمد قاسم، آخوند نور محمد، آخوند عبدالصمد، حافظ نصرالله، خليفو لطف الله، آخوند رحمت الله وغيره مشهور ٿيا. جيڪي هاڻي هن جهان ۾ موجود نہ آهن، پر پنهنجا علمي ڪارناما پنيان ڇڏي ويا آهن.

هنن عالمن نہ صرف هالڪنديءَ ۾ پر ٻين شهرن ۾ بہ ديني مدرسا، عربيءَ ۽ فارسيءَ جا قائم ڪيا. مثلاً: نصرپور، ٽنڊو ڄام، ٻورڙي ضلع دادو، درازا (خيرپور). خود هالن پراڻن ۾ ميان محمد بچل عرف ميان جيءَ جو مدرسو ڪنهن دور ۾ هاڪارو هو، جتي نہ رڳو سنڌ پر عربستان مان بہ شاگرد تعليم وٺڻ ايندا هئا. اها بہ حقيقت آهي تہ وقت جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ پويان ايندڙ ٽالپر حڪمرانن انهن مسجدن ۽ علمي مدرسن جي سرپرستي ۽ معاونت ڪئي.

انهيءَ ڳالهہ ڪي بہ آشڪار ٿيڻ گهرجي تہ صوفي شاعر حضرت سچل سرمست جو اوائلي استاد آخوند عبدالله ملا سانوٽي هالڪندي وارو هو.

انگريزن جي دور ۾ هن خاندان مان ڪيترا عربي ۽ فارسي ڄاڻندڙ عالم سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيا، جو اڃا انگريزي تعليم ايتري عام نہ ٿي هئي. سرڪاري نوڪريءَ ۾ شامل ٿيندڙ پهريون شخص آخوند رحمت الله ولد آخوند محمد شاڪر سانوٽي هو، جيڪو نارا جيل تي جيلر هو. هي صاحبِ ديوان شاعر بہ هو، پاڻ 13 جمادي الثاني سن1304هہ (9 مارچ سن 1887ع) ۾ وفات ڪري ويو.

پوئين دور ۾ مشهور علم دوست بزرگ آخوند محمد اعظم قريشي ڪي مون پاڻ ڏٺو. وٽس وڏو ڪتب خانو علمي نوادرات جو هو، جنهن ۾ عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ جا ڪتاب اچيو وڃن ٿا. محمد اعظم مرحوم جي وقت جي وڏن عالمن جهڙوڪ: علامہ ع.م دائود پوٽہ، مولوي احمد ملاح، مولوي عبدالرحيم پچميءَ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان چڱي ڏيٺ ويٺ هئي. مرحوم حفيظ قريشي (ايڊوڪيٽ) چوندو هو، تہ آخوند محمد اعظم وڏو خاموش طبع اعليٰ سياسي، مذهبي ۽ ادبي ڪارڪن هو ۽ لواري واري معاملي ۾ مولوي احمد ملاح جو هڪ اهم مددگار هو. مولوي احمد ملاح سان سندس خط و ڪتابت هلندي رهندي هئي، جن مان ڪيترا ئي خط اڃ بہ سندس پوين

وٽ محفوظ آهن. آخوند ملا سانوٽين جي هڪ شاخ حضرت پير صاحب پاڳاري جي جمعيت ۾ وڃي شامل ٿي، جن مان آخوند گل محمد، آخوند صفر ۽ آخوند نور محمد مشهور ٿيا. هنن جو ذڪر ملفوظات ۾ بہ آيو آهي. محمد اعظم جو والد آخوند حافظ عبدالحق زماني جي گردش دوران اٺويهين صديءَ ۾ ڪراچي هجرت ڪري ويو، جتي لياري جي مشهور خيراٽي مسجد ۾ خطيب مقرر ٿيو. حافظ عبدالحق صاحبِ فتويٰ هو ۽ ديني فيصلا پڻ ڪندو هو. ان ڪري پاڻ ۽ سندس اولاد قاضي مشهور ٿيا. سندس اولاد مان مرحوم قاضي عبدالله جي تعليمي خدمتن جي عيوض، سندس حياتي ۾ ئي هڪ پرائمري اسڪول جو نالو قاضي عبدالله پرائمري اسڪول، بينظير ڀُٽي جي حڪومتي دور ۾، محڪمہ تعليم طرفان رکيو ويو. هيءُ اسڪول ڪراچي جي علائقي لياري ۾ آهي.

هن خاندان مان هڪ درويش الله لوڪ نهايت قابل ۽ صاحب فهم بزرگ پروفيسر محمد علي قريشي حال حيات آهي. سندس زندگي ذڪر، فڪر، عبادت ۽ مريضن جي عيادت ۾ گذري ٿي. ذاتي زندگيءَ ۾ فقير تن ۽ مسڪين ماڻهو آهي. گهڻو وقت اڳ ۾ مهراڻ يونيورسٽيءَ مان پروفيسر ٿي رٽائر ڪيو اٿس. شاگردي جي زماني ۾ ڪئناڊا مان هائيڊرالڪس ۾ ايم. فل ڪري گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين.

موجوده دور ۾ هن خاندان جي ٻن ڀاءُ ڀيڻ يعني عبدالحفيظ قريشي ۽ فهميده قريشي سماجي خدمتن ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو آهي. هنن غريبن جي هڪ بستي، سحرش نگر، ناهڻ ۾ وڏي جاکوڙ ڪئي آهي. ان ڪان علاوه لاڙ جي ٻاندي کيت مزدورن (Bonded Agriculture Labour) ۽ ٽنڊي ٻهاول جهڙن خوني واقعن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي آهي. سندن انهيءَ جاکوڙ کي سڄيءَ سنڌ ۾ اتساهيو ويو آهي.

هڪ ٻي ڪريم النفس شخصيت ڊاڪٽر قادر بخش جو ذڪر ڪرڻ بہ بي مهل نہ ٿيندو، جنهن جو تعلق سنڌ جي مردم خيز خطي مٽياريءَ سان آهي. ڊاڪٽر صاحب غربت ۽ عشرت ۾ زندگي بسر ڪئي ۽ آخرڪار ترقي ڪندي صحت کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل ٿي رٽائر ڪيائين. سندس دلي خواهش هميشہ اها رهي آهي تہ ڪاش هو سنڌ جي علمي مدرسن ۾ تعليم وٺي ديني علوم سان سرشار ٿئي ها. ان سلسلي ۾ پاڻ ڪجهہ عربي ڪتاب بہ پڙهيائين، جن ۾

سندس استاد مولوي محمد معروف ميمڻ متعلوي هو. رٽائر ڪرڻ کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب قرآن ۽ حديث جي تحقيقي مطالعي تي وقت صرف ڪري رهيو آهي.

هاڻي تہ اهو دور ختم ٿي چڪو آهي، علم ۽ روحانيت پڻ اٿي ويا آهي. جيڪي سندن ڪتاب ۽ لائبريريون هيون، اهي ٻيا ڪٺي ويا يا اڏوهيءَ جي نظر ٿيا. شمس العلماء دائود پوٽو گهڻا قديم ڪتاب ڪٺي وجهي پاڻ وٽ محفوظ ڪيا. ڪن پوين ۾ وڏن جون ڪي وصفون نظر اچن ٿيون ۽ منجهن درويشي يا علم دوستي اڃ بہ ٿوري ڪي گهڻي موجود آهي. دائود پوٽو مرحوم سانوٽي مُلن ۾ گهڻو ايندو ويندو هو.

هالڪنديءَ مان جيڪي ٻيون ذاتيون هالا پراڻا يا نوان ۾ اچي رهيون، انهن ۾ گهڻي پاڳي: ميمڻ، ڪوري، ونديار، هالا، سيد، قاضي، آخوند، سمات، شيخ، ٻروچ ۽ هندو هئا. سندن واسطو زراعت، هٿ جي هنرن جهڙوڪ: جنڊي، ڪاشي، سوسي ۽ اجرڪ ناهڻ سان هو. علم وارا، مدرسن ۽ تبليغ ذريعي، دين اسلام پکيڙيندا هئا. انهن جا پويان اڃ بہ اباڻي ڪار ۾ لڳل آهن. هالن جي ڪاريگرن، جن کي وگهامل چيو وڃي ٿو، جي نهيل جنڊي ملڪان ملڪ مشهور آهي. مٽيءَ تي چترڪاري، جنهن کي ڪاشيءَ جو ڪم ٿو چئجي، ڏيساور تجارت لاءِ ڪجي ويندي هئي. سوسي، ڪاڏي، ۽ اجرڪ جو ڪم نهايت نفيس ٿيندو هو ۽ اڃ بہ ٿئي ٿو. ائين سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ پراڻن وقتن ۾ سنڌ جو واپار وچ ايشيا جي ملڪن سان بحري جهازن رستي ٿيندو هو، جتان هتي جي ڪچي مال جي عيوض اتان جون اهي صنعتون آيون ۽ انهن جا ڪاريگر هتي آباد ٿيا، جن ٻ ـ پوءِ نڪاٽو هتي ٿيو. ڪاشيءَ، سوسيءَ جو ڪم ايران، افغانستان، چين، سمرقند، بخارا، آذربائيجان ۽ تاشقند ۾ بہ ٿئي ٿو ۽ اتي قديم مقبرن تي ڪاشيءَ جهڙيون سرون لڳل آهن.

پر خاص ڳالهہ جنهن جي ڪري هالڪنديءَ جو نالو مشهور هو، اهو هو علم ۽ شرعيت جو رجحان. هتي وڏا روحانيت جا صاحب رهندا هئا، جن جا مدرسا، درگاهون ۽ خانقاهون هيون، جتي خلق خدا کي روحانيت جو سبق ملندو هو. سڀ کان پراڻو بزرگ شيخ عبداللطيف حسني جيلاني آهي، جيڪو بغداد کان آيو هو. هن جو زمانو اڄ کان ست سؤ سال کن اڳ جو آهي. سندس مزار اڃ بہ هالن پراڻن ۽ نون جي وچ ۾ آهي، جتي هر سال يارهين جي مهيني ۾ عرس

ٿيندو آهي. عرس ۾ سماع ۽ ذڪر ڪيو ويندو آهي، جيڪو ڪن خاندانن ۾ ورهين کان وني پشت بہ پشت هلندو پيو اچي ٿو. هن درويش جي سماع جي محفل هونئن بہ هر مهيني جي يارهين تاريخ تي ٿيندي آهي، جيڪا عمراٽي فقير صبح صادق تائين جاري رکندا آهن. سال ۾ هڪ دفعو وڏو ميلو بہ لڳندو آهي، جنهن کي شيخ صاحب جو ميلو چوندا آهن. هالن پراڻن ۾ بيا بہ بزرگ ۽ اهل الله مدفون آهن، جن مان مخدوم عربي ڏيانو مشهور آهي. صاحب تحفة الڪرام مير علي شير قانع ٺٽويءَ جي لکت موجب هيءُ بزرگ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ رح جو نانو آهي. ٻيو بزرگ مخدوم شاهہ ڏيانو آهي، جنهن لاءِ مشهور آهي تہ هيءُ بزرگ ڀٽائي صاحب جو همعصر هو. هالن پراڻن ۾ ڏيرا فقير اڄ بہ موجود آهن، جيڪي انهيءَ قبرستان جا مجاور آهن. ڪجهہ وقت اڳ انهن ڏيرن مان فقير پير ميان محمد وَصو انتقال ڪري ويو آهي، جيڪو وڏي شان ۽ ملڻ وارو صاحب هو ۽ ماڻهن جي وٽس وڏي اچ وڃ هوندي هئي. مولوي دين محمد وفائيءَ جي ڪتاب ”لطف اللطيف“ ۽ مير عبدالحسين سانگيءَ جي فارسي ڪتاب ”لطائف لطيفي“ مان معلوم ٿئي ٿو، تہ ڀٽائي صاحب هالا پراڻا گهڻو ايندو ويندو هو ۽ هتي سندس گهڻا مريد ۽ معتقد هئا. هڪ ٻيو بزرگ جنهن جي مزار هتي آهي، اهو آهي قاضي علي محمد رح. هن صاحب دين جي تدريس لاءِ وڏو مدرسو کوليو هو، جتي سڄي سنڌ جا شاگرد اچي تعليم وٺندا هئا.

هڪ ٻيو خاندان، جيڪو علم ۽ فضيلت ۾ ٻين کان سرس هو، اهو هو ڀٽي بزرگن جو مخدوم خاندان. هنن جو وڏو راجا پرٿ نالي راجپوتانا جي ڪنهن رياست جو حاڪم هو، جيڪو پوءِ شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ جي هٿ تي مسلمان ٿيو ۽ مرشد جي چوڻ موجب اچي هالڪنڊيءَ ۾ رهيو. سندس اسلامي نالو شيخ عبدالله رکيو ويو. سندس ڪيترين ئي ڪرامتون مشهور آهن، هن بزرگ جي اولاد ۾ وڏا عالم، روحانيت جا صاحب، درويش ۽ اولياء پيدا ٿيا، جن پنهنجي پنهنجي دور ۾ نيڪيءَ ۽ چڱائيءَ جي تبليغ ڪئي. پوءِ جڏهن هالڪنڊيءَ کي درياء پائي ويو تہ هي بزرگ لڏي اچي هالن پراڻن ۾ وينا. ان سان گڏ سندن معتقدن جو وڏو انگ بہ هالن پراڻن ۾ آيو. بزرگن جي وڏن جون قبرون تہ درياء پائي ويو، پوءِ هنن ٻيون قبرون ڪڏي ڪٽوريءَ جي قبرستان ۾ اچي ناهيون. هي قبرون محض علامتي آهن. ثبوت اهو آهي تہ قبرن جو

وچون فاصلو تمام محدود آهي، ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هي قبرون فقط نشان طور ناهيون ويون هيون. ڪڏي ڪتوريءَ جو قبرستان قديم يادگار آهي. هنن قبرن جي وچ ۾ هڪ ڪچي چوڏيواري آهي، جيڪا مٿان ڇت کان کليل آهي. هن چوڏيواريءَ کي ڪاٺ جو دروازو آيل آهي، جنهن کي ڪڙو لڳل آهي. اندر مٿيءَ جو وڏو ڍير آهي، جنهن لاءِ مشهور آهي، تہ ڪنهن زماني ۾ هي قبرون هيون، جيڪي ستن آرياڻين جون هيون. اهي پاڪدامن بيبيون ست سيد زاديون هيون، جيڪي وقت جي هندو راجا جي ناجائزيءَ سبب هتي اچي رهيون هيون ۽ پوءِ خدا کان دعا گهرياڻون، تہ کين زندهہ زمين ۾ داخل ڪيو وڃي. سندن دعا مقبول ٿي ۽ هي بيبيون زمين اندر هليون ويون. وڏن جي چوڻ موجب، اڳاٽي زماني ۾ انهن قبرن مان ڪتوريءَ جي خوشبو ايندي هئي، جيڪا هاڻ ڪانہ ٿي اچي. باقي سڄو قبرستان انهي ڪڏي ڪتوريءَ جي چوگرد آهي ۽ ڪيترن تهن تي نهيل آهي. سنڌ جي تمام قديم ۽ وڏن قبرستانن مان هڪ آهي.

اڄو تہ هاڻي زماني جي انقلاب جو بہ جائزو وٺون: اجا سٺ ستر سالن جو وقت گذريو آهي. زمانو تبديل ٿي چڪو آهي. پنيان ڪنڌ ڦيرائي ٿو ڏسجي، تہ ٻيو نظارو نظر ٿو اچي. اڳوڻو علم، اخلاق آداب ۽ ڪرار ختم ٿي چڪا آهن، ڪوڙ ۽ ڪدورت ان جي جاءِ اچي والاري آهي. اڳ ۾ ماڻهو مخلص ۽ محبتي هئا. هڪٻئي وٽ ايندا ويندا هئا. نمازن جي وقتن تي مسجدن ۾ ملندا هئا. ڪوڙ گهٽو ڪري ڪونہ ڳالهائيندا هئا. سادا ۽ سچا هئا. ڪوڙ ڳالهائي بہ نہ ٿي سگهيا، چوتہ ڳوٺ ۽ پاڙا ننڍا هئا. ڪو واقعو ٿيندو هو تہ فوراً سڄي ڳوٺ کي پتو پئجي ويندو هو. ڳالهہ لڪائڻ مان ڪو فائدو ڪونہ هو. وچئين کان پوءِ اوطاقن ۽ بينڪن تي مجلسون لڳنديون هيون، جيڪي ڪڏهن مغرب تہ ڪڏهن عشاء تي ختم ٿينديون هيون. شادين مرادين ۽ طهرن جي بہ ڳالهہ هئي، جو سڄي رات محفلون هلنديون هيون. ڳالهيون بہ هر موضوع تي ٿينديون هيون. هڪ ٻئي جي خير خيريت جو احوال، پاڙي ۾ ڪنهن جو ڄمڻ يا مرڻ يا پرڻو، اگهائي سگهائي. ڪنهن نووارد جو اچڻ، ڪنهن جي نقل مڪاني تہ ڪنهن جي خير خيرات، مطلب تہ ڳوٺ جي رهڻي ڪهڻي ۽ طور طريقي تي هر لحاظ سان ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي. پٺائي صاحب ۽ ٻين شاعرن جا بيت بہ بحث جا موضوع هوندا هئا. پٺائيءَ جي بيتن جي پڙهڻي تي وڏو قيل و قال

تيندو هو. زير، زبر ۽ پيش هيٺ مٿي ٿيڻ سان معنيٰ بدلجي وڃي ٿي. هي ماڻهو جن کي ظاهري علم ته گهٽ هوندو هو، پر اچارن ۽ اکرن ۾ پڪا هوندا هئا. گهڻيون پڙهيون پنهنجي وڏن کان ٻڌيل هين، ان ڪري پٺائيءَ جي زبان کي صحيح تلفظ سان اچاري سگهيا ٿي. ان کان پوءِ ديني اسلامي ڳالهيون ۽ سنڌ سان وابسته داستانن جو ذڪر به ٿيندو هو. سوير سمهندا هئا ته پرهه ڦٽيءَ جو اٿندا هئا. سچ ايرڻ کان اڳ زندگي روان دوان هوندي هئي. مهمانن جي اچڻ تي سرها ٿيندا هئا. جيڪڏهن مانيءَ جو وقت هوندو هو، ته ماني ضرور کارائي ويندي هئي، پر ماني اها ملندي هئي، جيڪا گهر ۾ نهندي هئي. وڌيڪ اهتمام قطعي نه ڪيو ويندو هو. هر اوطاق، بيٺڪ يا گهر ۾ ٿڌي پاڻيءَ سان پريل مٽ ۽ دلا رکيل هوندا هئا، جنهن کي ضرورت هوندي هئي، اهو پاڻ گلاس يا وٽو پري پاڻي پيئندو هو. چانهه ۽ شربت جو تڪلف بلڪل ڪونه هو. جيڪي حال حبيبان سو پيش پريان هوندو هو. مٽ مائٽ ويجهو يا پريان ڪٿان به ايندا هئا ته اهو ممڪن نه هو، جو هڪ ڏينهن ۾ ئي واپس ٿين. ٻه ٽي راتيون ضرور ٽڪندا هئا. ڪڏهن ته ويجها مائٽ ٻه - ٻه ٽي- ٽي هفتا به رهي پوندا هئا، پر سادي بودوباش ڪري ميزبان انهن کي ڪڏهن به بار نه سمجهندا هئا ۽ کل خوشيءَ سان وقت گذاريندا هئا. خوشدليءَ سان اجازت وٺندا هئا. سستو ميوو عام جام هو، زيتون، انب، ننڍا صوف، توت، موسميون، ٻير وغيره عام هوندا هئا. جهنگ جو ميوو ته مفت هوندو هو. ليار، پيرون، گيدوڙا، سگر، چيڙ ۽ گدرا وڏي تعداد ۾ پيدا ٿيندا هئا. گدرن ۽ چانهين جي قيمت نالي ماتر هوندي هئي. سنڌي انب جنهن جو ميناچ اڄ به سنڌڙي انب کان وڌيڪ آهي، بيحد سستو هوندو هو. هر ڪو پيو کائيندو هو. بازاري ميوا پوءِ آيا، جي هاڻي ته خريد ڪرڻ کان ٻاهر آهن، ڪيلا، سنڌڙي انب، وڏا صوف، ڪينو، موسميون، پپيتا، چيڪو ۽ ٻيا به اڪيچار ميوا آهن، پر هر ڪو وٺي نه سگهندو. رب جي رحمت هئي، غريب ۽ امير يڪسان فيض ياب ٿيندا هئا.

هاڻي ته موسمن به ڦيرو کاڌو آهي، اڳي برساتون زوردار پونديون هيون ۽ 10-15 ڏينهن هلنديون هيون. درياءَ ۾ اٿل ايندي هئي ۽ ڪناري تي گهٽائي ڳوٺ ۽ شهر ٻڏي ويندا هئا. ڪاڏ ٿيندي هئي ته ڪنارو پُرندو هو. سيءَ سخت پوندا هئا، شام جو گهرن جي چودرن ۾ ڪانيون ٻارڻيون پونديون هيون، هر

ڪو وڏو ننڍو غريب غُربو پنهنجو بدن لوئي، اجرڪ، چادر، ڪوٽ يا صدريءَ سان ڍڪيندو هو. گهرن ۾ عورتون ڪن ٽوپ ڪپهہ مان ناهينديون هيون، جيڪي پائڻ سان مٿيءَ يا سرديءَ کان بچاءُ ڪري سگهبو هو. صبح جو ڪٽڪ يا ٻاجهريءَ جي رٻ سيءَ کي بچائڻ لاءِ نهندي هئي. چانھ اڃا ڪانہ آئي هئي. اونهاري ۾ گرميون تہ هيون، پر ايتريون نہ هيون، جيتريون هاڻي آهن. هاڻ تہ گرمي سعودي عرب ۽ مسقط کان بہ وڌيڪ ٿي وئي آهي، جو حيدرآباد، سبيءَ ۽ مچ سان مقابلو ٿي ڪري. اڳ اونهاري ۾ بہ ٿڌيون هوائون پيون هلنديون هيون. شام جو ڇئين وڳي کان پوءِ ٿڌيون هوائون لڳنديون هيون، جيڪي سڄي رات هلنديون رهنديون هيون. رات جو اڱڻ يا پڌر تي سمهبو هو. پکي يا اي. سيءَ جي ضرورت ڪانہ هوندي هئي. سخت گرمي منجهند جو ڪلاڪ ڪن هڪ کان ٻي وڳي تائين هوندي هئي. اونهاري ۾ سخت گرمي 6-7 ڏينهن ڪان متي ڪانہ هوندي هئي، هاڻي تہ سيارو نالي ماتر ٿو ٿئي ۽ اونهارو الامان والحفيظ.

سنڌ جو ذڪر ڪجي ۽ سنڌو درياءَ جو ذڪر نہ ڪجي، تہ ڳالهہ اڌوري آهي. سنڌو درياءَ هالن پراڻن جي بلڪل پرسان لنگهي ٿو. گهرن کان ٻاهر نڪربو تہ درياءَ جي ڪناري تي هوندا. اڳ گرمين ۾ درياءَ تار تي وهندو هو. سرڪار جيڪي بند ٻڌايا، انهن کان پاڻيءَ جي سطح چار پنج انچ هيٺ هوندي هئي، هي اسان پاڻ ڏٺو. درياءَ جي وهڪري ۾ زور ڏاڍو هوندو هو. ڪاٽ ڪندو هو تہ زمين جو وڏو حصو وڃي هيٺ ڪرندو هو. ڪٿان بند ڀڄندو هو تہ ميلن ۾ پاڻي پکڙجي ويندو هو. سوين ڳوٺ، گهر، مڪان ۽ مارو ماڻهو ٻڏي ويندا هئا. ماڻهو ڏاڍا دربدر ٿيندا هئا. مالي ۽ جاني نقصان گهڻو ٿيندو هو. اڳ ۾ فون يا ڪو ٻيو سسٽم ڪونہ هو. ڪو ڳوٺ آس پاس ۾ ٻڏندو هو تہ ڪو همراھ پير وارن ڳوٺن ۾ ٻڌائي ويندو هو تہ فلاڻو ڳوٺ ٻڏي ويو. اسان جي ڳوٺ هالا پراڻا جي آسپاس وارا ڳوٺ جهڙوڪ: ٻنڌ، خانوٹ، سعيد آباد، ڪيبر، ڪلياڻ وغيره گهڻائي پيرا ٻڏا ۽ وري نهيا، پر هالن پراڻن تي ڪا خاص مهرباني هئي، بزرگن جون دعائون ۽ وڏڙن جون ڪمايون هيون، اسان جا وڏا عالم باعمل هئا. کوزن ۾ پاڻي پڙهي وڏين پيڙين ۾ نڪرندا هئا ۽ اهو پاڻي وچ درياءَ ۾ هاري ايندا هئا. دعائون ۽ صلواتون پڙهبيون هيون. رب پنهنجو رحم ڪندو هو.

هاڻي ٿو ڏسجي تہ عقل حيران ٿو ٿئي. درياءَ جو پيٽ خالي سڪو پيو

آهي، بنهي پاسن جا ماڻهو پيا اچن وڃن. پاڻيءَ جو چُـڪو بہ ڪونهي. ڏوڙ ۽ واري پئي اُڏامي، درياه پاڻ سان سڀ رحمتون کڻي ويو. اهو ڪارنامو ايوب خان جو آهي، جيڪو سن 1960ع ۾ چند ڏوڪڙن عيوض سنڌو درياءَ جو پاڻي نهروءَ جي حوالي ڪيائين، جنهن وڃي راجستان آباد ڪيو. سنڌ جو پلو اڳ مشهور هو. درياءَ شاهہ ۽ پلو لازم ملزوم ڳالهيون هيون. پلو لکن جي تعداد ۾ ٿيندو هو. گدوءَ ڪان وٺي ڪوٽڙيءَ تائين پلي جون سوين دنيون هونديون هيون، جتي وڏو پلو بہ اڍائي فوٽ ڊيگهہ ۾ ملندو هو. پلو ڪيرو بہ هو تہ آنيءَ وارو بہ. درياءَ جي چاڙهہ وارن ڏينهن ۾ پلي جي قيمت 4 آني ڪان هڪ رپئي تائين هوندي هئي، غريب غربو پلو ضرور وٺندو هو. سنڌي انب ۽ پلا تحفي طور دوستن ۽ عزيزن کي ڏنا ويندا هئا. پاڻيءَ ۾ تيز وهڪري جي ڪري وڏي گجگوڙ هوندي هئي ۽ رات جو سمنڊ جهڙو آواز ڪندو هو، جيئن سمنڊ وهندو هجي . ڪنڌيءَ تي آباد ڳوٺن کي ٻوڏ جو خطرو هوندو هو، ڪجهہ ٻيڙيون بہ هلنديون هيون، جن مان محفل نالي وڏي ٻيڙي مشهور هئي، جيڪا سرحد جي پاسي جهاپيرن جي ملڪيت هوندي هئي. سنڌي مهاڻا پيٽ سان تنبا ٻڌي، پلي جي شڪار لاءِ پاڻيءَ جي پيٽ ۾ هلندا هئا ۽ ڪجهہ پلا هٿ ڪري ايندا هئا. وري جڏهن ٻوڏ ايندي هئي تہ ٻيلن ۽ جهنگن مان هزارين جانورن کي لوڙهيو ايندي هئي، انهن جانورن ۾ نانگ، مرون، هرڻ، سها، مور، ٻگهڙ ۽ گدڙ وغيره شامل هوندا هئا. جن مان ڪيترا تہ زنده گهرن ۾ اچي گهڙندا هئا، پوءِ شڪاري سوئرن کي ڦاسائي، ان جو ڪتن سان مقابلو ڪرائيندا هئا، جيڪو وڏي تعداد ۾ عام ماڻهو ڏسڻ ايندا هئا. نانگ جي چڪ جا سوين مريض اسپتالن ۾ داخل ٿيندا هئا. هرڻ کي البتہ حلال ڪري گوشت ورهايو ويندو هو. ماڻهن جي لڏ پلاڻ ۾ هزارن جو مال، مويشي ڍڳا، ٻڪريون ٻڌي وينديون هيون. گهر جون ڪٺون، بسترا، دلا، ٿانءَ بہ لڙهي ويندا هئا، وڏي تباهي اچي ويندي هئي، پوين سالن ۾ سنڌ جي انجنيئرن بند ٻڌرايا. پر جيسين درياءَ ۾ پاڻيءَ تار هو، اهي ٻوڏيون پيون اينديون هيون. هڪڙا گهر ڊهندا هئا تہ ٻيا نهندا هئا.

ٻوڏ ڪان پوءِ ڪچي جي زمين ۾ پلا فصل ٿيندا هئا ۽ سنڌ ۾ عام چوڻي هئي تہ، ”ٻـُـڏيءَ جا ٻِـيٽا“.

كجهہ معاشرتي ۽ تمدني ڳالهين جو بہ ذكر كجي. اسان جو ڳوٺ بيحد ديني ۽ مذهبي مركز هو. هر گهر ۾ نياڻيون صبح جو سويل كلام پاڪ جي تلاوت ضرور كنديون هيون. انهن منجهان كيتريون حافظاڻيون ٿيون، نماز جا پابند عورتون توڙي مرد سڀ هئا. عيدن تي، شادين ۾ يا محرم تي واعظن جون وڏيون مجلسون ٿينديون هيون. سنڌ جا چوٽيءَ جا عالم تقرير كرڻ ايندا هئا، كجهہ نالا هيٺ ڄاڻائجن ٿا. اُنهن مان پراڻي وقت ۾ مولوي محمد هاشم ركن وارو، مولوي سليمان ترڙي محبت وارو، مولوي عبدالكريم كورائي (سچ چوڻ جي كري كيس كهاڙو چوندا هئا) مولوي عبدالكريم چشتي، مولوي قمرالدين، مولوي سلطان احمد، مولوي خدا بخش لاشاري، مولوي عبدالغني، واري قيري سان پيا ايندا هئا. هنن عالمن حق جي تبليغ كئي ۽ جاهلاڻين ۽ بدعتي رسمن جي بيخ كني كئي. انهن مولوين سان گڏ مولودي (مداحي) بہ ايندا هئا. خاص كري بہ گروپ مشهور هئا: اتر ۾ حاجي لال بخش جسكاڻيءَ جو گروپ، تہ لاڙ ۾ حاجي غازي كنڀار جو گروپ. سندن ڇناپيني واري مجلس سڄي رات هلندي هئي. ان كان پوءِ ذكر ۽ فكر جون مجلسون ٿينديون هيون، كنهن ڏكيائي، اوک يا بيماريءَ جي حالت ۾ ختمو خواجہ خواجگان كڍيو ويندو هو. "فاذكروني اذكركم" قرآن حكيم ۾ فرمايل آهي تہ، "مون كي ياد كريو تہ آءُ بہ توهان كي ياد كريان." سڀ مشكلون حل ٿي وينديون هيون. بركت ذكر الله جي ۽ صلوات رسول ﷺ جي سان سڀ مشكل آسان ٿي ويندا هئا. بيمار وري اٿي كمن كارين كي لڳندا هئا. قرضدار قرض كان آجا ٿيندا هئا ۽ ٻي پهچ نياڻيون اتاري سگهندا هئا. سنڌ كي باب الاسلام چيو ويو آهي. اهي ديني ۽ روحاني محفلون خبر نہ آهي تہ كيتري وقت كان جاري ساري آهن ۽ ياد ٿيون ڏيارين تہ بيشك سنڌ جو خطو باب الاسلام جو مظهر آهي.

حج وڏي اهتمام سان ڪبو هو. اڳ ۾ ماڻهو پنڌ حج تي ويندا هئا. ايران تائين ته لارين ۽ بسن ۾، پر مسقط پهچي، هزارين ميل پنڌ ڪري خانه ڪعبه ويندا هئا. اسان جي ڳوٺ جي احمد شيخ ست حج ڪيا. پهريان ٽي پنڌ ڪيائين. پويان چار پاڻيءَ جي جهاز رستي. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ پاڻيءَ جا جهاز ممبئيءَ کان هلندا هئا ۽ ڀاڙو 25 رپيا هو. محمدي سٽيم شپ ڪمپني جهاز هلائيندي هئي. جهاز 15 ڏينهن ۾ عربستان پهچندو هو. حج جي سفر ۾ ڪل 6-5 مهينا لڳي ويندا هئا. پر جيڪي اڪاتا حاجي ويندا هئا ۽ پنڌ ويندا هئا، انهن کي 2-3 سال به لڳي ويندا هئا. گهڻا اتي ئي گذاري ويندا هئا. ان ڪري ويندا هئا ته سين کان بخشائي ويندا هئا. ڪيترا اتي ئي رهي پوندا هئا ۽ پاڻ کي مڪي مهاجر يا مدني مهاجر سڏيندا هئا. توهان ڏسو ته ڪيترا سنڌي خاندان هاڻي به عربستان ۾ صاحب ثروت آهن. جن مان ڪي واپاري آهن، ته ڪي معلم، ته ڪي دڪاندار. هالن پراڻن مان پوڳڙي اڄ کان 200 سال اڳ ويا هئا. هاڻي پاڻ کي بوقري سڏائين ٿا. سنڌن وڏو ابوبڪر بوقري هالن پراڻن ۽ مٽيارين ۾ به ايندو ويندو هو. هيءُ تيل نڪرڻ کان اڳ سعودي عرب جو وڏو تاجر هو. جيڪو شاهه ابن سعود کي قرض ڏيندو هو. هن وقت به مڪي ۾ حرم پاڪ جي پرسان سنڌن فندق آهي، پر ٻي به گهڻي ملڪيت اٿن. هاڻي ته انهن مان گهڻا عربستان ڇڏي، آمريڪا، يورپ، اردن ۽ شام ۾ وڃي آباد ٿيا آهن. ٻيا شڪارپور جا صباغ اتي وڃي معلم ٿيا. هي رنگ جو ڪم ڪندا هئا. ڪامل سنڌي سعوديه ايئر لائن جو ڊائريڪٽر جنرل هو. هاڻي الاجي جيئرو آهي يا نه؟ اڳ ۾ حاجين جو تعداد گهٽو هو، پر جهازن ۾ سيٽيون گهٽ هونديون هيون. ان ڪري ڪُٽن جي رستي نالو ڪڍندا هئا. پوءِ ويچارا حج جا اُميدوار ٻيا فارم ڀرائيندا هئا ۽ ڪُٽن جو انتظار ڪندا هئا. اسان جي ڳوٺ جو حاجي ڀيراڻو ٻارهن سالن کان پوءِ ڪُٽي ۾ ڪامياب ٿيو. پوءِ حج ڪري آيو. جيڪي حاجي ويندا هئا، اهي رستي جي تڪليفن جو شڪار به ٿيندا هئا. عربستان جي صحرائن ۾ هٿياربند ڦورو، حاجين جا قافلا لٽيندا هئا ۽ ماڻهو به قتل ڪندا هئا. رستي ۾ سامان سڀ لٽي ويندا هئا. اڳ ۾ حاجي کاڌي پيتي جو سمورو سامان، جهڙوڪ: اٽو، گيهه، کنڊ، چانور، مصالح، چانهه وغيره پاڻ سان کڻندا هئا. ٻِڪِرِ جڏهن ڦورن جي ور چڙهندا هئا، ته حج جو وقت ڏاڍو ڏکيو گذاريندا

هئا. پوءِ پنهنجا هم وطني سندن مددگار تيندا هئا. سعودي حاڪمن انهن ڏاڍاين کي ختم ڪيو آهي.

حج جا پانڌيڙا جڏهن ڳوٺن کان نڪرندا هئا، تہ سندن عزيز قريب کين ريلوي اسٽيشن يا بس اسٽاپ تي ڇڏڻ ويندا هئا. جڏهن موٽندا هئا تہ بہ کين اڏ پنڌ تي وٺڻ ويندا هئا. اهو عقيدو هو تہ پلي پار مان آيل سڀ گناهہ معاف ڪرائي آيا آهن، پوءِ هنن کي ڏاڍي عزت ملندي هئي، کين گلن جا هار يا نوٽن جا هار پارايا ويندا هئا. هرڪو کين پيرين پئي ملندو هو ۽ مولودن جي سُرَن ۾ جامع مسجد ۾ وٺي ايندا هئا، جتي بہ رڪعتون نفل پڙهي، پوءِ گهر روانا ٿيندا هئا. عجيب زمانا هئا ۽ عجيب ڇهڇٽا هئا.

ٻيو دين جو ارڪان زڪوات آهي. هالن پراڻن جا ميمڻ واپاري هئا ۽ کين واپار ۾ وڏو فائدو هوندو هو، پيسو بچت ۾ هوندو هون. هر سال 15- رجب المرجب تي زڪوات ورهائبي هئي، جتي هند سنڌ جا فقير اچي گڏبا هئا. انهن ۾ سنڌ، پنجاب، هندستان، افغانستان ۽ سرحد جا فقير بہ ايندا هئا، تہ ڪراچي جا مڪراني ۽ ڪيچي پڻ. سندن عجيب و غريب شڪليون هونديون هيون. ڏاڙهيون ڊگهيون ۽ پوائتيون، ڳچين ۽ ٻانهن ۾ چوڙا ۽ مالهائون، هٿ ۾ لٺ يا ٻانڊو يا بندوق بہ کڻندا هئا. ڪن پٺاڻن وٽ بہ بندوقون هيون. ڇاڪاڻ تہ هزارن جي تعداد ۾ هئا، ان ڪري هڪ جاءِ تان زڪوات وٺي وري ساڳي جاءِ تي ايندا هئا. پوءِ ميمڻ واپاري مَسُ سان کين ٻانهن تي نشان ڪندا هئا، جيئن وري نہ اچن. اها مَس ڌوئڻ تي بہ نہ لهندي هئي.

ان زماني ۾ حيدرآباد دکن جي نظام وٽ جيڪا فوج هئي، انهيءَ ۾ گهڻا عرب هئا. سندن ڪمانڊر بہ هڪ سعودي عرب "العيدروس" هو. جنهن رات قائد اعظم وفات ڪئي، تہ هندستان، دکن تي حملو ڪيو ۽ نظام هارايو. عرب سپاهي پوءِ هندستان ۾ پيا پنندا هئا يا ننڍا وڏا ڪم ڪندا هئا. انهن مان ڪيترا جتن جي صورت ۾ زڪوات وٺڻ هالن پراڻن ۾ بہ ايندا هئا. هڪ دفعي انهن عربن ۽ پٺاڻن جو پاڻ ۾ جهيڙو تي پيو. هڪٻئي کي ڏنبا هڻي، زخمي ڪيائون. وڏو هنگامو ٿيو. پوءِ تہ ميان نواز احمد هوائي فائر ڪيا. گهڻا عرب ۽ پٺاڻ ڀڄي ويا. ان کان پوءِ ڳوٺ واسين اهو فيصلو ڪيو، تہ زڪوات جي تاريخ 15 کان ڦيرائي 27- رجب المرجب ڪئي وڃي. ان ڏينهن تي

ٻين شهرن ۾ ٻـ زڪوات ورهائي ويندي هئي. سو اهو خيال ٻينو تـ فقير ورچجي ويندا ۽ نوبت جهيڙي جي ڪانـ ٿيندي. اها تجويز ڪامياب وئي، ان کان پوءِ فقيرن جو اچڻ گهٽجي ويو.

عيد تي خاص مزو ٿيندو هو. اجا ريڊيو عام ڪونـ ٿيو هو. رمضان جي عيد ٿيڻ لاءِ ٻن نيڪ ماڻهن کي قسم تي ساک ڏيڻي هوندي هئي، تـ هنن پاڻ چنڊ ڏٺو. جيسين اهو مرحلو حل نـ ٿئي، چنڊ جي فتويٰ جاري نـ ٿيندي هئي، ڪن حالتن ۾ ٻئي ڏينهن روزو بـ رکيو ويندو هو. پوءِ دير سان نواب شاهـ، مٽياري يا ٺٽي جا عالم فتويٰ موڪليندا هئا تـ اسان وٽ چنڊ ڏٺو آهي، ان جي بنياد تي ٻين هنڌن تي بہ عيد ڪئي ويندي هئي.

عيد جي ڏينهن هرڪو حال سارو نوان يا ڌوتل ڪپڙا پائي، جامع مسجد يا عيدگاهہ ويندو هو، جتي مرحوم حاجي الله بچايو عطار عطر مفت ورهائيندو هو، ماڻهو انهن جا ڦها ناهي ڪن ۾ وجهندا هئا يا ڪپڙن ۽ هٿن تي ملندا هئا. پوءِ صلوات ۽ ذڪر جي جهونگهار سان سڀ عيدگاهہ تي روانا ٿيندا هئا. عيدگاهہ ميل ڪن جي مفاصلي تي هوندي هئي. ڪي سالڪ اسلامي سبز جهنڊو ڪڻي مولود پڙهندا هلندا هئا، تان جو عيدگاهہ اچي وڃي. نماز تقريباً 10 کان 11 بجي واري درمياني وقت ۾ ٿيندي هئي. محمد فقير مڱڻهار دهل وڄائي نماز قائم ٿيڻ جو اعلان ڪندو هو. اٽڪل ڇهہ ست هزار ماڻهو اچي جمع ٿيندا هئا. گهٽي تعداد ۾ ڳوٺ جي لڳ 'سڪپور' جي ٻيلي مان روڙيا، ڦاناٽي، ڪوسا ۽ ٻروچ گهوڙن تي چڙهي ايندا هئا. دعا کان پوءِ سڀ پاڻ ۾ عيد ملندا هئا، ان کان پوءِ ٻروچ گهوڙي ڊوڙ جو مقابلو ڪندا هئا. ان کان پوءِ سڄو ڏينهن عيد مبارڪ ڏيڻ لاءِ ماڻهن جي اچ وڃ هڪٻئي وٽ ٿيندي رهندي هئي.

رمضان شريف ۾ تراويحن جو سٺو انتظام ٿيندو هو. گهڻو ڪري دارالهديٰ ٺيڙهيءَ جا حافظ تراويحون پڙهائڻ لاءِ ايندا هئا. ڀيا وري خانپور جي پاسي کان مولانا عبدالله درخواستيءَ جا شاگرد ايندا هئا، جيڪي ٻين مسجدن ۾ بہ تراويحون پڙهائيندا هئا. ڪي پراڻا حافظ مون کي بـ ياد پون ٿا: حافظ عبدالغفور ٻائجي وارو، حضرت هاليجوي جو ارادت مند، پاڪستان ٺهڻ کان اڳ تراويحون پڙهائيندو هو. ان کان پوءِ حافظ رشيد الله ۽ حافظ عبدالخالق عباسي ٺيڙهي جا حافظ هئا. پهرين جي آواز ۾ وڏو سوز هو، ٻئي جو مخرج

بهترين هو. بئي الله کي پيارا ٿي ويا. حافظ عبدالغفور پوءِ هاري تحريڪ ۾ شامل ٿيو ۽ لنيون بہ کاڏائين. قاديانين جي خلاف ڪُنري ۽ آسپاس ۾ وڏو جهاد ڪيائين. هڪ پيرو قاديانين جو مرشد هن جي جوشيلي تقرير ٻڌي ڪُنري مان ڀڄي ويو. حافظ حيات آهي ۽ نانگ جي چڪ جو ترياق ڪيپسولن جي شڪل ۾ وڪڻندو آهي. هڪ حافظ غلام علي لاڙڪاڻي جي پاسي جو وينل هو. جيڪو نابين هو، پر لٺ کان سواءِ هلندو هو. وڏو هرفن مولا قسم جو ماڻهو هو. هارموني تي عاشقاڻو ڪلام بيحد سريلي آواز ۾ ٻڌائيندو هو. حافظ گاهي، حافظ مقبول، حافظ الاهي بخش ۽ حافظ جمن ۽ ٻيا بہ گهڻا نالا آهن، جيڪي سنو ڳائيندا هئا. حافظ جمن کي شهيد ڪيو ويو. ڪا ذاتي دشمني هئي. اصل خانوٺ جو هو. ان زماني ۾ مسجد ۾ خير خيراتون ختما درود وڏي پيماني تي ٿيندا هئا. ساليانو عرس تي پٽ ڪارايو ويندو هو. جنهن ۾ 50-60 ديڳيون لهنديون هيون. عام ڪفگير، ڏويون ڪم ڪونہ ڏينديون هيون. واڊا واهولي سان بصر وڊيندا هئا ۽ پٽ کي پاڪ صاف بيلچن سان اٿل ڏبي هئي. صبح کان شام تائين خيرات هلندي هئي. ٻيا بہ گهڻا ڪم ٿيندا هئا. جن جو ذڪر ڪرڻ هاڻي طوالت ۾ شامل ٿيندو.

البتہ ڪن چڱن ماڻهن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي، وڏن زورآورن، ۽ مالدارن کي تہ هرڪو ياد ڪري ٿو، پر غريب جو ڪو پرسان حال نہ آهي. قرآن ڪريم ۾ آيل آهي، تہ "الله کي اهو ٻانهو محبوب آهي، جو پرهيزگار آهي." هي سادا، سچا، ديندار ۽ نيڪ انسان هئا. ڪوڙ انهن جي پاڇي کان بہ نہ لنگهيو هوندو. پنج وقت نماز جا پابند هئا ۽ جماعت تڪبير اوليٰ سان پڙهندا هئا. مسجد جي ڳالهہ نڪتي آهي، تہ هنن جو ذڪر بہ ڪرڻ گهرجي: سڀ کان وڏو متقي حضرت والد بزرگوار مولوي عبدالله صاحب رحمة الله عليه هو. جنهن جامع مسجد جي پيش امامت سٺ سال ڪئي. قرآن مجيد تقريباً ياد هوندو هوس. اڌ رات کان پوءِ مسجد ۾ باوضو ايندو هو ۽ تهجد پڙهي اوراد وظائف ۾ مشغول ٿي ويندو هو. فجر جي بانگ بہ پاڻ ڏيندو هو. رات جي سناٽي ۾ اها بانگ پري پري تائين ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. پٺ ڏٽيءَ جي درگاهہ جو وڏو راڳي ابراهيم فقير والد صاحب کي چوندو هو تہ "سائين! توهان جي بانگ جو آواز پٺ تي ٻڌي اسين بانگ ڏيندا آهيون."

ٻئي نمبر تي مولوي محمد مرحوم صاحب اچي ٿو. عمر وفا نہ ڪيس، وڏو جيد عالم، ذڪي ۽ ذهين هو. عربي ۽ فارسي ادب تي وڏو عبور حاصل هئس ۽ درس نظاميءَ جا ڪتاب ازبر ياد هوندا هئس. ياداشت تمام مضبوط هوندي هئس. عربي ڪتابن جا بہ صفحن جا صفحا ياد هوندا هئس، قديم فارسي ڪتاب جيڪي زرتشت عالم جا لکيل هوندا هئا، اهي ائين پڙهائيندو هو، ڄڻ تہ مکڻ مان وار ڪڍندو هو. وٽس هڪ وڏيءَ عمر جو شاگرد احمد ڪوري گلستان، فارسيءَ ۾ پڙهڻ ايندو هو. احمد هالن نون کان فجر نماز پڙهي ايندو هو، پوءِ سبق وٺي يا ٻڏائي ڪچن ٻپهرن جو واپس روانو ٿيندو هو. سندس عمر 60-70 سالن جي وچ ۾ هئي. ذهن غبي [ڪمزور] هئس. ابتدائي ڏهن ٻارهن صفحن کان ٻاهر نہ نڪتو، حالانڪہ 10-12 سال آيو ويو. فڪر فرداً ڪيس بہ ڪانہ هئي. نبي سائين جن جي حديث: "اطلبو اعلم من المهد الي اللهد" تي عمل ڪرڻ وارو هو. هڪ ڏينهن ايندي وقت هڪ مست گهوڙي رستي تي چبي وڌس، انهيءَ جا زخم نہ سهي گذاري ويو.

حاجي الهبچايو صدر باجماعت متقي نمازي هو. وڏو هوشيار، داناء ۽ ذڪي الفهم هو. ٽي حج ڪيائين. علم ۽ ادب سان دلچسپي هئس. فارسيءَ جا مروج ڪتاب سڀ پڙهيا هئائين. پاسارڪو ڌنڌو ڪندو هو. جامع مسجد جو خطيب بہ هوندو هو. ڪنهن سال پرديسي حافظن جي نہ اچڻ ڪري، تراويحون بہ پڙهائيندو هو.

حاجي محمد سليمان ميمڻ جنهن کي حاجي سلڻ چوندا هئا، موجوده دؤر جو صحابي صفت صاف سٿرو انسان هو. پيٿائي صاحب جو عاشق هو ۽ هر جمع تي راڳ ٻڌڻ ويندو هو. ڪا دعوت يا خيرات ٿيندي هئي، تہ ورهائيندڙ پاڻ هوندو هو. اهو ڪم وڏي خوشيءَ ۽ محبت سان ڪندو هو.

ميان عبدالغني شيخ حضرات سرهندين جو پيارو مريد هو. مسافرن کي ماني کارائڻ جو ڪم سندس حوالي هوندو هو. سال ۾ هڪ دفعو صاحب سڳورا ٽنڊي سائينداد وارا مهمان ٿي ايندا هئا، تہ وڏا انتظام ڪندو هو ۽ خرچ بہ پاڻ ڪندو هو.

مخدوم حڪيم رحمت الله وڏو لائق ۽ فائق حڪيم هو. اجمل خان جي دهلي واري طبيہ ڪاليج مان حڪمت جو ڪورس ڪري آيو هو ۽ ڪي سال پنهنجو شفاخانو هلايائين.

حاجي عبدالستار رناٽي [رني ڪوٽ وارو] پڪو جماعتي مومن ماڻهو هو. وڏي عمر ۾ خيال ٿيس تہ قرآن شريف ناظره پڙهي، جو ننڍي هوندي ڪونہ پڙهيو هئائين. پوءِ مولوي محمد صاحب ڪان وڏي محنت ڪري قرآن ناظره پڙهي پورو ڪيائين ۽ وڏي مجلس ڪيائين. اهي ۽ بيا ڪيترا وڏڙا انهيءَ وقت ۾ زندهہ هئا، جن جا مثال هاڻي ڪونہ ٿا ملن. اهي املهہ ماڻڪ ۽ هيرا هئا، سندن ذڪر ۽ فڪر ۾ الله پاڪ جو نالو هوندو هو.

پهرين درجي جي داخلا مون وڏن جي قائم ڪيل مدرسہ اسلاميہ محمديہ ۾ ورتي. هيءُ مدرسو وڏين انقلابي، سياسي، ديني، روحاني، علمي ۽ فقهي تحريڪن جو مرڪز ٿي رهيو آهي. پهرين درجي جو استاد ماستر احمد صدر مرحوم هو، جيڪو جامع مسجد ۾ مؤذن بہ هو. هن گهٽ ۾ گهٽ پنجاهہ سال پهريون درجو پڙهايو. سو وڏو تجربو ننڍين ٻارن کي پڙهائڻ جو هئس. اسين ڪاشيءَ جي فرش تي ويهندا هئاسين. اسڪول کي ختاب يا مڪتب چوندا هئا. پڙهائي صبح جو بہ ٿيندي هئي، تہ ظهر نماز کان پوءِ بہ. 5- وڳي شام موڪل ٿيندي هئي. موڪل کان اڳ ۾ ڪوڙا پڙهائيندا هئا. ٻئي درجي ۾ قرآن شريف ناظره مون پنهنجي والد حضرت جن کان پڙهيو ۽ سال کن جي اندر پورو ڪيم. دنيوي تعليم ۾ استاد محمد احسان سانوٽي مُلا هو، جيڪو پڙهائڻ جو هوشيار ڪونہ هو، البت شطرنج راند جو وڏو ڪيڏاري هو. ٽيون ۽ چوٿون درجو محمد صادق سانوٽي ملا کان پڙهيوسين. هيءُ عام رواجي ماسترن وانگر نہ هو، بلڪ فارسي، اردو ۽ سنڌي علم جو وڏو ڄاڻو هو. سندس علميت جي حامل انسان کي ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر ٿيڻ کپي ها. سڄو هندستان گهميل هئس ۽ درزڪو ڪم بہ ڄاڻندو هو. اسان کي جيڪا تعليم ڏنائين، ان جي ڪري اسان درسي ڪتابن کان سواءِ ٻيون بہ گهڻيون ڳالهيون وٺي سگهيون. امتحان وٺڻ وارا صاحب اسان جي هوشياريءَ کي ڏسي حيران ٿيندا هئا. تعليم

سان گڏ تربيت جو سبق بہ ڏنو ويندو هو. ماستر محمد صادق صاحب مختلف شاعرن جا شعر نيڪيءَ جي موضوع تي جيڪي ڪورس ۾ نہ بہ هئا، تہ بہ پڙهي ٻڌائيندو هو، جيڪي ادب ۽ اخلاق جو درس ڏيندا هئا. مثلاً: وڏن جو ادب ڪجي، ننڍن تي شفقت جو هٿ رکجي، جانورن تي رحم ڪجي، يتيمن ۽ مظلومن جي مدد ڪجي، واٽ پليل ڪي رستو ڏيکارجي وغيره. مطلب تہ استاد شاگرد کي مڪمل عملي تربيت ڏيندو هو. اڄ تہ ماستر پگهار وٺن ٿا، ٽيوشن ڏين ٿا، قُر قُران ڪن ٿا، پر نہ تعليم آهي ۽ نہ تربيت آهي. انهيءَ دؤر ۾ ڪو شاگرد غير حاضر رهندو هو، تہ ان کي بند جي سزا ڏبي هئي. يعني تہ صبح ۽ ٻنهپرن جي وچ وارو وقفو جيڪو گهر وڃڻ لاءِ ملندو هو، تہ شاگرد وڃي ماني کائي اچن، اهو وقفو بطور سزا جي کيس نہ ملندو هو. سندس مائٽن کي ٻڌائي ڇڏبو هو، تہ اڄ ڇوڪري کي بند جي سزا آهي. کيس ماني مڪتب ۾ موڪليو. اها سزا شرم جهڙي ڳالهہ تہ هوندي هئي، پر شڪرد لاءِ تڪليف جو سبب ڪانہ هئي. هي هئا تعليم ڏيڻ ۽ سڌارڻ جا اڳاڻ طريقا.

ابتدائي تعليم ختم ڪري، پوءِ هالن پراڻن جي گورنمينٽ پرائمري اسڪول ۾ داخلا ونبي هئي، جتي فائنل تائين تعليم ڏيندا هئا. انگريزن جي دور ۾ ماستري يا ٽپيداريءَ جون نوڪريون فائنل پاس ڪرڻ تي ملنديون هيون. فائنل تائين ست ڪلاس هئا. چوٿين ڪلاس کان پوءِ انگريزي بہ شروع ڪرائي ويندي هئي. انهيءَ وقت ۾ استاد شاگردن تي ڏاڍي محنت ڪندا هئا. نوڪريءَ کي نوڪري نہ، بلڪ خدمت ڪري سمجهندا هئا. ستين درجي ۾ اسان جو استاد مرحوم نور محمد ميمڻ هو. هيءُ وڏو محنتي، ايماندار ۽ انگي حسابن ۾ هوشيار اُستاد هو. فائنل جو امتحان انهيءَ وقت ۾ ڏکيو سمجهيو ويندو هو، هزارين شاگرد ويهندا هئا، تہ سوين ناپاس ٿيندا هئا. نور محمد مرحوم اسڪول جي ٽائيم کان پوءِ بہ ڪلاس وٺندو هو. رات جو ڪلاس (8 کان 11- 12 تائين) هلندا هئا، گولا (هنڊا) بہ ڪن ٻاريندا هئا، تہ سڄو ڪلاس روشن ٿي ويندو هو. 15-20 ڪن شاگرد ايندا هئا. انگي حساب، جاميٽري ۽ سنڌي زبان جي گرامر تي گهڻي محنت ٿيندي هئي. امتحان نون هالن جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ ٿيندو هو، جيڪو هفتو ڪن هلندو هو. اُستاد نور محمد سڀ ڏينهن شاگردن سان گڏجي هلندو هو. شام جو موٽي، هالا پراڻا ايندا هئاسين. رب جون مهربانيون آهن. فائنل ۾ آءٌ هالا سينٽر ۾ انهيءَ سال پهريون نمبر آيو هئس. اُستاد نور محمد غريب اشراف ماڻهو هو. رمضان جي مهيني ۾ شام جو برف وڪڻندو هو، افسوس جو سگريٽ گهڻا پيئندو هو، انهيءَ دور ۾ سگريٽن جي نقصانڪار اثرن کان اجا عام واقفيت نہ هئي. لاشڪ تہ سگريٽن دل کي نقصان پهچايس ۽ ننڍيءَ عمر ۾ وفات ڪيائين.

ٻيو استاد نور حسين انگريزي پڙهائيندو هو. تمام محنتي ۽ سخت گير هوندو هو، انگريزيءَ جي مضمون ۾ اسان جو بنياد هن پڪو ڪيو. هيءُ وقت اجا پاڪستان جي شروعاتي سالن جو هو. انگريزن جو اثر اجا قائم هو،

انگريزي اسڪولن ۾، اسلام ۽ ملن مولوين تي ڪٿي ڪٿي چٿر ۽ مذاق ڪئي ويندي هئي. هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته انگريزي ٽيڪسٽ بڪ ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي حيات مبارڪ تي جيڪو مضمون هو، نور حسين مرحوم اهو سبق پڙهايو پئي: حضور ﷺ جن ڄمڻ کان اڳ يتيم هئا. سندن والده جلدي وفات ڪري وئي. ڏاڏي عبدالمطلب ٻن سالن کان پوءِ وصال ڪيو، پوءِ سندن پرورش جي ذميواري سندن چاچي ابوطالب جي مٿان هئي. مٿين ڳالهه ڪري نور حسين مرحوم ٻهراڙيءَ جي ڪنهن عام جاهل ماڻهوءَ وانگر اتي ڪا هلڪي ڳالهه ڪري ويو، جا ڳالهه مون کي ڏاڍي ڏکي لڳي، جو مون ان کي رسول ﷺ جن جي شان جي خلاف سمجهيو. سو مون اها ڳالهه پنهنجي چاچي جن کي وڃي ٻڌائي، جيڪي ڳوٺ جا مفتي به هئا ته عالم به هئا. اها ڳالهه ناقابل برداشت هئي. نور حسين جي پيءُ مرحوم عبدالله کي سڏائي، سندس پٽ جي حال حقيقت کان واقف ڪيائون. سخت تنبيهه کان پوءِ ڪيس چيائون ته نور حسين توبهه تائب ٿئي ۽ پنهنجي گناهه جي ڌڻي تعاليٰ کان معافي وٺي. پوءِ قصو رفع دفع ٿي ويو. وري نور حسين کي اهڙي جرئت ڪانه ٿي. پاڻ دينداريءَ جي طرف راغب ٿيو. نماز پنج وقت پڙهڻ لڳو ۽ حج به ڪيائين ۽ زڪوات به ڏيندو رهيو. خدا جي قدرت جو زندگي وفا نه ڪيس ۽ جلدي وفات ڪيائين.

ٽيون استاد، جنهن جو ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو. ماستر مرحوم علي محمد ڪوري هو. وڏو قداور شخص هو. وڻ جيڪو وڏو هجي اهو جهڪي پوي ته سلامت رهندو. اُستاد علي محمد جيترو قداور هو، اوترو ئي منڪسر المزاج غريب هو. وڏا شهپر رکندو هو، ٿلهن شيشن جي عينڪ پائيندو هو. شايد موتئي جو آپريشن ڪرايو هئائين. ڪلاس ۾ ته محنت ڪندو هو، پر ڪجهه شاگردن کي پابند ڪيائين ته شام جو موڪل ٿيڻ کان پوءِ به وٽس وڌيڪ تعليم وٺن. هاڻي ٻيا ڇوڪرا ڪرڪيٽ يا ٻيون رانديون پيا ڪندا هئا، پر اسان کي ڪلاڪ کن انگي حساب پيو پڙهائيندو هو. ٻين جي آزادي ۽ پنهنجي پابندي ڏسي ڏکيو به ڏاڍو لڳندو هو، پر اڄ قدر ٿو پوي. حسابن ۾ اسان کي هن جي ابتدائي محنت ڪم آئي. مون ميٽرڪ ۾ حسابن ۾ 100 مان 100 مارڪون ڪنيون. اُستاد نور محمد ۽ اُستاد علي محمد يا اُستاد نور حسين پنهنجي وڌيڪ پڙهائڻ جي ڪابه في وغيره ڪونه وٺندا هئا ۽ نه ان کي احسان

سمجهندا هئا. پاڻ پنهنجي منصب جي فرائض جي بجاآوري سمجهندا هئا. درحقيقت هيءُ زمانو نيڪيءَ ۽ چڱائيءَ جو هو. استادن کي شاگردن لاءِ شفقت هئي، ۽ شاگردن کي استادن لاءِ احترام. مائٽ استاد جي مدد ڪندا هئا. گهڻا مائٽ پنهنجي گوسڙو اولاد لاءِ ماسترن کي چوندا هئا تہ "سائين! چم اسان جو آهي، تہ هڏ تنهنجو آهي." مطلب تہ جي بدمعاشي ڪري تہ پلي ڪيس سيڪٽ ڏيو.

ڪجهہ تفريح طبع ڳالهيون بہ ٻڌنديون هيون. اسڪول ۾ ڇهہ ست ڪلاس هوندا هئا. جيڪي هڪٻئي سان، وچ مان نڪتل دروازن جي رستي، گڏيل هوندا هئا. پراڻو زمانو هو. گهڻي چيڪنگ ڪانہ هئي، سو ماستر صاحب ڪڏهن ڪڏهن ٽنگون ميز تي رکي پڙهائيندا هئا. ٻيا ماستر شرارت کان ڪم وٺي آهستي پنيان اچي، جنهن ماستر جون ٽنگون ميز تي هونديون هيون، انهيءَ جي جتي چوري ڪري ويندا هئا. پوءِ منٿ ميڙ يا چانهہ پيارڻ سان واپس ڪندا هئا. هڪ استاد ماستر شمشاد علي جيڪو مهاجر هو ۽ اردو پڙهائيندو هو. ان شرارت ڪري ٻئي ماستر جي جتي لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن کي خبر پئجي ويئي. سو زور سان وٺي پنيان لتَ هنيائينس، جيڪا وڃي ڪيس مٿي ۾ لڳي. شمشاد عليءَ تيز ڪائي وڃي پٽ سان لڳو. ۽ مٿو ڦاٽي پيس.

واقعو تہ پنهنجي جاءِ تي ٿي ويو. پر اسان ٻن شاگردن يعني مون کي ۽ عبدالسلام کي موقعو مليو. سو انهيءَ واقعي تي ڪٺي شعر لکيوسين.

مون کي ننڍي هوندي معمولي ڳالهين تي بي اختيار کل ايندي هئي. اتي پهتاسين تہ مون کان لاشعوري زبردست کل نڪري وئي. نجاڻ تہ اُستاد نور محمد جيڪو هيڊ ماستر بہ هو، ان وقت ئي ڪلاس ۾ گهڙيو. حقيقت معلوم ڪري سخت ڪاوڙيو. عبدالسلام کي تہ اتي ئي سخت لڪڻ هنيائين، پر منهنجو لحاظ ڪيائين ۽ ڪجهہ بہ نہ چيائين. ڇوتہ عام طور تي آءٌ سنجيده مزاج بہ هئس. هوشيار بہ هئس. پر شام جو والد صاحب کي شڪايت ڪيائين. والد صاحب ٿڌن لفظن ۾ نصيحت ڪئي ۽ ائين معاملو ختم ٿيو.

پرائمري اسڪول ڇڏڻ کان اڳ ٻن رٽائرڊ ماستر پائرن جو ذڪر ڪجي. هڪ جو نالو هو: ماستر عمر ۽ ٻي جو نالو هو: ماستر جتئو. ٻئي ظريف الطبع هئا ۽ پنهنجو پاڻ ۾ توڙي ٻين سان چرچو پوگ ڪندا رهندا هئا. ماستر عمر

چوندو هو تہ جتي اها پائجي، جيڪا نهي اچي. جتئي چوندو هو تہ غلط، جتي اها پائجي، جيڪا هجي. ڳالهہ بہ اها ڪبي، جيڪا هوندي يا اها ڪبي جيڪا نهي ايندي. ائين سندن چرچا پوڳ ٿيندا هئا.

ماستر جتئو هالن پراڻن جي اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيو، تہ ڍڪ منشيءَ جي بہ چارج مليس. انگريزن جي حڪومت هئي، ڪئين جانور پيا ڍڪ ۾ پوربا هئا، پر هيءُ هنن جو رڪارڊ ڪونہ رکندو هو. بہ چار آنا وٺي جانور واپس ڪري ڇڏيندو هو. هڪ ڏينهن بازار ۾ پٺي ڦريو، تہ ڪنهن اچي چيس تہ مختيارڪار صاحب ڍڪ ۾ آيو آهي، توکي پيو سڏي. هن جون ٻہ بہ ويون تہ ڇهہ بہ ويون، جو پويان حال ساريو پيو هئس، پر تيز فهم هو، سو نياپي آڻيندڙ کي چيائين تہ وڃي چئو، تہ ماستر جتئو هٿ ڪونہ ٿو اچي. سندس گهر نياپو ڇڏي آيو آهيان. اجهو ٿو اچي.

پاڻ ويو عصوءَ ڪبابيءَ وٽ، سو انهيءَ کان سيخ ڪباب، جيرا، ڪيون، آنڊا گرم ويڙهائي آيو. مختيارڪار پريان ئي رڙ ڪيس، تہ ماستر ريڪارڊ ڏيکار. جواب ڏنائين تہ سائين حاضر، ترسو تہ سهي، هيڏو سفر ڪري آيا آهيو، ڪجهہ ٽڪ پيچو. هيءُ ڪائو، ائين چئي ڪباب جيرا ڪٽي اڳيان رکيائين. مختيارڪار هندو تہ هو، پر گوشت خور بہ هو. شايد رگهومل نالو هئس. انهيءَ جو هيءُ گرم مفت جو مال ڏنو، سو لڳو کائڻ. جڏهن پيٽ پريس تہ پاڻي گهريائين، جتئي مٽ جو ٿڌو پاڻي پياريس. مختيارڪار چيس تہ پلا هاڻي تہ رجسٽر ڏيکار. هاڻي رجسٽر هجي تہ ڏيکاري. سو جتئي ڪيسي مان پنج رپيا ڪڍي ڏنس، ۽ چيائينس تہ سائين هيءَ توهان جي اچاڻي آهي. رجسٽر پورو پريل ڪونهي. هن دفعي معاف ڪريو، ٻئي دفعي ايندا تہ ڏيکاريندس. مختيارڪار جي ڇڙ تہ هونئن ئي ڪباب کائي لهي چڪي هئي، سو مٿاڇرو سختيءَ سان چيائينس تہ چڱو چڱو هينئر آءُ وڃان ٿو، ٻيو دفعو اچان تہ رجسٽر ڏيکارجان. پوءِ جتئي پيرين پئي مختيارڪار کان موڪلايو.

ماستر عمر وري پنهنجي طبعيت جو هو: اچي وڏي ڏاڙهي رکيل هيس، رٽائر ٿيو تہ بازار واري مسجد ۾ پيش امام ٿيو. الله اڪبر ۽ سمع الله وڏي آواز سان چوندو هو. هلڻ ۾ چيلهہ ۾ سور پوندو هئس، سو هڪ قدم اڳتي هلندو هو تہ اڌ قدم پوئتي ايندو هو. ٻيو ڏنڊو اهو ڪندو هو جو پڪوڙا

وڪڻندو هو. پڪوڙا وري بهترين بيسڻ مان ناهيندو هو. پاروتا ٽيندا هئس تہ بہ پيو وڪڻندو هو. چوندو هو تہ تيل ترڻيل شين کي پاروتو نہ ڇئبو. چيڙاڪ طبعيت جو هو، سو پاسي جي دڪاندارن سان جهيڙو پيو هلندو هئس. گارگند يا بدشد ڪونہ ڳالهائيندو هو، پر زالن وانگر پٽون ۾ پاراتا ڏيندو هو. مثلاً: چوندو هو تہ مئا، نانگ کاوئي يا مئا مرين شال وغيره. هڪ دفعي سامهون واري دڪاندار ڪيس ڏاڙهيءَ مان جهلي ڇمات هنئي، پوءِ تہ هيءُ سخت بگڙي پيو. گهر وڃي اچا ڪپڙا اچي پڳ ٻڌي ڇپائين تہ هاٽي وڃي هالن نون ۾ ٽاٽي تي فرياد تو ڪرايان. جولاءِ ۽ جون جا گرم مهينا هئا، ڪي ماٺهو هالن نون ڪان موٽيا پئي، انهن ڇيو ٽي تہ ماستر عمر اڌ رستي تي وٽن هيٺ ڇانو ۾ وينو آهي. نتيجو اهو نڪتو جو شام جو موٽي آيو ۽ ٽاٽي تي ڪونہ ويو. پير مرد هو، همت ڪانہ ٽيس.

سندس نندو ڀاءُ يعقوب قبرستان جو مجاور هو. جيڪا شيءِ هٿ ايندي هئس، اها ضايع ڪونہ ڪندو هو، بلڪ گڏ ڪندو ويندو هو. رهندو بہ اڪيلو هو. جڏهن گذاري ويو تہ سندس ڀانڊي مان گهڻا ئي ٽيا، دلا، ڪونديون، پيٽيون ۽ ڪوڪا نڪتا، جن ۾ انگريزن جي ابتدائي دؤر، راڻي وڪٽوريا جي زماني جا سڪا، چانديءَ جا ايرنگ، توڙها، سڳيون، ڊبڪيون، وٽا، پاٽوڙا ۽ پاٽيون نڪتيون. هنن مٿن مان سامان ڪڍڻ وارن کي ٻن ٽن زهريلي وڇن بہ کاڌو. هيءُ هڪ دفعو شيءِ قابو ڪري وري نهاريندو بہ ڪونہ هو. سندس ڇڏيل ملڪيت ماستر عمر جي پٽ عبدالواحد کي ملي، جو ٻيو وارث ڪونہ هئس.

ماستر عمر کي پنج پٽ هئا، جن مان وڏو مرحوم عبدالقادر سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ پهرين سيڪشن آفيسر، پوءِ ڊپٽي سيڪريٽري ٿيو. هوشيار ڪم جو ڄاڻو ۽ انگريزي تحرير ۾ قابل هو. ڪنهن سان نهندو ڪونہ هو. نتيجي ۾ نوڪري کان ڊسمس ٿيو، پوءِ ڪراچيءَ جي سول ڪورٽ ۾ اسٽامپ وينڊر ٿيو وينو هو. مهاجرن مان شادي ڪيائين، جنهن مان بہ ڄاڙيون ڌيئرون ٿيس. گهڻا سال ٿيا اٿس، جو گذاري ويو آهي.

ٻيو پٽ عبدالخاق مرحوم هو. انگريزي ماستر هو. جڏهن پٽ شاهہ ۾ ماستر هو تہ شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جو جنازو تدفين لاءِ پٽ شاهہ کڻي آيا. دائود پوٽي مرحوم جي مداحن ۽ معتقدن دفن ڪفن جا

بيا انتظام تہ ڪيا هئا. پر جڏهن جنازي نماز جو وقت ٿيو تہ اُها پهر نہ ليي، جيڪا جنازي نماز پڙهائي، ڇوتہ پٽ شاهہ ۾ گهڻو ڪري شيعا آهن. دائود پوٽو مرحوم پاڻ سني هو. پوءِ خبر پين تہ هالن پراڻن جو ماستر عبدالخالق سني آهي، سو کيس وٺي آيا. جنهن اچي جنازي نماز پڙهائي. سو پڙهندڙ ياد ڪن تہ شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي جي جنازي نماز ماستر عبدالخالق هالن پراڻن واري پڙهائي هئي.

پاڪستان ٺهڻ جو واقعو بہ هڪ يادگار آهي. تاريخ 14- آگسٽ سن1947ع آهي، جمعة الوداع جو ڏينهن هو. سڀ نمازي جمعي نماز پڙهي ٻاهر مين گيٽ تي اچي بيٺا. پوءِ الله اڪبر جي نعرن ۾ سائو چنڊ تاري وارو جهنڊو مناري تي چاڙهيو ويو. آخر ۾ دعا گهري وئي. انهيءَ وقت ۾ پاڪستان جي تخليق مسلمانن جو ديرينہ خواب هو. سگهوئي مهاجرن جا ڪٽڪ مشرقي پنجاب ۽ راجستان مان سنڌ ۾ آيا، جيڪو ڏار هڪ وڏو داستان آهي.

سن 52-1951ع ۾ حيدرآباد مان بن پٽي پائرن "گلستان" نالي ٻارن جو رسالو ڪڍيو. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هندو، ٻارن لاءِ رسالا ڪيندا هئا. پر پوءِ اهو سلسلو ختم ٿي ويو هو. گلستان، رسالو نہ، پر هڪ بيداري جي تحريڪ هئي، جيڪا سنڌي شاگردن ۾ شروع ٿي. هيءُ رسالو ڏاڍو دلچسپ ۽ باتصوير هو. هن ۾ آکاڻيون، لطيفا، ٽوٽڪا ۽ نصيحت ڀريا نڪتا هوندا هئا. رسالو اٺ سال کن هليو ۽ سنڌي ٻارن کي وڏي ادبي، علمي ۽ سماجي معلومات ڏيئي ويو. سڀ کان پهرين الف ليليٰ مان قصا ڇاپيندا هئا، جهڙوڪ: سنڌ باد سيلاني، حسن بصري، مهاڻو ۽ جن، علي بابا ۽ چاليهہ چور وغيره. هاڻي جن ٻارن اهي قصا پهريون ڀيرو پڙهيا هوندا، انهن کي وڏو لطف آيو هوندو. پٽي برادران انهن آکاڻين کي پوءِ ڪتابي شڪل ۾ بہ شايع ڪندا هئا. رسالي ۾ قلمي دوستي، ۽ "بزم گلستان" جا اسم بہ شايع ٿيندا هئا. بزم گلستان جي طرفان مقامي توڙي غير مقامي سطح تي ادبي محفلون ۽ ڪچهريون ۽ مشاعرا ٿيندا هئا. هنن ٻاراڻين محفلن جي سرپرستي وڏا بہ ڪندا هئا ۽ اُنهن ۾ شرڪت بہ ڪندا هئا. بزم گلستان، جي ڪري آسپاس جي ڳوٺن ۽ شهرن جي شاگردن کي هڪ جاءِ تي جمع ٿيڻ جو موقعو ملندو هو. انهيءَ بزم هيٺ پڪنڪ ۽ سير و تفريح جا پروگرام بہ ٿيندا هئا. هڪ وڏي مجلس هالن نون ۾

ٽن ڏينهن تائين هلي. ٻنهي ڀائرن جا نالا مقبول احمد ۽ غلام مرتضيٰ هوندا هئا. اصل روح روان غلام مرتضيٰ هو. پاڻ ۾ ست ڀائر هئا. سندن والد صاحب جو نالو محمد موسيٰ ۽ تخلص "راز" هو. وڏو علمي ۽ ادبي گهراڻو هو. محمد موسيٰ ۽ سندس سوٽ مشهور شاعر عبدالله خواب وٽ وڏا مشاعرا ٿيندا هئا. مشهور نابين شاعر سيد محمد حيات شاهه جنهن جو 'ديوان حافظ' سنڌيءَ ۾ مشهور آهي، اهو وٽن رهندو هو.

مقبول احمد پوءِ گاڏي کاتي [حيدرآباد] ۾ ڪتابن جو دڪان "سنڌي ڪتاب گهر" کوليو ۽ هڪ اخبار وطن بہ شايع ڪيائين. سنڌي ڪتاب گهر ۾ اهي سڀ ڪتاب اڃي رکيائين، جيڪي هندن جي زماني جا ڇپيل هئا. هي ڪتاب ناياب ٿي چڪا هئا، پر علم جو وڏو خزانو هئا. سنڌي ڪتاب گهر پوءِ تلڪ چاڙهي [حيدرآباد] تي منتقل ٿيو، جتي پوءِ عبدالله خواب "انتخاب ٽيلرز" جي نالي سلائيءَ جو دڪان کوليو، ڇوتہ پاڻ سنڌ جي پراڻي خياط [درزي] ڪاريگرن مان هو. افسوس جو سنڌي ڪتاب گهر جا بند ٿيو، پر اهي سڀ ڪتاب بہ ناپيد ٿي ويا، اڄ هجن ها تہ سنڌي علم جو خزانو ليکجن ها.

مقبول احمد ۽ غلام مرتضيٰ جا سنڌي قوم تي احسان آهن، جو هنن ٻارن ۾ صحتمند علمي، ادبي ۽ سماجي رجحان پيدا ڪيو. ان کان پوءِ وڏو خال هو. گهڻن سالن کان پوءِ سنڌي ادبي بورڊ "گل ڦل" رسالو ڪڍيو. "گلستان" رسالي کان علاوه سنڌيءَ ۾ ٻارن جا ڪجهہ ٻيا بہ رسالا نڪرندا هئا، جيئن "آئينو" نواب شاهه مان، "مرتضيٰ" لاڙڪاڻي مان، "ادا" نواب شاهه مان. ادا جو ايڊيٽر عبدالمالڪ هو، جيڪو عالم جوانيءَ ۾ گذاري ويو. مون سان غائبانہ خط ۽ ڪتابت هئس. امر جليل پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ عبدالمالڪ جو ذڪر ڪيو آهي. پر هن تي وڌيڪ لکڻ گهرجي، ڇوتہ هو وڏين خوبين جو مالڪ ۽ وڏين صلاحيتن جو صاحب هو.

هالن پراڻن ۾ سن 1965ع ۾ عبرت اخبار جي طرفان "ٻارڙن جي ٻاري" جي شاخ قائم ٿي. انهيءَ پروگرام جو نگران پير مظهر الحق هو، جيڪو اڳتي هلي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو ليڊر ۽ وزير ٿيو. پير مظهر جو اخباري نالو "ماما موجي" هو. هڪ دفعو حيدرآباد ۾ "ڪل ٻار سنڌ ڪنوينشن" اورينٽ هوٽل حيدرآباد ۾ رکيو ويو. ٻئي سال ساليانو جلسو 'بسنت هال' (حيدرآباد)

۾ ٿيو. ان ساليانِي جلسي ۾ تقريرون، علمي مذاڪرا ۽ مزاحيه خاڪا پيش ٿيندا هئا. انهيءَ سلسلي ۾ سن 1965ع ۾ عبدالرشيد قريشي، هالن پراڻن ۾ ساليانِي جلسي جو انتظام ڪيو. ڪنوينشن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ راڳ رنگ جي به محفل ٿي. صدارت ڳوٺ جي نيڪ مرد ميان محمود پٺي ڪئي. ان ۾ پير مظهرالحق (ماما موجي) عبدالوحيد صديقي (فولاد فقير)، فلمي ايڪٽر عبدالرشيد صابر، شمس الدين سومرو، بيدل مسرور بدوي، بشير احمد پٺي، صبغت الله ميمڻ، آفتاب چنو ۽ ٻيا به گهڻا اچي شريڪ ٿيا. هي ٻارڙا اڳتي هلي عملي دنيا ۾ نامور ٿيا ۽ علمي، ادبي ۽ سماجي خدمتون سرانجام ڏنائون.

پرائمري تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالا ۾ داخلا ورتي سون. اسڪول مخدوم غلام حيدر صديقي صاحب پاڻ ٺهرايو هو. مخدوم صاحب جي شخصيت تي جيترو لکجي، اوترو گهٽ آهي. سنڌ جا پير، فقير وننڌا آهن، پر ڏيندا ڪونه آهن. هن الله لوڪ پنهنجون ذاتي زمينون جيڪي ميلن ۾ هيون، انهن تي ڪاليج، اسڪول، هاسٽل ۽ مدرسا ٺهرايا ۽ ٻين آس پاس جي وڏيرن ۽ زميندارن کان به چندا وٺي هڪ وڏو عظيم الشان ادارو قائم ڪيائين. اسڪول جا ڪلاس روم وڏا ويڪرا، ڪشادا ۽ هوادار رکيائين. ٻاهريان ايندڙ شاگردن کي هاسٽل ۾ رهائيندو هو. ماني مفت هئي. هڪ عاليشان مسجد اسڪول جي احاطي ۾ ٺهرايائين، جنهن ۾ عام خاص لاءِ کوهه به کوٽرايائين. مخدوم صاحب وڏو سياستدان، عالم باعمل، مفتي ۽ اديب هو. سنڌ جي سياست سندس زيرنگين هئي. کهڙو، فضل الله، پيرزادو سندس احترام ڪندا هئا. هر اسيمبليءَ ۾ بنا مقابلي ايندو هو. دارالعلوم ديوبند ۾ ڪجهه وقت پڙهيو هو. عالمن سان صحبت هئس، غريب غربي ۽ مريدن جو وڏو خيال رکندڙ هو. افسوس جو زندگي ساڻس وفا نه ڪئي. 52 سالن جي عمر ۾ وڃي واصل بالله ٿيو.

مخدوم غلام حيدر جو ذڪر نڪري، ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب جو ذڪر نہ نڪري، اهو ٺيڪ نہ آهي. مخدوم صاحب مرحوم غلام حيدر جو پاڻثيو هو. سندن والد صاحب جو نالو مخدوم غلام محمد هو، جنهن کي پير پرو چام سڏيندا هئا. محمد زمان صاحب اجا ننڍا هئا، تہ سندن والد صاحب راهہ رباني ورتي ويا. سندن تربيت مخدوم غلام حيدر صاحب ڪئي. هن خاندان جا وڏا ڪرامت ۽ روحانيت جا صاحب هئا. دين متين لاءِ سندن وڏيون خدمتون سرانجام ڏنل آهن. سنڌ هند ۾ سندن لکين مريد آهن. ڪاني ڪرامت نہ رهي تہ ذاتي شرافت، نجابت ۽ حسن ڪمال ۽ حق جمالؔ تہ آهي ئي آهي. محمد زمان صاحب انهن صفتن جا صحيح مظهر هئا. نيڪي ۽ شرافت جو مجسمو توهان کي ڏسڻو هجي، تہ حضرت طالب المولىٰ کي ياد ڪريو.

سندن جدامجد مخدوم نوح عليہ الرحمة جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. پاڻ سهروردي طريقي جا پير هئا ۽ سندن نسب حضرت صديق اڪبر رضہ سان ملي ٿو. تحفة الڪرام ۾ مذڪور آهي، تہ هڪ دفعو پاڻ پنهنجي همعصر مخدوم جعفر بوبڪائيءَ کي چيائون، تہ اسان هنن ظاهر اکين سان خدا تعالىٰ کي ڏٺو آهي. مخدوم جعفر اها ڳالهہ نہ مڃي ۽ چيائون تہ توهان پنهنجي نوڪر کي چئو تہ توهان جي اکين تي هٿ رکي، پوءِ ڏسو تہ ڇا ٿو ٿئي. جڏهن اهو ڪيائين، تہ پنهنجي دعوىٰ کان دست بردار ٿيو ۽ چيائين، تہ جي نہ هجي ها جعفر تہ اڄ نوح ٿئي ها ڪافر.

حضرت نوح رحہ ڪلام پاڪ اٺن سالن ۾ پورو ڪيو ۽ 16 سالن ۾ ديني علم جي تڪميل ڪيائين. مخدوم شاهہ گودڙئي، ننڍي جي ڪنهن درگاهہ جي باري ۾ لکيو آهي، تہ اسين سڀ وينا هئاسين جو ڪنهن بزرگ اچي مخدوم نوح رحہ کي ٻانهن کان جهليو تہ توکي حضور ڪريم ﷺ جن پيا سڏين، پاڻ وڃن تہ حضرت عيسىٰ عليہ السلام کي ڏنائون تہ بيٺا آهن، جن مخدوم نوح رح

کي سبق ڏنو. اجا سبق مان ڪنڌ متي ڪنيائون، تہ حضور ڪريم ﷺ ۽ حضرت علي رضہ جن کي گڏ ڏٺائون. اهي ڪرامتون هيون. باقي قرآن ڪريم جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيائون، جنهن لاءِ چون ٿا تہ اهو عربيءَ کان سواءِ ڪنهن ٻي زبان ۾ پهريون ترجمو آهي. پر هاڻي معلوم ٿيو آهي تہ ٺٽي جي شيرازين وٽ قديم فارسي ترجمو موجود آهي، جيڪو مخدوم نوح رح کان بہ اڳ جو آهي. اها بہ هڪ روايت آهي تہ قرآن شريف جو پهريون ترجمو سنڌي زبان ۾ ان وقت جي نيرن ڪوٽ جي هندو راجا جي فرمائش تي ڪيو ويو هو، جيڪو پوءِ ناپيد ٿي ويو. راجا اهو ترجمو فقط پنهنجي سمجهہ لاءِ ڪرايو هو. پر انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا مطابق قرآن شريف جو پهريون ترجمو لاطيني زبان، پوءِ ڊچ، ان کان پوءِ اسپيني زبان ۾ ٿيو. ڇوتہ عيسائي پوئلڳن ۽ رهبرن اهو چاهيو ٿي تہ ڏسون، تہ نئين مذهب جي ڪتاب ۾ ڇا آهي جو تيزيءَ سان پکڙبو پيو وڃي.

گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالا ۾ ڇوٿين انگريزيءَ کان تعليم شروع ٿيندي هئي. ڪلاس ٽيچر مسٽر عبدالرؤف ابڙو هو. جيڪو ”منصور ويراڳي“ جي نالي سان مشهور آهي. تمام هوشيار ۽ لائق استاد هو. اجا بہ حال حيات آهي. صاحب الفراش آهي، سندس اکر موتي آبدار هئا ۽ انگريزي زبان ۽ گرامر جو ماهر استاد هو. موڪلن جي ڏينهن ۾ بلا معاوضہ ڪلاس وٺندو هو. منصور ويراڳي عام انسان نہ آهي، جيئن سندس عرفيت مان ظاهر آهي تہ هو دنيا جي جهيڙن ۽ جهڳڙن کان الڳ ٿلڳ آهي. الست جي سرمستي ۽ عاشقي ۾ غرق آهي، دين محمديءَ جو شيدائي آهي. اهو جذبو اٿس، اهو جوش اٿس ۽ اهو فڪر اٿس، دل چويس ٿي تہ اسلام جو بول بالا هجي، مسلمان متحد هجن، قرآن مجيد تي عمل ڪن، بدعتن ۽ ٻچڙاين کان پري هجن. سندس دل الاهي عاشقن واري آهي. ڪي ڪي ڏينهن شهر کان ٻاهر قبرستان جي ويرانن ۾ بسيرو ڪندو ۽ مالڪ سان خيالي روح رهاڻ ڪندو رهندو هو. عشق جي سرشاريءَ کان ٻاهر نڪرندو هو، تہ وجود ۾ ايندو هو. پر نيٺ نوڪريءَ کان بيزار ٿي پيو. ياد الله کي لڳي ويو، هاڻي فنا في الله جي منزل کي رسيل آهي. دنيا سان ظاهر ناتا قائم ڪريو وينو آهي، پر اصل انگ الله سان اڙيل اٿس. مختلف ديني مسئلن تي ننڍا ڪتاب، رسالا، مضمون ۽ ڪارڊ ڇپائي مفت ورهائيندو آهي. زندهہ ولين مان آهي، الله تعاليٰ کيس عمر خضري عطا فرمائي. (آمين)

ٻيو استاد مرحوم غلام رضا پنو هو. هيءُ هيڊ ماستر هو ۽ بهترين منتظم پڻ هو. پڙهائڻ جو وڏو ملڪو هئس. شاگرد ۽ استاد جي سڄاڻپ رکندو هو. اسڪول جو انتظام پنج ڇهه سال بي مثال ۽ لاجواب هلايائين. پڙهائيءَ جي معيار کان هيءُ اسڪول پهرين نمبر تي هو. مسٽر سراج الدين علوي ديني خيالات رکندڙ وڏو عالم انسان هو. هو ته ماستر، پر ڪنهن بين الاقوامي يونيورسٽيءَ جو پروفيسر هجڻ گهرجيس ها. اسلامي مضمونن تي سندس ليڪچر لاجواب هوندا هئا. مسٽر عبداللطيف ميمڻ بيحد محنتي استاد هو. ٻين استادن جا فري پيرڊ به پاڻ وٺندو هو. مار ڪري نه ويهندو هو. سخت گير به هو. ڪنهن شاگرد جي پڙهائي هلندي اک لڳي ويندي هئي، ته ان کي چتائي چاڪ اچلي هڻندو هو. قاضي يار محمد ۽ تارزن کي گهٽي کان گهٽا چاڪ لڳا. مسٽر الهڏنو سائنس ٽيچر هو. سائنس جهڙي دقيق مضمون کي ڪلي ٽپي آسان زبان ۾ سمجهائيندو هو. سندس پڙهائيءَ جو انداز بيحد دلچسپ هو. مولوي عبدالرزاق عربي ٽيچر هو. امتحانن ۾ شاگردن کان فقط هڪ رشوت ڪان پوءِ ڪين عربيءَ ۾ پاس ڪندو هو. يعني هڪ وقت جي ماني بهترين ڪارائڻ. اها هئي مولوي صاحب تائين سفارش. ريل گاڏين ۽ بسن ۾ رسيد بڪ ڪٽي مسجد جي تعمير جو چندو گڏ ڪندو هو. انهيءَ مسجد جو ڪو وجود ڪونه هوندو هو.

مون ته چند استادن جو ذڪر ڪيو آهي. پر سڀ چندي آفتاب چندي ماهتاب هئا. ڪنهن ۾ ڪهڙي خوبي هئي، ته ڪنهن ۾ ڪهڙي خوبي. ڪو رانديڻ ۾ هوشيار هو، ڪو ڊرامن ۾، ڪو تقريرن ۾ ۽ ڪو ڊبيٽن ۾. حيدرآباد مان مرحوم اشتياق حسين بدلي ٿي آيو ته انهيءَ ڊبيٽنگ ڪلب جو بنياد وڌو ۽ مشاعرو به ڪرائيندو هو. مطلب ته تعليم جي خشڪ موضوعن سان گڏ تفريح جا به موقعا هوندا هئا. سنڌ ۾ ٻيا به سٺا اسڪول هئا. جن جو تعليم ۽ تربيت ۾ مقابلو ڪونه هو.

نوابشاهه جو لوڪل بورڊ اسڪول جنهن جو هيڊ ماستر حاجي خان ولد مهر علي خوجو هو. هن اسڪول جو معيار تعليم سڄي سنڌ ۾ مٿاهون هو. ميرپورخاص جو گورنمينٽ مدرسو هاءِ اسڪول شاگردن جي تعداد کان وڏي ۾ وڏو اسڪول هو. وڏا ناميارا تعليمي ماهر هتي هيڊ ماستر ٿي رهيا. جهڙوڪ:

فتح محمد قريشي، دين محمد آرائين، حافظ محمد صادق، حافظ عبدالستار، مرزا شمشاد بيگ، عثمان علي انصاري، محمد اسماعيل عرساڻي، علي خان ابڙو وغيره اهڙا اهل علم هيڊماستر هئا.

حيدرآباد جو نور محمد هاءِ اسڪول بہ برک ادارن مان هو. مون جڏهن سن 1957ع ۾ داخلا ورتي تہ غلام حسين سومرو مرحوم هيڊ ماستر هو ۽ شيخ محمد اسلم ان جو سيڪريٽري هو. تعليم جي ميدان ۾ هن اسڪول جون نمايان ڪاميابيون آهن.

ڪراچيءَ جو سنڌ مدرسو سڀني جو سرواڻ آهي. نامور تعليمي ماهر انگريزن جي دؤر کان هتي هيڊ ماستر ۽ ماستر تي آيا. ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو هن اسڪول جو شاگرد هو. ۽ هتان جي پرنسيپال "وائينس" جي چوڻ تي پي ايچ - ڊي لنڊن ۾ ڪرڻ ويو. خيرپور جو ناز هاءِ اسڪول مير علي نواز خان ناز نهرايو هو، جتي شفقت حسين شاهہ، عبدالحسين شاهہ ۽ پناهہ علي شاهہ جهڙا ناميارا استاد هيڊ ماستر تي رهيا هئا. حيدرآباد جو ٽريننگ ڪاليج بہ معيار جي لحاظ کان سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور هو، جتي مشهور هندو عالم گربخشاڻي يا گدواڻي پرنسيپال تي رهيا هئا. مسلمانن ۾ خانبهادر محمد صديق ميمڻ ۽ خانبهادر غلام علي نانا جا نالا قابل ذڪر آهن. ڪراچي ۾ پارسين جا نهرايل اسڪول بہ سڄيءَ هند سنڌ ۾ مشهور هئا، جهڙوڪ: اين. جي. وي اسڪول، ماما پارسي اسڪول، بي. وي. ايم اسڪول وغيره. رومن ڪيٿولڪ عيسائين جا اسڪول بہ پنهنجو مٽ پاڻ هئا، جهڙوڪ: سينٽ پيٽرڪ، سينٽ جان، سينٽ جوزف، سينٽ ميري وغيره. انهن سڀني اسڪولن جا شاگرد وڏن عهدن تي پهتا ۽ پنهنجي پنهنجي فنون ۾ ڪامياب ٿيا.

وري اصل موضوع يعني گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالا تي اچجي. سن1956ع ۾ وڏي اسٽرائيڪ ٿي، جنهن ۾ هڪ شاگرد فتح محمد پناڻ قتل ٿي ويو. پوءِ تہ اسڪول ويو ڦٽندو. نظام تعليم تباهہ ٿي ويو ۽ آهستي آهستي نظم ۽ ضبط بہ ختم ٿي ويو. اسپورٽس ۽ غير نصابي سرگرميون ختم ٿي ويون. هيڊ ماستر غلام رضا کي لاهور ۾ بدلي ڪري او. ايس. ڊي ڪيائونس. مطلب تہ اسڪول کي ڄڻ نظر لڳي وئي ۽ ڪنهن ان کي سڌارڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. چڱا شاگرد هالا ڇڏي ڀئي پاسي هليا ويا. مرحوم غلام

رضا جو منهنجي والد بزرگوار سان ويجهو تعلق هو. صلاح ڏنائين تہ هن حالت ۾ چوڪري جون صلاحيتون متاثر ٿينديون. پاڻ صلاح ڏنائين تہ ڪيس حيدرآباد جي گورنمينٽ نور محمد هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايو. پوءِ ائين ئي ٿيو. آءٌ گورنمينٽ نور محمد هاءِ اسڪول ۾ آگسٽ سن 1957ع ۾ آيس. جڏهن تہ ميٽرڪ جا اڌ ڪان وڌيڪ ڪلاس ٿي چڪا هئا. پر مون محنت ڪئي، ڪسر پوري ڪيم. ڪلاس ٽيچر ڪلاٿاٿ آئر مدراسي هو ۽ وڏو ذهن شناس هو. ڪلاس ۾ 400 کن شاگرد هئا. چار مانيٽر اڳ ۾ ئي هئا. مون کي پهرين ڏينهن پنجون مانيٽر مقرر ڪيائين. پوءِ منهنجا ساڻس استاد شاگرديءَ جي شفقت وارا تعلقات آخر تائين قائم رهيا. سن 1980ع ڌاري آمريڪا ۾ گذاري ويو. مرحوم غلام حسين ٻلادي برجستو ۽ انتظامي معاملن جو ماهر استاد هو. جيئوميٽرڪ پڙهائڻ ۾ هوشيار ڪونہ هو. ڌرمداس ورياٽي پاڻ هندو هو. پر پاڪستان ۾ ئي رهي پيو هو. قد جو ڊگهو ۽ ٿلهو هو. انگريزي گرامر ۽ فارسي پڙهائيندو هو. خوش لباس ۽ خوش شڪل هو. سون جي چين ڳچيءَ ۾ پائيندو هو. ماٺهو سخت هو. پوءِ مغربي پاڪستان حڪومت ۾، ڪالا باغ جي ڪابينا ۾، اقليتن جو وزير ٿيو. اتان ڇڏيائين تہ وري اچي ماستر ٿيو. سن 1965ع جي جنگ ۾ هن تي جاسوس هجڻ جو الزام لڳو. جيڪو صحيح ثابت نہ ٿيو. پوءِ سگهوئي هندستان هليو ويو. غلام محمد پنهور بہ سنن ماسترن مان هڪ هو. ڇا پڙهائيندو هو، اهو ياد نہ آهي. عبدالڪريم انگريزي ٽيڪسٽ پڙهائيندو هو. عربيءَ جو استاد مولوي محمد يوسف عباسي ڪڪڙن وارو نوراني چهري جو صاحب هو. عربي تحت اللفظ ۽ مخرج سان پڙهائيندو هو. جيڪو عربي مُدرسن جو پراڻو طريقو هو. فارسيءَ جو استاد مولوي دين محمد "اديب" فيروز شاهي هو. جيڪو جيد عالم ۽ عربيءَ ۽ فارسيءَ جو ماهر هو. "مثنوي مولانا روم" جو منظوم ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيائين. مطلب تہ سڀ ٽيچر تجربيڪار، هوشيار ۽ با اخلاق هئا ۽ شاگردن جي تعليم ۽ اخلاق سڌارڻ تي زور هوندو هون. مون ميٽرڪ ۾ سخت محنت ڪئي، جنهن ۾ گهڻو ڪري سيني مضمونن ۾ امتيازي نمبر حاصل ڪيم ۽ اڳتي هلي گورنمينٽ ڪاليج ڦليليءَ ۾ داخل ٿيس.

هت اصل موضوع کان هٽي ڪجهہ علمي ادبي ۽ سياسي حالتن

جو ذڪر ڪجي، جيڪي انهيءَ وقت موجود هيون. سنڌي علم ۽ ادب لاءِ هيءُ زرخيز زمانو هو. ڇهه ست روزنامه سنڌي اخبارون نڪرنديون هيون. ڪراچيءَ مان "الوحيد" ۽ پوءِ "نوائي سنڌ" کهڙي صاحب ڪڍرائي. "خادم وطن" حيدرآباد مان، سردار لطف علي دل جي اخبار هئي. "ڪاروان" حيدرآباد مان، سريوالن جي اخبار هئي. "هلال پاڪستان" منشي عبدالشڪور پاڪستان نهڻ کان اڳ ڪڍندو هو. "مهراڻ" پير صاحب پاڳاري وارن جي اخبار هئي. "عبرت" محمد عثمان ڏيپلائي ۽ پوءِ قاضي اڪبر وارن شروع ڪرائي. هڪ اخبار "نئين سنڌ" جي. ايم. سيد وارن جي هئي. مطلب ته صحافت جي زور وارو زمانو هو. ان کان سواءِ ڪافي ماهوار رسالا به نڪرندا هئا، جيئن "نئين زندگي"، "مهراڻ"، "شاعر"، "روح رهاڻ"، "فردوس"، "توحيد"، "مبلغ" "تعليم"، "مخلص" ۽ "ترقي" وغيره. سنڌي ادب ۾ سن 1950ع ۽ سن1960ع واري ڏهاڪي ۾ تحقيق ۽ ناول نگاريءَ ۾ وڏي واڌ آئي. بهترين افسانا ۽ ناول مختلف مصنفن شايع ڪرايا. انهيءَ زماني جو ادب بين الاقوامي معيار جو چئي سگهجي ٿو. سنڌي ادبي بورڊ به وڏا تحقيقي ڪتاب شايع ڪرايا، جن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. هيءُ هڪ خاص موضوع آهي، جنهن تي جدا قلم آزمائي ڪرڻ گهرجي، ته سن 1950ع يا سن 1970ع جي ڏهاڪن ۾ ڪيترا ۽ ڪهڙا ادبي ڪتاب ڇپيا. ان کان سواءِ وڏا مشاعرا، ادبي محفلون ۽ مذاڪرا ۽ سيمينار به ٿيندا هئا. جن جو لاڙ ۾ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب مهندار هو. ته اپر سنڌ ۾ حاجي محمود خادم ۽ بيا به.

مشڪل سياسي حالتن پنجاهه جي ڏهاڪي ۾ قوم پرستيءَ کي جنم ڏنو. پڙهيل لکيل اديبن، عالمن، شاگردن اهو مطالبو ڪيو ته سنڌيءَ کي سرڪاري زبان قرار ڏنو وڃي. پوءِ ننڍين رسيد نما ٽڪيٽن تي صحيحين ونڻ جي مهم هلي، لکين سنڌين صحيحون ڪيون، جن کي اسڪرول جي شڪل ڏني وئي. هڪ طرف ته هي حالتون هيون، ته ٻئي طرف ون يونٽ ناهڻ جون تياريون شروع ٿيون. سنڌ اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ جي لاءِ وڏي ذڪار هئي. معلوم پئي ٿيو ته هيءَ چال سنڌ جي

وسيلن تي قبضي ڪرڻ جي آهي. وڏا جلسا ۽ جلوس نڪتا، خانبهادر محمد ايوب کهڙو سنڌ جو وڏو وزير هو. سندس پويون رڪارڊ سنو هو. چڱا ڪم ڪرايل هئس، پر سخت گير هو. سنڌ اسيمبليءَ مان ون يونٽ بل پاس ڪرائڻ لاءِ رياستي تشدد ڪيو ويو. اسپيڪر مير غلام علي ٽالپر کي بيمار هجڻ جي باوجود اُن تي سفر ڪرائي منيءَ ۾ نظربند ڪيو ويو. سنڌ جي خزاني ۾ 32 ڪروڙ پاپي هئا، اهي ون يونٽ حڪومت کي مليا. کهڙي صاحب کي معمولي وزارت ملي. ان کان اڳ کهڙي جو نالو وڏبو هو، تہ ماڻهو ڏڪي ويندا هئا. سن 1960ع ڌاري اي. ڪي بروهي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ تقرير ڪرڻ آيو. وچ ۾ کهڙو صاحب بہ فل سوٽ ۾ مانٽ ميٽ ۾ عام ماڻهن سان گڏ ويهي رهيو. اقتدار ۽ عام زندگيءَ ۾ اهو فرق هوندو آهي. جڏهن ايوب خان جي مارشل لا لڳي تہ هن تي سمگلنگ جو ڪيس داخل ٿيو. اصل ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ خلاف سندس ورتل مؤقف انهيءَ ڪارروائي جو سبب هو. 2 سال سزا آيس، سال سزا ڪاٽي آيو. بهرحال ون يونٽ نهي ويو. ملڪ ۾ بي چيني پکڙجي وئي. بيا بہ سبب اچي شامل ٿيا، تان جو سن 1958ع ۾ فوج جي ڪمانڊر انچيف ايوب خان مارشل لا هڻي اقتدار تي قبضو ڪيو.

مارشل لا ملڪ لاءِ ڪاري رات آهي. هڪ ماڻهوءَ جو شخصي حڪم هلڻ لڳو. ايوب خان سمورو وقت آفيسرن يعني ڪمشنرن، ڪليڪٽرن ۽ پوليس عملدارن جي زور تي حڪومت هلائي. 2-3 سال گذاريا تہ بنيادي جمهوريتن جو نظام آندائين. هر يونين ڪائونسل جي ليول تائين نالي ماتر جمهوريت جو سسٽم قائم ڪيائين. پاڪستان نهڻ کان اڳ پنچائت جو سسٽم هو، جتي مقامي مسئلا حل ٿيندا هئا. مثلاً: صفائي، پاڻيءَ جو انتظام، چنگي جو نظام، ڪنٽرول هيٺ آيل شين جي ورهاست، سرڪاري مال جا نيڪا: بنيادي جمهوريت جو نظام پنچائت جو نقل هو، پر هن ۾ سياست بہ گڏي وئي. ايوب خان جي مرضي هئي تہ دنيا کيس فوجي ڊڪٽيٽر نہ سڏي، بلڪ عوام جو چونڊيل نمائندو سمجهي. سو بنيادي جمهوريت جي ميمبرن ذريعي

صدارتي انتخاب جو شوشو ڇوڙيو ويو. انهن ڏينهن ۾ هڪ ريل گاڏي سرڪاري سرپرستي ۾ ڪراچيءَ کان پشاور تائين هلائي وئي. ريل ۾ رپورٽن لاءِ صحافي بہ ويهاريا ويا. سنڌ مان ٻيا بہ هوندا. پر قابل ذڪر غلام محمد گرامي هو. جنهن عبرت ۾ ريل گاڏيءَ جو سفر نامو لکيو. گرامي صاحب ذڪر ڪراچي کان شروع ڪيو تہ اسان جي تهذيب ۽ تمدن جي تفصيلن ۾ وڃي پيو ۽ اصل ڳالهہ رهجي ويس. تاريخ تي وڏي تحقيق ٿي وئي. ڪهڙائي ڏينهن اهو قصو هلندو رهيو. پر ادبي سفر ٺٽي شهر کان اڳتي نہ وڌيو. ان وقت تائين ايوب خان مغربي پاڪستان جو سفر پورو ڪري وڃي مشرقي پاڪستان پهتو هو. پوءِ عبرت اهو سفرنامو بند ڪري ڇڏيو.

ايوب خان جو جلسو حيدرآباد ۾ جناح ميدان تي ٿيو. جنهن ۾ سڄي سنڌ جا سياستدان. پير. مير ۽ وڏيرا اچي شامل ٿيا. وڏا انتظام ٿيل هئا. ايوب خان تقرير ڪئي. ظاهر آهي تہ پنهنجي حق ۾ چيو هوندائين. بهرحال بنيادي جمهوريتن جو نظام شروع ۾ ڪامياب ٿيندو نظر پئي آيو.

مارشل لا جا ڪجهہ اثر بہ نظر اچڻ لڳا. شين جا اگهہ گهٽ ٿيا. ذخيره اندوزي ختم ٿي. ماڻهن پنهنجي مال جا ذخيرا ٻاهر ڪڍيا. شين جا اگهہ دڪانن تي آويزان ٿيا. آفيسن ۾ حاضري بهتر ٿي. حيدرآباد شهر ۾ ملاوٽ جو سامان رات جو دڪاندار رستن تي مٽن جي تعداد ۾ اُڇلائي ويندا هئا. جهڙوڪ: داليون. مصالحا. ڳاڙها مرچ. ڇانور ۽ تيل وغيره. هي شروعاتي ڳالهيون عوام کي چڱيون لڳيون ۽ ماڻهو سياستدانن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا. ايوب خان جي وڏي تشهير ٿي. اخبارن جا ڪالم سندس تعريف ۾ پريل هوندا هئا. اڳتي هلي نتيجو خراب نڪتو. جو فوج بدعنوان ٿي ۽ ڪيس سياست جو چسڪو پيو. انهيءَ دؤر جو تاريڪ ڪارنامو اهو آهي. جو ميٽرڪ ۾ غير مادري زبان جو مضمون ڪورس مان ختم ڪيو ويو. اڳ. جي مهاجر سليس سنڌي پڙهندا هئا ۽ سنڌي شاگردن لاءِ سليس اردو جو ميٽرڪ ۾ پرچو ٿيندو هو. اهو ختم ٿي ويو. مارشل لا جي خلاف بي چيني روز افزون

وڏنـدي رهـي ۽ ڪراچـيءَ ۾ شـاگردن وڏا مظـاهرا ڪيـا. انهـيءَ زمـاني جـا شـاگرد ليـڊر اڳتـي هلـي سياسـتدان ٿيـا. مثـلاً: طـارق علـي، شهنشـاهه حسين، رانـا اظهـر علـي ۽ ڪـي ٻيـا. انهـن حيدرآبـاد ۾ بـہ جلـوس ڪڍيـا. پر وقتـي طـور تـي ايوب خان انهن مظاهرن کي دٻـائي ڇڏيو.

سـن 1962ع ۾ ايـوب خـان صدارتـي چونـڊن ۾ بيٺـو، تـہ مخـالف پارٽين محترمہ فاطمـه جنـاح کـي مقـابلي ۾ آنـدو. ايـوب خـان کـي طـاقت نـہ هئـي تـہ محترمہ جـو مقـابلو ڪـري سـگهي. ان ڪـري ڏانڌليـون ٿيـون. مشـرقي پاڪسـتان ۾ مولانـا ڀاشـاني آخـري وقـت ۾ ڦـري ويـو ۽ وجـي ايـوب خـان جـو پاسـو ڪنيـائين. ڪيـس انهـيءَ لاءِ چـون ٿـا تـہ پئسـا بـہ مليـا هئـا، پـر منهنجـي خيـال ۾ پئسـن واري ڳالهـہ ڪـوڙي آهـي. ڀاشـانيءَ جـو ڪردار بلند هو. محترمہ جو نشـان لالٽيـن هـو ۽ ايـوب خـان جـو گـلاب جـو گـل. حيدرآبـاد ۾ وڏي لالٽيـن نـاهي رسـتي تـي لڳـائي وئـي. بهرحـال محترمہ هارايو، پوءِ گوشہ نشـين تـي وئـي، موهٽـا پيليـس ۾ رهنـدي رهـي. سـن 1967ع ذاري گـذاري وئـي. مخـالف جمـاعتن حيدرآبـاد ۾ وڏو جلـوس ڪـڍيو، انهـيءَ جلسـي ۾ ميـر جعفـر خـان جمـاليءَ ايـوب خـان کـي ڪـودو ڪونيـو. چيـائين تـہ ڪـودو يعني گڏهـہ جو ٻچـو مـاءُ جـي اڳيـان هلنـدو آهـي. ايوب خـان بـہ مـاءُ جـي اڳيـان ٿـو هلـي. مـاءُ هئـي مـادرِ ملت فاطمـه جنـاح.

سن 1959ع ۾ مون کي گورنمينٽ ڪاليج ۾ داخلا ملي. ان وقت پرنسيپال سيد عارف شاهه گيلاني هو، پي. ايچ. ڊي هو ۽ وڏو لائق ۽ بهترين منتظم هو. علامه دائود پوٽي جو شاگرد هو. انهيءَ وقت ڪاليج ۾ اسپورٽس، جمناسٽڪ ڊبيٽون ۽ مشاعرا به ٿيندا هئا. جيڪي شاگرد انهن ڳالهين ۾ سرخرو ٿيندا هئا، انهن جي ڪاليج ۾ عزت هوندي هئي. پرنسيپال پاڻ انهن تي هٿ رکندو هو. امتيازي حيثيت فقط پڙهائي تي ڪانه هوندي هئي. اهو نظام عليگڙهه يونيورسٽيءَ طرفان شروع ڪيو ويو هو، جيڪو هندستان جي ٻين ڪاليجن ۾ به رائج ٿيو. مون کي ميرٽ جي بنياد تي نئين هاسٽل ۾ جڳهه ملي، هائوس ٽيچر علي اوسط شاهه هو. جيڪو زولاجيءَ جو پروفيسر هو. پڙهائڻ جو ڍنگ تمام سٺو هئس، سلسلي وار پڙهائيندو هو ۽ پنهنجي مضمون جو ماهر هو. انگريزيءَ جو پروفيسر ملا نظام الدين هو، جنهن سي. ايس. ايس پاس ڪئي ۽ فارين سروس ۾ شامل ٿيو. سنڌيءَ جو پروفيسر عبدالعلي قلباٽي هو، جيڪو نامور اديب ۽ محقق هو. سنڌس پٽ لائق ۽ فائق ٿيا. پروفيسر پابندي سان پڙهائيندا هئا ۽ نظم ۽ ضبط تي خاص ڌيان ڏيندا هئا. ڪاليج ۾ هر سال راندين جو هفتو ملهايو ويندو هو. هڪ دفعو آل پاڪ مشاعرو به ٿيو، جنهن جي صدارت پراڻي شاعر قمر جلالوي ڪئي هئي. هيءُ غريب اشراف ماڻهو هو، خوش الحان هو، ڪراچيءَ ۾ سائيڪلن جي مرمت جو دڪان هئس. هڪ دفعو مشهور ڪميونسٽ ن. م. راشد تقرير ڪرڻ آيو، جيڪو اقوام متحده ۾ ڪنهن عهدي تي فائز هو.

گورنمينٽ ڪاليج جو زمانو سخت محنت جو زمانو هو، ڇوته اڳتي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ميرٽ تي ملڻي هئي. اسان چار پنج دوست هئاسين، جيڪي ديني خيالات جا هوندا هئاسين. عشاء ۽ مغرب جي نماز باجماعت مسجد ۾ پڙهندا هئاسين. عشاء نماز کان پوءِ پان به روز کائيندا هئاسين. پوءِ مون پاڻ مان اها عادت ڪيڏي ڇڏي. آءٌ رات جو روزانو 2 وڳي تائين پڙهندو

هئس. انهيءَ سال يعني سن 1961ع ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ پهرين سال جي شاگردن لاءِ 60 سيٽون رکيل هيون. جن مان 9 ڇوڪرين لاءِ ۽ 3 غير ملڪين لاءِ هيون. باقي 48 سڄي مغربي پاڪستان جي شاگردن لاءِ رکيل هيون. ڇوته ون يونٽ جو زمانو هو. انهيءَ ڪري سڀني صوبن جي شاگردن کي داخلا وٺڻ جي اجازت هئي ۽ وڏي ڇتاپيتي لڳندي هئي. 48 سيٽن مان سنڌ مان فقط 13 شاگرد داخلا وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيا، جن ۾ پنجون نمبر منهنجو هو. وڏا هوشيار محنتي شاگرد رهجي ويا، جن وجي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي يا دوباره امتحان ڏنو. بهرحال اڄ جڏهن سنڌ ۾ چار ميڊيڪل ڪاليج سرڪاري آهن ۽ هر هڪ ۾ 300 کان 500 شاگرد داخلا وٺن ٿا، اتي 13 شاگردن جي داخلا ڪهڙي حيثيت ٿي رکي. هاڻي حالات پاڻ ملاحظه ڪري ڏسجن. اڄ جو تعليم جو بيڙو ٻڏو پيو آهي، انهيءَ جو هڪ سبب لاتعداد داخلائون به آهن.

سن 1961ع ۾ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ملي ته ڄام شوري ۾ ٻه هاسٽلون هيون. هڪ الرازي، ٻي ابن سينا، مون کي الزاري ۾ ڪمرو مليو. هاڻي ته ميڊيڪل جا 5 ئي سال سخت محنت ڪرڻي هئي. ڊاڪٽر ٿيڻ آسان نه هو. ڊاڪٽرن جي سخت اٽاٽ هئي. پهرين ۽ ٻئي سال جو گڏي امتحان وٺندا هئا. پهرين سال ۾ علم تشريح الانسان يعني 'Anatomy' پڙهائيندا هئا. پروفيسر غلام اسحاق خان اناٽامي ۾ پي. ايڇ. ڊي هو. پنهنجي مضمون ۾ بيحد هوشيار هو. پاڪستان ڇڏڻ کان پوءِ آمريڪا هليو ويو، جتي انڊيانا يونيورسٽيءَ ۾ ايمريٽس پروفيسر ٿيو.

پاڪستان نهڻ واري وقت ۾ مرحوم سيد علي اڪبر شاهه ميهڙائي حيدرآباد ۾ جامعه عربيه اسڪول کوليو. درحقيقت شاهه صاحب سرسيد ۽ سنڌ مدرسي کان گهڻو متاثر هو ۽ سندس ارادو هو ته اهڙو ڪو تعليمي ادارو کوليو وڃي، جتي ديني تعليم يعني درس نظاميءَ سان گڏ ميٽرڪ تائين انگريزي تعليم به ڏني وڃي، جيئن سنڌ جا مسلمان ڇوڪرا ديني ۽ دنيوي تعليم سان آراسته ٿي، سرڪاري ملازمن يا خانگي شعبن ۾ شامل ٿين ۽ روزگار جو ذريعو هٿ ڪن. هندو ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ته تعليم ۾ ڪافي اڳتي هئا، ۽ انگريزن سان راڄ نيتي ۾ ذري گهٽ شامل هئا. هندستان ۾ ان وقت گهڻا ئي

صوبا راجائن ۽ نوابن جون رياستون هئا، پر تعليم ۽ تجارت ۾ سنڌي هندو ڪافي اڳتي هوندا هئا. حيدرآباد ۾ هندن جا ڪافي تعليمي ادارا هئا، جن مان هڪ ڇوڪرين جي تعليم لاءِ ’ڪندن مل گرلز اسڪول‘ تلڪ چاڙهيءَ وٽ هو. پاڪستان ٺهيو ته هندو لڏي ويا. اها ڇوڪرين جي اسڪول واري جڳهه خالي ٿي. پير غلام مجدد سرهندي ۽ علي اڪبر شاهه ڪن اهل خير ماڻهن سان، جن ۾ علامه دائود پوٽو، مخدوم امير احمد، مخدوم غلام حيدر شامل هئا، جن جي مدد سان اهو اسڪول خريد ڪيو ۽ اتي ئي ديني ۽ دنيوي علم جي درسگاهه يعني جامعه عربيه جو بنياد وڌائين. مخدوم امير احمد پهريون پرنسيپال مقرر ٿيو. هن اسڪول مان ڪافي شاگرد پڙهي پاهر نڪتا، جيڪي سرڪاري ۽ خانگي نوڪرين ۾ گهڙيا. هنن جو تعلق گهڻو ڪري غريب خاندانن سان هوندو هو. جامعه عربيه ڪي هاسٽل ۽ استادن جي پگهارن ۽ ٻين خرچن لاءِ پئسا ڪپندا هئا، جيڪي علي اڪبر شاهه جي خلوص ۽ جاکوڙ سان ملندا ٿي رهيا. استادن جون پگهارون تمام ٿوريون هيون، پر سڀ محنتي ۽ هوشيار هئا. شاگردن ڪي ملندڙ مفت مانيءَ جو انتظام بهترين هوندو هو. هن اسڪول جو زور شور سن 1955ع - 1956ع تائين رهيو، جيسين تائين مخدوم امير احمد پرنسيپال هو. پوءِ اها ڳالهه نه رهي. جامعه عربيه اسڪول اڄ به موجود آهي، پر معيار ٻين اسڪولن جهڙو اٿس ۽ ڪا امتيازي حيثيت حاصل نه اٿس. اصل مقصد عربي يونيورسٽي قائم ڪرڻ هو، جيئن نالي مان ظاهر آهي.

مخدوم امير احمد کان سواءِ ٻيا به وڏا عالم ۽ اديب استادن جي حيثيت سان فروزان هئا. مرحوم غلام محمدگرامي ۽ سيد ڪاظم علي شاهه جيڪو جامع مسجد صدر جو پيش امام هو ۽ پنهنجو شفاخانو به هلائيندو هو. مولانا منتخب الحق ٽونڪي، جيڪو ٽونڪ جي مدرسي جو فارغ التحصيل هو ۽ پوءِ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ عربي ڊپارٽمينٽ جو هيڊ ٿيو. مولوي قاضي عبداللطيف جيڪو ٺٽي جي جامع مسجد جو پيش امام ٿيو. غلام مصطفيٰ ترڙي محبت وارو انگريزيءَ جو استاد هو. مولوي حاجي محمد اڪتڙ ضلع دادوءَ جو فارسي جو استاد هو ۽ ٻيا به ڪيترائي مدرس تعليم ۾ لله فالله شامل هئا. علي اڪبر شاهه پاڻ به اصحاب صفت ۽ وڏو خدمت گذار انسان هو. الله تعاليٰ سندس انهيءَ علمي ڪم جي عيوض ضرور اعليٰ عليين ۾ جاءِ ڏيندس. انهيءَ زماني جو هڪ ٻيو قصو عرض رکجي ٿو:

سن 1951ع ۾ هڪ ڏينهن مخدوم محمود صاحب اسان جي اوطاق ۾ آيو ۽ اچي چيائين، تہ وزير اعظم لياقت علي خان کي راولپنڊيءَ جي جلسي ۾ گوليون هڻي شهيد ڪيو ويو آهي. ريڊيو اجا نئون آيو هو. بهرحال مرحوم اسماعيل صدر جي هوٽل تي بيٽري تي هلندڙ ريڊيو هوندو هو. جڏهن لياقت علي خان تقرير شروع ڪري، اجا مس برادران اسلام چيو تہ گوليءَ جو نڪاءُ ٿيو. پوءِ جيڪي ٿيو، اهو دنيا کي معلوم آهي. پاڪستان جي وجود کي پهريون ڌڪ انهيءَ ڏينهن لڳو هو. پوءِ ايمانداراڻي سياست رفتہ رفتہ ختم ٿيندي وئي ۽ مڪار ۽ مفاد پرست سياستدانن اچي جاءِ والاري. سن 1951ع کان 1958ع تائين نو وزارتون مرڪز ۾ ٺهيون ۽ ٽٽيون. نيٺ اسڪندر مرزا ۽ ايوب خان مارشل لا هڻي، ملڪ جي قسمت کي هميشہ لاءِ سيل ڪري ڇڏيو. انهيءَ زماني يعني سن 1951ع ۾ موذي مرض ماتا پڪڙي، جنهن لکين بارن جون حياتيون ڳڙڪائي ورتيون. منهنجا 2 ننڍا ڀاءُ ۽ ڀيڻ انهيءَ مرض جي لپيٽ ۾ اچي ويا. ويڪسين هئي تہ سهي، پر ڪامياب ڪانہ هئي. اجا Antibiotics دوائون بہ ايتريون عام نہ ٿيون هيون. ڊاڪٽر تمام گهٽ هوندا هئا. ان ڪري علاج گهرو ٽوٽڪن يا حڪيمن وسيلي ڪيو ويندو هو. ماتا کي وري هندو ڌرم موجب 'ديوي' سمجهندا هئا، ۽ جاهل ماڻهو علاج بہ ڪونہ ڪرائيندا هئا. ٽوٽا ڦيڻا ڪرائيندا هئا. هر سال ماتا پکڙبي هئي ۽ سڀ مجبور ٿي قدرت جي رنگ کي ڏسندا رهندا هئا. نيٺ W.H.O ۽ ٻين ادارن ڪوشش ڪئي ۽ مدافعتي ٽڪا ڪڍيائون. وڏيون مهمون هليون. تان جو مرض تي وڃي ضابطو ٿيو. آخري ڪيس اٿوپيا ۾ 1973ع ۾ ظاهر ٿيو. انهيءَ کان پوءِ الله تعاليٰ خير ڪيو.

هڪ ٻئي واقعي جو بہ ذڪر ڪرڻ ڪبي: سن 1955ع ۾ سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ آئي. درياء جي ٻنهي ڪپن تي سوين ڳوٺ لڙهي ويا ۽ خلق خدا وڏي آزار ۾ گرفتار ٿي. پراڻن هالن ۾ درياء جي پرين پر جي ڳوٺن جهڙوڪ: خانوٽ، ڀان، ڪاسايون، مانجهند، سن ۽ پيٽاري جا ماڻهو وقتي لڏ پلاڻ ڪري آيا. هنن مسڪينن پاڻ سان گهرن جو سامان ڪنيو، هنڌ، ميزون، ڪرسيون، ٿانءَ ٿپا ۽ نڪر، وغيره گهوڙا، ٽانگا، ڏڳي گاڏيون، گڏهہ گهوڙا ۽ ٻڪريون بہ ڪاهي آيا. سنڌن سامان گهڻي ڀاڱي ضايع ٿيو. ماڻهو دربدر ٿيا ۽ لکن ڪروڙن جو نقصان ٿيو. انجنيئري کاتي جا سنڌي انجنيئر بچاءَ بند ۽ ڏکن ٻڌڻ ۾ مصروف

تي ويا. چيف انجنيئر محمد موسيٰ ميمڻ خود مانجهند جو رهاڪو هو. ٻين انجنيئرن ۾ سکر جو جماڻي، غلام الله لغاري ۽ غلام رسول ميمڻ جا نالا مشهور هئا، جيڪي بند ٻڌڻ ۾ سرگردان رهيا. پوءِ خدا خير ڪيو ۽ پاڻيءَ جو زور ڀڳو ۽ پوءِ ماڻهو پنهنجي گهرن ڏي روانا ٿيا. ڦٿل آستان دوباره ٺاهيائون. روزگار جا پراڻا يا نوان ذريعا ڳوليائون. زور جي اڳيان زاري سمجهي صبر ۽ شڪر سان وري دنيوي ڪم ڪار کي لڳي ويا. هي دنيا جا انقلاب آهن، جيڪي هر دور ۾ آيا آهن. ڪڏهن ڌرتي اجڙي آهي، ته ڪڏهن نهي آهي. ائين ئي زندگيءَ جو ڪاروبار هلي پيو. پيو هلندو، نيٺ انجام ٿيندو. ڪڏهن ٿيندو انهيءَ جو ڪنهن کي به خبر نه آهي.

مون جيتري قدر ويچار ڪيو آهي، سنڌو درياءَ سنڌ ڌرتيءَ جي سياست، ثقافت، تمدن، تهذيب، تجارت، معاشي روابط، اقتصاد ۽ سماجي معاملن تي وڏو اثر وڌو آهي. سنڌ ۾ جيڪي به حالات جاگرافيائي، تاريخي، تهذيبي ۽ تمدني اڄ ڏسجن ٿا، انهن تي درياهه شاهه جي وهڪري جو وڏو اثر آهي. ويدن جا ڪتاب رگويد، سام ويد، اٿرويد ۽ يجر ويد هن درياءَ جي ڪناري تي ويهي لکيا ويا. چون ٿا، ته هن درياءَ جي پاڻيءَ کي پاڪ سمجهيو ويندو هو. ويد سلوڪ لکڻ کان اڳ پوتر پاڻيءَ سان پهرين اشنان ڪندا هئا، پوءِ لکندا هئا. پراڻن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته جنت ۾ چئن دريائن جو منڍ آهي: جيهون، سيهون (دجلا ۽ فرات) نيل (مصر) ۽ سنڌو ندي سنڌ جو جياپو ته آهي ئي سنڌو درياءَ تي. سنڌو درياءَ جي ڪنارن تي ٻيلن جي وڏي اڪثريت آهي. مالوند ماڻهو پنهنجا جانور ٻيلن ۾ رکن، مينهون، ٻڪريون، ڍڳيون ۽ اُٺ ٻيلن ۾ چرن، انهن جو کير، گوشت، هڏا ۽ چم وڪري لاءِ اچن، وڻن مان ڪاٺ، عمارتي يا ٻارڻ لاءِ، لاک، کونئر، ماکي، پلڙا، ڪندا، سگر ۽ يوناني دوائن لاءِ ٻج، ميوا، پن ۽ ٻيون هزارين قسمن جون شيون ٿين، جيڪي ڪم ۾ اچن. مطلب ته سنڌ جي ماڻهوءَ جو روزگار آهي ئي درياهه تي. جيڪڏهن درياهه نه هجي ها ته سنڌ سعودي عرب جي صحرا ربع الخاليءَ وانگر بي آب و گياهه دشت ۽ بيابان هجي ها. وري نالو به اٿس پورالو درياهه، جيڪو پنهنجو وهڪرو ڦيرائيندو رهندو آهي، ڪڏهن اوير کان اولهه، ته ڪڏهن اتر کان ڏکڻ يا ڪڏهن وري نانگ وانگر وڪڙ هڻندو وهندو ويندو آهي. پيٽ ۾ سوين وروڪڙ اٿس. تاريخ مان ثابت آهي ته جن جاين تان

لنگهيو. انهن کي سرسبز ۽ شاداب ڪيائين ۽ جتان ڇڏيائين، اتي واري ۽ پٽيانگ ڇڏيائين. شروعات هماليہ جبل ۾ ڪيلاش پربت وٽان اٿس، جيڪو تبت ۾ هندن جو مذهبي آستان آهي. پوءِ مانسرور ڍنڍ ۾ اچي ٿو، اتان پوءِ تقريباً سڄي پاڪستان جي الهندي پاسي کان لنگهندو ٿو اچي. سندس وڏ ۾ وڏ فاصلو سنڌ صوبي ۾ آهي. نيٺ شاهہ بندر وٽ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو.

ڏاڙيلن جو پناهہ گاهہ بہ هيءُ درياهہ آهي. ڏاڙو هٽي ٻيلن ۾ گم ٿيڻ تمام آسان آهي، حڪومت کي ٻيلا ساڙائڻا پوندا آهن تہ بہ ڏاڙيل هٿ ڪونہ ايندا آهن، ٻتيلن ۾ ٻيڙين رستي هڪ پار کان ٻي پار نڪري وڃڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪونہ آهي. منهنجي خيال ۾ ڏاڙيلن جي تاريخ بہ ايتري پراڻي آهي، جيتري سنڌو درياهہ جي. رچرڊ برٽن جيڪو سن 1834ع ۾ سنڌ جي جاسوسيءَ تي آيو هو، ان پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جي سفر“ ۾ لکيو آهي، تہ سندس گذر هڪ جهنگ مان ٿيو، جتي ٽالپرن جا سپاهي هڪ ڏاڙيل کي ٻڌيو وينا هئا. ڏاڙيل جو نالو صالو هو ۽ هو سپاهين کي منٿون ڪندو رهيو، تہ ڪيس جيئدان ڏنو وڃي، جنهن جي عيوض هو پنهنجي ڍڳن، انن ۽ ٻڪرين جو ڌڻ ڏيڻ لاءِ تيار آهي، پوءِ چيائين تہ منهنجون بہ سريتون آهن، اهي بہ ڪٺو. سپاهي نہ مڙيا. صالو ڏاڙيل کي ٻڃيءَ ۾ رسو وجهي، اتي ئي وڻ ۾ ٽنگي ڦاهي ڏيئي ڇڏيائونس.

سن 1957-58ع ڌاري ”الوحيد“ اخبار ۾ آيو تہ لنواريءَ ۾ مصنوعي حج ٿيڻ وارو آهي. انهيءَ ڳالهہ سڄي سنڌ ۾ سخت اشتعال پيدا ڪيو. لنواري جي بزرگ پير محمد زمان رحمة الله عليہ جون گهٽيون ڇڳيون ڳالهيون مشهور آهن، پر هي مصنوعي حج ڪيئن شروع ٿيو. انهيءَ جو سبب معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. مولوي احمد ملاح انهيءَ پاسي جو وڏو موحد عالم هو ۽ بدعتن جي سخت خلاف هو. ان اعلان ڪيو تہ سڄيءَ سنڌ مان جٿا جهاد لاءِ اچن. اسان جي وڏن سان تعلق هئس ۽ خطن ۾ پاڻ کي احمد ملاح لکندو هو. اسان جي ڳوٺ مان محمد عمر رناٽي جهاد لاءِ روانو ٿيو. پر ٽئين ڏينهن تي موٽي آيو، ڇوتہ حڪومت انهيءَ وچ ۾ مصنوعي حج تي پابندي هٽي ڇڏي هئي. خير ٿي ويو ۽ وڏيڪ جهيڙو ڪونہ ٿيو. ان کان پوءِ مصنوعي حج هميشہ لاءِ بند ٿي ويو.

# - 8 -

سن 1950ع جي ڏهاڪي ۾ اسان وٽ هڪ درويش غلام علي فقير ايندو هو. شڪارپور جو وينل هو. مجذوب هو ۽ اڪثر بيمار رهندو هو. هڪ عجيب داستان بيان ڪندو هو. چوندو هو تہ مون هڪ خواب ڏٺو هو، جنهن ۾ مون کي چيو ويو تہ هڪ ڇوڪريءَ کي قرآن شريف پڙهاءِ. انهيءَ ڇوڪريءَ جو شڪارپور جي ڪنهن مشهور خاندان سان تعلق هو. پوءِ هن خواب ئي خواب ۾ ڇوڪريءَ کي سڄو قرآن شريف پڙهايو. سندس بقول ڇوڪريءَ جي ساڻس خواب ۾ شادي ٿي. پاڻ چوندو هو، تہ هيءُ خواب سڄي رات هليو ۽ جڏهن ننڊ مان اٿيو تہ فجر جي اذان اچي رهي هئي. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ واقعتاً انهيءَ خاندان جي طرفان حقيقت جي دنيا ۾ کيس چيو ويو تہ اندر زنان خانہ ۾ ڪنهن خاتون کي قرآن شريف پڙهاءِ. جڏهن اندر گهر ۾ گهڙيو تہ ساڳي خواب واري ڇوڪري ڏنائين، پوءِ تہ واقعي هنن جي پاڻ ۾ محبت ٿي وئي. آخر ۾ هن فقير سڱ جي گهر ڪئي. پاڻ غريب ماستر ماڻهو هو، جنهن ڪري کيس جواب مليو ۽ پڻ سختيون ڪيون ويون. نتيجي ۾ هو شڪارپور ڇڏي سيلاني ٿيو ۽ بيمار بہ رهيو. هڪ شهر کان ٻئي شهر ايندو ويندو رهندو هو. ڪجهہ سالن کان پوءِ اچڻ بند ڪيائين، جو وري نہ آيو. اندازو ٿيو تہ گذاري ويو آهي. سندس اچا جواني هئي. معلوم تو ٿئي تہ خواب ۽ حقيقت ۾ تورو ئي ڪو فاصلو آهي ۽ ڪن ماڻهن جا خواب سچا نڪرن ٿا.

انهيءَ زماني ۾ شهدادپور جي پاسي جو هڪ لغاري محمد فاضل ايندو هو. هو چوندو هو تہ خدا آباد ۾ ڪلهوڙن پنهنجو خزانو لڪايو آهي، انهيءَ جاءِ جي خبر مون کي وڏن ٻڌائي هئي. پوءِ بہ ٽي سال ڪجهہ مزدور وٺي خدا آباد جي مقبرن ۾ کوٽائي ڪرڻ ايندو هو، پر خزانو کيس هٿ ڪونہ آيو. باقي جنهن جاءِ تي کوٽائي ڪرايائين، اتي اڄ بہ وڏي کڏ موجود آهي. خدا آباد هالن پراڻن کان اتر طرف 4-5 ميلن جي فاصلي تي آهي، جتي ڪنهن زماني ۾ ڪلهوڙن جو تخت گاهہ هوندو هو.

هڪ ٻيو درويش بہ انهيءَ زماني ۾ ايندو هو، جنهن جو نالو عيسو فقير هو. ڊگهو قد، ٻريل جسم ۽ ڏاڙهيءَ کي ميندي هڻندو هو. ڳچيءَ ۾ مالهائون ۽ ٻانهن ۾ موتي ٻڌندو هو. هڪ هٿ ۾ لٺ تہ ٻئي هٿ ۾ ڪستو کڻندو هو. ڪائيندو پيئندو ڪستي ۾ هو. هن جو معمول هو تہ اڌ رات کان پوءِ خدا تعاليٰ جو ذڪر وڏي آواز سان ڪندو هو. هُو هُو الله هو لا الہ الاالله ٻيا بہ اهڙا ورد. رات جو مسجد ۾ سمهندو هو. هڪ سال آيو تہ تمام ڪمزور ٿي چڪو هو. صفا هڏائون پڃرو ٿي ويو هو. ذڪر وغيره بہ ڇڏائي ويو هوس. ڀڇاڙيءَ ۾ اسهال ٿي پيا هئس، ان ڪري رات جو مسجد کان ٻاهر نم جي وڻ هيٺان سمهندو هو. اتي ڪنهن وقت بلاچڪ هنيس، صبح جو مرده حالت ۾ ڏٺائونس. پوءِ ڪڏي ڪتوري جي قبرستان ۾ مدفون ٿيو.

خبر نہ آهي تہ ڪهڙو زمانو هو ۽ ڪهڙا ڪهڙا الله وارا درويش فقرا ۽ مجذوب پيا ڦرندا هئا. وٽن دنيا جون تہ نہ، پر ٻيون روحاني طاقتون گهڻيون هيون. جيڪي چوندا هئا، اهو ٿيندي نظر ايندو هو. ظاهر ۾ فقير هئا، پر الاهي نور سان سرشار هوندا هئا.

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ [سن 1853-1929ع] جي نالي کان سنڌ جو ٻار ٻار واقف هوندو. انگريزن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر هو. گهڻا ڪتاب لکيائين ۽ ٻيا ترجما ڪيائين. اخلاقي نظم ۽ بيت بہ لکيائين. انهيءَ وقت ۾ سنڌ ۾ هندن جو زور هو. هندو اديب روزانو نوان ڪتاب ڪيندا هئا ۽ ڪيترين اخبارون هلائيندا هئا. مسلمانن مان مرزا قليچ بيگ سندن اڪيلو مد مقابل هو. سندس لکيل ڪتابن جو تعداد سنڌي هندن جي ڪتابن جي برابر هو. مرزا صاحب فطرت جي مطالعي لاءِ وڻ ۾ آکيرو نهرايو هو، جتي وجي ڪجهہ وقت ويهندو هو ۽ ڪارخانہ قدرت تي غور ۽ فڪر ڪندو هو. لکڻ لاءِ بنا ٽيڪ جي ڪرسي نهرائي هئائين، جنهن تي روزانو ٽي ڪلاڪ لک پڙهہ ڪندو هو. پنهنجي حياتيءَ ۾ قبر نهرائي هئائين، جنهن ۾ وجي ڪجهہ وقت سمهندو هو. قبر ۾ سمهڻ وارن ۾ آغا محمد يعقوب شڪارپوري بہ شامل هو، جيڪو وڏو صاحبِ علم ۽ قرآن پاڪ جو شارح هو.

مرزا قليچ بيگ اعتقاد جي طريقي سان شيعو هو، پر غير متعصب هو. ڪيس اولاد گهڻو هو. اهي بہ پيءُ واري عقيدي تي هليا. پر انهن مان هڪ مرزا

افضل بيگ مختلف هو. افضل بيگ سني هو، سنين جي مجلسن ۾ تقرير ڪندو هو. خاص طور تي سندس ذڪر ڪرائڻ جو طريقو مشهور هو، جنهن ۾ حسبي ربي جل الله، معا في قلبي غير الله، نور محمد صلي الله، لا اله الاالله جو ورد ڪرائيندو هو. وڏو نيڪ انسان هو. هيرآباد جي جامع مسجد جي تعمير ۾ سندس وڏو هٿ هو. مولانا محمود احمد الوري ۽ حاجي محبوب الاهي چمڙي جي ڪارخاني واري سان خاص الفت هئس، تنذي سائينداد جي پيرن سان بہ عقيدت هئس ۽ حضرت شاهہ آغا عليہ الرحمة وٽ ايندو رهندو هو. محرم جا ڏهہ ڏينهن ڪارا ڪپڙا پائيندو هو ۽ مجلسن ۾ بہ شرڪت ڪندو هو، پر صحابہ جي خلاف ڳالهائڻ ڪونہ ڏيندو هو.

حضرت والد صاحب حيدرآباد ايندو هو تہ صبح جو تانگي ۾ چڙهي تنذي ٺوڙي مرزا صاحب سان ملڻ ويندو هو. ناشتو ڪرائڻ مرزا صاحب جي جڻ فرائض منصبيءَ ۾ شامل هو. ناشتي ۾ بيضو مکڻ ماکي پراٺو ۽ چانهہ شامل هوندا هئا. سندس اوطاق ۾ پينگهو پيو هوندو هو، پاڻ انهيءَ پينگهي ۾ وينو لڏندو هو ۽ ڪچهري بہ ڪندو رهندو هو. هڪ دفعي قليچ لائبرري بہ ڏيکاريائين، جيڪا اجا هاڻي نهي هئي. آخر ۾ ڪجهہ ڪتاب تحفي طور بہ ڏنائين. مرزا صاحب ذيابيطس جو مريض هو ۽ ستر جي ڏهاڪي ۾ واصل بالله ٿيو.

هڪ ٻئي نيڪ شخص جو ذڪر هن مهل تي ڪرڻ سجايو ٿيندو. خان صاحب نبي بخش خان ميمڻ حيدرآباد وارو رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر هو: ترڪي ٽوپي ۽ ڪوٽ پائيندو هو. ننڍي چاپئين ڏاڙهي رکندو هو. ديني خيالات رکندو هو ۽ ديني احڪام جو پابند هو. ايندو هو تہ پاڻ سان فروٽ جو ٽوڪرو کڻائي ايندو هو. سندس بحث جو موضوع هو اسلامي حقيقتن تي عقلي، منطقي ۽ سائنسي نقطۂ نظر کان بحث ڪرڻ. سندس مطالعو بہ ڪافي وسيع هو. آءٌ جڏهن گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري ۾ سن 1959-1960ع واري زماني ۾ پڙهندو هئس تہ نبي بخش مرحوم جبو پهري ۽ ڪارو پٽڪو ٻڌي ايندو هو ۽ جمعي نماز کان اڳ تقرير ڪندو هو، جيڪا اسلامي موضوعن ۽ اسلام جو سائنس سان تعلق جي باري ۾ هوندي هئي. ڪو وڏو عالم ڪونہ هو، پر دين سان عقيدت گهڻي هئس. شايد سن 1970ع جي ڏهاڪي ۾ گذاري ويو. حيدرآباد جي ميمڻ محلي جو رهاڪو هو. جتان ٻيا بہ گهڻا تعليم ڪاتي جا نامور آفيسر پيدا ٿيا.

شمس العلماء عمر بن محمد دائود پوٽو ۽ مخدوم غلام حيدر صديقي ٻه ديني بحث مباحثي لاءِ وقت بوقت ايندا هئا. ان کان سواءِ مولوي دين محمد وفائي ۽ مولوي عبدالڪريم چشتي ٻه ڪڏهن ڪڏهن ايندا هئا.

ڪڏهن گرمين ۾ ڪچن ٻيهرن جو ڏسبو هو، ته هڪ الله لوڪ متي تي ڪتابن جي ٻري ڪپڙي ۾ ٻڌي اچي وارد ٿيندو هو. هن کي سنڌ جي گشتي لائبرري چئجي ته جڳائي. نالو هئس پير علي شاهه. سنڌس واسطو بدين جي جيلاني پيرن سان هو. ڪتاب به گهڻو ڪري جيلاني پيرن جي سوانح، فرمودات ۽ هدايت جي موضوعن تي لکيل ڪٺندو هو. گرميءَ ۾ ايندو هو ته پگهر ۾ پيو شل ٿيندو هو. ٻريءَ مان 100-125 کن ڪتاب نڪرندا هئا. جن مان ڪي ليٿو تي، ته ڪي پريس مان ۽ ڪي قلمي هوندا هئا. ڪي ڪتاب سنڌيءَ ۽ ڪي فارسيءَ ۾ هوندا هئا. ڪن جي سائيز وڏي ته ڪن جي ننڍي، ته ڪن جي وچولي، ڪي جلد سان ته ڪي بنا جلد جي هوندا هئا. ڪي ٻه ٻه ڪتاب هڪجهڙا نه هوندا هئس، مثلاً: سوانح حضرت غوث پاڪ ڪتاب گهربس ته هڪ ڪاپي هوندس، ٻي ڪانه هوندس. معنيٰ ته ظاهر ۾ ڪتب فروش هو، پر حقيقت ۾ علم دوست هو، جيڪو پيو سنڌ ۾ گهمندو ڦرندو هو. ڪتابن جي قيمت به معمولي 4 آنا 8 آنا يا رپيو يا ٻه رپيا وٺندو هو. شڪل ۽ لباس ۾ به تارڪ الدنيا هو. متو ۽ پير اگهاڙا هوندا هئس، جسم مان بدبوءِ پئي ايندي هئس. ململ جو چولو ۽ ڌوتيءَ وانگر گوڏ ٻڌندو هو. گفتگو به گهٽ ڪندو هو ۽ ٻنپهرن جي ماني اسان وٽ کائيندو هو. ننهن به وڏا هوندا هئس. ٻوڙ ۾ آڱريون وجهي کائيندو هو. پوءِ ڪتاب وڪيا يا نه وڪيا، ٻري ناهي متي تي رکي روانو تي ويندو هو. هيءُ شخص ڪير هو، جيڪو ڪتب فروشيءَ جي ظاهري دنيا ۾ حقيقت جو سالڪ هو؟ سن 1959ع کان پوءِ وري نظر نه آيو.

حديث شريف ۾ آهي، ته زمانو جيترو حضور ڪريم ﷺ جن جي زماني کي ويجهو هوندو ته اوترو ئي چڱو هوندو ۽ الله وارا نيڪ انسان گهڻا نظر ايندا. وري جي زمانو حضور ﷺ جن جي دور کان پري هوندو ته وڌيڪ خراب هوندو ۽ چڱا ماڻهو گهٽ نظر ايندا. توهان پاڻ جائزو وٺو، جي نيڪ ۽ اشراف توهان 50-60 سال اڳ ڏٺا، اهڙا وري توهان کي (الا ماشاء الله) نظر اچن ٿا؟ انهيءَ زماني ۾ هالا نوان جي گهٽين ۾ هڪ ڪوري فقير لٺ ڪٽي پيو ڦرندو

هو. ڪنهن مسجد جو خادم هو. سندس ڏندو ڏاڙي هو: سلام ڪرڻ واري کي جواب ڏيڻ. ڪير چوندس تہ السلام عليڪم تہ بيهي رهندو ۽ وڏي زور سان جواب ڏيندو: وعليڪم السلام ورحمة الله و برڪاتہ مسلمان صاحبو! الله تعاليٰ توهان کي دين ۽ دنيا ۾ سوپارو ڪري ۽ جنت ۾ جڳهون ڏي. اجا اهو جواب پورو ٿيندو هو، تہ ٻيو ماڻهو چوندس: السلام عليڪم وري ساڳي ترتيب سان ان کي جواب ڏيندو. مطلب تہ سڄو ڏينهن سلامن ڏيڻ ونڻ ۾ گذرندو هئس. ڪي شاگرد يا وڏا بہ تنگ ڪرڻ لاءِ سلام ڪندا هئا. هو جواب بيهي ڏيندو هو ۽ فڪر نہ هئس، تہ منزل تي ڪيڏي مهل پهچندو. قرآن شريف ۾ آهي، تہ جنت ۾ جنتي هڪ ٻي تي سلام پڙهندا ۽ انهن جي زبان سلام هوندي. هيءُ درويش هتي روءِ زمين تي سلاماً سلاماً جي جنت قائم ڪريو وينو هو، تہ انشاء الله نبي ڪريم ﷺ جن جي شفاعت سان ٻي دنيا ۾ بہ جنت الفردوس ۾ هوندو.

سن 1957ع ۾ هڪ فقيرتن عالم مخدوش حالت ۾، بوسيده ڪپڙن ۾ ملبوس هالن پراڻن ۾ آيو. ٻڌاياءين تہ پاڻ وڏو عيالي آهي ۽ تلاش معاش ۾ اچي نڪتو آهي. پاڻ رياست سوات جي ڳوٺ بنير مان آيو هو. سندس ڏيڪاريل سند مان معلوم ٿي ٿيو تہ پاڻ هندستان جي مشهور ديني درسگاهہ سهارنپور جي مدرسي جو فارغ التحصيل آهي، جنهن جو باني مولانا خليل احمد سهارنپوري هو، جنهن حضرت حافظ حاجي امدادالله مڪي ۽ حافظ ضامن شهيد سان گڏ سن1857ع واري جنگ آزاديءَ ۾ حصو ورتو هو. سندس سند جي اهميت کي ڏسي، ڪيس عزت ۽ آڌر ڀاءُ ڏنو ويو ۽ هالن پراڻن جي ٻي وڏي علمي خاندان قاضين جي جامع مسجد ۾ مرحوم قاضي اميد علي جي زيرنگراني پيش امام مقرر ٿيو. مولوي صاحب جي نظر هڪ اک کان محروم هئي. پر هوشيار ۽ الله وارو بزرگ هو. سن 1958ع ۾ ميٽرڪ امتحان ڏيڻ کان پوءِ اسڪول ۽ ڪاليج ڇئن پنجن مهينن تائين بند رهندا هئا، جيسين تائين نتيجو نڪري، ان موقعي جو فائدو وٺي مون کانئس قرآن شريف جو تفسير پڙهڻ شروع ڪيو.

مولوي صاحب درس نظامي جي نصاب جو تفسير جلالين پڙهائڻ شروع ڪيو. تفسير جلالين ٻن مفسرن جو لکيل آهي، هڪ مولانا جلال الدين سيوطي ۽ ٻيو مولانا جلال الدين مُحلي. مولوي عبدالحڪيم مون کي سبق ڏيڻ لاءِ تياري ڪري ايندو هو، چوتہ آءٌ کانئس ڪافي علمي ۽

ديني سوال ڪندو هئس. ڪڏهن شافي جواب سمجهہ ۾ نہ ايندو هئس، تہ بئي ڏينهن تي بيا ڪتاب مطالعو ڪري ايندو هو ۽ ان وقت تائين اطمينان نہ تيندو هئس، جيستائين تشفي ٿئي. ڪي ورهيہ هالن پراڻن جي علم جي پارکوءَ قاضي غلام محمد صاحب جي مسجد ۾ پيش امام تي رهيو. مولوي عبدالحڪيم پڇاڙي عمر ۾ پنهنجي ملڪ سوات موٽي ويو ۽ وري نہ آيو. شايد اتي ئي رحلت ڪيائين.

ميٽرڪ جي وچ واري عرصي ۾ تفسير سان گڏ مون شيخ سعديءَ جو مشهور ڪتاب "گلستان" فارسيءَ ۾ پنهنجي والد ڪان پڙهڻ شروع ڪيو. گلستان عجيب و غريب مثالن، گفتن ۽ اخلاقي سبقن سان پرپور آهي. ڪتاب ۾ جيڪي بہ نصيحت پريا نقطا سمايل آهن، اهي اصلي ۽ سچن واقعن تي مبني آهن. والد صاحب فارسيءَ جو پڪو استاد هو، پر سنڌيءَ ۾ ترجمو تحت اللفظ يعني هر فارسي اکر جي هينان سنڌي معنيٰ ڏيندو هو. ان ڪري ترجمي ۾ تسلسل ۽ مزو نہ رهندو هو ۽ جملا بي ربط رهجي ويندا هئا. جلدي ڪاليج بہ ڪليا ۽ گلستان جي تعليم اڌوري رهجي وئي.

انهيءَ دور جا ڪيترا ٻيا واقعا بہ ذهن تي تري اچن ٿا. ادبي دنيا ۾ ”سنڌي ادبي سنگت“ اجا نئين شروع ٿي هئي. هالا پراڻا شاخ جو انچارج قاضي محمد عالم معصوم هالائي هو. افسوس جو معصوم جوانيءَ ۾ ئي موڪلائي ويو. وڏو علم دوست با اخلاق شخص هو. شعر ۽ شاعري بہ ڪندو هو. سنڌي ادبي سنگت لاءِ آفيس مرحوم محمد صالح ٻٽيءَ جي اوطاق ۾ قائم ڪئي هئائين. جتي گهڻا علم دوست ٻيا ايندا ويندا هئا ۽ ادبي ڪچهريون ڪندا هئا. ان ڪان پوءِ هر هفتي سنڌي ادبي سنگت جي ڪچهري بہ ڪرائيندو هو. جنهن ۾ نوجوان اديب افسانا يا مقالا يا شعر پڙهندا هئا. ڪڏهن ٻاهريان مهمان بہ گهرائيندو هو.

هڪ دفعو آل سنڌ ليول تي ادبي ڪانفرس گهرايائين. جنهن ۾ انهيءَ وقت جا وڏا اديب ۽ دانشور آيا. صدارت مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ صاحب ڪرڻ فرمائي. اديبن ۾ غلام محمد گرامي، محمد عثمان ڏيپلائي، نياز همايوني، مقبول احمد ٻٽي، پروانو ٻٽي، رشيد ٻٽي ۽ ٻيا بہ گهڻا ئي اچي شامل ٿيا. هن ادبي محفل ۾ محمد عثمان ڏيپلائي پنهنجو مشهور افسانو ”ڏڪار“ پڙهيو هو. پوءِ معلوم ٿيو تہ اهو افسانو لکيل ڪونہ هو. بلڪ في البديهہ ڏيپلائي مرحوم جملا ناهيندو پئي ويو ۽ پڙهندو بہ پئي ويو. افساني ۾ ڪجهہ مزاحيا فقرا بہ هئا. دلچسپ ڳالهہ اها، تہ ٻڌندڙن جي کلڻ سان گڏ پاڻ بہ وڏا ٽهڪ ڏيندو رهيو.

ڏيپلائي جي ڳالهہ نڪتي آهي، تہ وڌيڪ تذڪرو ڪجي. هيءُ ڏيپلي جو غريب مسلمان هو. مولوي عبدالرحيم پچمي جي زيراثر پيرن، قبرن ۽ پيرن بدعتن جي سخت خلاف هو. سندس اوائلي سڀ ڪتاب توحيد ۽ وحدانيت تي هئا ۽ بدعت جي خلاف هئا. جيئن نور توحيد، نور اسلام، وغيره. پاڻ اسلامي تاريخي ناول بہ لکيائين. پيرن ۽ مرشدن جي خلاف گهڻو ڪجهہ لکيائين.

سندس لاتعداد ڪتاب مرشدن جي خلاف هئا. جيئن مرشد جي ڏاڙهي، مرشد جي زال، مرشد جي ڪٽ وغيره. پيرن ۽ سجاده نشينن جي ذهن ۾ قلم جي رستي وڏو تاڪوڙو وڌائين.

انهيءَ ڪان اڳ محمد هاشم 'مخلص' شعرن ۾ مرشدن کي وائکو ڪري ويو هو. ڏيپلائي وري نثر جي رستي پير پرستيءَ جي خلاف لکيو. سندس پريس دارالاشاعت الهندي ڪچي ۾ هئي. صدري پائيندو هو ۽ مٿي تي جناح ڪيپ، چيلهه ۾ ڪو عارضو هئس، جو هلڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي هئس. ميز تي ساريدان جون گوريون رکيون هونديون هئس. جي پيو کائيندو هو ۽ وڏا ٺهڪ ڏيندو هو. چانهه ضرور پياريندو هو. اٽي بيهي ملندو ۽ موڪلائيندو هو. سنڌ جي اڳوڻن سباجهڙن واري دلنوازي هئس. "انسان" نالي رسالو ڪڍندو هو. پوءِ "عبرت" اخبار ڪڍيائين. جيڪا هفتيوار هوندي هئي، جيڪا پوءِ قاضي اڪبر وارن ورتي.

مون يادِ ايام کي اڳتي وڌائيندي، ميڊيڪل ڪاليج جي پهرين سال تائين آندو هو. اهو پهريون موقعو هو، جو ڪاليج جي بلڊنگ پهرين ٽن تعليمي سالن لاءِ ڄام شورو ۾ منتقل ٿي هئي. پرنسيپال ايم. ايم حسن، جنهن جو تعلق صوبي بهار سان هو ۽ اڪين جي علم ۾ ايف. آر. سي. ايس هو. پنهنجي هنر ۾ وڏو ماهر سرجن هو، پر ڪيئن پڙهائجي، اها ترتيب نه ايندي هئس. سندس گفتگو نرم، آهسته ۽ سنجيده هوندي هئي. انهيءَ وقت سنڌ ۾ اعليٰ تعليم يافته سرجن ۽ معالج تمام گهٽ هئا ۽ گهڻا سرجن يا پروفيسر پنجابي يا اردو ڳالهائيندڙ هئا. گهڻو ڪري ولايت مان اعليٰ ڊگريون ورتيون هئائون. ايڊمنسٽريٽر ڪرنل ضياء الدين هو، جيڪو شايد پٺاڻ هو. پر هو رٽائرڊ فوجي هو ۽ ماهر امراض ڪونه هو. مٿي غلام اسحاق خان جو ذڪر ڪري چڪو آهيان. اهو شخص علم تشريح الاعضاء ۾ بين الاقوامي ناموري جي پايي جو هو. ڪيس گهڻن ميڊيڪل بورڊن ۾ ماهر جي حيثيت ۾ سڏيو ويندو هو. جتي اهو تعين ڪرڻ هوندو هو، ته زير تفتيش مرده جسم جي عمر ڇا هئي. جنس عورت هئي يا مرد. عمر ڪيتري هئس، ڪهڙيون بيماريون ٿي چڪيون هئس ۽ موت ڪهڙي سبب جي ڪري ٿيس ۽ لاش ڪيترو پراڻو آهي؟ جڏهن انڊيانا آمريڪا ويو ته اتي به 20-25 سال پروفيسر ٿي رهيو. شاگردن کي سمجهائڻ ۽ پڙهائڻ جو وڏو فن هئس، بورڊ تي رنگين تصويرن سان جسم

جا مختلف عضوا بهترين ڊرائنگ ۾ ڪدي، ليڪچر ڏيندو هو. خاص طور تي سندس ملڪو "Embryology" يعني، بار ماءُ جي پيٽ ۾ ڪيئن تو وڌي ويجهي، تي هو. انهيءَ علم ۾ ڪمال حاصل هئس. آءٌ سمجهان ٿو ته دنيا ۾ انهيءَ علم ۾ سندس پائي جا ڪي ٿورا پروفيسر هوندا. هيڏي دقيق سائنسي مضمون ۾ عبور حاصل هئڻ جي باوجود به لطيف فن ۾ حساسيت رکندو هو. ڪاليج جي جلسن ۾ انهيءَ شوق جو به پورائو ڪندو هو. هي اڳئين وقت جا ڊاڪٽر تمام ذهين هوندا هئا، جن جي شخصيت گهڻ رُخي هوندي هئي. صحيح معنيٰ ۾ پڙهائڻ جو فرض منصبي ادا ڪندا هئا ۽ شاگردن لاءِ مثلِ مشعل هئا.

ٻئي سال ۾ علم افعال الاعضاء (Physiology) پڙهائي ويندي هئي. هت پروفيسر شهنشاهه حسين زيدي شعبي جو اڳواڻ هو، ڪيس ڪي گهٽيون ڊگريون ڪونه هيون، پر وڏي شاهي طبعيت رکندو هو. لکنوءَ جو هو ۽ لکنوي تهذيب جو شاندار مرقع هو. ڪيس اولاد ڪونه ٿيو. پر زال ۽ مڙس سڀ ڪنهن جو اخلاق سان آڌر ڀاءُ ڪندا هئا. پروفيسر زيديءَ لاءِ اهو مشهور هو ته هو ساليانى امتحان ۾ جنهن شاگرد کي ڪناري تي ڏسندو هو، ته ان کي سخت ڏڪا ڏيئي پاس ڪري ڇڏيندو هو. پر جنهن جو ڪم لٿو پيو هوندو هو، اهو لامحاله فيل ٿيندو هو. باقي هوشيار شاگردن کان هڪ به سوال پڇي، ڪين پاس ڪري ڇڏيندو هو. هاڻي قدرت خدا جي سان منهنجو سيٽ نمبر 2 هو، مون کان اڳ هڪ ڪانياواڙي شاگرد عبدالقادر هو. زيدي صاحب هن کي گهٽي جٺ ڦٺ ڪئي. ان کان پوءِ مون ڏي آيو ۽ مون کان فقط هڪ سوال پڇي فارغ ڪيائين، هاڻي جو ٻاهر نڪتاسين ته عبدالغفار ٽپ پيو ڏئي، ته مون دڙڪا کاڌا آهن، سو پڪ پاس ٿيندس. واقعي ائين ئي ٿيو، ٻئي پاس ٿياسين.

اناٽامي (Anatomy) جو مضمون ميڊيڪل جي سڀني مضمونن ۾ تمام ڏکيو، ڏکيو ۽ سخت محنت طلب آهي. اسان کي ڊاڪٽر گريءَ جو لکيل اناٽامي جو ڪتاب، جيڪو گهٽ ۾ گهٽ 2000 صفحن تي مشتمل هو، پڙهڻو پوندو هو. هن جهڙو متيون منجهائيندڙ ڪتاب مون نه ڏٺو. ڊاڪٽر گريءَ کي جسم کولي ڏسڻ لاءِ ڪو لاش نه ٿي مليو. پوءِ سندس والده مري وئي. ان جو لاش تهه خاني ۾ رکي تجربا ڪندو هو، ڇوته ملڪي قانون ۾ مرده جسم سان چيڙ ڇاڙ ڪرڻ جي منع هئي. هن زماني ۾ مشهور مصور ليونارڊو ڊاونچي

روم کان پھتل ھو. ڊاڪٽر گري پنھنجي ڪيل وڍ ٽڪ جون تصويرون ڪانئس ڪڍائيندو ھو. ليونارڊو قديم روم جو وڏو فنڪار ھو ۽ سسٽين چيپل ۾ نقش نگاري ڪندو ھو. بين علمن جو بہ ڄاڻو ھو. ھن ريل گاڏي، ھوائي جھاز، ميزائل وغيره سائنسي ايجادن جو تصور ڏنو. مونا ليزا مشھور تصوير جنھن جي مسڪراھٽ دنيا کي مسحور ڪري ڇڏيو آھي، اھا بہ ان فنڪار جي تخليق ھئي. ھن تي وڏي مضمون لکڻ جي ضرورت آھي. جي وقت مليو تہ انشاء الله مٿس لکبو.

بهرحال ليونارڊُ ۽ گري گڏجي اناٽامي تي ٽيڪسٽ بُڪ لکيو، جيڪو ٿوري ڦيرڦار سان اڄ بہ ميڊيڪل ڪاليجن ۾ پڙھايو وڃي ٿو.

مٿي ذڪر ڪري آيو آھيان تہ ان زماني ۾ مغرب ۾ سائنسي علم جي تبليغ ۽ ترويج لاءِ اجا پوري آزادي حاصل ڪانہ ھئي. مغرب اجا ننڊ ۾ سٽل ھو، پر ھاڻي جاڳڻ جا ڪر پئي ڪنيائين، اصل ۾ مغرب ۾ علم، عقل، منطق ۽ سائنس اڄ کان پنج ڇھہ ست صديون اڳ آيو آھي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي 2000 سال ٿي ويا آھن. سندن تبليغ جي، يھودين سخت مخالفت ڪئي ۽ نيٺ کيس صليب تي چاڙھيائون. ان کان پوءِ 350 سالن تائين مسيحيت جو نالو وٺڻ وارو ڪير ڪونہ ھو. ايتري وقت گذرڻ کان پوءِ روم جو بادشاھ 'آگسٽس' عيسائي ٿيو تہ عيسائيت کي بہ ڪجھہ اسرڻ جو موقعو مليو، پوءِ آھستي آھستي يورپ جا ماڻھو عيسائي دين ڏانھن راغب ٿيا. رسول الله ﷺ جن جي ولادت باسعادت تائين ھي انڌيري دنيا ۾ ھئا. ھنن ۾ نہ علم، نہ فن، نہ اخلاق ۽ نہ معاشرتي سيپتا ھئي ۽ جانورن وانگر وڻن تي لٽڪندا ھئا، غارن ۽ جھوپڙن ۾ رھندا ھئا. چرچ جو مٿن سخت ضابطو ھو. چرچ قديم زماني جي خيالن، ريتن ۽ رسمن تي زور ڏيندي ھئي، جنن ۽ روحن تي عام ويساھہ ھو. پوءِ پنج سوَ سال پيا يعني تقريباً 900-1000ع واري دور تائين ھنن ۾ ڪجھہ بھتري آئي. ھن دور کي Mediaeval وقت (وچون دور) چئجي ٿو يعني: جھالت ۽ علم جي وچ وارو دؤر. چرچ جي سختي اھائي ساڳي ھئي. سندن بقول حضرت عيسيٰ عليہ السلام انجيل ۾ جيڪا تعليم ڏني، ان تي عمل ڪرڻو ھو. ان ۾ ڪوبہ نئون سائنسي يا عقلي اضافو ڪرڻو نہ ھو. جيڪڏھن ڪير ڪندو ھو، تہ چرچ انھيءَ کي ڪفر، الحاد ۽ توھين جي الزام

هيٺ وڏيون سزائون ڏينديون هئي. جيئرن جاڳندن کي ساڙايو ويندو هو. سندن جسم جا عضوا ڌار ڪيا ويندا هئا. صليب تي چاڙهي مارڻ عام هو. وڏن شڪنجن ۾ نافرمانن يا ڪافرن کي هٿن ۽ پيرن ۾ زنجيرون هٽي رستن تي ڦٽو ڪندا هئا. اينڊڙ ويندڙ سڀ انهن تي ٿڪ لعنت ڪندا هئا. مطلب تہ چرچ کان هٽي، عقل يا منطق جي ڳالھ ڪرڻ موت کي دعوت ڏيڻ جي برابر هو. گليليو چيو، تہ دنيا گول آهي، سڌي نہ آهي، جيئن پادري چون ٿا. پوءِ جيل ۾ وڌائونس. جڏهن مرڻ جو يقين ٿيو، تہ اعلان ڪيائين تہ آءٌ غلط ٿو چوان، چرچ صحيح آهي، منهنجو ڪارو منهن ٿيو آهي. انهيءَ توبھ تائب ٿيڻ کان پوءِ آزاد ٿيو تہ رڙيون ڪندو ويو تہ دنيا آهي گول، پر آءٌ غلط آهيان. ٻيا سوين هزارين ڏاها مرد ۽ عورتون مارايا ويا يا کين مارڪٽ ڪئي ويئي.

پھريان تہ عيسائي دنيا تي، پوپ پاڻ حڪومت ڪندو هو. پوءِ پوپ روحاني سربراھ ٿيو تہ بادشاھ هن جي مرضيءَ سان سندس نمائندو ٿيندو هو، سڀ حڪم چرچ مان جاري ٿيندا هئا. عقل ۽ علم تي پردا پيل هئا.

نيٺ ڪجھ ڳالهيون ٿيون، جن عيسائي دنيا ۾ ذهني انقلاب آڻڻ شروع ڪيو. اسپين تي مسلمانن ست سؤ ورهيہ حڪومت ڪئي، اسلام علم ۽ عقل، منطق ۽ دليل، غور ۽ فڪر تي وڏو زور ڏنو هو. اسپين ۾ وڏيون يونيورسٽيون، درسگاھ ۽ ڪتب خانہ قائم ٿيا هئا، جتي روحاني ۽ دنيوي علم سيکاريو ويندو هو. مسلمان عالمن يونان ۽ روم جي فلاسفرن جي علم کي پنهنجي زبان ۾ آندو، ان کي مشتهر ڪيو. بلڪ ان ۾ اضافو ڪيائون. نون علمن تي وڏي تحقيق ڪيائون. مسلمان وڏا مدبر، حڪيم، فيلسوف، ماهر، ارضيات، فلڪيات، طبعيات، رياضيدان ۽ آلجبرا ۽ جاميٽري جا ماهر ٿي ويا. اهي علم سندن يونيورسٽين ۾ عام پڙهايا ويندا هئا. عيسائين جو اهو ڏٺو تہ هنن کي پنهنجي حال تي افسوس ٿيو. هنن بہ مسلمانن جي طرز تي اٽلي، روم، اسپين، ڪريٽ جي ٻيٽن ۽ فرانس ۾ دانشگاھ نهرائڻ شروع ڪيا، جتي سائنسي علمن جي سکيا ڏني ويندي هئي. نصابي ڪتابن جي طور تي مسلمان عالمن جا لکيل ڪتاب پڙهايا ويندا هئا.

گذريل 19 صديءَ تائين بہ اسلامي سرجنن مثلاً: ابوالقاسم، ابن هيثم، الرازي، بوعلي سينا، خوارزمي، ابن خلدون، جابر بن حيان النفيس جا لکيل

ڪتاب ڪورس ۾ شامل هئا. علم جي حاصلات هنن مسلمان عربن کان ڪئي. ساڳي وقت چرچ ۾ هڪ طبقو، "Protestant"، پيدا ٿيو، جنهن جو باني مارٽن لوٿر ڪنگ هو. هيءُ طبقو چرچ جي تعليم کان بيزار هو. چرچ طرفان پيل عقل تي تالا هن کولڻ چاهيا ٿئي. پراڻيون ريتون رسمون، رواج، حڪايتون ۽ حڪم معدوم قرار ڏنا ويا، عيسائين عقل جي راهه ورتي، ڪئٿولڪ چرچ ۽ پروٽيسٽن ۾ 2-3 سؤ سال شديد علمي ۽ مناظراتي جنگيون لڳيون. ماڻهو گهٽي پاڳي چرچ کان بيزار ٿي، نئين طبقي ۾ شامل ٿيڻ لڳا، چرچ جو زور گهٽو گهٽجي ويو ۽ هن کي به مصلحت ڪرڻي پئي. گهڻين ڳالهين کان هٽ ڪنيائون، ان کان پوءِ عيسائين ۾ علم الاحياء (Renaissance) جو دؤر آيو، جيڪو اڄ کان 5-6 سؤ سال اڳ ۾ آيو. پر اهو بتدريج عمل ۾ آيو. پراڻيون ڳالهيون آهستي آهستي منجهڻ لڳيون ۽ علم ۽ سائنس جا دروازا کلڻ لڳا، عيسائي سياح پنهنجي ملڪن مان نڪري، ايشيا، آفريقا، آسٽريليا ۽ آمريڪا ڏانهن ويا. اتي نيون ڳالهيون ۽ نوان علم سکيائون. سندن ذهن وسيع ٿيو. پوءِ هنن سائنسي ايجادات تي زور رکيو، معاشري کي صنعتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون. اڳ ۾ ماڻهو زراعت تي ڀاڙيندا هئا. سائنسي ايجادات دنيا جي معاشي، اقتصادي ۽ معاشرتي نظام کي تبديل ڪري ڇڏيو. وڏا بحري جهاز، هوائي جهاز، تار، فون، گاڏيون، بجلي، مطلب ته هزارين قسمن جون نيون ايجادون ٿيون، ته انسان جو دماغ ئي ڦري ويو. بهرحال اهو جيڪي به ٿيو، اهو آسان نه هو. عيسائين انهيءَ ڳالهه لاءِ وڏيون قربانيون ڏنيون ۽ پنهنجون جانيون وڃايون، تحقيق جي نتيجي ۾ نيون حقيقتون ظاهر ٿيون، طب جي ميدان ۾ علاج جا نوان طريقا مرضن جي سڃاڻپ، دوائون ۽ دوا سازي وجود ۾ آيون. اڄ جيڪا اسان سائنسي ميدان ۾ ترقي ڏسون ٿا، جنهن جي نتيجي ۾ انسان ذات کي هيڏي سهوليت ملي آهي، انهيءَ لاءِ اسان کي انهن قومن جي سياڻن، عالمن، ڏاهن، سائنسدانن، ڊاڪٽرن، سياستدانن جي خدمتن جو معترف ٿيڻ گهرجي، جن جي محنتن جي طفيل اڄ انسان جي زندگي اڳي کان بارها آسان ٿي آهي. سراسري عمر جي شرح وڌي آهي. موتمار متعدي مرض گهٽيا آهن. اڳ جو ماتا، پليگ ۽ ڪالرا وغيره پکڙبيون پيون هيون، ته ڪروڙين انسانن جون جانيون ختم ٿي ويندڙيون هيون. پر هاڻي انهن ۾ ڪمي آئي آهي. ڊاڪٽر هينري گري

جهڙن انسان دوست عالمن جي صلاحيتن کي سلام آهي، جو هنن ذاتي طور تي پاڻ کي جوکي ۾ وجهي بہ خلق خدا جي خدمت ڪئي.

احياء العلوم جي دور ۾ انساني عقل ۽ دليل کي ڪم آڻڻ جي ترغيب ملي، انهيءَ چرچ جي تعليم کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو. چرچ جي خلاف رويو عام ٿي ويو. ماڻهو مسيحيت جي تعليم کان باغي ٿي پيا ۽ منجهن مذهب کان بيزاري ڪاهي پئي. سائنسدانن وڏو انقلابي لاڙو پيدا ڪيو، جنهن ۾ مسيحيت تہ ڇا، خدا کان بہ لا تعلقي جو پهلو نڪتو ٿي. فلاسافرن نوان نڪتا ۽ دليل پيش ڪيا، جن جي تائيد ۾ نظريا ۽ تجرباتي عقيدا پيش ڪيائون. پوءِ بيا آيا، جن انهن نظرين ۾ توسيع يا ترميم ڪئي ۽ اهو سلسلو جاري آهي. انهن مان هڪ 'ڊارون' بہ هو، جنهن آسماني ڪتابن جي پيش ڪيل نظريہ "آدم جي تخليق" کي باطل قرار ڏنو ۽ چيو تہ انسان پهرين هڪ جيوڙي مان پوءِ رفتہ رفتہ ٻوٽن ۽ درختن مان پوءِ ننڍين جانورن مان ترقي ڪندو باندر جهڙي شڪل ۾ آيو، جتان ڪروڙها سالن جي تبديليءَ کان پوءِ، هن موجوده شڪل اختيار ڪئي. 'ڊارون' وڏو خطرناڪ انقلابي فڪر پيش ڪري ويو. جنهن سان هزارين سالن تائين تخليق جي باري ۾ قائم ٿيل عقيدا لڏي ويا. ٻيو فلاسافر 'مارڪس' هو، جنهن چيو تہ اصل ۾ سڄو جهڳڙو پيٽ جو آهي، هيءُ جو غريب ۽ امير جو طبقاتي جهيڙو آهي، انهيءَ جو سبب معاشي آهي. جيڪڏهن معاش برابر ڪيو وڃي تہ انسان جو هر مسئلو حل ٿي سگهي ٿو ۽ خدا، نبوت ۽ آسماني ڪتاب (نعوذ بالله) اجايون ڳالهيون آهن. مارڪس جي نظريي جي روشنيءَ ۾ روس ۾ ڪميونسٽ انقلاب آيو ۽ پوءِ لڳ ڀڳ اڌ دنيا سندس فلسفي جي قائل ٿي ويئي.

ٽيون فلاسافر 'فرائيڊ' هو، جنهن چيو تہ دنيا جي هر مسئلي جو بڻ بنياد جنس تي آهي، جيڪڏهن جنسي بک جي پورت جو انتظام ڪيو وڃي، تہ انسان جا مسئلا حل ٿي سگهن ٿا.

هنن ٽنهي فلاسافرن جي نظرين دنيا ۾ قائم ٿيل قديم معاشرتي نظام کي ترٽلي ۾ وجهي ڇڏيو. پراڻا قدر ۽ ڳالهيون ڏسندي ئي

ڏسندي ختم ٿي ويا، وڏا خوني انقلاب آيا، انسان جي اٺڻ ويهڻ، لباس، علم، فهم ۽ فڪر ۾ وڏيون تبديليون اچي ويون. معاشي برابري لاءِ وڏو نظام ڪميونسٽ بلاڪ جي صورت ۾ نماهيو ويو، جيڪو اڳتي هلي ناڪام ثابت ٿيو. جنسي آزادگيءَ جو دور آيو. پردو ۽ حياء شرم ختم ٿيا. مرد ۽ عورت جا تعلقات نئين سر قائم ٿيا. جنسي آزادگي ۽ بي راهه روي عام ٿي وئي. عيش جا نوان سامان پيدا ٿيا. حمل ضايع ڪرڻ عام ڳالهه ٿي، عورتن ۽ مردن جو گڏيل ميلاپ اعتراض جوڳي ڳالهه نه رهي. مرد، مرد سان ۽ عورت، عورت سان شادي ڪرڻ لڳا. انسان باندر جو نسل آهي ته پوءِ باقي حياء شرم جون حد بنديون ڪهڙيون آهن؟ جڏهن سڀ شيءِ طبعي آهي ۽ غير آفاقي آهي، ته انساني عدل، مساوات، حياء، اخلاق، تهذيب ڇا معنيٰ ٿا رکن؟ مطلب ته هنن عقيدن، پراڻن عقيدن جو بنياد ئي لوڏي ڇڏيو ۽ انسان مادر پدر آزاد ٿيو. اهو نتيجو هو چرچ جي طرفان عقل جي استعمال تي پابندي وجهڻ جو ۽ انسان جي پنهنجي ذهني زرخيزي ۽ ستمگريءَ جو. ڊارون چئي ويو آهي، ته انسان اجا ارتقا جي منزل ۾ آهي، اجا ڪيس ڪي ڪروڙ سال ڪپن جو مڪمل ٿئي. اجا ته 25 سيڪڙو دماغ ڪم ڪري ٿو، جڏهن سؤ سيڪڙو ڪم ڪندو ته انهيءَ وقت ڇا حشر ٿيندو؟

طب هڪ نهايت مقدس پيشو آهي ۽ خدمت خلق جو بيو نالو آهي. پراڻا حڪيم، طبيب ۽ ڊاڪٽر هن پيشي کي آمدنيءَ جو ذريعو نہ ناهيندا هئا. بلڪ تمام معمولي اجوري تي علاج ڪندا هئا. جن مان سندن گذر سفر تي سگهي. هيءُ علم شرافت جو پيشو سمجهيو ويندو هو ۽ فقط مذهبي عالم، دانشور، فيلسوف ۽ استاد حڪمت جو ڪم ڪندا هئا. يورپ ۾ وچ واري (Mediaeval) عرصي ۾ پادري حڪمت جو ڪم ڪندا هئا. يوناني ۽ رومي تهذيبن ۾ وڏا فلسفي، ڏاها، رياضيدان ۽ فلڪيات جا ماهر حڪمت بہ ڪندا هئا. حقيقت ۾ هيءُ پيشو جيڪڏهن خدمت خلق جي جذبي سان ڪيو وڃي، تہ ڏاڍو ڏکيو ۽ محنت جوڳو آهي، پنهنجو آرام ۽ ننڊ ڦٽائي بيمار جو خيال رکڻو آهي. بيمار جي ڏک سک، بيماريءَ جي پيڙا، سور، نا اميديءَ، جسماني ۽ دماغي ڪمزوريءَ ۾ مريض جي دل جوئي ڪرڻي آهي. جن صحيح معنيٰ ۾ خدمت ڪئي، انهن کي جسم تي پراڻا ۽ چتين لڳل ڪپڙا هوندا هئا ۽ هو مريض جي خدمت کي عبادت جو ڪم سمجهي ڪندا هئا. علم جي حاصلات لاءِ بہ وڏي محنت ۽ جدوجهد ڪرڻي تي پوي. آمريڪا ۽ يورپ جي بين ملڪن ۾ هن ڪورس جو دورانيو 7 سال آهي ۽ اڳ اهي شاگرد ميڊيڪل ۾ داخلا وٺندا هئا، جن کي پيسي جي لالچ نہ هوندي هئي ۽ فقط پنهنجي خدا جي خوشنوديءَ لاءِ هيءُ پيشو اختيار ڪندا هئا.

طب جو ضابطہ اخلاق هڪ يوناني حڪيم ”هيپو ڪريٽ“ 360 سال ق.م ۾ ترتيب ڏنو. هن کي بين ٻولين ۾ ’بقراط‘ بہ چيو وڃي ٿو. بقراط جي پوري زندگيءَ جو تفصيلي احوال تہ ڪونہ ٿو ملي، البتہ ٻوئين فيلسوف ’افلاطون‘ پنهنجن ڪتابن ۾ سندس حوالو ڏنو آهي. هيپو ڪريٽ يا بقراط طب جي تعليم يونان جي شهر ”ڪاس“ ۾ ڏيندو

هو. پوءِ سفر ڪري يونان ۽ وچ ايشا جي ٻين ملڪن ۾ به سڪيا ڏنائين. سندس تعليم جو وڏو حصو استاد ۽ شاگرد جي وچ ۾ اخلاقي موضوعن تي هو. هن وچڙندڙ بيمارين تي ڏهن جلدن ۾ تلهو ڪتاب لکيو. جيڪو انهيءَ زماني ۾ هڪ حيرت جوڳو ڪارنامو هو. اجا سائنسي ايجادون نه ٿيون هيون، نه وري جيوڙن يا خورد بينيءَ جو تصور هو. اهڙي دور ۾ اهو ڪتاب لکڻ هڪ وڏو ڪارنامو هو. بقراط جي تصنيفن کي ”مجموعه بقراط“ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو، جنهن ۾ طب سان گڏ هن ٻين علمن تي پڻ بحث ڪيو آهي. اهو مجموعو اڄ پنهنجي اصلي حالت ۾ موجود ناهي ۽ جيڪي نسخا موجود آهن، انهن جي متن ۾ تضاد به آهي. هيءُ ڪتاب 2 يا 3 سؤ سال قبل مسيح ۾ ان وقت جي عظيم لائبريري اسڪندريه مصر ۾ منتقل ٿي ويو، جتان پوءِ ٻين زبانن ۾ ترجمو ٿيو. بقراط مرگهيءَ کي پاڪ بيماري قرار ڏيندو هو. هن ٻارن جي بيمارين، عورتن جي بيمارين، مرگهيءَ جي علاج، اوسر ۽ سڄاڻپ کي واضح ڪيو. هن ننڍين طبي مشورن تي مشتمل هڪ ڪتاب به لکيو، جنهن ۾ مشورا ڏنل هئا. بقراط جو چوڻ هو ته بيمارين جو اصل سبب صحيح غذا جو استعمال نه هجڻ آهي. جيڪا سڙيل ۽ ناڪاره غذا معدي ۾ رهجيو ٿي وڃي، ان مان بخار پيدا ٿين ٿا، جيڪي جسم ۾ پکڙجي بيماريون پيدا ڪن ٿا.

بقراط کي ”باباءِ طب“ چيو وڃي ٿو. ڊاڪٽرن ۽ ميڊيڪل جي شعبي سان لاڳاپو رکندڙ فردن لاءِ هن هڪ ضابطه اخلاق ناهيو، جنهن کي ”هيپوڪريٽس جو حلف“ چيو وڃي ٿو. ميڊيڪل جي تعليم مڪمل ڪرڻ کان اڳ هيءُ حلف، نوجوان ڊاڪٽرن ۾ تقسيم ڪيو ويندو آهي. گذريل ٻن هزار سالن کان اهو حلف ڊاڪٽرن لاءِ هڪ مشعل راهه جي حيثيت رکي ٿو ۽ هاڻي W.H.O به ان کي جنيوا ڪنوينشن تحت ضابطه اخلاق جي حيثيت ڏني آهي.

هن حلف جا ٻه حصا آهن: پهريون حصو ميڊيڪل جي شاگردن جو استادن سان تعلق ۽ استادن جو شاگردن سان تعلق جي باري ۾ آهي. هن ۾ استاد لاءِ لازم آهي، ته هو شاگرد کي اهو سڀ ڪجهه

سيڪاري، جنهن جي ڪيس ڇاڻ آهي. بقراط هڪ ڊاڪٽر لاءِ اهو ناجائز سمجهيو آهي تہ هو پنهنجي ٻئي ياءُ ڊاڪٽر کان في وني. حلف نامہ جي ٻي حصي ۾ ڊاڪٽر ۽ مريض جي رشتن جي باري ۾ آهي. ڊاڪٽر پنهنجي بهترين صلاحيت ۽ ايمانداريءَ سان علاج ڪندو ۽ ان ۾ ڏينهن رات جي تفريق نہ ڪندو. اهڙي دوا استعمال نہ ڪندو، جيڪا نقصانڪار هجي. بيمار ۽ سندس اهل خانہ تي بري نظر نہ وجهندو. مريض جي مرضيءَ مطابق مرض کي پوشيده رکندو ۽ پنهنجي خدمت جي معمولي اجرت طلب ڪندو. اهو حلف طبي درسگاهن ۾ سڄي دنيا ۾ نافذ العمل آهي. طبي اخلاقيات ۽ معاشرتي معاملن تي اجا گهڻا موضوع رهيل آهن، جن جو مناسب جاءِ تي ذڪر ڪيو ويندو.

هاڻي قصو اتان ڪٽجي جتان ڇڏيو ويو هو. ٽي سال ميڊيڪل شاگرديءَ ۾ دوا سازيءَ جو علم سيکاريو ويندو هو، جنهن جو پروفيسر هو: مصطفيٰ علي زيدي، جيڪو پنهنجي شعبي جو وڏو دانشور هو. سندس پڙهائڻ جو ڍنگ بہ تمام سٺو هو، جنهن ۾ هر موضوع تي هو سلسليوار بحث ڪندو هو، ان ڪري هن جي Notes ونڻ ۾ سهوليت ٿيندي هئي ۽ وڏيڪ ڪتابن پڙهڻ جي ضرورت ڪانہ هئي. پنهنجي علم ۾ مشهور هجڻ سان گڏ هيءُ ڪلاسيڪل راڳ جو بہ وڏو ڄاڻو هو ۽ پڪي راڳ تي سندس تنقيد سند جي حيثيت رکندي هئي. حيرت آهي تہ هيءُ ماڻهو سائنسي مضمونن ۾ خاصو دسترس رکڻ جي باوجود بہ فنون لطيفہ جا ڄاڻو يا خود ماهر هوندا هئا. الله تعاليٰ انسان کي هڪ ئي وقت گهڻيون صلاحيتون ڏئي ٿو ڇڏي.

انهيءَ دور ۾ قانوني طب ۾ ڊاڪٽر هرچنداڻي ليڪچر ڏيندو هو، هن کي ڪا خاص ڊگري تہ نہ هئي، پر سول سرجن هجڻ جي حيثيت ۾ تجربو هئس. پڙهائڻ ۾ ڪو خاص هوشيار ڪونہ هو، بهرحال پنهنجي سروس ۾ ايماندار ۽ صاحب اصول هو. گهڻا سال اڳي گذاري ويو آهي. سندس گهر واري دادي ليلان هرچنداڻي تاحال حيات آهي.

ڪميونٽي ميڊيسن ۾ پروفيسر ڊاڪٽر اسحاق بيگ هو، جيڪو صحت کاتي ۾ ڊائريڪٽر هو. هن جي پڙهائڻ جو طريقو بہ خاص متاثر

ڪنـدڙ نـہ هـو. البتـہ علـم الامـراض ”Pathology“ ۾ پروفيسـر سـليم خـان هـڪ قـداور شـخصيت هـو. هـيءُ حيدرآبـاد دڪـن جـي عثمانيـہ ڪـاليج جـو گريجوئيـت هـو، پـوءِ ڪنهـن يورپـي ملـڪ مـان پـي ايـچ. ڊي ڪئـي هئـائين. سـاڻس گـڏ حيدرآبـاد جـو پروفيسـر غـلام محـمد پٽـي هـو، جنهـن علـم جراثيـم ۾ ڪئناڊا مـان ڊگـري ورتـي هئـي. ٻئـي قـابل اسـتاد هئـا. انهـن مـان موخـر الذڪـر اجـا حيـات آهـي ۽ ڪراچـيءَ ۾ سـندس ليبـارٽري آهـي. اهـڙيءَ طـرح سـان ميڊيڪل ڪـاليج جـا پهريـان چـار سـال پـورا ٿيـا. آخـري پنجـون سـال ڏکئـي ۾ ڏکيـو سـال هـو ۽ هـن ۾ مضمـون بـہ گهڻـا پـاس ڪرڻـا هئـا.

لياقـت ميڊيڪـل ڪاليـج حيدرآبـاد ڄـام شـوري جـو ذڪـر ڪرنـل نجيب کـي يـاد ڪرڻ کـان سواءِ اڌپـورو ٿـي وينـ هـيءُ اهـو شـخص هـو، جنهـن ڪـاليج ۽ اسـپتال ڄـام شـوري ۾ منتقـل ڪيـا. جتـي هـاڻي نئيـن بلـڊنگ نهـي تيـار ٿـي هئـي. نجيـب خـان انسـان تـہ هـو، پـر جنـن جـون صفتـون رکنـدو هـو: بيحـد محنتـي، سـچار ۽ ايمـاندار. صبـح جـو 7 بجـي پنهنجـي سـرڪاري گـاڏيءَ ۾ اينـدو هـو ۽ رات جـو ديـر سـان گهـر وينـدو هـو. وچ ۾ فقـط ٻـہ ڪـلاڪ (جـي. او. آر. ڪـالوني، ۾ سـندس گهـر هـو) خانگـي مريض ڏسڻ وينـدو هـو. ڪيـس رات ۽ ڏينهـن جـي ڪنهـن بـہ حصـي ۾ توهـان اسـپتال ۾ ڏسـندا. رات جـو 3-4 بجـي ذاري بـہ اسـپتال جـا چڪـر هڻنـدو هـو ۽ مريضـن جـي خيـر خيريـت معلـوم ڪنـدو هـو ۽ ڊاڪٽـرن جـي حـاضري چيـڪ ڪنـدو هـو. انتظـام ۽ نظـم ۽ ضبـط ۾ بـي مثـال هـو. ڪنهـن جـي ٿـوري بـہ ڪوتـاهي برداشـت نـہ ڪنـدو هـو. وڏن وڏن پروفيسـرن سـان انتظـامي ۽ تعليمـي معيـار پـورو نـہ رکـڻ جـي معـاملي تـان وڙهـي پونـدو هـو. صبـح جـو سـڀ پروفيسـر ۽ ايسوسـئيٽ پروفيسـر ليڪچـر ونـي، پـوءِ وڃـي وارڊن يـا او. پـي. ڊيـن ۾ مريضـن کـي ڏسـندا هئـا. سـرجن آپريشـن ٿيئٽـر ۾ شـام 5-6 تـائين ڪـم ڪنـدا رهنـدا هئـا. سـيني مريضـن کـي دوائـون اسـپتال طرفـان ملنديـون هيـون. طـب جـي تـاريخ تـي مشـتمل فنڪارانـہ تخليقـون نقـش ڪرائـي، ديـوارن تـي لڳـايون هئـائين يـا وري فريمـن ۾ لڳـائي وارڊن ۾ لڳارايـائين. پهريـن سـال جـي شـاگردن لاءِ ڊسڪشـن هـال جـي ضـرورت هئـي، جوتـہ پڪـي هـال نـهڻ ۾ اجـا ڪجهـ

وقت هو. هن ڄام شوري ڪالوني ۾ ڊسڪشن هال عارضي طور تي ٺهرايو، جيڪو فقط 24 ڪلاڪن جي اندر ٺهي تيار ٿيو. لاهور جي ڪنگ ايڊورڊ ميڊيڪل ڪاليج لاءِ ايڪسري ۽ ريڊيو آئسوٽوپ جون مشينون ريلوي جي ذريعي وڃيون هيون، هن کي خبر پئي، ته مال گاڏي کي حيدرآباد اسٽيشن تي 24 ڪلاڪن لاءِ روڪرايائين. انهيءَ وچ ۾ لاهور مان آرڊر ڪرايائين ته اهي مشينون لياقت ميڊيڪل ڪاليج کي ڏنيون وڃن. پوءِ انهيءَ مان ڪينسر ۽ ايڪس ري جا شعبا قائم ڪيائين. رجسٽرار کان وٺي پروفيسرن تائين سڀ ايمرجنسي ڊيوٽي 2 وڳي کان پوءِ ڏيڻ لاءِ پابند هوندا هئا. اسپتال جي شعبي هنگامي حالات ۾ هڪ بورڊ لڳل هو، جنهن ۾ ايمرجنسي تي مقرر ڊاڪٽرن ۽ پروفيسرن جا نالا لکيل هوندا هئا. پر جيڪڏهن ايمرجنسي نه به هوندي هئي، ته به پروفيسر شام جو ڪجهه وقت لاءِ مريضن وٽان چڪر هڻي ويندا هئا.

انهن سڀني انتظامي اُپائن ونڻ جي ڪري اسپتال جو نالو سڄي پاڪستان ۾ پهرين نمبر تي هو. تعليم جو معيار اعليٰ، پڙهائيءَ ۽ ليڪچرن ۾ ڪابه ڪوتاهي نه هئي، اخلاق ۽ سادگيءَ تي زور، جديد مشنريءَ ۽ اوزارن جي فراهمي، معياري ليبارٽريون، مقصد ته نجيب خان لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي وڏي خدمت ڪري ويو. البته هڪ ڳالهه جو ارمان رهجي وڃي ٿو، ته ننڍين ملازمتن ۾ مقامي غريب ماڻهن کي نه رکيائين ۽ انهن عهدن لاءِ به هزاره ۽ پشاور کان ماڻهو گهرائيندو هو. آخري وقت ۾ جڏهن سخت گير هجڻ جي ڪري سندس مخالفت وڌي وئي، جنهن ۾ ڪجهه سينئر استاد به شامل هئا ته چوندو هو، ته منهنجي مخالفت اجائي آهي. آءٌ ته جيڪي ڪريان پيو، اهو هتي ئي ڇڏي ويندس. سڀ سنڌ کي ئي ملندو. آخر ۾ زبردست هڙتال ٿي، جنهن ۾ ڪيس مارڪٽ به ڪئي ويئي. هتان بدلي ٿي، ملتان جي نشتر ميڊيڪل ڪاليج جو پرنسيپال ٿيو. چون ٿا ته اتي به ڄام شوري ميڊيڪل ڪاليج جو ماڊل ميز تي رکيو هوندو هئس، اهڙو بيو مثال ڪيڊٽ ڪاليج پيٽاري جي پهرين پرنسيپال ڪرنل ڪومبس

(Combs) جو هو. جن انگلينڊ ۾ سندس گهر ڏنو هو. انهن جو چوڻ هو، تہ هو اتي بہ پيشاري ڪاليج جو ماڊل رکيو وينو هوندو هو. وصيت بہ ڪئي هئائين تہ مرڻ کان پوءِ سندس مڙهہ پيشاري ڪاليج ۾ دفن ڪيو وڃي. افسوس جو سندس پوين ان ڳالهہ تي عمل نہ ڪيو.

نجيب خان ٻي عظيم جنگ ۾ برٽش فوج جي ميڊيڪل ڪور ۾ ڪيپٽن هو. انگريزن وارو نظم ۽ ضبط اتي ڏنل هئس. هڪ واقعو ياد اچي ٿو. اسين هاسٽلن جا شاگرد ناشتو ڪري ليڪچر هال ڏي وڃي رهيا هئاسين. جڏهن ڪاليج جي مسجد وٽ پهتاسين، تہ نجيب خان بہ پنهنجي ڪار ۾ اچي اتي پهتو، ليڪچر ۾ باقي ڏهہ منٽ وڃي رهيا هئا. سو گاڏيءَ مان لهي سخت ناراض ٿيو تہ ٿورو وقت رهجي ويو آهي ۽ توهان اجا رستي ۾ آهيو. هاڻي ڊوڙو. پوءِ تقريباً 50- 60 شاگرد هئاسين، سڀ وٺي ڊوڙياسين. نجيب خان جي عمر ان وقت 50 سالن کان مٿي هوندي، پاڻ خود اسان سان گڏ ڊوڙڻ لڳو. جڏهن ليڪچر هال ۾ پهتاسين تہ اچي سهڪو ٿيس، جو پائيپ چڪيندو هو. ڪجهہ وقت ماٺ ڪري اسٽول تي ويهي رهيو، پوءِ اتي ليڪچر شروع ڪيائين. نجيب خان جون ڳالهيون گهڻيون آهن، پر طوالت جي خوف کان في الحال هن قصي کي هتي ختم ڪجي ٿو.

انهيءَ زماني ۾ يعني (سن 1957ع کان اڳ) سنڌ مان تي اعليٰ تعليم يافتہ نوجوان انگلينڊ مان ايم. آر. سي. پي پاس ڪري آيا هئا. هڪ ڊيپلي جو ڊاڪٽر محمد صالح ميمڻ، ٻيو مٽيارين جو ڊاڪٽر علي محمد انصاري ۽ ٽيون هالا جو ڊاڪٽر محمد ابراهيم ميمڻ. ڊاڪٽر صالح فزيشن هو ۽ پنهنجي پيشي ۾ وڏي مهارت رکندو هو. سجاڻپ بهترين هئس. ليڪچر ڏيڻ جو طريقو بہ تمام اثرائتو هئس، ڪلاس ۾ اچڻ شرط ليڪچر شروع ڪري ڏيندو هو. ڪابہ اجائي سجائي يا غير ضروري ڳالهہ نہ ڪندو هو. بهترين ترتيب ۽ سلسلي سان ليڪچر ڏيندو هو. شام جو رسالا روڊ تي پنهنجي پرائيوٽ ڪلينڪ هوندي هئس، جتي خانگي مريضن کي ڏسندو هو. هر لحاظ کان معتدل مزاج هو، نہ ڪنهن کي اجايو تنگ ڪندو هو ۽ نہ ڪنهن جي اجائي خوشامد ڪندو هو. ڪجهہ مهينا ٿيا آهن، جو گذاري ويو آهي.

ڪانئس اڳ حيدرآباد جو مشهور فزيشن ڊاڪٽر منگھن مل هو، جنهن ممبئي يونيورسٽيءَ جي ميڊيڪل ڪاليج مان ايم. بي. بي. ايس پاس ڪئي هئي، منگھن مل روپ محل، هيرآباد جي پرسان رهندو هو. پوءِ ممبئي لڏي ويو. هتان ڪيترا سنڌي ڊاڪٽر ڪيس اتي ملي آيا هئا.

ڊاڪٽر علي محمد انصاري ديندار، خوش اخلاق، تيز فهم ۽ بي مثال يادداشت جو مالڪ هو. سرڪاري ڊيوٽي پابنديءَ سان ڪندو هو ۽ ڪنهن سابہ اجايو بحث يا جهيڙو جهٽو نہ ڪندو هو. هڏن جي سرجريءَ جو ماهر هو، سروس جي آخري حصي ۾ ڪراچي بدلي ٿي ويو. هاڻي ميڊيڪل سيمينارن ۽ تقريرن ۾ حصو وٺندو رهندو آهي ۽ تبليغي جماعت سان بہ هلندو آهي.

ڊاڪٽر ابراهيم ميمڻ ٻارن جي بيمارين جو ماهر ڊاڪٽر هو. سندس سجاڻپ ۽ علاج بي مثل هئا. پوئين عمر ۾ سڀر هاءِ وي تي ايڪسيڊنٽ ۾ مٿي تي ڌڪ لڳس، جنهن کان پوءِ يادداشت ڪجهہ متاثر ٿيس، تہ بہ پنهنجو طبيباڻو

ــمر هلائيندو رهيو. ٻہ ٽي سال ٿيا آهن، جو گذاري ويو آهي.

انهن سنڌي پروفيسرن کان سواءِ پيا بہ ڪي سينيئر پروفيسر ڊاڪٽر هئا، جن جو ذڪر هاڻي ڪرڻ گهرجي، سرجريءَ جو پروفيسر حميد حسين مرزا هو. هيءُ بہ تمام هوشيار سرجن هو. ننڍو قد، ٿلهو جسم ۽ مٿي کان گنجو. آپريشن واري ڏينهن ٿيئٽر ۾ 5-6 وڳي شام تائين وينو هوندو هو. پنهنجي زماني جو پلو گريجوئيٽ هو. يعني ڪاليج ۾ هر سال پهريون نمبر ايندوهو. ايم. بي. بي. ايس. ڪنگ ايڊورڊ ميڊيڪل ڪاليج لاهور مان ڪئي هئائين. ايف. آر. سي. ايس رايل ڪاليج لنڊن ۽ ايڊنبرا مان ڪئي هئائين. شاگردن سان چرچو پوڳ بہ ڪندو هو. مطلب تہ خوش مزاج هو. ليڪچر سلسليوار ۽ باالترتيب هوندو هئس. اسان سنڌس ليڪچرن جا نوٽ ناهي، امتحان ڏيندا هئاسين. سرجريءَ ۾ هٿ بہ سنو هئس. سرجريءَ سان وابستہ هيءُ واقعو لکڻ ضروري آهي.

سنڌ ۾ پهريون ايف. آر. سي. ايس سرجن ٿنڌي نوڙهي جو مرزا جعفر قلي بيگ هو، جيڪو شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ جو ننڍو ڀاءُ هو. هن ميڊيڪل جي گريجوئيٽ ۽ پوسٽ گريجوئيٽ تعليم انگلنڊ ۾ ورتي ۽ اتي ئي پريڪٽس ڪندو هو. سنڌس زال بہ انگريزياڻي هئي. پوءِ موٽي سنڌ آيو ۽ ڪراچيءَ ۾ اسپتال کوليائين. سن 1839ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ وڏي پليگ اچي پيئي، پاڻ مريضن جي دل ۽ جان سان خدمت ڪيائين ۽ پنهنجي جان جي پرواهہ نہ ڪيائين. انهيءَ سال ڪراچيءَ ۾ گذاري ويو.

ٻيو مشهور سرجن ڊاڪٽر اشفاق حسين رضوي هو، جنهن کي اڳتي هلي "بابا رضوي" چوندا هئا. هن تقريباً ڊاڪٽرن جون ٽي پيڙهيون پڙهايون هيون. هيءُ حيدرآباد دکن جي جامعہ عثمانيہ جو فارغ التحصيل هو. تمام بااخلاق ۽ هوشيار سرجن هو. سگار پيئندو هو. ڪير سلام ڪندو هئس، پوءِ چاهي هو ٻنگي چونہ هجي، هٿ مٿي ڪٽي سلام جو جواب ڏيندو هو. ڪجهہ سال ٿيا تہ گذاري ويو آهي.

پروفيسر اسرار حسن جعفري حيدرآباد صدر جو وينل هو. اک، نڪ ۽ ڳلي جو ماهر ڊاڪٽر هو. اهل تشيعہ سان تعلق هئس. عاشوري جي ڏينهن سبيل هٽائيندو هو. پاڻ بہ پيرين اگهاڙو محرم جي جلوس ۾ هلندو هو. هن جي

ليڪچر جو انداز بيحد دلنشين هو ۽ پنهنجي فن ۾ بهترين سرجن هو.

زناني مرضن جو ماهر ڊاڪٽر سالار عزيز هو. جيڪو تکي طبعيت جو ۽ ڪجهه تيز زبان به هو، پر پنهنجي شعبي ۾ لاثاني هو. هن جي هڪ عجيب ڳالهه ٻڌو. سن 1965ع جي انديا پاڪستان جنگ ۾ اسين ڪجهه شاگرد هن سان آپريشن ٿئيٽر ۾ گڏ هئاسين. هڪ آپريشن ختم ڪري، ٻي آپريشن لاءِ ٿئيٽر ۾ آيو ۽ چيائين ته انديا، پاڪستان تي حملو ڪيو آهي، هيءَ هندوءَ جي، مسلمان سان جنگ آهي. اسان هنن جو جواب انشاء الله سخت ڏينداسين. مطلب ته عجيب جوش هئس ۽ طبعيت ۾ انقلاب اچي ويو هئس. ان ڪان پوءِ هن مان طبعيت جي تکائي، ترش روئي يا بد زباني بلڪل نڪري وئي. پاڻ بلڪل سنجيده مزاج تي ويو. انديا، پاڪستان جي جنگ هن جي اندر ۾ وڏو انقلاب آندو.

سن 1972ع ۾ ڀٽي صاحب جي دور ۾ جيڪي 1400 آفيسر نوڪرين مان نڪتا، انهن ۾ هيءُ به شامل هو. ان ڪان پوءِ لندن هليو ويو ۽ وڃي اتي سروس ڪيائين. اجا به شايد زنده آهي. هن ڳالهه مان هڪ نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته پاڪستان جي قيام ۾ لکين مسلمانن جو خون، جدوجهد ۽ جذبو ڪارفرما آهي. سالار عزيز به سچيءَ دل سان پاڪستان جو حمايتي هو.

هڪ شخصيت جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. ٽئين سال ۾ طب جي قانون جو علم "Juris prudence" پڙهايو ويندو هو، جنهن جا ليڪچر سنڌي هندو ڊاڪٽر هرچنداڻي ڏيندو هو. هرچنداڻي سادو ۽ غريب طبعيت اشراف ماڻهو هو. پڙهائڻ جو ڍنگ به ڪونه ايندو هئس، پر پنهنجي طرفان بهتر تياري ڪري ايندو هو. رٽائر ٿيو، ته سوشل سيڪيورٽيءَ ۾ نوڪري ڪيائين. پوءِ جلدي گذاري ويو.

سندس گهر واري دادي ليلان تعليم کاتي ۾ مشهور آفيسرياڻي ٿي گذري آهي. سخت ايماندار، لائق، فائق ۽ شخصيت شناس آفيسرياڻي آهي. تعليم کاتي ۾ هيٺين ليول کان ترقيون ڪندي، ڊائريڪٽر جي عهدي تائين پهتي هئي. داديءَ کي ڪپي. ته پاڻ پنهنجون ياداشتون ۽ سوانح عمري لکي، جنهن ۾ سنڌ ۾ هندن جي حالات جي خبر پئجي سگهي. هن موقعي تي هڪ خاص ڳالهه ڏي توجهه ڇڪائڻ چاهيان ٿو.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته ڳوناٺي ليول تي ورهاست کان اڳ، سنڌي

هندن ۽ سنڌي مسلمانن جا تعلقات تمام خوشگوار هئا. هو هڪٻئي جي شادين غمين ۾ شريڪ ٿيندا هئا ۽ ڀاڙي ڀتيءَ جو خيال رکندا هئا. ائين محسوس نہ ٿيندو هو، تہ هنن جو مذهب ۽ ڌرم الڳ هو. تاريخ ۾ ڏسجي ٿو تہ هندن ۽ مسلمانن جا تعلقات مثالي هئا. ڪڏهن بہ ڪو قابل ذڪر جهيڙو فساد منجهن نہ ٿيو. حالانڪ سنڌ تي عربن کان پوءِ سومرن، سمن، ارغونن، ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن حڪومت ڪئي، پر هندو ڏکيا ڪونہ هئا. سيني حاڪمن جو مٿن هٿ هو. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ هندو وزير هئا ۽ عامل سڏبا هئا. خدا آبادي عامل پنهنجي شرافت، علميت ۽ حڪمت جي ڪري هند سنڌ ۾ مشهور هئا. ٻئي طرف ڪن ڪتابن جي مطالعي ۽ پاڪستان جي تاريخ تي لکيل ڪتابن مان معلوم ٿو ٿئي، تہ هندن سڄي هندستان اندر جنهن ۾ سنڌ بہ اچي وڃي ٿي، مسلمانن تي گهڻا ظلم ڪيا. خاص طور تي تعليمي، اقتصادي، معاشي ۽ سرڪاري نوڪرين ۽ تجارت ۾ مسلمانن جا دروازا بند ڪيا ويا. نتيجي ۾ مسلمان ڏينهون ڏينهن زبون حاليءَ جو شڪار ٿيندا رهيا. تعليم جي شرح مسلمانن ۾ تمام گهٽ هئي. سرڪاري نوڪرين ۾ پٽيوالن، ڪلارڪن، ماسترن يا تپيدارن کان مٿي نہ چڙهيا. تجارت ۾ تہ ڄڻ ڪو حصو ئي ڪونہ هون. مالي حيثيت ۾ کيسا خالي هئڻ باوجود وڏيرا عياشي ڪندا هئا ۽ عياشيءَ ۾ پنهنجون زمينون ۽ ملڪيتون هندن وٽ گروي رکي ڪنگال ٿيندا رهيا. جيئن تہ تعليمي، اقتصادي ۽ تجارتي معاملات ۾ هندن ۽ مسلمانن ۾ ايڏو خال هو، تنهن ڪري لامحالہ ان جي نتيجي ۾ اهو تصور اُڀريو تہ مسلمانن کي پنهنجو الڳ ملڪ هجڻ کپي، جنهن جي نتيجي ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو.

پير علي محمد راشديءَ جي ڪتاب "اهي ڏينهن اهي شينهن" جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي، تہ سنڌي هندن کي سنڌي مسلمانن ڏانهن ڪا همدردي ڪانہ هئي. هنن نہ ٿي چاهيو تہ سنڌي مسلمان، تعليم ۾ اڳتي اچن ۽ سياست، تجارت يا سرڪار جي انتظامي سرشتي ۾ پنهنجو حصو وٺي سگهن. راشدي جهڙا ٻيا بہ دانشور ۽ مصنف تي سگهن ٿا، جن جا ساڳيا خيال هجن.

سوال هيءُ آهي تہ جڏهن عام سنڌي مسلمان ۽ هندو پاڻ ۾ ڀائرن وانگر رهندا هئا، تہ پوءِ پڙهيل لکيل هندن ۾ مسلمان سنڌين لاءِ نفرت ڇو هئي؟ ۽ هنن واقعي ائين ڇو ٿي چاهيو تہ سنڌي مسلمان تعليم ۾ اڳتي نہ اچن ۽ جهالت

۾ رهن. جيڪڏهن ائين هو تہ اها تعصب جي ڳالهہ هئي ۽ انهي مان جواز پيدا ٿيو، تہ مسلمانن لاءِ الڳ ملڪ هجي.

هي ڳالهيون اهڙيون آهن، جن تي بهر صورت تحقيق ٿيڻ کپي تہ اصل حقيقت ڇا آهي؟ ڇا هندستان جي ورهاست مذهبي جذبن جي بنياد تي ناگزير هئي؟ ڇا سنڌ جهڙي امن پسند صوبي کي بہ پاڪستان جي حق ۾ قرارداد پاس ڪرڻ کپي ها؟ سنڌ پهريون صوبو هو، جنهن اها قرارداد پاس ڪئي. بلڪ ائين چئجي تہ عمارت جو پهريون پٿر رکيو. وري جي سن 1947ع کان پوءِ آيل مسلمانن ۽ سنڌ جي اصلوڪي رهاڪن ۾ لساني جهيڙا ٿيا، جي اڳتي هلي وڏي لساني تعصب جو ذريعو بڻيا، جن ۾ هزارين سنڌي لٽجي برباد ٿيا ۽ ڪيترائي شهيد ٿي ويا، تہ انهيءَ تناظر ۾ پاڪستان جي قيام ۾ سنڌ جو حصو هجڻ ڪيترائي سوال اٿاري ٿو.

هن موضوع تي گهڻا ڪتاب، ليک، تحريرون، تقريرون سنڌي يا هندي يا پاڪستاني عالمن ۽ مصنفن پاران آيون آهن. پر مون نہ ڏٺو تہ ڪنهن بہ سنڌي هندو جي ڪا تحرير آڏو آئي هجي. مون دادي ليلان جو نالو مٿي ورتو آهي. منهنجو عرض آهي تہ دادي ليلان ۽ ڪجهہ ٻيا سنڌي دانشور ۽ اديب جي اڃا سنڌ ۾ موجود آهن، مثلاً: ميرپورخاص جو ڪامريڊ روچيرام وڪيل، لاڙڪاڻي جو ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي ۽ ولي رام ولڀ وغيره. اهي ان موضوع تي قلم کڻن ۽ صحيح حقيقت کان سنڌي مسلمانن کي آگاهہ ڪن. آيا انهن ڳالهين ۾ حقيقت آهي، تہ سنڌي هندو، مسلمانن کي ڪمتر سمجهندا هئا. هن تحقيق جي ضرورت ان ڪري بہ آهي، جو اڄ نئين سنڌي نسل کي خبر نہ آهي، تہ حقيقتون ڇا هيون؟ سنڌي مسلمانن ۽ هندن جا تعلقات ڪيئن هئا؟ ۽ آيا انهي سياسي نفرت جو حل ورهاست هو يا ان جو ڪو ٻيو بہ متبادل طريقو هو؟ مٿين ڄاڻايل دانشورن جي غير جانبداريءَ ۽ منصف مزاجيءَ تي ڪنهن کي شڪ نہ هجڻ کپي. ڪامريڊ روچيرام کي آءٌ سڃاڻان، هو مذهبي مت ڀيد کان مٿاهون آهي. علم وارو آهي، قانوني معاملن کان واقف آهي، سچو ۽ بهادر آهي ۽ زندگيءَ جو وڏو تجربو اٿس. اهڙن ماڻهن جي لکيل تحريرن کي وڏي اهميت رهندي ۽ تاريخ ۾ انهيءَ انسان جي پنهنجي جاءِ هوندي.

ان کان سواءِ هندستان ۾ رهندڙ سنڌي اديبن کي بہ گهرجي تہ هو حقيقتن کي پڌرو ڪن. پنهنجي ڪوتاهين، خامين ۽ خوبين کي ظاهر ڪن. هيءَ تاريخ جي وڏي خدمت ٿيندي ۽ نئين نسل لاءِ وڏي ڄاڻ ۽ رهنمائي پڻ ملندي.

مون ميڊيڪل ڪاليج جي زماني کي اڌ ۾ ڇڏيو آهي. ان کي پورو ڪجي. هڪ مٿاڇرو احوال انهيءَ زماني جي ميڊيڪل تعليم جي حوالي سان لکجي. هڪ تہ ميڊيڪل ۾ پاس ٿيڻ لاءِ وڏي محنت ڪرڻي پوندي هئي. سفارش ڪانہ هلندي هئي، پروفيسر يا اسسٽنٽ پنهنجا ڪلاس باقاعدي وٺندا هئا ۽ ڪابہ اڻنگي هلت ڪير بہ برداشت نہ ڪندو هو. راندين، بحث ۽ مباحثن، ڪرڪيٽ، فوٽ بال جي راندين جي بہ همت افزائي ڪئي ويندي هئي. اسپتال ۾ صفائي سٿرائي ۽ باغباني تي توجهہ ڏنو ويندو هو. ڪيترا شاگرد ترڻ جي تلاءَ ڏي بہ ويندا هئا. نمازين لاءِ عاليشان مسجد هئي. نجيب خان هڪ هندستاني عالم کي خطيب مقرر ڪيو هو، جيڪو اسلام کي عقلي ۽ توجيهي تفصيلن سان بيان ڪندو هو. البتہ اهو دور سياسي وڳوڙ جو هو. هي ڳالهيون سن 1960ع کان سن 1968ع تائين جون آهن، جيڪو ايوب خان جي مارشل لا جو دور هو. سڄي پاڪستان ۾ جلسا جلوس ۽ احتجاج ٿيندا رهندا هئا. شاگرد بہ هڙتالون ڪندا رهندا هئا ۽ ڪاليج ڪجهہ ڏينهن لاءِ بند بہ ٿي ويندو هو. ڪجهہ ٻيا واقعا انهيءَ زماني جا لکجن ٿا.

ايم. بي. بي. ايس جي پهرين سال جو امتحان هلي رهيو هو. سال 1963ع ۾ پرچي هلندي نگران منهنجي ميز تي آيو ۽ جوابي پرچو گهريائين، ان تي ڪجهہ لکي واپس ڪيائين. ڇا ڏسان تہ لکيو پيو آهي تہ: Talking Found يعني ڳالهائيندي ڏنو ويو. آءٌ تہ حيران ٿي ويس تہ هي ڇا ٿيو. انهيءَ نوٽ لڳائڻ جو مقصد اهو ٿيو تہ ڄڻ آءٌ نقل ڪري رهيو هئس ۽ ان جي سزا تہ فيل ٿيڻ هو. سو آءٌ اٿي بينس مون نگران کي چيو تہ مون تہ ڪنهن سان بہ ڪونہ ڳالهايو ۽ توهان وڏي ڳالهہ لکي ويا آهيو. چيائين: "تنهنجي پنيان جيڪو ڇوڪرو ويٺو آهي، انهيءَ ۽ تو پاڻ ۾ ڳالهايو آهي."

هاڻي حقيقت هن ريت هئي تہ منهنجي پنيان مسٽر فضل ڪريم

ولد مرحوم شاهہ محمد تنيو وينو هو، جنهن مون کان مس گهري، چوتہ سندس پين مان مس ختم ٿي چڪي هئي. اها گفتگو ٻڌي فضل ڪريم اتي بينو ۽ نگران کي چيائين تہ مون هن کان فقط مس گهري هئي، پر جيڪڏهن توهان ان کي جرم سمجهو ٿا، تہ ان جو الزام مون تي اچي ٿو. منهنجي ڪاپيءَ تي پلي نوٽ هٽو، پر عبدالحليم جو ڪو ڏوهہ نہ آهي. هيءُ هوشيار ڇوڪر آهي ۽ هن جو بغير ڏوهہ جي Career خراب ٿي ويندو. نگران صاحب اها ڳالهہ نہ مڃي ۽ رمندو رهيو.

هاڻي قادر مطلق جي طاقت ڏسو، پرچو ٽن ڪلاڪن کان پوءِ ختم ٿيو، تہ مون مکيہ نگران پروفيسر غلام اسحاق سان سربستي ڳالهہ ڪئي. هو مون کي ذاتي طور تي بہ سڃاڻندو هو، سو مون کان منهنجو سيٽ نمبر وٺي دلجاءِ ڏنائين، تہ ڪجهہ ڪونہ ٿيندو. واقعي ٿيو بہ ائين، آءٌ ساليانى امتحان ۾ پاس ٿي ويس ۽ نگران جيڪي منفي جملا لکيا هئا، انهن جو ڪو اثر نہ نڪتو. منهنجي هن ڳالهہ ڪرڻ جو مقصد هيءُ آهي، تہ ڏسو ڪن ماڻهن ۾ ڪردار جي ڪيڏي بلندي آهي. فضل ڪريم ڏنو بہ پئي، تہ جيڪڏهن سندس ڪاپيءَ تي مضر جملا لکيا، تہ پاڻ فيل ٿي سگهي ٿو، تڏهن بہ برملا سچ ڳالهايائين ۽ نفعي نقصان جي پرواهہ نہ ڪيائين. ڊاڪٽر فضل ڪريم پوءِ لنڊن هليو ويو، جتي گذريل 35 سالن کان فيملي سميت رهي ٿو.

قصو مختصر- آخري سال جو امتحان ٿيو جنهن ۾ رب پاڪ ڪاميابي عطا فرمائي. باقي انهيءَ وقت ۾ ميڊيڪل ڪاليجن جو نظام ڪيئن هو، تعليم ۽ اخلاق تي ڪيترو توجهہ ڏبو هو، ڪهڙا اعليٰ تعليم يافتہ استاد هئا، سائنس ۽ طب جي دنيا ۾ عالمي اُفق تي ڪهڙا انقلاب آيا، انهن جو ذڪر مٿي ڪري چڪو آهيان.

هتي آءٌ ڪجهہ ان ڳالهہ تي روشني وجهندس تہ ان زماني ۾ ۽ اڄ پڻ ڊاڪٽرن ۽ پروفيسرن جو عام مريضن سان تعلق ڪهڙو هو ۽ آهي. سڀ هڪجهڙا نہ آهن ۽ نہ سڀني مريضن جا معاملا بہ هڪجهڙا آهن. افسوس سان چوڻو ٿو پوي، تہ غريب عوام ڊاڪٽرن جي رويي کان هميشہ شاڪي رهيو آهي، هنن جو رويو متڪبرانہ ۽ لاپرواهيءَ وارو

هونــدو آهــي. حالانڪــ مريــض ۽ ڊاڪتــر جــو رشــتو محبــت، عقيــدت ۽ قرابــت وارو هجــڻ کپـــي. ڊاڪتــر مريــض کـــي ڏســندو، ڪجهــ ٽيســٽون ۽ دوائـون لکــي ڏينــدو ۽ مريــض کــي فــارغ ڪــري ڇڏيندو. مريـض کـي پـوري دلجاءِ ورلـي ڪـا ٿئـي ٿـي. پـوءِ تـہ پيـو ڊاڪٽـر جــي ڪلينــڪ جـا چڪـر ڪـاٽيندو. سـرڪاري اسـپتالن جـو حـال تـہ اجـا بـہ بدتـر آهـي، جتـي هينئـر ڊاڪتـر مريضـن کـي ڏسـن ئـي ڪونـہ يـا تمـام گهـٽ ڏسـن ٿـا. سـرڪاري اسـپتالن جــو بوجهــ جونيئـر رجســٽرارن يـا اسســٽنٽ پروفيســرن تــي هونــدو آهــي، بيــا مســئلا ان کــان ســواءِ هونــدا آهــن. اســان جـــي ملــڪ جـــي پراڻــن حڪيمـن کـي ڏسـبو، تـہ انهـن جـو رويـو مرضـن سـان نهـايت بهتـر هونـدو هـو. پهريـن تـہ خيـر خيريـت معلـوم ڪنـدا، پـوءِ سـچو احـوال سربسـتو ونـدا، معـائنو ڪنـدا ۽ ان کـان پـوءِ دوا تجويـز ڪنـدا. ڪـي پراڻـا حڪيـم دوا يـا نسـخي تـي قـرآن شريــف جــي ڪــا آيــت دم ڪــري ڏينــدا. انهـيءَ جــو نتيجــو اهــو نـڪرنــدو هــو تــہ مريــض کــي اطمينــان بــہ ٿينــدو ۽ دلجــاءِ بـــہ ٿيندي هئـي. بـاقي شـفا تـہ رب تعـاليٰ جـي هـٿ ۾ آهـي، ڏئـي بـہ اهـو ٿـو ۽ لاهي بہ اهـو ٿـو.

ڊاڪٽرن وٽ ڪم گهٽ هوندو آهي. هر مريض کي هو گهٽ وقت ڏئي به نه ٿا سگهن. ان ڪري مريض ۽ ڊاڪٽر جي تعلقات ۾ هڪ خال پيدا ٿي ويو آهي. اها صورت حال صرف پاڪستان ۾ نه آهي، پر سڄيءَ دنيا ۾ آهي. گذريل 30 سالن کان مغرب ۾ اهو احساس اڀريو آهي ته آخر ڳالهه ڇا آهي؟ علاج جا نوان طريقا نڪتا آهن، نيون دوائون ميدان ۾ آيون آهن، ليبارٽرين ۾ جديد تحقيقون ۽ تشخيصون ٿينديون رهن ٿيون، پر مرض آهن، جي گهٽجڻ جو نالو ئي نه ٿا وٺن. نوان نوان مرض وجود ۾ پيا اچن ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته مريض کي اطمينان ڪونهي. اهي دانشور هاڻي انهيءَ ڳالهه تي پهتا آهن، ته جديد طريقه علاج ۾ مريض جي اعصابي، روحاني، ذهني، نفسياتي، مالي ۽ معاشرتي ضرورتن جو لحاظ نه ٿو رکيو وڃي ۽ هنن جي رسم و رواج، آداب کي ڪا اهميت حاصل نه آهي.

ڊاڪٽر هنن کي تجرباتي حيوانن طور استعمال ڪن ٿا. ڪين نسخو ته ملي ٿو، باقي ڪنهن ٻئي احساس ۽ جذبي جو قدر نه ٿو ڪيو وڃي. مريض نتيجي ۾ غير مطمئن رهجي ٿو وڃي ۽ مرض به اينگهه ٿو ڪائي. مغرب جا محقق چون ٿا ته طريقه علاج ۾ انقلابي تبديليون اچڻ کپن. مريضن جي رسم و رواج ڪلچر ۽ آداب کي تسليم ڪيو وڃي. ساڻن ڪجهه گهڙيون گهاريون وڃن. ڪين اهو احساس ڏيارجي ته ڊاڪٽر ۽ ٻيا طب سان لاڳو فرد سندس خيرخواهي ۽ چڱڀلائي چاهين ٿا ۽ ڪيس اهڙا اميد افزا جملا ٻڌايا وڃن، جن سان هن ۾ خود اعتمادي ۽ خود يقيني پيدا ٿئي. هن طريقه علاج کي مغرب ۾ Holistic approach يعني مڪمل ۽ جامع طريقه علاج سڏيو وڃي ٿو، جيڪو هاڻي مغرب ۽ آمريڪا جي اسپتالن ۾ آهستي آهستي عمل ۾ اچي رهيو آهي.

هن سڄي معاملي جو ڪارڻ ڇا آهي؟ ڇو مريضن ۽ ڊاڪٽرن جي وچ ۾ ايترو وڇوٽ آهي؟ مريض کي ڊاڪٽر لاءِ بد اعتمادي ڇو آهي؟ ڊاڪٽر مريض

ڪي پنهنجو ڇو نتو سمجهي؟ ڳالهہ هن ريت آهي تہ ٻي عالمي لڙائي ۽ پهرين عظيم جنگ ۾ هزارين ۽ لکين سپاهي ماريا ويا. لکن جي انگ ۾ قيد ڪيا ويا. سڄي يورپ ۽ آمريڪا ۾ وڏي پيماني تي نقل مڪاني ٿي. دنيا جو نقشو تهہ و بالا ٿي ويو. اسپتالون زخمين ۽ بيمارن سان پرجي ويون. ڊاڪٽر ۽ سائنسدان صرف ايترو ڪري سگهيا ٿي، جو مريضن جو سندن علامتن مطابق علاج ڪن ۽ کين جلد کان جلد پنهنجي پيرن تي بيهارين. ايترو وقت نہ هو جو مريض سان گهڻو ڳالهائجي يا خير خيريت معلوم ڪجي. ان ڪري طبي خدمت جو دائرو مريض جي حوالي سان اهو هو تہ ڪيس ڏسي دوا لکجي يا سرجري ڪجي. پوءِ اهو رويو ماڳهين روايت ٿي ويو. جڏهن مريضن جو انگ گهٽيو ۽ اسپتالن مان رش ختم ٿي، صحت جو معيار بهتر ٿيو، تہ بہ ڊاڪٽرن جو رويو مريضن سان اهوئي ساڳيو رهيو. ان ڪري مسئلو پنهنجي جاءِ تي رهجي ويو آهي. جيتوڻيڪ مغرب ۾ وڏي تبديلي اچي چڪي آهي. حل اهو آهي تہ عام مروج طريقہ علاج کي ڇڏي Holistic يعني جامع طريقو عمل ۾ آندو وڃي، جنهن ۾ مريض جي روحاني معاشرتي، اقتصادي ۽ ذهني، ۽ اخلاقي ضرورتن جو خيال رکيو وڃي.

بهرحال اهڙي سخت ناگوار ماحول ۾ بہ ڪيترا ڊاڪٽر هئا ۽ آهن، جن جو مريضن سان رويو تمام گهڻو ساراهہ جوڳو رهيو آهي. ڪيترا ڊاڪٽر تہ پنهنجي گهران پيسا ڏئي بہ غريب مريضن جو علاج ڪن ٿا. هنن سان چڱو وقت گذاريندا آهن ۽ سندن روحاني ۽ معاشرتي ضرورتن جو بہ خيال رکندا آهن. آءٌ سمجهان ٿو تہ هيءُ وقت آيو آهي، جو انهن مان ڪن جو ذڪر آءٌ هتي ڪريان.

اسان جي ڳوٺ جو ڊاڪٽر حاجي محمد علي ميمڻ ممبئيءَ مان L.C.P.S ڪري آيو ۽ سرڪاري ملازمت ۾ هو. تمام همدرد، هڏ ڏوکي ۽ غريب جو ساٿي هو. جڏهن بہ ڳوٺ ايندو هو تہ گهر ۾ سک سان نہ وهندو هو. ڪونہ ڪو مريض در تي بيٺو هوندو هئس. ماٺهو ڪيس مريض ڏيکارڻ لاءِ گهر بہ وٺي ويندا هئا. اجا هڪ مريض مان مس آجو ٿيندو هو تہ ٻيو سڏڻ ايندو هئس. ڳوٺ ۾ ڪنهن ڪان بہ في وغيره ڪونہ وٺندو هو ۽ ڪنهن کي موٽائيندو بہ ڪونہ هو. ائين ڪندي ڪندي اڌ رات جو گهر موٽندو هو. سندس پيءُ ان ڳالهہ تي ناراض ٿيندو هو، تہ سندس پٽ جيئن اچي ٿو تہ وڃيو مريضن سان

لڳي، گهر ۾ ويهي بہ ڪونہ ٿو. سو اڌ رات جو ڪيس سخت جملا چوندو هو. پوءِ ڊاڪٽر محمد عليءَ ماءُ کي عرض ڪيو. تہ امان توُن گهر جي دروازي کي اندران ڪڙو هٽي ڇڏيندي ڪر ۽ بابا کي ٻڌائي ڇڏيندي ڪر تہ محمد علي گهر اچي ويو آهي ۽ سمهيو پيو آهي. پاڻ ساڳيو 12 وڳي رات جو ايندو هو ۽ بوٽ لاهي هٿ ۾ ڪٺندو هو. متان ان جو آواز ٿئي. آهستي دروازو کڙڪائيندو، جنهن جو فقط سندس والده آواز ٻڌندي هئي ۽ انتظار ۾ هوندي هئي. پوءِ آهستي آهستي وڃي کٽ تي سمهي پوندو هو. اهو هو پنهنجي پيشي جو قدر ۽ مريضن جي خدمت جو جذبو.

ڊاڪٽر محمد عليءَ جو ننڍو ڀاءُ مرحوم علي اڪبر ميمڻ هو. جيڪو تعليم کاتي ۾ سب ڊويزن آفيسر هو. گهڻو ڪري هالا ۽ ٽنڊو محمد خان جي ڊويزن ۾ رهيو. بي حد خوش خلق، وڏو داناءُ، مرنجان مرنج، ڪچهريءَ جو ڪوڏيو هوندو هو. ميٽرڪ سنڌ مدرسي مان ڪئي هئائين. B.A عليڳڙه مان. پوءِ لوڪل بورڊ ۾ سپروائيزر ٿيو. جتان صوبائي تعليم کاتي ۾ آيو. وڏو ادبي ذوق هئس. پر لکيو گهٽ اٿس، عمر جي آخري حصي ۾ حج تي ويو اتان واپسيءَ تي وچ مشرق جو سفر ڪيائين. سندس سفرنامو "نواءِ سنڌ" اخبار ۾ روزانو شايع ٿيندو هو. جيڪو سنڌ جا ماڻهو وڏي دلچسپيءَ سان پڙهندا هئا. سندس چوئياري مشهور هئي، پاڻ خود انهيءَ ياريءَ جو روح روان هو.

ٻيو يار ٽنڊي ولي محمد جو مرحوم حسن علي ميمڻ هو. ٽيون هالن پراڻن جو حاجي گل محمد ميمڻ ۽ چوٿون مرحوم ميان لطف الله پٺي. انهن ڏينهن ۾ هفتيوار موڪل آچر تي هوندي هئي. علي اڪبر مرحوم ۽ حاجي گل محمد گڏجي ڳوٺ ايندا هئا ۽ سومر جي ڏينهن صبح جو روانا ٿي ويندا هئا. علي اڪبر مرحوم کي ٻنهنجي استادن لاءِ گهڻي عزت هئي.

ڊاڪٽر محمد عليءَ کان پوءِ جنهن ڊاڪٽر کي وڏ ۾ وڏ مريضن سان همدرد ڏٺو ويو، اهو ميرپورخاص جو ڊاڪٽر ڊريگو هو. ڊريگو گووا جو وينل هو. سندس چاچو سن 1933ع ۾ ميرپورخاص ۾ سول سرجن ٿي آيو. ڊريگو بہ تازو گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج ممبئيءَ مان ايم. بي. بي. ايس پاس ڪري آيو هو ۽ اچي ميرپورخاص ۾ خانگي اسپتال کڏيائين. اسپتال جو مقصد فقط مريضن جي خدمت هو. ٿر جا ماڻهو مفلس، قلاش ۽ دائمي بيمار رهندڙ هئا

ڊاڪٽر ڊريگو هنن جي سني مدد ڪندو هو. سوين ميل انن تي سواري ڪري، ٿر جي پِٽُن ۾ پيو گهمندو هو ۽ مريضن جو مفت علاج ڪندو هو. هي سندس جوانيءَ جا ڏينهن هئا. سفر ڪيس ٿڪائيندو نه هو، وقت گذرڻ سان گڏوگڏ سندس نالو سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور ٿي ويو. پاڻ چوندو هو ته سنڌ ۾ ڪا جاءِ خالي نه آهي، جتي آءٌ نه ويو هجان. مون پڇيو مانس ته پلا، هالا ويا هئا ته جواب ۾ چيائين ته ها. هالا بہ ويو هئس، سماجي ۽ حفظان صحت جي پروگرامن ۾ بہ حصو وٺندو هو. ڪوبہ سيمينار ۽ ورڪشاپ ڊريگو کان سواءِ نامڪمل هو. هي سندس خدمتون پاڪستان ٺهڻ کان اڳ جون آهن. پاڪستان ٺهيو ته مهاجرن جا قافلا آيا. پاڻ چوندو هو، ته مهاجر آيا ته منجهن ٽي. بي، مليريا، ٽائفائڊ ۽ پيچش جهڙا مرض عام هئا. پاڻ انهن خلاف سخت ڪاوش ڪيائين. ڪيمپون هٽي، علاج ڪيائين. هر ڳوٺ ۾ مريضن تائين پهتو. تقريرن ۽ جلسن ذريعي عوام کي بيمارين خلاف مدافعت جي ضرورت سمجهايائين. سندس اهي خدمتون آخر عمر تائين جاري رهيون. مون وٽ سول اسپتال ميرپورخاص ۾ گاهي بہ گاهي ايندو هو،جنهن کي آءٌ پاڻ تي رب جي رحمت سمجهان ٿو. روم جي ڪليسا سن 1950ع ۾ ڪيس سرداري Knight hood جو خطاب ڏنو. چوته هن ورهاست وقت مهاجرن جي وڏي خدمت ڪئي هئي. پر پاڻ ڪڏهن بہ پاڻ کي نائيٽ نہ سڏايو ۽ نہ Sir لکايو. پوپ جي ڏنل فرمان مطابق سندس پورو نالو رائيٽ آنربل سر ڊاڪٽر ڊريگو هو. پر پاڻ مخلوق جي خدمت کي ترجيح ڏنائين ۽ مشهوري کان پاسو ڪيائين. ڊاڪٽر ڊريگو 84 سالن جي عمر ۾ بہ ٿي سال اڳ گذاري ويو آهي.

ٿر جي پاسي جو ڊاڪٽر هرچند راءِ بہ تمام همدرد ۽ فقيرتن ڊاڪٽر آهي. پنهنجي اسپتال منيءَ ۾ اٿس. مون جڏهن ڪيس پهريون دفعو ڏٺو ته سمجهيم ته ڪو وڏو عالم آهي. اڇو پهراڻ، اڇو پٽڪو، وڏي اڇي سونهاري ۽ ٿلهن شيشن سان نظر جي عينڪ. صرف ڌوتيءَ مان خبر پئي ٿي، ته هندو آهي. وڏو ڄاڻو ۽ پراڻو تجربيڪار ڊاڪٽر آهي. ٿر ۾ بيمارين جو تہ ماهر ڊاڪٽر آهي. وري اصول وارو اهڙو آهي، جو هر ڪنهن کي نمبر سان ڏسندو، ڪيڏو بہ وڏو ماڻهو هوندو، تہ ان کي لائن ۾ وهڻو پوندو ۽ پنهنجي واري جو انتظار ڪرڻو پوندو. نانگن ۽ بلائن جي مختلف قسمن زهرن ۽ انهن جي علاج تي

اتارتي آهي. آءٌ جڏهن سن 1997ع ۾ لياقت اسپتال ۾ ايم. ايس هئس، تہ اسان
کيس نانگ جي زهر ۽ ان جي علاج تي ٽيندڙ سيمينار ۾ گهرايو هو، جتي اڌ
انگريزيءَ ۾ تہ اڌ سنڌيءَ ۾ ليڪچر ڏنائين. 100 کن بلائن ۽ نانگن جا نالا
يڪساهي ونئي ويو.

حيدرآباد جو ڊاڪٽر عين الدين بہ نيڪ نام ڊاڪٽرن ۾ شمار ٿئي ٿو.
چوٽڪي گهٽي ۾ اسپتال هئس، جتي ٻارن جو علاج ڪندو هو. هٽ ۾ گهٽي
شفا هئس، وري غريبن جو هڏ ڏوکي همدرد ڊاڪٽر هو. في بہ معمولي وٺندو
هو. نمازي، متقي ۽ پرهيزگار هو. عمر 90 سالن کان متي اٿس، آخري عمر ۾
پشاور لڏي ويو آهي، جتي سندس نياڻي آهي.

سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورالاجي ڪراچيءَ جو چيئرمين پروفيسر
اديب الحسن رضوي هڪ بيو نيڪ انسان آهي. هن کي پيسي سان دلچسپي
نہ آهي. ڪوشش اها ڪندو آهي تہ سندس اداري کي وڌ ۾ وڌ عطيا ملن.
سندس اسپتالن ۾ 400 کن بسترا آهن، جتي گردن جي مريضن جو علاج مفت
ٿئي ٿو. وڏيون ۽ ڏکيون آپريشنون بہ ٿين ٿيون، سڄي ايشيا مان مريض
علاج لاءِ اچن ٿا. پاڻ رايل ڪاليج لنڊن ۽ ايڊنبرا جو ممتحن آهي ۽ ڪيترن
بين الاقوامي ميڊيڪل يونيورسٽين جو ڊائريڪٽر بہ آهي. پاڻ ٻڌايائين تہ
سندس اداري ۾ مريضن کان علاج لاءِ ڪوبہ پيسو نہ ٿو ورتو وڃي ۽ گردي جي
منتقليءَ جي مريض تي 80 کان 90 هزار رپيا خرچ اچي ٿو. جيڪا رقم عطيات
۽ چندن مان پوري ٿئي ٿي. پروفيسر اديب الحسن پنهنجي اداري ۽ مريضن
سان لازوال محبت ڪندڙ آهي. رات جو اسپتال جي هڪ ڪمري ۾ ننڍي کٽ
تي سمهي رهندو آهي. نہ تہ سڄو ڏينهن ۽ رات پيو وارڊ ۾ ڦرندو آهي. سندس
ٽيم بہ اهڙن ئي خدمتگذار انسانن تي مشتمل آهي. بہ ٽي سال اڳ پراڻي
عمارت سان لڳولڳ هڪ چار منزلہ جديد بلڊنگ ٺهرائي اٿس، جنهن ۾
انسٽيٽوٽ جو توسيعي حصو قائم ڪيو اٿس. هن بلڊنگ جي ڇت تي هيلي
پيڊ بہ آهي، جتان هيليڪاپٽر مريضن کي کڻي اچي لهي سگهن ٿا. مطلب تہ
ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ هيءَ وڏي سهوليت آهي. سڄي پاڪستان مان مريض
علاج لاءِ اچن ٿا. سنڌ مان بہ هزارن جي تعداد ۾ مريض ڀهراڙين کان اچن ٿا.
اديب الحسن هنن سيني جون دعائون پيو کٽي.

نئين بلڊنگ جي باري ۾ هڪ عجيب حيرت انگيز واقعو مون کي ٻڌايائين. هن بلڊنگ جي تعمير جو تخمينو 25 ڪروڙ رپيا ڪن هو. ان لاءِ چندو ڪپندو هو. ديوان فاروق گروپ وارن سان اديب الحسن جو رشتو هو، سو ساڻن ذڪر ڪيائين. سيٺ پڇيس تہ خرچ ڪيترو ايندو. تہ پاڻ لحاظ خاطر چيائين تہ توهان ڏهہ لک رپيا عطيو ڏيو. سيٺ صاحب کي اها ڳالهہ اعتبار ۾ نہ آئي. سوچيائين تہ هيڏي وڏي عمارت ڏهن لکن ۾ ڪانہ نهندي. سو، چيائين مهرباني ڪري صحيح ڳالهہ ٻڌايو. اديب الحسن چيو تہ مون ڪيس سچو جواب ڏنو تہ اصل تخمينو 25 ڪروڙ رپين جو آهي. پاڻ فوراً چيائين تہ اهو سمورو خرچ آءٌ ڏيندس، توهان انشاء الله سياڻي فلاڻي تائيم تي پنهنجي اسسٽنٽ پروفيسر انور نقويءَ کي موڪليو تہ اچي چيڪ وٺي وڃي. اديب الحسن چوي ٿو تہ مون ڪيس عرض ڪيو تہ تڪڙ ڪانهي، انور توهان وٽ پوءِ بہ اچي سگهي ٿو، پر پاڻ اصرار ڪيائين تہ سياڻي ئي اچي. ٻئي ڏينهن تي انور نقوي وڃي 25 ڪروڙ رپين جو چيڪ وٺي آيو. هاڻي قدرت جا ڪم ڏسو، ٽئي ڏينهن تي سيٺ صاحب کي اسلام آباد وڃڻو هو. ڪنهن انڪم ٽيڪس ميٽنگ جي سلسلي ۾، اتي کيس اوچتو دل جو دورو پيو ۽ اسپتال پهچڻ کان اڳ ڏٽيءَ در دم حوالي ڪيائين. اديب الحسن کي هڪ وڳي تائين خبر پئي تہ ديوان صاحب دنيا ڇڏي ويو.

رب تعاليٰ کي هڪ چڱو ڪم ديوان صاحب جي هٿان ڪرائڻو هو. کيس اڳواٽ ڪڙڪ پئجي وئي هئي، جو اصرار ڪيائين تہ چيڪ سياڻي ئي وٺو. خبر نہ آهي، تہ پرينهن ofter tomorrow day تائين مهلت ملي يا نہ ملي. ڏٽي پنهنجون حڪمتون پاڻ ڄاڻي ٿو.

ٻيا بہ گهڻا نيڪ نام ۽ خدمتگذار ڊاڪٽر سنڌ ۾ ٿيا هوندا. انهيءَ ڳالهہ جو اعتراف آهي، پر چند نيڪ نامن جو اجا ذڪر ڪجي.

لياقت ميڊيڪل ڪاليج جو پروفيسر اسلم گهلو ڦوهہ جوانيءَ ۾ موڪلائي ويو. وڏو خوش خلق درياء دل، رفتار ۽ گفتار جو غازي همدرد انسان هو، سندس هٿ ۾ فنڪاري هئي. هڏين جو مشهور سرجن هو ۽ آپريشن ۾، ڪانئس ڪا غلطي رهجي نہ ٿيندي هئي. دل جي باءِ پاس آپريشن آمريڪا مان ڪجهہ سال اڳ ڪرائي آيو هو. وري تڪليف ٿيس، پوءِ ڪجهہ مرض جي شدت ۽ ڪجهہ ڊاڪٽرن جي اٽڪلاٽائي ۾ آخري آپريشن ڪامياب نہ ٿيڻ تي دم

ڏٺيءَ حوالي ڪيائين.

پروفيسر حسين لغاري هاڻي رٽائر ڪيو آهي. هيءُ بہ خدمتگذار ڊاڪٽرن مان آهي، پيسي جي لالچ کانسواءِ اتس ۽ سرجريءَ ۾ هٿ بہ سٺو اٿس. سول اسپتال ۾ جڏهن بہ ايمرجنسي ٿيندي هئي ۽ زخمين کي آپريشن ٿيئٽرن ۾ آندو ويندو هو، تہ هيءُ پهريون سرجن هو، جو پاڻمرادو گولين جا آواز ٻڌي سڌو آپريشن ٿيئٽر ۾ پهچي ويندو هو. ڪيس جنهن ڌاڙيل ڪنيو ۽ اڍائي مهينا جهنگلن ۾ رکيو، انهيءَ جو خود هن علاج ڪيو هو، پر نيڪيءَ جو جواب بديءَ ۾ مليس.

ڊاڪٽر سڄڻ ميمڻ بہ غريب پروريءَ جي ڪري، سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور آهي. سندس ڪلينڪ تي ڀهراڙيءَ جي سنڌي مريضن جو وڏو انگ هميشہ وينل هوندو آهي. هٿ ۾ شفا بہ اٿس ۽ اخلاق بہ اعليٰ اٿس.

ڊاڪٽر احمد حسين چوڌري سانگهڙ جي پاسي جو هو. سن 1973ع ۾ ڀُٽي صاحب 1400 آفيسرن ۾ هن کي بہ ڪڍي ڇڏيو. پاڻ تمام ايماندار آفيسر ۽ سخت منتظم هو. نوڪريءَ مان نڪرڻ وقت سنڌ صحت کاتي ۾ ڊائريڪٽر هو. سنڌ ۾ مختلف اسپتالن ۾ سول سرجن تي رهيو، جهڙوڪ: ميرپورخاص، لاڙڪاڻو، نوابشاهہ، جيڪب آباد وغيره. وڏو زميندار بہ هو ۽ پنهنجا خانداني ۽ ذاتي حالات بہ قلمبند ڪيا هئائين. پنجاب جا آبادگار سنڌ ۾ بيراجن کلڻ کان پوءِ آيا ۽ سندن پنجاب مان سنڌ آڻڻ ۾ انگريزن جو وڏو هٿ هو. انگريزن جو مقصد هو، تہ پنجاب ڄاڪاڻ تہ زراعت ۾ سنڌ کان اڳتي آهي، ان ڪري پنجاب جا آبادگار سنڌ ۾ اچن ۽ سنڌ جي ماڻهن کي پوک جا طريقا سيکارين. احمد حسين جي ننڍي ڪتابچي ۾ انهيءَ موضوع تي وڏو مواد آهي. ڪيس ريونيو بورڊ ۾گهرايو ويو ۽ پڇيائونس تہ توکي ڇو ڪڍيو ويو آهي؟ پاڻ جواب ڏنائين تہ بظاهر مون کي ڪا بہ خبر ڪانهي. ڀُٽي صاحب کي خبر هوندي، جنهن جي پيءُ سان منهنجا دوستانا تعلقات هئا. بهرحال بورڊ ڪيس ٻيهر نوڪريءَ تي بحال ڪيو. پر پاڻ فقط هڪ ڏينهن نوڪري ڪيائين، ان لاءِ تہ پينشن يا گريجوئٽي ملي سگهي. انهيءَ کان پوءِ استعيفا ڏنائين. ڊاڪٽر احمد حسين چوڌري ايماندار، خدا ترس، سچار ۽ غير متعصب انسانُ هو. سندس عمر 82 سال ٿي ۽ لطيف آباد نمبر ڇهين ۾ پنهنجي گهر ۾ گذاري ويو.

هاڻي هتي ڪجهه وقت لاءِ ميڊيڪل تعليم ۽ ڊاڪٽرن جي ڳالهين ڪي چڏي، ڪجهه ٻيون به ڳالهيون ڪجن. سن 1963ع ۾ اوير پاڪستان مان ميڊيڪل جي شاگردن جو هڪ وفد چار شوري مطالعاتي دوري تي آيو. ساڻن ڪچهريون ٿيون ته خبر پئي ته هنن کي اولهه پاڪستان وارن کان گهڻيون شڪايتون هيون. مثلاً: اقتصادي طور پوئتي هجڻ، نوڪرين ۾ گهٽ تعداد، فوج ۾ نالي ماتر وجود، اقتصاديات ۽ واپار ۾ وڏي ناانصافي، اوير پاڪستان جي قدرتي شين جي ملڪيت جو حق پنجاب وارن کي هجڻ. هو سياسي طور ڪافي سجاڳ هئا ۽ بحث ۾ اسان جو ساڻن مقابلو ڪونه هو. هي زمانو سن 1963ع جو آهي، يعني بنگلا ديش نهڻ کان اٺ سال اڳ. افسوس جو اختيار جي صاحبن انهن حقيقتن جو جائزو نه ورتو ۽ نه اهڙا اپاءَ ورتائون، جنهن مان عدم برابريءَ جو احساس ختم ٿئي ها. حالتون ڏينهون ڏينهن خراب ٿينديون ويون. نيٺ سن 1971ع ۾ اوير پاڪستان ڌار ٿي ويو ۽ نتيجي ۾ بنگلا ديش ٿيو.

سن 1963ع ۾ ٻيو وڏو واقعو آمريڪا جي صدر جان ڪينيڊي جو قتل هو، جنهن سڄي دنيا کي ترٿلي ۾ آڻي ڇڏيو. ڪافي تحقيقاتي ڪميشنون ٿيون، ڪن جانسن تي الزام هنيو، ڪن روس تي، ته ڪن ڪوريا تي. آخري ڳالهه اتي بيٺي، ته اهو ڪم ڪيوبا جي صدر فيڊرل ڪاسترو طرفان ڪرايل هو. سن1986ع ۾ جڏهن آءٌ آمريڪا ويس ته مون اها جاءِ وڃي ڏٺي، جتي ڪينيڊي کي گولي هڻڻي وئي هئي ۽ اها چار منزله جڳهه به ڏٺم، جنهن جي چوٿين ماڙ جي دري مان لي هاروي اوسوالڊ نالي هڪ شخص فائر ڪري ڪينيڊي کي قتل ڪيو. انهيءَ ساڳي روڊ تي ڪجهه اڳيان ڪاٺ جي اها ڪيبن نهيل آهي؛ جيڪا يورپ مان اوائلي لڏي آيلن ڊلاس ۾ ناهي هئي. اڳتي هلي واشنگٽن ۾ آرلنگٽن قبرستان ۾ ڪينيڊي جي قبر به ڏٺي سون، جتي 24 ڪلاڪ ٻتي ٻري ٿي. هن قبرستان ۾ ويٽنام ۾ مري ويل سپاهين جا نالا ڪاري سنگ مرمر جي بورڊن تي لکيل آهن.

لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ هڪ فلسطيني عرب نوجوان ابراهيم رباح بہ اچي داخلا ورتي. هن کي پاڪستان حڪومت کان اسڪالرشپ ملندي هئي. هيءُ فلسطين جي شهر رمله جو وينل هو. پر ٻين عربن وانگر يهودين جي ظلمن کان مجبور تي، لبنان ڏي هجرت ڪري آيو هو. سندس مائٽ اتي رهندا هئا. لبنان مان ڇام شوري آيو. شڪل ۾ انگريزن جهڙو ڳاڙهو، حد کان گهڻو شرارتي، چرچائي ۽ بهادر هو. پر پڙهائيءَ ۾ ايتري محنت ڪانہ پڄندي هئس. گهمندو ڦرندو گهڻو هو. پاڻ سان گڏ "عود" نالي هڪ عربي سرندو آندو هئائين، جنهن کي رات جو وڄائيندو هو ۽ ڏاڍا مزيدار سر ڪڍندو هو. سياست تي بہ گهڻو بحث ڪري سگهندو هو. سندس ڪجهہ اکر مون کي اڄ بہ ياد آهن. چوندو هو تہ فلسطين کي آخرڪار يهودين کان آزاد ٿيڻو آهي، چاهي اهو اسان جي زندگيءَ ۾ ٿئي يا اسان کان پوءِ، ڇوتہ فلسطينين جو اهو اٽل ارادو آهي. ڊاڪٽر ابراهيم رباح جا اهي اکر اڄا تائين صحيح ثابت نہ ٿيا آهن. فلسطينين انهيءَ دوران وڏا ظلم برداشت ڪيا آهن. اڳتي ڇا ٿيندو؟ اها خدا کي خبر آهي.

سن 1965ع جي آگسٽ ۾ مون ۽ رباح پروگرام ٺاهيو تہ ملڪ جا اتر وارا علائقا ڏسجن. پاڻ هر سال ويندو هو، پر منهنجو پهريون موقعو هو. ريل رستي راولپنڊيءَ پهتاسين. پوءِ اتي اسٽيشن تي ڪمرو ورتوسين. ان کان پوءِ اسلام آباد کان ٿيندي، ڪوهہ مريءَ پهتاسين. اڄا ڪوهہ مريءَ جا پهاڙي رستا ايترا ويڪرا نہ نهيا هئا ۽ ڏاڍو خوف پئي ٿيو. اوچتو موسم بدلجي وئي. ٿڌي هوا درين مان اندر اچڻ لڳي. وڏا ڊگها ۽ گهاٽا وڻ ڏناسين، جيڪي سڄي سفر ۾ گڏ هئا. سيني کي خبر آهي تہ مري پهاڙين تي انگريزن جو نهرايل شهر آهي، ان وقت هوٽل بہ گهڻا هئا، جيئن: لارڊز، سامز ۽ فيلينز وغيرهہ. رات جو عورتن ۽ مردن جي گڏيل ڊانس ٿيندي هئي. دڪانن تي هٽ جا هنر، اوني سئيٽر، ڪنبل، ٽوپيون ۽ جبل ۾ هلڻ جون لٺيون وغيره ملنديون هيون. مريءَ

جي هوا فرحت بخش، ٿڌي ۽ باغات تمام گهڻي هئي. سج سويرو ئي جبلن جي پنيان هليو ويندو هو ۽ اونداهي ڇانئجي ويندي هئي، پوءِ بجلي جا بلب ۽ لائيٽون روشن ٿينديون هيون. اڌ رات تائين مال روڊ تي ڇهل پهل ٿيندي رهندي هئي. گهڻا سياح پنجاب جا، ٻي نمبر تي سرحد جا ۽ ٿورا سنڌ جا هوندا هئا. مريءَ ۾ ٻه ٽي راتيون گذاري نٿياگليءَ وياسين. مري ۽ نٿياگليءَ جو وچ وارو رستو ڏاڍو خطرناڪ هو، پر خوبصورتيءَ ۾ نٿياگلي، مريءَ کان وڌيڪ هئي. جيتوڻيڪ ننڍو ڳوٺ هو، اتي گورنر هائوس به ڏٺوسين، جيڪو اڳ ۾ ئي فلمن ۾ ڏسي چڪا هئاسين. هر قسم جا ننڍا وڏا وڻ جن جا نالا ڪتابن ۾ پڙهيا هئاسين، اهي اتي ڏٺاسين، جهڙوڪ: صنوبر، زيتون، انجير، پائين وغيره. جهنگلي ميوو به گهڻو هو ۽ مفت ۾ هو جهڙوڪ: انجير، آلو بخارا، صوف، اڪروٽ، زيتون وغيره. نٿياگلي ۾ گولف گول راند جو ميدان هو، جيڪو سڄو سرسبز هو. ان جي جاءِ تي هاڻي هوٽل پرل ڪانٽيننٽل نهيل آهي. اسان پوءِ اندر ٻيلن ۾ پنڌ ڪرڻ نڪتاسين. زمين جو ڪوبه ٽڪرو ساوڪ کان خالي نه هو. ڪٿي ماڻهو مالوند مينهن، ڳئُون ۽ رِڍُن جا ڌڻ وڻن چاريندا پئي ويا. زمين تي جنت جو نظارو هو. ائين پنڌ ڪندي وڃي خانپوره پهتاسين، جنهن کي هاڻي ايوب خان جي نالي پويان "ايوبيه" تا سڏين. اتي چيئر لفٽ ڏٺي سون. پئٽرياتا ۾ وڏي لفٽ گهڻو پوءِ لڳي. شام جو وري جهنگن مان ٿيندا، پنهنجي ماڳ پهتاسين.

ٻئي ڏينهن تي اسين بس جي رستي نٿياگلي کان ايبٽ آباد روانا ٿياسين. پهرين ته رستو ورن وڪڙن وانگر هو، پوءِ جڏهن مٿاڇري تي آيو ته ڏاڍو خوبصورت ٿي پيو. رستي جي ٻنهي پاسن کان وڏا وڻ هئا ۽ هوا به خوشگوار هئي. هيءُ رستو پاڪستان جي خوبصورت ترين رستن مان ليکيو وڃي ٿو. ايبٽ آباد انهيءَ زماني ۾ صاف سٿرو هموار شهر هو، اتي ڪاڪول جي مليٽري اڪيڊمي ڏٺي سون ۽ شملا پهاڙي تي به چڙهياسين. اصل شملا ڪوه هماليا جي دامن ۾ آهي. هاڻي اسان ڪاغان واديءَ ڏي وڃڻ جو ارادو ڪيو. ڪاغان جا پهاڙ 16000 فوٽن جي بلندي تي آهن، اسين پهرين بس ذريعي مانسره پهتاسين، جيڪو تعلقي هيڊ ڪوارٽر آهي ۽ ڪنهار ندي جي ٻنهي ڪپن تي آهي. صاف سٿرو ۽ خوبصورت شهر آهي. اتان پوءِ جبلن تان

Hiking كندي 10000 فوٽن جي بلنديءَ تي ڪنڊ بنگلي تي پهتاسين، جيڪو سرسبز ننڍو ڳوٺ آهي. انگريزن جو نهرايل هڪ پراڻو بنگلو آهي، جنهن ۾ هڪ انگريز فيملي اڳ ۾ ترسيل هئي. رات اتي رهياسين. ٻئي ڏينهن صبح جو مقامي ماڻهو سونهون ڪري ڪنيوسين، جنهن اڇي اسان کي هيٺ بالاڪوٽ جي شهر ۾ لاٿو. بالاڪوٽ بہ ڪنهار نديءَ جي ڪناري تي آهي، پر ڪافي هيناهين تي آهي. ان ڏينهن سخت گرمي هئي. بالاڪوٽ ۾ حضرت شاھ احمد شهيد ۽ شاھ اسماعيل شهيد جون قبرون آهن، جيڪي سکن سان جهاد ۾ شهيد ٿي ويا هئا. شاھ احمد جو لاش تہ غائب ٿي ويو، ان جي علامتي قبر آهي، پر شاھ اسماعيل جي قبر موجود آهي.

بالاڪوٽ کان اڳتي ڪاغان تائين رستو جابلو آهي ۽ سخت خطرناڪ آهي، جتي سواءِ فور ويل ڊرائيو جي ٻي بس يا گاڏي نہ ٿي وڃي سگهي. مسٽر انور نالي هڪ دلنواز شخص بالاڪوٽ ۾ R.T.C جو مئنيجر هو. ان جيپ ڪرائي ڏني، جنهن تي چڙهي ڌڪا ٿاٻا کائي ڪوائيءَ ۾ پهتاسين. ريسٽ روم ۾ مرغي نهرائيسين ۽ منجهند جي ماني ٿي، ان کان پوءِ اڃا بہ اوچائيءَ تي 'شگران' نالي هڪ جڳهہ تي پهتاسين، جتي تہ بلڪل جنت جو نظارو هو. اتي هڪ زرعي تحقيقاتي فارم سئينڊوز ڪمپني طرفان قائم ڪيل هو، جتي ٻوٽي "Podophylum" جي پوک ٿيندي هئي. هيءُ هڪ تجرباتي ٻوٽو هو، جنهن لاءِ اندازو هو، تہ ڪينسر جي علاج ۾ ڪم ايندو. تحقيق جو بهرحال ڪو نتيجو نہ نڪتو ۽ پوءِ شايد اهو فارم بند ٿي ويو. ان کان پوءِ 'ناران' تائين پهتاسين ۽ سدا بهار ڍنڍ "سيف الملوڪ" ڏٺي سين، جنهن لاءِ اهو چوندا هئا، تہ رات جو هتي پريون اچي ٿيون. جبلن جي وچ ۾ اوچائيءَ تي هيءَ ڍنڍ خوبصورت نظارو پيش ڪري ٿي. ان کان پوءِ اسان واپس آياسين. ڇوتہ اسان جو ٽوئر فقط 15 ڏينهن لاءِ هو، اڳتي وڃون ها تہ بابو سر پاس ۽ پٽا ڪنڍي کان ٿيندي گلگت پهچون ها. واپسيءَ ۾ ڳڙهي حبيب الله کان ٿيندي مظفر آباد آياسين، جتي پاڪستاني فوجي ٽرڪن جا وڏا قافلا ويندي ڏٺاسين. خبر پئي تہ هندستان - پاڪستان جي سرحد تي ڇڪتاڻ جي صورتحال آهي. واقعي 14-15 ڏينهن کان پوءِ 6- سيپٽمبر سن 1965ع واري وڏي جنگ لڳي. مظفر آباد کان واپس راولپنڊي ۽ خيبر ميل رستي رات جو حيدرآباد واپس پهتاسين. ان کان

پوءِ سگهوئي ابراهيم رباح جو ڪن شاگردن سان جهيڙو ٿي پيو. ان ڪري ڪرنل نجيب جي لکڻ تي ڪيس لياقت ميڊيڪل ڪاليج مان خارج ڪري لاهور جي ڪنگ ايڊروڊ ڪاليج ۾ داخل ڪيو ويو. ان کان پوءِ منهنجو ساڻس رابطو ختم ٿي ويو.

سن 1977ع ۾ آءٌ گورنمينٽ ڊسپنري لطيف آباد ۾ وينو هئس، تہ فون جي گهنٽي وڳي، فون کنيم تہ ٻي طرفان السلام عليڪم جو آواز آيو. مون سڃاتو تہ هيءُ آواز ابراهيم رباح جو آهي. پاڻ چيائين تہ آءٌ صدر ۾ ڊاڪٽر نظام شيخ جي اسپتال ۾ وينو آهيان. مون کي اچي ڪٽي وڃ. آءٌ ويس ۽ ڪيس ڪٺي آيس. منجهند جو وقت هو، ماني گڏجي کاڌي سون، مون کي چيائين، تہ مون کي الرازي هاسٽل چام شورو ۾ وني هل تہ آءٌ پنهنجون يادگيريون تازيون ڪريان. آءٌ ڪيس ڪار ۾ الرازي هاسٽل چام شوري ۾ ڪٺي آيس. جتي هلي انهيءَ وڻ هيٺ ويناسين، جتي شاگرديءَ جي زماني ۾ ڪينٽين مان چانهہ گهرائي پيئندا هئاسين. درحقيقت ايترن سالن ۾ مون بہ وري الرازي هال جو رخ نہ ڪيو هو. پر اهو ڏسي ڏک ٿيو تہ سڄو هال اجڙي چڪو هو. لان ۾ ساوڪ ڪانہ هئي، ڪيترا وڻ غائب هئا يا وڍيا ويا هئا. صفائي بہ ڪانہ هئي. وري سوئمنگ پول ۾ آياسين، تہ اتي بہ تلاءُ خشڪ هو. صفائي بہ ڪانہ هئي. سخت افسوس ٿيو ۽ نجيب خان جو زمانو ياد آيو. بهرحال حيدرآباد پهچي مون کان موڪلاياٿين.

وري آخري ۽ ٽيون دفعو ساڻس ملاقات سن 1985ع ۾ اسلام آباد ۾ ٿي، جتي هن پنهنجي ڪلينڪ قائم ڪئي هئي. سندس چوڻ هو تہ انهيءَ وچ ۾ هن قاهره مان سرجريءَ ۾ ايم. ايس. سي پاس ڪئي هئي. گهر ۾ آپريشن ٿئيٽر بہ هئس، باقي مريض ڪونہ ڏٺاسين. البتہ سعودي عرب ۽ ٻين ملڪن جا سفارت خانا ڪيس اميدوار طبي چڪاس لاءِ موڪليندا هئا، جن کي روزگار سانگي انهن ملڪن ۾ وڃڻو هو. ان کان پوءِ وري نہ ڏسڻ ۾ آيو آهي ۽ نہ ٻڌڻ ۾. يقيناً موٽي لبنان يا مصر هليو ويو هوندو.

سن 1965ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان جي جنگ لڳي، جنهن ۾ پاڪستان کي برتري حاصل هئي. پاڪستان جي هوائي فوج وڏا محير العقول ڪارناما سرانجام ڏنا. هوائي فوج جي ايم. ايم. عالم ٽن منٽن ۾ هندستان جا 6 جهاز ڪيرايا. پاڪستان، پنجاب ۽ سنڌ جي سرحد وٽان هندستان ۾

داخل ٿي چڪو هو. البت ڪشمير ۾ سخت مقابلو هو. جنگ جي آخري ڏينهن ۾ هندستان جو پاسو مضبوط ٿيندو نظر اچي رهيو هو. ايئر مارشل اصغر خان جي لکڻيءَ موجب جيڪڏهن آمريڪا هندستان کي نہ روڪي ها تہ پاڪستان ختم ٿي وڃي ها. پر ڪيترا تجزيہ نگار انهيءَ ڳالهہ سان متفق نہ آهن.

سن 1965ع جي جنگ جو وڏو تابناڪ پهلو اهو هو تہ سڄي قوم متحد ٿي بيٺي. صوبائيت ۽ قوميت جون نفرتون ختم ٿي چڪيون هيون. قوم هر قربانيءَ لاءِ تيار هئي. اهڙو اتحاد نہ ان کان اڳ ٿيو ۽ نہ وري پوءِ نظر آيو. سن 1967ع ۾ آءٌ سرڪاري نوڪري ۾ اچي چڪو هئس. ڪيترن فوجي ۽ شهري عملدارن سان ڪچهريون ٿينديون هيون ۽ هو ٻڌائيندا هئا. تہ ڪيئن هنن جوش ۽ جذبي سان جنگ ۾ حصو ورتو ۽ هندستان کي ذري گهٽ شڪست ڏني هئي. ريڊيو ۽ ٽي. ويءَ تي نورجهان ۽ ٻين جا ڳايل قومي نغما ايندا رهيا. جنگ کان متاثرين جي مدد لاءِ جتي ڪٿي ڪيمپون قائم ڪيون ويون هيون. جتي ماڻهن نقدي، راشن ۽ ڪپڙو بطور عطيہ جي پئي ڏنو. جنگ جي پهرين رات مون ۽ ڊاڪٽر غلام مرتضيٰ پرڳڙي خون جو عطيو بہ ڏنو هو. عجيب وقت هو. ڊپ ڊاءُ ڪونہ هو ۽ هر هڪ پر اعتماد هو. تہ هيءَ جنگ اسان کٽنداسين. افسوس جو پاڪستان انهيءَ ڪاميابيءَ مان ڪو فائدو نہ ورتو. بلڪہ تاشقند ۾ وڃي سفارتي جنگ هارائي آيو. پوءِ تہ ملڪ صرف تڪليفون ۽ پريشانيون ڏنيون. اڌ ملڪ جدا ٿي ويو ۽ ذوالفقار علي ڀٽي کي ڦاسي ڏني وئي. پاڪستان پٺتي پوندو ويو ۽ هندستان اڳتي وڌندو ويو. اڄ تہ پاڪستان جو هندستان سان ڪنهن بہ معاملي ۾ ڪو مقابلو ڪونهي. هندستان دنيا جي عظيم طاقتن مان هڪ آهي.

سن 1963ع ۾ منهنجو دوست اظهارالحق آرائيں مون سان گڏجي هالا پراڻا آيو. آءٌ ڪيس غلام علي شاهہ جي دعوت تي خانوٽ وٺي ويس، اتي مسڪين شاهہ جي قلعي اوطاق ۾ وڃي ويناسين. مسڪين شاهہ پنهنجي زماني جو وڏو شڪاري هو. ديوارن تي وڏن هرڻن جا ڳچين سميت حصا ٽنگيل هئا. تقريباً 30 کن هوندا. غلام علي شاهہ ٻڌايو تہ هي ٻارنهن سڱا مسڪين شاهہ راجپوتانا ۽

جيسلمير جـي رڻ پـٽن مـان شـڪار ڪيـا هـئـا. مسـڪين شـاھ شينهن جو شـڪار بـ ڪنـدو هـو. هـڪ وڏي هـرڻ جـي ڳچـي اظهـارالحق ڪـي تحفـي طـور ڏنـائين. افسـوس جـو حيدرآبـاد واپـس اينـدي بـس ۾ وسـري وئـي، وري هـٿ نـ آئـي. اظهـارالحق پـوءِ انگلينـڊ ويـو ۽ ايـف. آر. سـي. ايـس پـاس ڪيـائين. هـاڻي نيويـارڪ ۾ وڏو سرجن آهـي. سـن 1986ع ۾ آءٌ بـ راتيـون وٽـس وڃـي رهيـو هـئـس. ڪنهـن نـديءَ جـي ڪنـاري تـي وڏو محـل نمـا بنگلو هـئـس.

هـڪ ٻـئي واقعـي جـو ذڪـر ڪجـي. سـن 1963ع ۾ اسـان جـي ڳـوٺ ۾ ڌاڙيـل چڙهـي آيـا ۽ حـاجي عبدالعزيـز ميمـڻ کـي گوليـن جـا برسـٽ هڻـي شـهيد ڪـري هليـا ويـا. وڇيـن جـو وقـت هـو ۽ ڊسمبـر جـا ڏينهن هـئـا. شب بـرات هـاڻي اچـڻ واري هـئـي تـ اوچتـو ٺڪـاٺڪ جـا آواز ٿيـا. اسـان سمجهيـو تـ ٺونـٺا يـا ڦٽـاڪـا آهـن، پـر اوچتـو ڪنهـن چيـو تـ ڌاڙيـل آيـا آهـن. هـيءُ ٽولـو شـجاع پنيـري جـو هـو، جنهـن ۾ مـراد علـي ميرجـت ۽ ٻيـا بـ شـامل هـئـا. پـوءِ تـ چـوڌ طـرف خاموشـي ڇـانئجي وئـي. ڌاڙيلن شـهر ۾ داخل ٿيـڻ شـرط مرحـوم عبدالعزيـز جـو پڇيـو، جيڪـو ان وقـت بـازار جـي منـڍ ۾ ڪـٽ تـي ويٺـو هـو. ڌاڙيلـن سـان ڳـوٺ جـو هـڪ رهـاڪو ورو سـاند بـ هـو، جنهـن عبدالعزيـز جـي نشـاندهي ڪـئـي. ڌاڙيلـن عبدالعزيز کـي بنـدوق جـي نـوڪ تـي چيـو تـ اسـان کـي تـون پنهنجـي گهـر وٺـي هـل. هـاڻي هـيءُ ڪـم ڪيـر تـي ڪـري سگهيـو. ڪيـس سـڄي بـازار مـان لنگهايـائون، وري واپـس وٺـي آيـس ۽ بـازار جـي چوٽـڪ تـي گوليـن جـا بـ فـائر ڪيـائون. جيڪـي اسـان پنهنجـي ڪنـن سـان ٻڌا. ان کـان اڳ عبدالعزيـز جـي روئـڻ جـو آواز بـ ٻـڌوسـين. ان کـان پـوءِ مـاٺ تـي وئـي. پنـج منـٽ کـن گذريـا تـ مرحـوم ميـان محمـود سـندس گهـر جـي ڇـت تـي چڙهـي چيـو تـ ڌاڙيـل وڃـي چڪـا آهـن ۽ عبدالعزيـز کـي مـاري ويـا آهـن، اسـان ٻـاهر نڪـري ڏٺـو تـ ڪيتـرا مـاڻهو اڳـي گـڏ ٿيـا هـئـا ۽ مرحـوم عبدالعزيز جـو لاش زميـن تـي پيـو هـو. انهـيءَ وچ ۾ سـندس پـٽ بـ پهچـي ويـا هـئـا، جـن لاش کـي کـٽ تـي رکـايو ۽ اجـرڪ ڍڪـائي، پوليـس پهتـي تـ ڌاڙيـل هـالا پراڻـا ڇـڏي جهنگ ۾ غـائب تـي چڪـا هـئـا. ڪجهـ ڏينهـن

ڪان پوءِ ڌاڙيلن جو اڳواڻ شجاع ينيرو مارجي ويو ۽ ٽولي جا ٻيا ڌاڙيل به گرفتار ٿيا ۽ متن ڪيس هليا. ڪين ڏگهيون قيد جون سزائون آيون.

ايم. بي. بي. ايس پاس ڪرڻ ڪان پوءِ مون نوڪريءَ لاءِ درخواست ڏني. انهيءَ وقت عارضي طور تي ڊائريڪٽر جي چارج مرزا اسحاق بيگ مرحوم وٽ هئي. انهيءَ زماني ۾ ڊاڪٽر ٿورا هوندا هئا ۽ سرڪاري اسپتالن ۾ ڊاڪٽرن جون جايون خالي هونديون هيون. هفتي ڪن جي اندر مون کي حيدرآباد سينٽرل جيل تي اسسٽنٽ ميڊيڪل آفيسر ڪري رکيائون. مون جيل تي چارج وٺي ڪم شروع ڪيو. انچارج ميڊيڪل آفيسر ڊاڪٽر رانا رضا الرحيم خان هو. خان جي عمر 50 سال ڪن هئي. پاڻ ڊپلوما هولڊر هو. اشراف ۽ خوش خلق انسان هو. منهنجي خيال ۾ اجا تائين حيات آهي. مون سان پوءِ به ملندو رهيو آهي. آخري دفعي سن 1996ع ۾ جڏهن آءُ ميرپورخاص ۾ سول سرجن هئس ته ملڻ آيو هو. پوئين عمر ۾ ڪيس دل جي تڪليف به ٿي پئي هئي. ڊاڪٽر خان شام جو حقو باهر ڪڍي گهر جي اڳيان رکندو هو ۽ آئي وئي سان ڀيو ڪچهري ڪندو هو. عملي طور تي جيل جي مريضن جي خبرگيري آءُ ڪندو هوس. جيل جي اسپتال انگريزن جي دور جي ڪافي پراڻي هئي. شايد 19 صدي جي اڏ ڏاري نهي هئي. وارڊ ۾ 40 بسترن جو انتظام هو. بسترا، فرنيچر، ڪنبل، چادرون زبون حالت ۾ هيون. مريض به هڪ وقت ۾ 2 يا 3 داخل هوندا هئا. ڪڏهن ته هڪ به ڪونه هوندو هو ۽ اسپتال خالي هوندي هئي. دوائون به گهٽ تعداد ۾ ۽ غيرمعياري ملنديون هيون. جيل ڊپارٽمينٽ دوائن جي بجيٽ ۾ تمام گهٽ پيسا رکندو هو. صبح جو به ڪمپائونڊر ۽ هڪ ڊاڪٽر سڄي جيل جو گشت ڪندا هئا ۽ مريضن کي موقعي تي ئي دوا ڏيئي ڇڏيندا هئا. ڪو گهڻو بيمار هوندو هو ته ان کي اسپتال ڏي موڪليندا هئا. سلهه، پيچش، وائي سور، دم، ڪنگهه مريضن ۾ عام هئي. ڊاڪٽر خان ۽ مون کان سواءِ ٻيو بہِ هڪ الله بخش نظاماڻي نالي ڊاڪٽر هوندو هو. سڄي ڳالهه اها آهي ته مريضن جو حال ڪونه هوندو هو. ٽي. بيءَ

جي مريضن لاءِ پاسي تي جدا وارڊ هوندو هو. جتي 8-10 قيدي بيماريءَ جي آخري اسٽيج واري حالت ۾ داخل هوندا هئا. ڪين بلغم ۾ خون ايندو هو. اها حالت ڏسي ڏاڍو ارمان ٿيندو هو ۽ انسان ذات جي هيڏي تحقير ۽ ذلت تي عجب ٿيندو هو. او. پي. ڊيءَ ۾ اسٽاف جا ماڻهو جيڪي جيل جي حدن ۾ رهندا هئا، انهن جي علاج جو انتظام هوندو هو. اسٽاف ۾ پراڻو سنڌي اديب ابن الياس سومرو به شامل هو. جيڪو ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو ۽ ڪچهري ڪندو هو. جيل جي حدن ۾ قائم اسڪول جو هيڊ ماسٽر هو. ابن الياس جون ڪجهه تصنيفون به آهن. ڪجهه افسانا به لکيا اٿس. افسوس آهي جو سنڌي اديبن جي ڪا باقاعده انجمن نه آهي، جيڪا هنن جا حالات ۽ ادبي خدمتون رڪارڊ تي رکي ها. ڪيترائي اديب ۽ شاعر گمناميءَ جي حالت ۾ جهان ڇڏي ويا، جيڪي پنهنجي دور ۾ آسمان علم جا تابنده ستارا هئا. هنن جي مقالن، مضمونن، شعرن ۽ تحقيقن کي جمع ڪرڻ ۽ حفاظت ڪرڻ اسان جو فرض آهي، جيڪو نه ٿي رهيو آهي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي، ته اردو رائيٽرز فورم جي طرز تي سنڌي لکندڙن جو به فورم ناهيو وڃي ۽ انهن عالمن ۽ اديبن جون خدمتون ۽ شاهڪار فراموش نه ڪرڻ گهرجن. ابن الياس ماشاءالله حيات آهي، پر ادبي دنيا ۾ سرگرم نه آهي. بيو نه ته به مون وانگر پنهنجي ياداشت ئي ڪٺي لکي.

انهيءَ زماني ۾ يعني سن 1967ع ڌاري بلوچستان جي زهري قبيلي جو سردار دودا خان قيد ٿي آيو. مٿس 14 خونن جو الزام هو، پر پاڻ چوندو هو تہ مون تي گورنر مغربي پاڪستان نواب ڪالاباغ جي اجائي ڪاوڙ آهي. دودا خان زهري قبيلي جو طاقتور سردار هو. ننڍي هوندي گهوڙي تان ڪري پيو هو. ان جي نتيجي ۾ پٺيءَ جو ڪنڊو پڇي پيو هئس ۽ ڪبڙو هوندو هو. قد چار فوٽ ڪن ٿيندس. جناح ڪيپ پائيندو هو ۽ اکيون خوفائتيون هونديون هئس. هو وڏو بهادر، دل وارو، سخي ۽ خوش اخلاق انسان هو. مون سان گهڻي عزت سان پيش ايندو هو. هيءُ بلوچ سردارن جي قومي غيرت ۽ اخلاق جو مثال هو. کيس جيل ۾ اي ڪلاس مليل هو. اهو سردار هجڻ جي ڪري کيس مليو هو. دودا خان کي ٻہ قيدي بطور خدمتگذار جي مليل هئا. انهن مان هڪ مراد علي ميرجت هو. هي انهن ڌاڙيلن جي ٽولي ۾ شامل هو، جن سن 1963ع ۾ هالا پراڻا ۾ ڌاڙو هنيو هو ۽ مرحوم عبدالعزيز ميمڻ کي شهيد ڪيو هئائون. دودا خان بہ ساڻس مزاح مسخري پيو ڪندو هو. مراد علي سردار صاحب جي دل سان عزت ڪندو هو.

هڪ دفعو سردار دودا خان جيل سپرنٽينڊنٽ کي لکيو تہ سندس نظر ڪمزور آهي، ان ڪري کيس ماهر چشم ڊاڪٽر وٽ موڪليو وڃي. سندس اها درخواست منظور ٿي، پر منهنجي ڊيوٽي ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ اها لڳي تہ آءٌ کيس سول اسپتال ۾ ڏيکاريان. پوليس جا ٻہ- ٽي سپاهي بہ ساڻ ٿيا. اسپتال ۾ عقيل بن عبدالقادر پراڻو ڊاڪٽر ڊيوٽيءَ تي هو، جنهن سردار صاحب کي تپاسي نمبر لکي ڏنو. اتان ٿي تلڪ چاڙهي تي بيت البصر وارن کي عينڪ ناهڻ لاءِ نمبر ڏنائين. ان کان پوءِ سردار صاحب چيو تہ آءٌ اورينٽ هوٽل ۾ ناشتو ڪندس. سپاهي کيس اورينٽ هوٽل ۾ وني آيا، جيڪو ان زماني ۾

عروج تي هو ۽ حيدرآباد ۾ پهريون ايئرڪنديشنڊ هوٽل هو. سردار صاحب ناشتي ۾ اسان کي بہ شريڪ ڪيو. پوءِ موٽي جيل آياسين.

دودا خان وٽ قلات ۽ خضدار مان گهڻا ملاقاتي ايندا هئا. ڪيترن موقعن تي قبائلي بلوچستان جو مشهور سجي ٿيل گوشت آڻيندا هئا، جنهن جو پنهنجو لطف ۽ ذائقو آهي. سردار صاحب گوشت وغيره پين قيدين ۾ بہ ورهائي ڇڏيندو هو. هڪ دفعو شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ساڌس جيل ۾ ملڻ آيو. ڀٽو مرحوم تاشقند معاملي تان تازو وزارت ڇڏي آيو هو. رات جو جامعہ عربيہ وٽ وڏي جلسي کي خطاب ڪيو هئائين. ڀٽو صاحب شعلہ بيان مقرر هو ۽ تقرير جو انداز عوامي هئس. دودا خان ۽ ڀٽي صاحب جي ملاقات دوران اسان پري هئاسين. هي سياسي معاملات هئا، جن سان اسان جو ڪو تعلق ڪونہ هو. سگهوئي مون سينٽرل جيل ڇڏيو. ٻہ- ٽي سال پوءِ اخبار ۾ پڙهيم، تہ دودا خان جڏهن آزاد ٿي پنهنجي ڳوٺ آيو تہ مخالف قبائلين جي فائرنگ ۾ مارجي ويو. دنيا ۾ هر ڪنهن جو دم پورو ٿيڻو آهي. دودا خان پنهنجو وارو وڄائي ويو. وڏو باهمت ۽ صاحب اخلاق سردار هو.

ٻيو قيدي، جيڪو پنهنجي دور ۾ مشهور سون (Gold) جو اسمگلر هو، اهو هو حاجي قاسم، جنهن کي ڪنهن زماني ۾ "قاسو اڏارو" سڏيندا هئا. ڪنهن وقت سندس مالي حالت بيحد سقيم هئي، جو ٻيڙين جا پيسا بہ ماڻهن کان اڌارا وٺندو هو، پوءِ دبئي ۽ ايراني نار ۾ سندس لانچون سون جي اسمگلنگ ڪنديون هيون. انهيءَ مان ڪروڙ پتي ٿيو. ڪراچيءَ جي ساموندي ڪناري تي ڪجهہ بيٺ هن جا پنهنجا هئا، جتي سندس لانچون اچي لنگرانداز ٿينديون هيون. ايوب خان جي مارشل لا ۾ حاجي قاسم پڪڙجي پيو ۽ مٿس اسمگلنگ جا ارام لڳا. ر پاڻ مرحوم چوندو هو تہ اهو ڏنڌو آهي، جيڪو اسان جا ابا ڏاڏا ڪندا ايندا هئا. چوندو هو تہ مٿس اسڪندر مرزا جي آڳاٽي چڙ هئي، جو هن پنهنجي گهر واريءَ لاءِ نو لکو هار هيرن جو گهريو، جيڪو آءٌ نہ ڏئي سگهيو هئس. حاجي قاسم جو نالو تہ وڏو ڏاڪي وارو هو، پر فطرتاً غريب ۽ ڏڄڻي طبعيت جو ماڻهو هو. آواز بہ سنهو هئس. غريب غربن تي هٿ رکندو هو ۽ وڏي سخاوت جو صاحب هو. ڪراچيءَ جا ڪڇي، مڪراني، بلوچ ۽ شيدي جيل جي ٻاهران قطار ڪريو وينا هوندا هئا. ڪراچيءَ جي انهي زماني

جا مڪراني غنڊا ڪالا نانگ ۽ شيش نانگ جيل جي ٻاهران وينا هوندا هئا. هي ڇري ۽ چاقو دشمن لاءِ استعمال ڪندا هئا. اڃا بندوق ڪلچر عام نہ ٿيو هو. مون جيل جي ڊاڪٽري تان استعيفا ڏني تہ حاجي قاسم اڃا جيل ۾ هو. گهڻا سال پوءِ اخبار ۾ پڙهيم تہ گذاري ويو.

مٿي مراد علي ميرجت جو ذڪر ڪري آيو آهيان. هن مون ڪي ڏاڙي جي ڳالهہ نئين سر ٻڌائي. اصل ۾ هالا پراڻا انهيءَ ڏينهن ڦٽي ويو. جنهن ڏينهن ڏاڙيل آيا. ڇوتہ پوءِ گهڻا خاندان هالا پراڻا ڇڏي، هالا نوان، حيدرآباد يا ٻئي پاسي لڏي ويا. اهو امن، اطمينان ۽ سڪون ۽ خوشحالي نہ رهي. مراد علي ذاتي زندگيءَ ۾ هڪ عام انسان هو. ڪير بہ نہ سمجهندو هو تہ هيءُ ڪو ڦهري ڏاڙيل رهي چڪو آهي. سدائين ٽنگن ۽ ٻانهن ۾ لوهہ جو راڊون يعني هٿ ڪڙيون ۽ پير ڪڙيون لڳل هونديون هئس. پاڻ چوندو هو، تہ مون تي پوليس ڏاڍي سختي ڪئي تہ ڏوهہ جو قبولدار ٿيان. پر مون ناڪار ڪئي. پوءِ مون کي لاهور جي شاهي قلعي ۾ وٺي ويا. جيڪو پوليس جي ظلمن ڪان مشهور آهي. هڪ دفعو هوائي جهاز ۾ ٽنگي مون کي لٽڪايائون ۽ چيائون تہ توکي هاڻي هلندڙ هوائي جهاز مان ٿا اڇلايون، پر مون نہ مڃيو. آءُ جيل ڇڏي آيس تہ گهڻا سال پوءِ خبر پئي تہ ڪيس ڊگهي سزا آئي، جيڪا ڪاٽي ٻاهر آيو. هاڻ ٻڍڻ ۾ آيو آهي، تہ لاڙ جي پاسي ٻني ٻارو ڪري ٿو.

جيل جا اندروني حالات ڏسي مون کي گهڻو ارمان ٿيندو هو. هڪ تہ ڏوهارين سان واسطو، ٻيو انتظام بہ اٿپورو، انسان کي انسان نہ سمجهڻ، ماڻهوءَ جي تذليل ۽ تحقير ۽ ڊاڪٽري علم ۾ ڪو خاص تجربي جو حاصل نہ ٿيڻ، آءُ تنگ ٿي پيس ۽ ڏيڍ مهيني کان پوءِ مون مورڳو نوڪريءَ تان ئي استعيفا ڏئي ڇڏي. ڪراچي اڃا پاڪستان جو گاديءَ وارو شهر هو. ايوب خان جي زماني ۾ ڪراچيءَ ۾ وڏي اقتصادي ترقي ٿي رهي هئي. ان ڪري مون ڪراچيءَ وڃي ڀاڳ آزمائڻ جو ارادو ڪيو. ڪراچيءَ ۾ منهنجو پراڻو دوست مرحوم شيخ غلام محمد اڳ ۾ ئي وليڪا ٽيڪسٽائيل ۾ ڪيمسٽ هو ۽ سائيٽ ۾ فليٽ ۾ رهندو هو. آءُ بہ وٽس رهيس. شيخ غلام محمد اصل ۾ مٽيارين جي شيخن مان هو ۽ سندس والد صاحب جو نالو حاجي عبدالواحد هو. هيءُ اصل ۾ هالن پراڻن جا هئا، پوءِ لڏي وڃي مٽيارين ۾ ويٺا. حاجي

عبدالواحد سنديافتہ حڪيم هو ۽ دهليءَ جي اجمل خان جي طبيہ ڪاليج مان ڪامل الطب والجراحت جو امتحان پاس ڪيو هئائين. وڏو ديندار، اسلام جو شيدائي، ديني ۽ شرعي حڪمن جو سخت پابند. اولاد کي پنج وقت نماز جو پابند ڪرڻ، هي ڪم حاجي عبدالواحد جي فرائض ۾ شامل هئا. اسان جي وڏن وٽ گهڻو ايندو ويندو هو. ترڪي ٽوپي، صدري، بوٽ ۽ چاپُسئين ڏاڙهي ۾ صاحب شرعيت مسلمان نظر ايندو هو. جڏهن بہ اسان جي وڏن وٽ ايندو هو، تہ ساڻس ڪجهہ پيا بہ نيڪ نام شيخ شامل هوندا هئا. مرحوم حاجي ربڏنو، جنهن جو پٽ پروفيسر حسن شيخ حيدرآباد جو مشهور معالج آهي، حاجي حڪيم حامد علي جنهن کي حاجي ڦوٽو سڏيندا هئا. شيخ احمد جيڪو حاجي عبدالواحد جو ننڍو ڀاءُ هو، سڀ گڏجي ايندا هئا. حاجي عبدالواحد آخري عمر ۾ ڏاڙهي مبارڪ وڏي ڪرائي هئي ۽ ميندي بہ هڻندو هو. اسلام ۽ سائنس جي باهم تعلق تي سني گفتگو ڪندو هو. ستر جي ڏهاڪي ۾ انتقال ڪري ويو. هالا ۾ جيڪا خلافت ڪميٽي سن 1920ع ۾ ٺهي هئي، ان جي مقامي شاخ جو سيڪريٽري هو. حاجي عبدالواحد مرحوم جو وڏو پٽ شيخ ڊاڪٽر عبدالقادر صحت کاتي ۾ ميڊيڪل آفيسر هو، جنهن سال منيٰ ۾ ٽنين کي باهہ لڳي هئي، حج تي ويل هو. افسوس جو باهہ ۾ شهيد ٿي ويو. ڪجهہ مهينن کان پوءِ سندس فرزند مڪي ۾ وڃي سندس لاش جي شناخت ڪئي. ٻانهن ۾ جيڪا واچ پيل هئس، سندس فرزند انهيءَ آذار تي لاشَ کي شناخت ڪيو. ڊاڪٽر عبدالقادر، هڪ پرهيزگار، سچار ۽ ايماندار آفيسر هو. سن 1958ع ۾ ايوب خان جي مارشل لا لڳي تہ هي سعيد آباد تعلقي هالا ۾ ميڊيڪل آفيسر هو. انهي وقت حيدرآباد جو مارشل لا ايڊمنسٽريٽر برگيڊيئر ٽڪا خان هو، جيڪو پوءِ يحيٰ خان جي ڏينهن ۾ اوير پاڪستان جو ڪور ڪمانڊر ٿيو ۽ لکين بنگالي مارايائين. ٽڪا خان کي ڪو سرٽيفڪيٽ کپندو هو، ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ لاءِ. سو ارادو ڪيائين تہ ڊاڪٽر عبدالقادر کي چوي تہ هو اهو سرٽيفڪيٽ ڪڍي. ماتحت آفيسرن سمجهايس تہ هيءُ ڊاڪٽر ايماندار ۽ پنهنجي اصولن تي سخت آهي، سو ڪوڙو سرٽيفيڪٽ ڪون ڪيندو. ٽڪاخان جيپ ۾ چڙهي شام جو سعيد آباد اسپتال پهتو. ڊاڪٽر کي سرٽيفڪيٽ ڪڍڻ لاءِ چيائين. عبدالقادر مرحوم صاف انڪار ڪيو. چوي تہ ماري ڇڏيو، تہ بہ

ڪوڙو سرٽيفڪيٽ نہ ڪيندس. ٽڪا خان اهو ڪتو جواب ٻڌي واپس روانو ٿيو. ڊاڪٽر کي ڪجهہ ڪونہ ٿيو. رب سائين حفاظت ڪيس.

ڳالهہ مان ڳالهہ نڪري وئي آهي. شيخ غلام محمد، حاجي عبدالواحد جو فرزند هو ۽ تمام ايماندار هو. نماز جو پابند هو. پوءِ وليڪا ڇڏي سرڪاري ملازمت ۾ گهڙيو، گهڻا سال سکر ۾ ڪيميڪل تجزيہ ڪار هو. افسوس جو چند سال اڳ گذاري ويو آهي. ڪيس دل جي تڪليف هئي.

مون ڳالهہ پنهنجي روزگار جي پئي ڪئي. خبر پيئي تہ هڪ جهازران ڪمپني "ڪيمپ بيل" کي بحري جهازن لاءِ ڊاڪٽر جي ضرورت هئي. مون انٽرويو ڏنو. ڪيمپ بيل وارن مون کي منتخب ڪيو. جيڪا پگهار سرڪاري ملازمت ۾ هئي، ان ڪان پنجوڻ تي پگهار ڏيڻي ڪيائون. منهنجي نوجواني هئي. جوش جذبو هو. بحري سفرناما بہ پڙهيا هئم. سو هاڪار ڪيم ۽ حيدرآباد آيس تہ ٽپڙ ٽاڙي ڪٽي اچي نوڪريءَ کي لڳان. ڊائڪريڪٽر هيلٿ جي آفيس ون يونٽ بلڊنگ ۾ هئي. اتي آفيس سپرنٽيڊنٽ شيخ محمد يامين هو، جنهن مون کي صلاح ڏني تہ اسين توکي لطيف آباد ڊسپينسريءَ ۾ رکون ٿا ۽ تون في الحال استعيفا نہ ڏي. اها ڳالهہ ٻڌي آءٌ لطيف آباد اسپتال ڏسڻ آيس. معلوم ٿيو تہ هڪ ننڍي بلڊنگ آهي، جنهن جي چوگرد وڏا بنگلا آهن. اسپتال کي وڏو ڪليل پلاٽ بہ هو، جنهن تي توسيع ٿيڻي هئي، جنهن خاص ڳالهہ مون کي متاثر ڪيو، اها هيءَ هئي تہ مريضن جو وڏو انگ هو. مون اندازو لڳايو تہ هتي تجربو سنو ٿيندو. پوءِ موتي يامين شيخ صاحب کي چيم تہ پلي منهنجو آرڊر ڪيو. اهڙيءَ طرح ٻن مهينن جي وقفي ڪان پوءِ آءٌ وجي پنهنجي پيشي سان لڳس. پوءِ تہ لطيف آباد سان اهڙو لاڳاپو ٿيو، جو هميشہ لاءِ هتي رهجي ويس ۽ گهر بہ هتي ئي ورتم. ڊسپنسريءَ ۾ جملي 9 سال رهيس. وچ ۾ ٻہ سال ٺٽي چام ۾ رکيائون. مون اڳ ۾ بہ عرض ڪيو آهي تہ انهيءَ زماني ۾ ڊاڪٽرن ۽ اسپتالن جي تمام گهڻي ڪوٽ هئي. سنڌ گورنمينٽ جي طرفان تہ فقط اهائي هڪ ڊسپنسري هئي. گهڻي ڀاڱي مريض اردو ڳالهائيندڙ هئا. لطيف آباد سن1950ع ۾ جڏهن لياقت علي خان وزيراعظم هو، تڏهن مهاجرن کي آباد ڪرڻ لاءِ ٺهي هئي. سن 1967ع ۾ جڏهن آءٌ ميڊيڪل آفيسر ٿي آيس، تہ اجا گهڻيئي پلاٽ خالي پيا هئا. مريضن ۾ گهڻو تعداد وچولي ۽ غريب

طبقي جو هو. پر گهڻا چڱا خاندان بہ ايندا هئا، جن مان ڪن جو احوال هيٺ ڏبو.

ان وقت ۾ مهاجرن ۽ سنڌين جا پاڻ ۾ لاڳاپا خوشگوار هئا. هڪٻئي ۾ نفرتون ڪونہ هيون. ڪيترا مهاجر سنڌي ائين ڳالهائيندا هئا، جو چٽئي ڪونہ سگهبو تہ هنن جي مادري زبان اردو آهي. وري ڪيترا سنڌي اهڙا هئا، جن جي اردو ائين هئي، چڻ تہ سنڌن مادري زبان هئي. هڪٻئي ۾ شاديون بہ گهڻيون ٿيون، خاص طور پڙهيل لکيل ماڻهن ۾، پر گهٽ علم وارن ۾ بہ شاديون عام جام ٿينديون رهيون. انهيءَ زماني ۾ نواب مظفر خان مهاجر، پنجابي، پٺاڻ محاذ سنڌين خلاف ناهيو، پر ان جي ڪا خاص پذيرائي ڪانہ ٿي. جي. ايم. سيد وارن جيئي سنڌ تحريڪ جواب ۾ هلائي، پر ان جو اثر انهيءَ زماني ۾ نالي ماتر هو. پوءِ تہ باهمر نفرتون وڌنديون ويون ۽ لساني ۽ نسلي جماعتن وڏو زور ورتو. جيڪڏهن حالات ائين رهن ها، جيئن سن 1965ع تائين هئا، تہ هڪ ٻئي جون غلط فهميون ختم ٿي وڃن ها ۽ سڀ هڪ قوم ٿي وڃن ها.

سن 1965ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ جنگ لڳي هئي، جنهن جو اڳ ۾ ذڪر ٿي چڪو آهي. انهيءَ وقت ڪان گهٽ ۾ گهٽ سن 1970ع تائين سڄي قوم متحد هئي. گهڻا اهڙا فوجي آفيسر لطيف آباد ۾ رهائش پذير هئا، جن انهيءَ جنگ ۾ حصو ورتو هو. سنڌن ڳالهيون ٻڌي ايمان تازو ٿيندو هو. اها سوچ نہ هئي تہ هيءُ پنجابي آهي يا پٺاڻ آهي يا مهاجر آهي. سڀ مسلمان ڀائر ۽ پاڪستاني هئا. اسپتال ۾ رهندي جن چڱن انسانن سان واسطو پيو، انهن مان ڪجهہ جو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان، ڇوتہ انهن جي احوال سان ان زماني جي حالات جي عڪاسي ٿئي ٿي.

پهرين مرحوم پير اسلم شاهہ جو ذڪر ڪجي ٿو. پير صاحب جو تعلق ڪوهاٽ جي جهنگل خيل محلي سان هو. ڇوتہ حڪومت جو نظام ون يونٽ وارو هو، ان ڪري ڪيترا ٻين صوبن جا آفيسر پنجابي ۽ پٺاڻ سنڌ ۾ نوڪري ڪندا هئا ۽ ڪيترا سنڌي لاهور ۾ رهندا هئا. ون يونٽ سن 1970ع ۾ ختم ٿيو. غلام محمد بئراج ٿي ڪجهہ زمينون پٺاڻن کي بہ مليون هيون. ان ڪري حڪومت انهن جي آبادڪاريءَ لاءِ ڪاتو قائم ڪيو. پير صاحب انهيءَ ڪاتي جو ڊائريڪٽر هو. سندس خاندان ڪانگريسي خيالات جو هو. سندس وڏا ڀائر جيڪي ڪوهاٽ ۾ رهندا هئا، اهي سياسي ڪمن ۾ غفار خان ۽ ولي خان جا

حمايتي هئا. اسلم شاهہ پاڻ تمام شريف، ديندار ۽ فرشتہ صفت انسان هو. پيرن ۽ درگاهن جو بہ معتقد هو. حيدرآباد ۾ تقريباً چار سال کن رهيو. سنڌ جون سڀ درگاهون ڏنائين. جيڪب آباد کان بدين تائين، روحاني بزرگن ۽ پيرن وٽ بہ ايندو ويندو هو. مهمان نواز بہ هو ۽ ماني جون دعوتون ڪندو رهندو هو. قد وڏو، هشاش بشاش انسان هو. جيڏو جسم ڀاري هئس، اوتري ئي عاجزي ۽ انڪساري هئس. چترال جي ڪجهہ قبائيلن ڪي گولاڙجي جي اڳيان زرعي زمين الاٽ ٿي هئي. هنن جي آبادڪاري پير اسلم شاهہ جي دائره اختيار ۾ آئي ٿي. هڪ دفعو پير صاحب ۽ روينيو جا ڪجهہ آفيسر جائزو وٺڻ ويا. مون ڪي بہ ساڻ ڪنيائون. پهچڻ تي قبائلين هوائي فائر ڪري اسان جو استقبال ڪيو. پوءِ روايتي رقص ڪيائون. هڪ گهيٽو حلال ڪيائون ۽ وڏي دعوت ڪيائون. سڄو ڏينهن رهي شام جو موٽي آياسين. پر اهي چترالي گهٽو وقت ڪونہ رهيا. هي پهاڙن جا رهاڪو هئا، سي ميداني علائقي جي زراعت مان ڇا ڄاڻن. زمينون ڪپائي واپس هليا ويا.

انهيءَ زماني ۾ پير اسلم شاھ صاحب جو هڪ پير ڀائي عبدالمجيد خان سنڌ ۾ تعليم جو ڊائريڪٽر ٿي آيو. علاج معالجي جي سلسلي ۾ پير صاحب ڪيس مون وٽ وٺي آيو. پوءِ ايندو رهندو هو. وڏي سفيد ريش، جناح ڪيپ ۽ فل سوٽ ۾ ملبوس رهندو هو. ايماندار ۽ پرهيزگار هو. جامعہ اشرفيہ لاهور وارن جو خاص خليفو هو. رمضان آيو تہ پنهنجي سرڪاري بنگلي ۾ تراويحن جو انتظام ڪيائين. ڪجھ وقت کان پوءِ پشاور واپس هليو ويو. ٻيو نيڪ مرد محمد شفيع خان ليبر کاتي ۾ ڊائريڪٽر هو. هيءُ بہ پناڻ هو. حيدرآباد ۾ ٽي سالن کن رهيو. پشاور ويو. پوءِ اتي گذاري ويو. هي سڀ نيڪ ۽ چڱا انسان هئا ۽ مون سان قريبي تعلق هون.

پير اسلم شاھ صاحب جو پيرن فقيرن ۾ گهڻو اعتقاد هو. ٻولهاڙيءَ ۾ هڪ فقير رهندو هو، جنهن جو نالو هو بابا فضل الله. هيءُ ڏسڻ ۾ تہ هڪ عام انسان هو، پر پهتل هو. بابا جي زبان مان ڪا ڳالھ نڪرندي هئي تہ گهڻو ڪري پوري ٿيندي هئي. هڪ دفعو منهنجي ڊسپينسريءَ مان ٻہ رجسٽر گم ٿي ويا. سخت ڳولا جي باوجود نہ مليا. مٿان ڊائريڪٽر صاحب ڪي بہ اچڻو هو. پير اسلم شاھ صلاح ڏني تہ بابا فضل الله کان دعا ڪرائجي. اسان بابا صاحب وٽ وياسين. پاڻ نهہ پهہ چيائين تہ ڊائريڪٽر ڪونہ ايندو ۽ الله ڪندو تہ رجسٽر بہ ملندا. ٿيو بہ ائين جو هفتي کن کان پوءِ ڊائريڪٽر بدلي ٿي ويو. باقي رجسٽر في الحال نہ مليا. نيٺ نوان رجسٽر ناهڻا پيا. قدرت خدا جي 6-7 سالن کان پوءِ پراڻن ڪاغذن کي ساڙڻ جو پرگرام ناهيوسين، ڇوتہ جيڪو رڪارڊ 20 سالن کان مٿي پراڻو ٿي چڪو هوندو آهي، ان کي ساڙڻو پوندو آهي. اُن پراڻي رڪارڊ مان اهي ٻئي رجسٽر مليا. حالانڪ هاڻي اهي ڪم جا ڪونہ هئا. پر بابا جي چيل ٻنهي ڳالهين جي تڪميل ٿي.

پير اسلم شاھ وٽ پيا بہ روحاني بزرگ ۽ ولايت جا صاحب ايندا ويندا

هئا. پاڻ بہ الله وارن وٽ ويندو رهندو هو. هڪ دفعي هزاره جي پاسي جو هڪ درويش ”بابا کنوان والي سرڪار“ آيو. سفيد ريش، هوش حواس سالم پر درويش طبع. هن بزرگ وٽ ڪانگن جا ٽولا هر وقت ويٺا هوندا هئا. پير اسلم شاهہ صاحب جي گهر واري بہ نيڪ ۽ خدا ترس خاتون هئي. سندن خاندان ڪافي مهمان نواز هو. پير صاحب سن 1971ع ۾ سرحد بدلي ٿي ويو، جتان رٽائر ڪيائين. سن 1972ع ۾ حج تي ويو. ڪراچيءَ مان بحري جهاز ۾ ويٺو هئس. پوءِ مون وٽ بہ آيو ۽ رات رهي روانو ٿيو. پير صاحب وڏي عمر ۾ سن 1991ع ۾ ڪوهاٽ ۾ وفات ڪئي. هن جو ذڪر مون تفصيل سان ڪيو آهي، جو پير صاحب خيرخواهہ هو ۽ صلاح مشورا نيڪ ۽ همدرديءَ وارا ڏيندو هو.

انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد جي نئين هوائي اڏي تي هڪ جهاز صبح جو ايندو هو، جيڪو لاهور کان ٿيندو، پشاور ويندو هو. ٻيو جهاز شام جو لاهور کان ايندو هو، جيڪو ڪراچي ويندو هو. هاڻي تہ هوائي اڏو بند آهي ۽ هتي تربيت گاهہ شهري هوابازي جو قائم ڪيو اٿن. سرڪاري ملازم هجڻ جي ناتي سان سڀو اسٽاف علاج لاءِ مون وٽ ايندو هو. سن 1968-1969ع ۾ انچارج آفيسر آدم خان پناڻ هو. هيءُ تمام خوش اخلاق، پنهنجي ڪم جو ڄاڻو، سادہ مزاج ۽ ڪچهريءَ جو ڪوڏيو انسان هوَ. اسان جي پاڻ ۾ اڄ وڃ گهڻي هئي. اهي تعلقات پوءِ بہ قائم رهيا. سن 1996ع ۾ رٽائر ڪيائين. هاڻي حيات آباد پشاور ۾ رهي ٿو.

آدم خان جي بدلي کان پوءِ مردان جو طارق محمود آفيسر انچارج ٿي آيو. هيءُ بہ هوشيار، بيدار مغز ۽ ذهين انسان هو. حيدرآباد ۾ سال کن رهيو. گهڻو وقت ڪراچي هوائي اڏي تي ڪم ڪيائين. 6-7 سال اڳ ڪرغيزستان جي شهر بشڪڪ ۾ روڊ حادثي ۾ گذاري ويو. اتي ڪنهن ٽريننگ ڪورس ۾ ويل هو. لطيف آباد جي جنهن علائقي ۾ آءٌ رهندو هئس، اتي بہ گهڻا چڱا ۽ اعليٰ اخلاق جا انسان رهندا هئا. فاروقِ احمد خان انهن مان هڪ هو، جنهن جو اسٽيشن روڊ تي گاڏين جي سامان جو دڪان هو. فاروق وڏو محنتي ۽ ذهين انسان هو. پنهنجي ڌنڌي کي گهڻي وسعت ڏنائين. جيڪا ڳالهہ صحيح هوندي هئي، اها چئي ڏيندو هو ۽ ڪنهن کان ڊڄندو ڪونہ هو. نيٺ ڪراچي منتقل ٿي

ويو. جتي گهڻيون مشڪلاتون ڏنائين، ڪاروبار ۾ نقصان پيس، اولاد ڇڏي ويس، سڀ آمريڪا هليا ويا. ڪيس مايوسيءَ (Depression)جا دورا پوڻ لڳا. نيٺ سن 1998ع ڏاري گذاري ويو. ٻيا بہ چڱا پاڙيسري هئا. ارشاد علي خان هندستان ۾ ورهاڱي کان اڳ شاهجهان پور ۾ رهندو هو. هتي آيو تہ سنڌ گورنمينٽ ۾ ليبر آفيسر مقرر ٿيو. سمال انڊسٽريز کاتي ۾، سنڌ جي گهريلو هنرن تي سند جي حيثيت رکندو هو ۽ دستڪاري ۽ هٿ جي هنرن کي چڱو زور وٺايائين. هن جا دوست مهاجرن کان وڌيڪ سنڌي هئا. ڇوتہ ملازمت دوران سڄيءَ سنڌ ۾ رهيو هو. رٽائر ڪيائين تہ لطيف آباد ۾ ئي رهيو ۽ سماجي ڪمن ۾ حصو وٺندو رهيو. ٻہ سال ڪن ٿيا جو گذاري ويو آهي.

هنن ماڻهن ۾ تعصب بلڪل ڪونہ هو. قديم سنڌين کي پنهنجو محسن سمجهندا هئا ۽ انهن سان ويجها تعلقات هوندا هئن. هاڻي تہ نقشو بدلجي ويو آهي. سنڌين مهاجرن ۾ وڏا ويڇا پئجي ويا آهن، جيڪي نهايت افسوسناڪ آهن.

اڪائونٽنٽ جنرل روينيو A.G.P.R ۾ هڪ آفيسر نوشاد علي خان هو. فقهہ جعفريہ سان تعلق هئس، پر ڪنهن بہ قسم جو تعصب ڪونہ هئس. اڪائونٽس ۽ قانوني لکپڙهہ ۾ وڏو ماهر هو. قانون جا ڪتاب ازبر ياد هوندا هئس. مظلومن کي حق وٺي ڏيڻ ۾ اڳيرو هوندو هو. سنهڙو ۽ ڏٻري جسم جو هو. آخري عمر ۾ نظر ڪانہ پوندي هئس، تان جو گهر ۾ ويهي رهيو.

اهڙا ٻيا بہ گهڻا نيڪ انسان هئا، جن سان واسطو رهيو. حقيقتاً هي اشراف، سچا، چاڱو ۽ خيرخواهہ انسان هئا. مون سندن صحبت مان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو، جيڪو اڳتي هلي دنيوي ۽ ديني معاملات ۾ ڪم آيو.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي رٽائرڊ پروفيسر ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ صاحب سان بہ عقيدت رهي آهي. ڊاڪٽر صاحب اهل معرفت هو. سندس دعا بارگاهہ رب العزت ۾ مقبول هئي. مون کي خود ذاتي تجربا آهن. ڳالهيون گهڻيون آهن، پر مثال فقط هڪ واقعي جو ڏيو. سن 1983ع ۾ منهنجي ننڍي پٽ کي سخت بخار ٿي پيو. جيتوڻيڪ علاج تمام بهترين پئي ٿيو، پر "ڦڪيون تڏهن فرق ڪن، جڏهن امر ڪرين ان کي". معصوم ٻار تيز بخار ۾ سخت تڪليف ڏني. آءٌ ڊاڪٽر صاحب وٽ دعا طلبيءَ لاءِ پاڻ حاضر ٿيس. پاڻ خواهش

ڏيڪاريائون تہ خود هلي بار ڪي ڏسن. پوءِ از راهہ شفقت مون سان اسپتال ۾ آيا. ڪافي دير دعا گهرندا رهيا. وري بہ لڪان ٿو تہ ڪافي دير تائين دعا هلندي رهي. آخر ۾ فرمايائون تہ اڄ انشاء الله تعاليٰ بخار لهي ويندو. بيون بہ ڪجهہ هدايتون ڏنائون. قدرت خدا جي سان بخار انهيءَ شام جو لهي ويو. رب پاڪ مهربان ٿيو ۽ دعا حضرت صاحب جن جي مقبول ٿي.

ڊاڪٽر صاحب موجوده فتني جي دور ۾ هڪ غنيمت هو. علامہ آءِ. آءِ. قاضي صاحب جن جي باري ۾ ٻڌايائون، تہ قاضي صاحب وقت بوقت مون کي گهرائيندو هو ۽ خودڪشيءَ جي موضوع تي بحث مباحثو ڪندو هو. سندس موقف هو تہ خودڪشي حرام نہ آهي. آءٌ (غلام مصطفيٰ) چوندو هئس تہ انهيءَ ڪم جي منع ٿيل آهي. نيٺ علامہ صاحب وڃي درياهہ ۾ ٽپو ڏنو. پيءَ رات تهجد جي نماز ۾ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ صاحب جن ڏنو تہ ڪو شخص پنهنجان اچي وينو آهي. پاڻ سلام ڦيرائي ڏنائون، تہ علامہ صاحب جن وينا هئا. علامہ صاحب، ڊاڪٽر صاحب جن، کي فرمايو، تہ توهان صحيح ٿي چيو، تہ خودڪشي صحيح عمل نہ آهي. بارگاه رب العزت ۾ مون کان ان جي پڇا ٿي آهي. پر الحمدلله مون کي معاف ڪيو ويو آهي، جو مون کان دين جي تبليغ جي سلسلي ۾ ڪي چڱا ڪم بہ ٿيا آهن. ڊاڪٽر صاحب اهو واقعو پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ بہ لکيو آهي.

ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ صاحب جا سوين معتقد ۽ مريد آهن، پاڻ ذڪر فڪر ۽ مراقبو ڪرائيندا هئا. طويل عمر جي ڪري ڪافي ضعيف ٿي ويا هئا ۽ ماڻهن سان ملي جلي يا ڳالهائي نٿي سگهيا. تاريخ 25- سيپٽمبر سن2005ع تي آچر جي ڏينهن 93 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائون. سندس نالي هڪ ديني ٽرسٽ قائم ڪيو ويو آهي، جنهن جي عمارت حيدرآباد باءِ پاس جي اتر طرف زير تعمير آهي.

اجا ڪجهہ محترم شخصيتن جو ذڪر ڪرڻ کپي. انهن مان هڪ شخصيت مرحوم مير عباس علي خان جي آهي. مير صاحب جي والد جو نالو مير خدايار هو. جيڪو مير عبدالحسين سانگيءَ جو وڏو پٽ هو. سانگي صاحب ٽالپرن جي بادشاهي خاندان مان هو. مير عباس علي خان درويش صفت، غريب پرور ۽ سخاوت جو صاحب هو. سندس وفات سن 1976ع ۾ 80

سالن جي عمر ۾ ٿندي مير غلام حسين ۾ ٿي. مير صاحب ظاهري طور ڪو مال ملڪيت يا شان ۽ شوڪت جو مالڪ ڪونه هو. گردش دوران، امير حڪمران ٽالپرن جي پوين کي گهڻيون تڪليفون ڏسڻيون پيون. سندن ملڪيت ۽ خزانو سرچارلس نيپئر لندن ڪڻائي ويو. ڪيترائي امير پونا ۽ ڪلڪتي جي جيلن ۾ وڌا ويا. جن ٽالپرن انگريزن سان ناهه ڪيا، انهن کي وڏيون جاگيرون ۽ رياستون مليون. پر بادشاهي گهراڻي جي پوين انگريزن سان ناهه نه ڪيو. نتيجي ۾ ڪين معمولي پينشنون ڏنيون ويون ۽ زمين جي ڪجهه ٽڪرن جي ملڪيت ڏني وئي. مير عباس علي خان کي ورثي ۾ تمام معمولي حصو مليو. ائين چئجي ته ڪجهه ڪونه مليس. پر شاهي گهراڻي سان تعلق هجڻ ڪري سخاوت ۽ فراخدلي هئس. آئي وئي کي عزت ڏيڻ ۽ ضرورتمندن جي مدد لاءِ سيني ڪان اڳڀرو هوندو هو. جنهن زمين تي هينئر لطيف آباد جو شهر نهيل آهي، اها مير صاحب ۽ ٻين ميرن وزير اعظم لياقت علي خان کي مهاجرن جي آبادڪاريءَ لاءِ مفت ڏني هئي. مير عباس علي خان وڏن جي نادرشين جو محافظ هوندو هو. سندس بنگلي تي شيشي جي شوڪيس ۾ هڪ شينهن جو مجسمو هوندو هو. اهو شينهن جوڌپور جي راجا ٽالپر حڪمرانن کي تحفي طور ڏنو هو. اهو مجسمو ست فوٽ ڪن ويڪرو ۽ چار فوٽ ڪن ڊگهو هوندو هو. راجا جي ڪاريگرن ان کي اهڙي نموني ناهيو هو، جو جيڪو ڏسندو هو ته چوندو هو، ته هيءُ اصلي شينهن آهي. هڪ بٽڻ دٻائبو هو، ته شينهن جي وات مان گجگوڙ جو آواز ايندو هو ۽ سندس اکيون ڳاڙهيون ٿي ويندڙيون هيون. پڇ به لوڏيندو هو. اهو شينهن هينئر ناڪاره حالت ۾ پوين وٽ آهي. ٻي نادر شيءِ، جيڪا مير عباس علي خان وٽ هئي، اها قرآن پاڪ جو قلمي نسخو هو، جيڪو سونن اکرن ۾ بهترين حاشيه سان لکيل آهي. هيءُ قلمي نسخو هڪ خوشنويس عبدالوهاب شيرازيءَ جو لکيل آهي، جيڪو قاهره جو وينل هو. قرآن پاڪ جي آخري صفحن ۾ لکيل آهي ته اهو نسخو ڪاتب مير ڪرم علي ٽالپر ۽ مير مراد علي ٽالپر کي تحفي ۾ ڏنو. قرين قياس اهو آهي ته اهو نسخو ٻه سوءِ سال ڪن اڳ لکيو ويو هو. مير عباس علي خان وٽ وڏن جي يادگار هڪ رايل هالئنڊ بندوق هئي، جيڪا ان وقت جي وائسراءِ مير عبدالحسين سانگيءَ کي ڏني هئي. هڪ لڪڻ هٿ ۾ جهلڻ جو، عجيب مرواريد پٿر مان نهيل هو. اهي

سپ شيون مير عباس علي جي پوٽي مير خدايار وٽ اڄ بہ موجود آهن.

ٻي شخصيت مرحوم خدا بخش خان سهاڳ جي آهي، جيڪو دادوءَ جي پرسان سهاڳن جي ڳوٺ جو وينل هو. هوشيار ۽ محنتي شاگرد هو. ميٽرڪ سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان ڪئي هئائين. بي- اي بہ سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪئي هئائين. ان کان پوءِ سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو. نوڪريءَ ۾ هوندي روينيو جو امتحان هائير پاس ڪيائين، جنهن کان پوءِ مختياڪار ٿيو. سنڌس نوڪريءَ جو گهڻو عرصو ٿر جي پاسي گذريو. نوڪريءَ ۾ رهندي هن ٿر واسين جي گهڻي خدمت ڪئي. سن 1971ع جي پاڪ - ڀارت جنگ ۾ هيءُ ڇاڇري جو مختيارڪار هو. اُن وقت هن اتي جي رهاڪو نڪرن، ميگهواڙن، ڪولهين ۽ ڀيلن کي ڦرجڻ لٽجڻ کان بچايو هو. سن 1972ع ۾ سنڌس مختيارڪاريءَ مان ڊپٽي ڪليڪٽري جي پروموشن جا آرڊر ٿيڻ وارا هئا. پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت پاور ۾ هئي. پڙهندڙن کي ياد هوندو تہ ان وقت پيپلز پارٽي وارن 1400 آفيسرن کي نوڪريءَ مان ڪڍيو هو، جن لاءِ ڪو قانوني سبب ڪونہ ڏنو ويو هو. انهن آفيسرن مان گهڻو تعداد سنڌي آفيسرن جو هو. خدا بخش بہ انهن مان هڪ هو. ڳالهہ ڪندو هو تہ پاڻ گهر وارن سان گڏجي انهن معزول آفيسرن جا نالا ريڊيو تان ٻڌي رهيو هو تہ اوچتو، سنڌس نالو بہ اچي ويو. سنڌس پيرن هيٺان زمين نڪري وئي، ڇوتہ اجا رٽائر ٿيڻ ۾ ٻارهن سال پيا هئا. متس ڪوبہ ظاهر ۾ بدعنوانيءَ جو الزام ڪونہ هو. انهيءَ مهل مرحوم گهر ڇڏي جهنگ ڏانهن نڪري ويو، جتي بي اختيار سنڌس اکين مان ڳوڙها ڳڙي پيا. انهيءَ بيخوديءَ جي عالم مان نڪتو تہ محسوس ڪيائين تہ ڄڻ ڪجهہ بہ نہ ٿيو آهي. انهي واقعي کان پوءِ بہ 22 سال زندهہ هو. اهو عرصو توڪل ۽ خدا جي ڀروسي تي گذاريائين ۽ وري انهي سانحي جو ذڪر نہ ڪيائين.

نوڪريءَ مان نڪرڻ جي ٻن ٽن سالن کان پوءِ حيدرآباد جي ڊپٽي ڪمشنر علمدار رضا جي فون آئي تہ وزير اعظم ذوالفقار علي ڀٽي جو حڪم پهتو آهي تہ خدا بخش رٽائر مختيارڪار ڇاڇري کي تيار ڪريو، تہ هندستان وڃي، سنڌ مان لڏي ويل نڪرن، ميگهواڙن ۽ هندن کي قائل ڪري تہ اهي سنڌ ۾ واپس پنهنجن ماڳن تي موٽي اچن. هن ڳالهہ جو پس منظر اهو هو تہ شملا معاهدو جيڪو ذوالفقار علي ڀٽي ۽ اندرا گانڌيءَ جي وچ ۾ ٿيو تہ ان ۾ ٻين ڳالهين

سان گڏ اهو نقطو بہ شامل هو تہ لڏي ويل هندو واپس پنهنجن گهرن ۾ اچن. لڏي ويلن کي وڏا خدشا هئا ۽ واپس اچڻ ۾ دل من پئي هنيائون. انهن هندن جو مطالبو هو تہ جيسين تائين ڇاڇري جو مختياركار خدا بخش سهاڳ اچي اسان کي خاطري نہ ڪرائيندو، اسين واپس پاڪستان نہ ويندا سين. مطلب تہ پٺي کي خدا بخش سهاڳ جو نالو سفارتي طريقي سان اندرا گانڌيءَ موڪليو.

ٻئي ڏينهن تي خدا بخش کي ميرپورخاص جيپ ۾ پهچايو ويو. جتان هيليڪاپٽر ۾ ساڻس راڻو چندر سنگهہ، پير غلام رسول شاهہ جيلاني، مير علي بخش خان ٽالپر بہ گڏ ويا. مير علي بخش خان وڏن انقلابي خيالن جو مالڪ هو ۽ ترين جي ڍاٽڪي زبان بہ ڄاڻندو هو. پاڻ ترين کي صاف ٻڌايائين تہ آءٌ توهان کي ڪونہ چوندس تہ واپس هلو جو اُتي توهان سان انصاف ڪونہ ٿيندو. هميشه ڏکيا رهندو. البتہ خدا بخش خان، راڻي چندر سنگهہ ۽ پير غلام رسول شاهہ کين خاطريون ڏنيون. نتيجي ۾ کي آيا کي رهجي ويا. افسوس جو هيڏي وڏي ڳالهہ کان پوءِ بہ وقت جي حڪومت سندس قدر نہ ڪيو، نہ وري پاڻ ئي ڪجهہ طلب ڪيائين. ڏسو تہ هن مها مير انسان جو قدر دشمن ملڪ هندستان تہ ڪيو، پر پنهنجن ڪيس روزگار کان محروم ڪيو. پاڻ سن 1989ع ۾ داعي اجل کي لبيڪ چيائين. سندس وڏو پٽ ڊاڪٽر رياض مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر آهي ۽ ٻيو پٽ اعجاز فوج ۾ ڊاڪٽر آهي.

هي ماڻهو چندي آفتاب ماهتاب هئا. هنن جي صحبت مان ڪجهہ سکبو هو. ڏوکيباز نہ هئا، سچ ڳالهائيندا هئا ۽ مشورو نيڪ ڏيندا هئا. انهن نيڪ انسانن کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا هيرا جواهر انسان هئا، جن جو ذڪر طوالت جي خوف کان نہ ٿو ڪجي.

متي لکي آيو آهيان تہ لطيف آباد ڊسپنسريءَ ۾ مريضن جو ڳاهٽ هوندو هو، جن ۾ عورتون، ٻار، پوڙها، جوان ۽ هر طبقي جا ماڻهو هئا. پر سهوليتون تمام گهٽ. دوائون هميشه غير معياري، ليبارٽري ۽ ايڪس ري جو نہ هجڻ، ايمبولينس جي عدم موجودگي. مجموعي طور تي ڏٺو وڃي تہ هيءُ حال سيني اسپتالن ۽ صحت مرڪزن سان هو. مريضن جا هشام پر سهوليتون نہ هجڻ جي برابر. در حقيقت ملڪ ڪي ڪڏهن بہ عوام جي ضرورت مطابق صحت جو سسٽم ڏنو ئي ڪونہ ويو آهي. پاڪستان ٺهڻ ڪان وٺي اڄ سوڏو گهٽيون ڪميشنون قائم ڪيو ويون، تہ هيلٿ پاليسي ناهين، پر يا تہ انهن ڪميشنن کي ڪم ڪرڻ نہ ڏنو ويو، يا وري انهن جي سفارشن کي عمل ۾ نہ آندو ويو. نتيجي ۾ صحت کاتو شتر بي مهار وانگر جيئن چاهي تو تيئن ڪري ٿو. ڪي انتظامي يا ضابطي جا اصول ڪونہ آهن، جن تحت نظام ڪي هلايو وڃي. پهرين ڳالهہ اها آهي تہ مريضن جي هجوم جي همت شڪني ڪئي وڃي. ڪيترا مريض فقط وقت زيان ڪرڻ لاءِ يا هڪٻئي سان ملڻ لاءِ اسپتالن ۾ اچن ٿا. اُنهن کي حقيقت ۾ ڪو مرض هوندو ئي ڪونهي. ٻيو وڏو تعداد اهڙن مريضن جو آهي، جن کي نزلي، زڪام، ڪنگهہ ڪان متي ڪا بيماري ڪانهي. انهن خودساختہ مريضن جي ڪري حقيقي مريضن جو حق مارجي ٿو وڃي. هنن کي پورو ٽائيم نہ ٿو ملي جو ڊاڪٽر کي تسليءَ سان پاڻ ڏيکاري سگهن. متان دوائون گهٽ، تشخيصي اوزارن جي اٿهوند، ڊاڪٽر آهن تہ پيرا ميڊيڪل عملو ڪونهي. مريضن جي علاج ۾ تسلسل ڪونهي. ساڳيو ڊاڪٽر روزانو پنهنجي سيٽ تي ڪونہ هوندو. علاج ۾ رخنو پوندو. سرڪاري ڊاڪٽرن کي الائونس ڏيڻ بدران پنهنجون اسپتالون کولڻ جي اجازت، ٻهراڙين ۾ ڊاڪٽرن جي عدم دلچسپي. پر شهرن ۾ گهٽائي، اهي ۽ ٻيا ڪيترا ئي سبب آهن، جن جي ڪري سرڪاري اسپتالن جو نظام ڊانوان ڊول آهي.

پاڪستان يا ٽين دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ کي جيڪڏهن پنهنجي صحت جو انتظام سڌارڻو آهي، تہ اهو هيٺينءَ سطح کان شروع ڪرڻو پوندو. هيٺين سطح مان منهنجي مراد ٻهراڙيون آهن، جتي 70 کان 80 سيڪڙو ماڻهو رهن ٿا. هر يونين ڪائونسل جي سطح تي هڪ بنيادي صحت مرڪز هجڻ ڪپي. هن وقت بہ ڪيترا بنيادي صحت مرڪز ڪم ڪن پيا، پر عوام کي فائدو ڪونهي. ڇوتہ انهن جي منصوبابندي ناقص بنياد تي ڪئي وئي آهي. بنيادي صحت مرڪز ٻهراڙين جي سطح تي قائم آهن. تصور اهو ڪيو ويو آهي تہ ٻهراڙين جي مريضن جون ضرورتون گهٽ آهن. ان ڪري بنيادي صحت مرڪز ۾ ڪجهہ سهوليتون ڏنيون وڃن. باقي ڪو وڏيڪ مسئلو هجي يا وڏي بيماري هجي، تہ ان کي ضلعي هيڊڪوارٽر يا تعليمي اسپتال ۾ موڪليو وڃي. هي هڪ غلط تصور آهي جنهن جي نتيجي ۾، صحت مرڪز ماڻهن کي ڪو لاڀ نہ ڏئي سگهيا آهن. سندن وجود نہ هجڻ جي برابر آهي. ڪيترا بنيادي مرڪز تعمير ٿيڻ کان پوءِ بند پيا آهن يا رينجرز جي قبضي ۾ آهن يا وڏيرن جون اوطاقون آهن.

ضرورت انھيءَ ڳالھہ جي آهي تہ بنيادي صحت مرڪز جي نظام کي مضبوط ڪيو وڃي. صحت مرڪز 24 ڪلاڪ کليل هجي. 2 وڳي کان پوءِ تالو نہ لڳي، ڇوتہ مرض پڇي ڪونہ ٿو اچي. ڪنهن بہ وقت ڪابہ تڪليف ٿي سگهي ٿي ۽ ڊاڪٽر ڏي پهچڻو پوي ٿو. البت 2 وڳي تائين وقت خاص ۽ عام مريضن کي ڏنو وڃي، پر 2 وڳي کان پوءِ فقط هنگامي مريضن کي طبي امداد ڏجي. ڊاڪٽرن جو تعداد بنيادي صحت مرڪز ۾ گهٽ ۾ گهٽ 4 هجي، جن مان هڪ ليڊي ڊاڪٽر هجي، جنهن جي حوالي ماءُ جون ذميداريون، ويم ۽ نوزائيده ٻارن ۽ زناني بيمارين جي ديک ڀال هجي. هر بنيادي مرڪز ۾ زخمي ۽ ڏڪي ۽ حادثي جي شڪار ٿيل مريضن جو علاج ٿيڻ کپي ۽ هنن کي سرٽيفڪيٽ بہ ملڻ کپي. ان مقصد لاءِ ڊاڪٽرن لاءِ ٽريننگ پروگرام وقت بہ وقت ٿيندا رهن، جيئن سندن علم ۽ فن ۾ اضافو ٿيندو رهي. ڊاڪٽرن ۽ ٻئي طبي عملي لاءِ هر صورت ۾ اسپتال سان لڳ رهائشي فليٽ يا ڪوارٽر نهرايا وڃن ۽ انهن کي پابند ڪيو وڃي تہ اتي ئي اسپتال جي پر پاسي ۾ رهن، جيئن

هنگامي حالتن ۾ گڏجي ڪم ڪن يا وقت تي پابنديءَ سان پهچن. ڪين پگهار جو 50 فيصد بطور خانگي اسپتال نہ کولڻ جو الائونس ڏنو وجي، جيئن سندن توجهہ فقط اسپتال ڏي رهي. سندن ڊيوٽيون شفٽن ۾ هنيون وجن. سواءِ چند ضروري ڪمن جي، هر ڊاڪٽر يا عملي جي ڊيوٽي ڪڏهن صبح واري شفٽ تہ ڪڏهن رات واريءَ ۾ تہ ڪڏهن منجهند واري شفٽ ۾ هنئي وجي، تہ جيئن هو مستقل پاڻ کي اسپتال جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏين. ڊاڪٽرن کان سواءِ تربيت يافتہ نرسون، ٽيڪنيشن ۽ ڪمپائونڊر ۽ چوڪيدار وڌايا وڃن، جيئن اسپتال 24 ئي ڪلاڪ مريضن جي سار سنڀال لاءِ تيار هجي. ان مقصد لاءِ صحت لاءِ بجيٽ ۾ وڏيڪ رقم رکڻي پوندي. ٻيا ملڪ سوشل سروسز تي وڏو خرچ ڪن ٿا، جن ۾ غريب ملڪ بہ آهن، پر هو فوقيت صحت، تعليم، رستن ۽ قانون جي بالادستي کي ڏين ٿا. اسان وٽ گهٽي آمدني پراڻن قرضن لاهڻ ۾ هلي وڃي ٿي. مون ٻڌو آهي تہ ايوب خان جڏهن اسلام آباد تي نهرايو تہ آءِ. ايم. ايف يا ورلڊ بينڪ کان وڏا قرض ورتائين، جيڪي حڪومت پاڪستان اڃا تائين لاهي رهي آهي. ٻيا قرض تہ پوءِ ڪنيا ويا. انهن جي ادا ڪرڻ ۾ صديون لڳي وينديون. اسان وٽ تہ قرض ملندو تہ ڪڳيون پيون لڳنديون تہ وڏي ڳالهہ تي وئي. بهرحال جيڪڏهن ماڻهن جي زبون حاليءَ کي ختم ڪرڻو آهي ۽ غربت کي دفن ڪرڻو آهي تہ صحت لاءِ بجيٽ وڌائڻي پوندي.

ان کان سواءِ اسپتالن جي خدمتن جو دائرو هڪ نظام هيٺ وسيع ڪرڻو آهي. صحت بابت تعليم ڏيڻ بيحد ضروري آهي. هيلٿ ايڊيوڪيشن ذريعي ماڻهن کي خبر ڏني وڃي، تہ بيمارين جا ڪارڻ ڇا آهن؟ بچاءَ لاءِ ڪهڙا اپاءَ ورتا وڃن؟ ڪهڙيون شيون صحت لاءِ نقصانڪار آهن ۽ ڪهڙين شين کان عام حالت ۾ بہ پرهيز ڪئي وڃي وغيره. انهن مسئلن کي ريڊيو، ٽي وي ۽ اخبارن ذريعي وائکو ڪيو وڃي، جلسا، جلوس ۽ واڪ، صحت متعلق بيداري جي باري ۾ ڪڍيا وڃن. ماڻهن کي اسپتال جي نظام ۾ سڌو سنئون شريڪ ڪيو وڃي. ڳوناٺي سطح تي هيلٿ ڪميٽيون ناهڻ کپن، جيڪي طبي، عملي ۽ عوام ۾ رابطو رکن ۽ عوام جي ضرورتن کان اسپتال وارن کي واقف ڪن ۽ اسپتال جي مشڪلاتن کان عوام کي آگاهہ ڪن. عيدن باراتن تي اسپتالن ۾ مجلسون ٿين، جتي ماڻهو اچن ۽ ڪچهريون ڪن، تقريرون ۽ بحث مباحثا

ڏين. وري ماڻهو بہ وقت بوقت اسپتال وارن کي پاڻ وٽ گهرائين. مسجدن، درگاهن، اوطاقن ۽ چوئنڪن ۾ تقريرون ڏين ۽ سوال جواب ڏين. انهن ڳالهين سان ماڻهن ۽ صحت کاتي جو پاڻ ۾ رابطو وڌندو ۽ اعتماد قائم ٿيندو. نظام بهتر ٿيندو. پبلڪ جون شڪايتون گهٽبيون.

بنيادي مرڪزن ۽ ٻين اسپتالن ۾ بيمارين کان بچاءَ واري نظام کي مربوط ۽ مستحڪم ڪيو وڃي. هن وقت تائين تصور اهو آهي تہ اسپتالن ۾ فقط علاج لاءِ وڃبو، پر اهو ناڪافي آهي. صحت جي عملي کي بچاءَ جي ٽڪن لڳائڻ، پيئڻ جي صاف پاڻي جي استعمال، مکين ۽ مڇرن کان بچاءَ، غلاظت جي نيڪال لاءِ سرشتو، نقصان واري ڪاڌي کائڻ کان پاسو ڪرڻ واري پروگرام ۾ شامل ڪرڻو پوندو. هي فرض هيلٿ ايڊيوڪيشن جي ذريعي ۽ عملي طور تي حصي ونڊ سان ئي پورو ٿي سگهي ٿو.

دفاعي Preventive صحت جي اهميت، علاج کان متاهين آهي. جيڪڏهن مرض کي روڪيو وڃي تہ بيماري ٿيندي ئي ڪانہ ۽ علاج تي خرچ گهٽ گهٽجي ويندو. عوام گهڻي ڀاڱي صحتمند رهندو. پنهنجي روزمره جي ڪاروبار کي لڳل رهندو، جنهن جو مجموعي طور نتيجو ملڪي پيداوار وڌڻ ۾ نڪرندو. افسوس جو ملڪ کي نهندي 58 سال ٿي ويا آهن، هر سال لکين ماڻهو نانگ جي ڏنگ ۽ ڇتي ڪتي جي چڪ سبب مريو وڃن ٿا. فقط هڪ ليبارٽري اسلام آباد ۾ آهي، جتي انهن ٻن ناگهاني آفتن جا ٽڪا تيار ڪيا وڃن ٿا، جيڪي سڄي ملڪ جي ضرورتن کان گهٽ گهٽ آهن. ڇا اهو ممڪن نہ آهي تہ هر صوبي جي سطح تي هڪ ليبارٽري ناهي وڃي، جيڪا نانگ جي ڏنگ ۽ ڪتي جي چڪ لاءِ بچاءَ جون سيون تيار ڪري؟

جتي ٻين پروگرامن تي ڪروڙين، بلڪ اربين رپيا خرچ ٿين ٿا، اُتي هن خير جي ڪم لاءِ پيسو ڇو نہ ٿو ڪڍيو وڃي. اڄ خليج ۽ عرب جي ٻن ملڪن يعني سعودي عرب ۽ مسقط ۾ ڪم ڪري چڪو آهيان. هي اڃا هاڻي خواب غفلت مان سجاڳ ٿيا آهن. پيٽرول نڪرڻ کان اڳ هي قرون اوليٰ جي دور ۾ هئا. قبائلي جهڳڙا ۽ خونريزيون منجهن عام هيون. سندن امير يا سلطان متن

سخت گير هئا. سچين رياستن ۾ هڪ اسپتال يا هڪ اسڪول هوندو هو. مسقط ۾ سن 1960ع کان اڳ هڪ اسپتال "الرحمه" نالي هئي، جنهن کي هڪ برطانوي ڊاڪٽر ٿامس مشنري جذبي تحت هلائيندو هو. هاڻي ته عقل حيران آهي. اسپتالن جو نظام قابل رشڪ آهي. هر مريض کي توجهه ۽ خيال سان ڏنو وڃي ٿو. وڏيون تيستون مفت ٿين ٿيون. اسپتالن کي مريضن جي آڻڻ ۽ نيڻ لاءِ ايمبولينسون آهن. ڪيترين اسپتالن کي هيلي پيڊ آهن. 24 ڪلاڪ سروس آهي. پاڪستان ۾ بنيادي صحت جي نظام کي سڌارڻ لاءِ ڪجهه تجويزن ڏنيون ويون آهن. جيڪڏهن ضروري ٿيو ته انشاء الله ڪجهه وڌيڪ به لکبو، ڇو ته هيءُ موضوع تفصيل طلب آهي.

سن 1968ع تائين ملڪ جون سياسي حالتون خراب ٿي چڪيون هيون. ايوب خان جي اقتدار کي 10 سال ٿي ويا، ته حڪم ڪيائين ته ڏهه ساله ترقيءَ جو جشن ملهايو وڃي. اها سندس زوال جي ابتدا هئي. معاشي ترقي ته ضرور ٿي هئي، پر ان جو فائدو عوام کي ڪونه پهتو هو. امير وڌيڪ امير ۽ غريب وڌيڪ غريب ٿيندا ويا. ٻاويهه خاندان مشهور ٿيا، جن وٽ ملڪ جي دولت جو وڏو حصو هو. خود ايوب خان جو خاندان به لالچ ۾ ڪاهي پيو. ڪراچي ۽ ٻين شهرن ۾ وڏا ڪارخانا پنهنجي ذاتي ملڪيت ۾ شامل ڪيائون. گنڌارا انڊسٽريز جيڪو غيرملڪي مدد سان پاڪستان ۾ موٽر ڪارون ناهڻ جو پهريون ڪارخانو هو، ان جو مالڪ صدر جو فرزند گوهر ايوب ٿيو. ٻين فوجي آفيسرن به هر سطح تي پنهنجون ملڪيتون ناهيون. مهانگائي وڌندي وئي. اولهه پاڪستان ۾ عليحدگيءَ جو احساس پيدا ٿيو. ذوالفقار علي ڀٽو تاشقند معاهدي واري ڳالهه تان ڇڙي، سياست ۾ ڪاهي پيو هو. سڀ مخالف جماعتون گڏجي متحد ٿيون. پوءِ هڙتالون، مظاهرا، جلوس ۽ جلسا نڪرڻ شروع ٿيا. اوڀر پاڪستان ۾ به باهه ٻري وئي. مولانا ڀاشاني، مجيب الرحمان، جسٽس محبوب مرشد، پروفيسر غلام اعظم ۽ ٻيا ڪيترا مظاهرن جي اڳواڻي ڪري رهيا هئا. اولهه پاڪستان ۾ ذوالفقار علي ڀٽو، اصغر خان، مفتي محمود، مولانا غلام غوث هزاروي، پير صاحب پاڳارو، عطاء الله مينگل، خير بخش مري ۽ ٻيا گهڻا اڃي مخالف ڌُر ۾ شامل ٿيا. ايوب خان گول ميز ڪانفرنس سڏائي ۽ معاملي کي ٺڏو ڪرڻ جي ڪوشش

ڪيائين. حيدرآباد ۾ وڏا جلوس نڪتا. عورتن جا ڏگها جلوس بہ نڪرندا هئا. حيدرآباد تي سياسي تسلط جماعت اسلاميءَ جو هو. قلعي جي پاسي پنجابين ۽ پناڻن جا دڪان هئا. جن کي هڙتالين باهہ ڏئي ساڙيو. پري ڪان دونهي جا ڪڪر نظر ايندا هئا. بهرحال ايوب خان کي جڏهن پڪ ٿي تہ هاڻي وڌيڪ جٽاءُ نہ ڪندس تہ حڪومت جون واڳون يحيٰ خان جي حوالي ڪري، پاڻ اسلام آباد ۾ گوشہ نشين ٿي ويو. ويندي وقت بہ ملڪ سان وڏو دوکو ڪري ويو. انتقال اقتدار وقت ڪيس آئين موجب حڪومت قومي اسيمبليءَ جي اسپيڪر کي ڏيڻي هئي، پر هن فوج جي ڪمانڊر جنرل يحيٰ خان جي حوالي ڪئي. يحيٰ خان مارچ سن 1968ع ۾ آيو تہ سن 1971ع ۾ اوير پاڪستان جي معاملي تان انڊيا ۽ پاڪستان جي وچ ۾ وڏي جنگ لڳي. هيءَ جنگ دنيا جي تاريخ ۾ بي تدبيري ۽ بد نظميءَ جو وڏو مثال آهي. الزام بنگلا ديش نهڻ جو سياستدانن تي اچي ٿو، پر منهنجي خيال ۾ انهيءَ جو سبب حڪومتي حڪمت عملي هئي. اصل ۾ اوير پاڪستان کي اقتصادي ۽ معاشرتي طور تي هميشہ پوئتي رکيو ويو هو. وڏين پوسٽن تي ٻاهريان عملدار مقرر هئا. فوج ۾ بنگالي تمام گهٽ آيا. بحري فوج کي طاقتور هجڻ کپي ها. انهيءَ جو نالو نشان بہ ڪونہ هو. سن 1951ع تائين سرڪاري قومي زبان فقط اردو هئي، حالانڪہ اڪثريت ۾ بنگالي هئا. تہ سرڪاري زبان بنگالي تيڻ کپي ها يا اردوءَ سان گڏ اها بہ سرڪاري زبان ٿئي ها. پر اهائي بي تدبيري، ”بعد از خرابيءِ بسيار“. بنگاليءَ کي بہ قومي زبان جو درجو ڏنو ويو. اهو عداوت جو پهريون ڏاڪو هو. پوءِ جو اوير پاڪستان جي قدرتي وسيلن تي اولهہ پاڪستان وارا قابض ٿيا تہ ويچو وڌندو ويو ۽ عوامي ليگ جي آتش فشان ليڊر مجيب الرحمان ڇهہ نڪتا پيش ڪيا. جيڪي صوبائي خود مختياريءَ جي باري ۾ هئا. پر حقيقت ۾ ملڪ کي ٽوڙڻ جي برابر هئا. فوجي حڪمرانن وري بہ عقل کان ڪم نہ ورتو. مجيب ۽ ٻين بنگالي ليڊرن سان ڳالهيون ڪن ها. ڪجهہ ڏيڻ ۽ ڪجهہ وٺڻ جي اصول تي معاملات طيءِ ٿين ها. تہ ملڪ بچي سگهيو ٿي. پر هنن هٺ ڌرميءَ کان ڪم ورتو ۽ مجيب کي گرفتار ڪيو. قصو مختصر. تہ بنگالين وڏي مزاحمت ڪئي. فوج سان جهيڙا ڪيائون. مصلحت کان ڪم فوجين ڪونہ ورتو. پنهنجي ديش جا شهري هئا. دشمن ملڪ جا رعيتي ڪونہ هئا. عفو ۽ درگذر

ڪان ڪم ونڻ ڪپندو هو. يحيٰ خان ۽ سندس حوارين بندوق ڪان ڪم ورتو ۽ وڏي خونريزي ٿي. هزارن جي تعداد ۾ بنگالي مارجي ويا. حمودالرحمان ڪميشن رپورٽ 24000 ماڻهو ٻڌايا آهن. ڪن 40000 ٻڌايا آهن، ڪن لکن ۾ انگ ٻڌايو آهي. وري فوج جي حمايت يافته جماعت اسلامي پنهنجون ذيلي تنظيمون: 'البدر ۽ الشمس' ناهيون. هنن به بنگالي ماريا. هندستان ته موقعي جي انتظار ۾ هو. بنگال مان ماڻهو ڀڄا ته اچي هندستان ۾ ويٺا. ڀارت ميڊيا ۽ سفارتي ذريعن سان اها پروپيگنڊا ڪئي ته پاڪستاني فوج ظلم ڪيا آهن ۽ دنيا جي همدردي حاصل ڪيائون. ٻاهرين ذرائع ابلاغ لاءِ اوير پاڪستان ڏي وڃڻ ممنوع قرار ڏنو ويو. پوءِ جنگ هڪ طرفي ٿي پئي. انڊيا جي هر ڳالهه ۾ سرسي ۽ پاڪستان جي پستي ٿي. انهيءَ فوجي مارا ماريءَ جو اڳواڻ جنرل ٽڪا خان هو، جنهن انتظام درست ڪرڻ جو واعدو ڪيو هو. ٻيو جنرل نيازي هو، هنن سڀن جو اڳواڻ يحيٰ خان پاڻ هو.

دفاعي حڪمت عملي به انتهائي ٻاراڻي هئي. جنگ سرحدن تي وڙهي ويندي آهي. اندر آيل دشمن کي ٻاهر ڪڍڻ ڏکيو آهي. هنن شروع ۾ انهيءَ ڳالهه تي توجهه نه ڏنو. انهيءَ بنياد تي ته بنگالي عليحدگي پسند غدار آهن ۽ اسان جا دشمن آهن، انهن تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي. حالانڪه ائين ڪونه هو. ڪجهه تعداد شر پسندن جو هو، پر گهڻي ڀاڱي پاڪستان سان وفادار هئا. سن 1972ع ۾ حج جي موقعي تي عربستان ۾ ڪيترا بنگلاديشي آيا هئا، پاڪستان کان علحدگي ۽ هندستان جي قربت کي ڏسي زاروقطار رنا ٿي. بنگالي ته هندن جي ظلمن کان ڀهرين تنگ اچي چڪا هئا. پاڪستان جي حق ۾ نهراءُ ڀهرين اوير بنگال جي سياسي اڳواڻ، مولوي فضل حق پيش ڪيو هو. پاڪستان ناهڻ وارا اهي بنگالي هئا، پر مرڪز ۾ حڪومتن هنن کي هميشه نظرانداز ڪيو ۽ پاڻ کان گهٽ ليکيو. پوءِ ظلم ۽ نا انصافيءَ جي بازار آخر ڪيستائين گرم رهندي؟

پاڪستاني ڪمانڊر امير عبدالله خان نيازيءَ سرحدن تي وڙهڻ بدران شهرن ۾ وڙهڻ جو فيصلو ڪيو. هر وڏي شهر کي قلعه بند ڪيائين. مثلاً: کلنا، جيسور، راجشاهي، چٽگانگ وغيره. آخري دفاعي مورچو ڍاڪا کي رکيائين. هندستاني فوجون انهن محدود دفاعي مورچن کي نظرانداز ڪندي يا

تهہ و بالا ڪندي، ڍاڪا تائين پهچي ويون. پوءِ تہ اسلام آباد ۽ ڍاڪا جو رابطو بہ ٽُٽي ويو ۽ يحيٰ خان، نيازي ۽ ڊاڪٽر عبدالمالڪ، جيڪو ان وقت گورنر هو، اُنهن کي حڪم ڪيو تہ هو جيئن بهتر سمجهن تيئن ڪن. ڊاڪٽر مالڪ شريف ماڻهو هو، هن وڏيڪ خونريزي نہ ٿي گهري. سو سڏو اقوام متحده کي لکي موڪليائين تہ اسان هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ جنگ بند ڪرائي وڃي. جڏهن اها ڳالهہ چوڌاري طرف مشهور ٿي ۽ دنيا جي ڦٽ لعنت يحيٰ خان تي پئي تہ پنهنجو موقف تبديل ڪيائين، چي اهو فيصلو عبدالمالڪ ۽ نيازي جو هو. پاڪستاني فوج هر حال ۾ وڙهندي. تان جو ٽن ڏينهن کان پوءِ هندستاني فوج جنرل جگ جيت اروڙا جي اڳواڻيءَ ۾ ڍاڪا ۾ داخل ٿي. پلٽڻ ميدان ۾ وڏو هجوم گڏ ٿيو. نيازي هٿيار لاهي اروڙا جي حوالي ڪيا. ساڻس گڏ 34 هزار فوجي ۽ بيا نيم فوجي ۽ شهري گرفتار ٿيا ۽ انڊيا جي جيلن ۾ وڃي پيا، جن جو جملي تعداد 90000 هو.

هي اسلامي تاريخ جي بدترين شڪست هئي. 90000 جنگي قيدي بجاءِ قيد ٿيڻ جي ملڪ جي دفاع لاءِ پنهنجون جانيون قربان ڪن ها. پر ائين نہ ٿيو. وڏي جس جو لائق ذوالفقار علي ڀٽو آهي، جنهن پنهنجي ذهانت ۽ قابليت سان (نوي هزار) 90000 جنگي قيدي هندستان کان آزاد ڪرايا.

سن 1971ع جي جنگ ۾ اسان جا ڪجهه دوست بنگال ۾ شهيد ٿيا ۽ ڪيترا جنگي قيدي ٿيا. جنگي قيدي ته وري به واپس آيا، پر شهيدن لاءِ ته صرف دعا ئي ڪري سگهجي ٿي.

انهن مان هڪ جلال الدين شاهه اوير پاڪستان ۾ انجنيئر هو ۽ صدر حيدرآباد جي مرحوم ڪاظم علي شاهه جو اڪيلو پٽ هو. جلال الدين اسان جو ڪلاسي هو. بيحد شريف، ڏبرو جسم ۽ خاموش طبع. ڪن ماڻهن ڪيس آخري وقت ۾ ڏٺو هو ته وڳوڙي سندس پنيان بندوقون ۽ ڀالا کڻي آيا ۽ هيءُ ڀڄندو رهيو. حقيقت جي خبر خدا کي آهي، پر هن جوانيءَ ۾ شهادت ماڻي.

ٻيو پاڪستاني فوج جو نوجوان ڪئپٽن محمد جان خان دراني هو، جيڪو پشاور جي پاسي جو پناڻ هو. اهو جنگ ۾ شهيد ٿيو. هيءُ ڪيترو وقت حيدرآباد ڇانوڻيءَ ۾ ڪئپٽن هو.

يحيٰ خان ڪي ٻه ٽي چڱا ڪم به ڪيا. هڪ ته ايماندار هو ۽ مٿس مالي بدعنوانيءَ جو ڪوبه الزام ڪونه هو. البته عياش هو ۽ گهڻو ڪري رنن ۽ شرابن جي چڪر ۾ رهندو هو. شايد غلط فيصلا انهن سببن جي ڪري ڪيائين. بهرحال ٻي چڱائي ون يونٽ ٽوڙڻ جي ڪيائين، جنهن مان ننڍا صوبا سخت بيزار هئا. هيءُ وڏو نيڪيءَ جو ڪم ڪري ويو. ٽيون ته جيڪي سن1970ع ۾ اليڪشنون ڪرايائين، اهي ايماندارانه هيون ۽ انهن ۾ ٺڳي ڪانه هئي. نتيجي ۾ اوير پاڪستان مان مجيب الرحمان ٻئي ڪنهن جي شرڪت کان سواءِ وڏي اڪثريت سان چونڊجي آيو. جيڪو يحيٰ خان جي خواب ۽ خيال ۾ به ڪونه هو. هن جا ارادا وري ٻيا هئا ته اڪثريت ڪنهن به پارٽي کي ڪانه ملندي. ان ڪري مخلوط حڪومت ٺهندي ۽ پاڻ صدارت تي براجمان هوندو. افسوس جو اليڪشن جا نتيجا قبول نه ڪيائين. مجيب الرحمان کي اقتدار نه ڏنائين، تان جو ملڪ به ٽڪر ٽي ويو. جڏهن اقتدار هٿ مان ويس ته وجي

نظربند ٿيو. پڇاڙيءَ ۾ اها حالت هئس جو گهر جي چوديواري جي اندرئين پاسي کان اسٽول رکائي روڊ تان ايندڙ ويندڙ کي پيو ڏسندو هو ۽ انهن سان ڪچهري ڪندو هو. بيون به سندس ڪافي ڳالهيون شرابخوريءَ ۽ بددماغي جون مشهور آهن. قدرت الله شهاب پنهنجي ڪتاب ”شهاب نامہ“ ۾ انهن جو ذڪر ڪيو آهي. چا به هو، ملڪ کي ته ٽڪر ڪري ويو.

آخر ۾ هڪ ٻي ڳالهه به ڪري ڇڏجي. سن 1969ع ۾ رباط ۾ پهرين اسلامي سربراهي ڪانفرنس رکيل هئي، جنهن ۾ جنرل يحيٰ خان به ويل هو. اتي انڊيا وارن زور ڏنو ته اسان کي به اسلامي ڪانفرنس ۾ نمائندگي جو حق ڏنو وڃي، ڇوته اسان وٽ 13 ڪروڙ مسلمان رهن ٿا ۽ اسان جو سياسي نظام سيڪيولر آهي. يحيٰ خان اها ڳالهه ٻڌي سخت بگڙيو ۽ مراڪش جي بادشاهه کي صاف چيائين ته جي هندستان کي سربراهي اجلاس ۾ بطور ميمبر تسليم ڪيو ويو ته هو ڪانفرنس جو بائڪاٽ ڪندو ۽ واقعي هن ڪيو به ائين. پنهنجي وفد جي ميمبرن کي ٽپڙ ٻڌڻ لاءِ چيائين. پوءِ مراڪش وارن اها ڳالهه مڃي ۽ هندستان کي انڪار ڪيائون.

مقصد ته سياست ۾ وڏا انقلاب آيا. فوج جي مداخلت به هلندي رهي، تان جو بنگلا ديش نهيو ۽ ملڪ اڌو اڌ ٿي ويو. اهو داستان اڳتي هلي ڪٽبو. ڪجهه ٻيا واقعا هن دور جا رهجي ويا، انهن کي بيان ڪرڻ ضروري آهي.

حيدرآباد جي شيخن مان ماما عبدالعزيز شيخ کي ڪير نه سڃاڻي. هن جهڙو هردلعزيز ڪچهري جو ڪوڏيو، کل مک، مهمانواز ۽ سخي مرد ڪو ورلي ملندو. اسان جي ساڻس ڪنهن طرح سان مائٽي به آهي. ماما عزيز عمر جو ابتدائي حصو ڳوٺ لڙهه ديهه علي پور تعلقي ٽنڊو محمد خان ۾ گذاريو. پوءِ گهڻا سال ٽنڊي محمد خان ۾ رهائش پذير هو. البته سن 1957ع ۾ حيدرآباد لڏي آيو ۽ پناڻ ڪالوني ۾ گهر نهرايائين. وٽس هر وقت مهمانن جو لڏو لٿو پيو هوندو هو. پاڻ سيني جو خوشدليءَ سان آڌرڀاءُ ڪندو هو. انگريزيءَ جا چار پنج درجا سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان پاس ڪيا هئائين. پر انگريزي ڳالهائڻ ۽ لکڻ ۾ ماهر هو. ان لاءِ ته ننڍپڻ ۾ انگريزي خاندانن وٽ ڪراچيءَ ۾ بوردر ٿي رهيو هو. آزاديءَ جو مجاهد شيخ عبدالمجيد سنڌي سندس همشيره جو خاوند هو. شيخ صاحب ”سنڌ گزيٽ“ نالي ڪراچيءَ مان اخبار

ڪيندو هو، جنهن ۾ شيخ عبدالعزيز سب ايڊيٽر هو. ٻيو تہ سڄو هندستان گهميل هئس، تجربو دنيا جو وسيع هئس ۽ معلومات بہ گهڻي هئس. آزاديءَ جي تحريڪن ۾ بذات خود شامل هو. هندستان جي سينئي سياسي ليڊرن سان مليل چڪو هو، جهڙوڪ: مولانا محمد علي، مولانا شوڪت علي، حڪيم اجمل خان، سروجني نائيڊو، ارونا آصف علي ۽ ٻيا بہ گهڻائي سندس ڏنل هئا. چيرا پونچي هندستان مان سگار گهرائي پيئندو هو، جيڪي سڄي انڊيا ۾ مشهور هئا. سگار نہ ملندو هئس تہ ولايتي سگريٽ ۽ ٻيا مشهور براند پيئندو هو. شيخ عبدالمجيد سنڌي جڏهن لاڙڪاڻي ۾ سر شاهنواز ڀٽي سان چونڊ وڙهي هئي، تہ هيءُ سندس خاص ورڪر هو. اليڪشن ۾ شيخ صاحب ڪامياب ٿيو هو.

ماما عبدالعزيز حيدرآباد جي نو مسلم عامل خاندان مان هو. سندس والد پهرين مسلمان ٿيو هو ۽ ڏاڏو پوءِ. مشهور مجاهد ۽ مولانا عبيدالله سنڌي جو ساٿي شيخ عبدالرحيم پوءِ مسلمان ٿيو. جنهن ڪيترا تعليم يافتہ هندو نوجوان مسلمان ڪيا. شيخ عزيز جي والد شيخ محمد صديق جو نالو ميوارام هو. اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ هندو زال مان چار پٽ ۽ ٻہ ڌيئرون هئس. اولاد جي مسئلي تان سڄي هندو برادري شيخ محمد صديق جي خلاف ٿي پئي. نيٺ مقدمو سنڌ چيف ڪورٽ ڪراچيءَ ۾ هليو، جتي جج ديوان ڏيارام گدومل هو. هندن جي طرفان ساڌو هيرانند ۽ نولراءِ مددگار ٿيا. مسلمانن شيخ محمد صديق جي حمايت ڪئي. آخرڪار فيصلو هندن جي حق ۾ ٿيو ۽ ٻار ماءُ کي مليا. شيخ محمد صديق جا چارئي پٽ تمام نامور ٿيا. هنن مان وڏو پرمانند ميوارام هو، جنهن سنڌي انگريزي ۽ انگريزي سنڌي ڊڪشنريون لکيون. ورهاڱي کان پوءِ ممبئي يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسيلر ٿيو. وڏو فيلسوف ۽ داناءُ هو. شيخ محمد صدق ٻي شادي افغانستان جي پناڻن مان ڪئي، جنهن رشتي ڪرائڻ ۾ حضرت خواجہ عبدالرحمان سرهنديءَ جو هٿ هو. هن شاديءَ مان ڪيس 6 پٽ ۽ چار ڌيئرون ٿيون.

اصل ۾ اڻويهين صديءَ جي آخر ۽ ويهين صديءَ جي شروعات سياسي نقطۂ نظر کان وڏي هنگامہ خيز هئي. هندو ۽ مسلمان انهيءَ جدوجهد ۾ هئا تہ پنهنجو تشخص برقرار رکن. ان وقت هندستان ۾ خود مختياريءَ جي تہ ڪا تحريڪ ڪانہ پئي هلي. بهرحال انگريزن مان هر ڪو بيزار هو. ان کان سواءِ

مذهبي محاذ تي بہ وڏا مناظرا ۽ مجادلا ٿيندا رهندا هئا. اسلام جي حقانيت، تحريرن ۽ تقريرن ذريعي، کلي سامهون آئي، تہ غير مسلمن جو اشتياق اسلام ڏانهن وڌيو. حيدرآبادي عاملن ۾ وڏي ڦڙڦوٽ پئجي وئي. انهن مان ڪيترا مسلمان تہ ٻيا عيسائي ۽ سک بہ وڃي ٿيا. عاملن جي هڪ شاخ آڏواڻي هئا، جن جي نالي پنيان شاهي بازار ۾ آڏواڻي گهٽي مشهور آهي. هي خدا آبادي عامل هئا، جيڪي ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ لڏي اچي حيدرآباد ۾ وينا هئا. سندن وڏي جو نالو آڏومل هو، ميوارام آڏواڻي هو ۽ سندس پيءُ جو نالو مورمل هو، جيڪو مسلمان ٿيو تہ سندس نالو احمد رکيو ويو. آڏواڻين ۾ پهريون شخص، جنهن اسلام قبول ڪيو، اهو شيخ غلام محمد هو، جنهن سن 1891ع ۾ هالن پراڻن ۾ اسان جي ڏاڏي مولوي حاجي محمد وٽ اسلام قبول ڪيو. سندس مان ۾ انهيءَ زماني ۾ وڏي ۾ وڏو جلوس ڪڍيو ويو هو، جيڪو هندن جي پاڙي مان اچي لنگهيو. هالن پراڻن جا هندو وڏا مالدار ۽ اثر رسوخ وارا هئا ۽ گهڻو ڪري سنڌ ورڪي هئا. ڏاڏي مرحوم مسلمانن کي اڳواٽ ئي چيو هو تہ جڏهن توهان هندن جي پاڙي مان لنگهو تہ ڪوبہ اهڙو نعرو نہ هڻجو، جو خوامخواه هندن جي دل آزاري ٿئي. تنهن هوندي بہ هڪ شخص، جنهن جو نالو ايمان هو ۽ ذات جو شيدي هو. تمام طاقتور پهلوان هو، انهيءَ هندن جي خلاف نعرا هنيا. مثلاً: ”مسلمان آيا، ڪافر سڀ مئا“ وغيره. ڏاڏي مرحوم کي سخت جوش آيو جو هن هندو مسلم فساد نہ ٿي چاهيا. سو ايمان شيدي کي زور سان ٺڦڙ هڻي ڪديائين. هن ٺڦڙ ۾ ڪا خدائي طاقت هئي جو ايمان وڃي ڦهڪو ڪيو. جيتوڻيڪ پهلوان هو. پوءِ بہ ڪافي دير پٽ تي پيو رهيو. اصل هيءُ جلوس شهر جي وچ مان نڪتو ۽ سانوڻي ملن جي پاسي وڃي رهيو هو، سندن رستي ۾ سنڌ ورڪي هندن جو پاڙو آيو ٿي، جتي ايمان شيدي جذباتي اشتعال انگيز نعرا هنيا.

شيخ غلام محمد کان پوءِ شيخ عبدالرحيم اسلام قبول ڪيو، جنهن هندن ۾ اسلام جي ڳجهي نموني تبليغ ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ٻيا بہ ڪافي هندو نوجوان مسلمان ٿيا. مثلاً: شيخ شمس الدين، شيخ عبدالقدوس، شيخ عبدالله، شيخ عبدالحق، شيخ عبدالعزيز قنڌاري، شيخ عبدالسلام ۽ ٻيا. شيخ عبدالرحيم پوءِ حضرت مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو وڃي رفيق ٿيو ۽

ساڻس گڏ افغانستان ڏانهن هجرت ڪري ويو. ريشمي رومال تحريڪ ۾ بہ وڏو ڪردار ادا ڪيائين. مولانا سنڌي جڏهن آمو درياءَ اڪري روس هليو ويو، تہ شيخ عبدالرحيم بہ سرهند (هندستان) ڏي هليو ويو، جتي انتقال ڪيائين. سندس قبر مبارڪ سرهند ۾ آهي.

مولانا سنڌيءَ سان روس جي سفر ۾ نو مسلم ڪرنل ڊاڪٽر نور محمد شيخ گڏ هو، جيڪو ڪافي سال پوءِ روس مان موٽي آيو. پنجاهہ جي ڏهاڪي ۾ جڏهن پير علي محمد راشدي سنڌ جو وزير صحت هو، تہ نور محمد کي سول اسپتال حيدرآباد جو ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ ڪري رکيائين. ڪجھہ سالن کان پوءِ نور محمد انتقال ڪيو.

شيخ محمد صديق هندو اولاد جي جدا ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي زرعي زمين تي ديھہ لڙهہ ۾ گهر نهرائي اچي وينو ۽ ياد الاهيءَ ۾ مشغول ٿي ويو. شرعيت جي احڪامن جو سخت پابند هو ۽ سرهندي حضرات سان گهڻي عقيدت هئس. کيس پنهنجي گهر واريءَ مان گهڻو اولاد ٿيو. سندس پٽن جا ترتيب وار نالا هي هئا: شيخ غلام نبي، شيخ غلام حسين، شيخ عبدالعزيز، شيخ عبدالستار ۽ شيخ عبدالغفار. سڀ زميندارى ۾ مشغول رهيا. تادم تحرير سڀ فوت ٿي چڪا آهن، البتہ سندن اولاد مان ڪجھہ نامور ٿيا آهن ۽ سرڪاري نوڪرين ۾ آهن. شيخ محمد صديق پنهنجي وڏي ڌيءُ شيخ عبدالرحيم جي وڏي پٽ محمد حسن کي ڏني هئي. ٻيو نمبر ڌيءُ مرحوم شيخ حسن ميان، جيڪو سنڌ مدرسي ۾ هاسٽل جو نگران هو، ان جي گهر واري هئي. ٽيون نمبر ڌيءُ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي گهر واري ٿي. شيخ عبدالمجيد جي پٽن جا نالا مرحوم محمد انور شيخ، خالد شيخ ۽ طارق شيخ آهن. انور S.D.M هو، جو پوءِ يحيٰ صاحب کيس 1400 معتوب آفيسرن ۾ شامل ڪري، نوڪريءَ مان بيدخل ڪيو. پوءِ آمريڪا لڏي ويو ۽ آئيلينڊ ۾ وڃي رهيو. وري پاڪستان نہ آيو. خالد ڊي. آءِ. جي ٿي رٽائر ڪيو ۽ طارق خانگي روزگار ۾ مشغول رهيو.

ٻئي پاسي شيخ شمس الدين جو پٽ مشهور حڪيم ضياءُ الدين ٿيو، جنهن جي اسپتال صدر ۾ اڄ بہ موجود آهي. نجم الدين شيخ جيڪو پاڪستان جو سيڪريٽري خارجہ رهي چڪو آهي، اهو سندس پٽ آهي. هن شيخ خاندان جو احوال تفصيل ۾ ان لاءِ ڏنو ويو آهي، تہ جيئن ان وقت جي انقلابي، سياسي،

سماجي ۽ مذهبي تحريڪن ۽ تبديلين جي خبر پئجي سگهي. هندو عاملن جو مسلمان ٿيڻ گذريل صديءَ جو انتهائي اهم واقعو آهي. جو انهيءَ وقت اهو تصور ڪرڻ بہ مشڪل هو تہ ڪو هندو مسلمان بہ ٿي سگهي ٿو، جڏهن تہ سڄي طاقت سياسي يا مالي هندن جي هٿ ۾ هئي. هن مرحلي تي ڪجهہ وڏيڪ ڳالهين ڪي چٽو ڪيو ٿو وڃي:

(1) شيخ عبدالرحيم ڪي هڪ پٽ محمد حسن نالي هو ۽ ٽي ڌيئرون هيون. وڏي ڌيءُ شيخ غلام محمد پهرئين نو مسلم جي گهر واري ٿي ۽ وڏي عمر واري ٿي. سندس پٽ هئا: عبدالقادر ۽ نور احمد. جيڪي علي پور ۾ رهندا هئا. بئي فوت ٿي چڪا آهن ۽ پراڻي بنگلي صدر حيدرآباد ۾ سندن اولاد رهي ٿو.

(2) شيخ عبدالرحيم جي ٻي ڌيءُ حڪيم ڊاڪٽر شيخ شمس الدين جي اهليہ ٿي، جيڪو بہ نو مسلم هو ۽ پهرين آڏواڻي هندو هو.

(3) ٽيـن ڌيءُ مرحـوم عبدالعزيـز قنـڌاري جـي گهـر واري هئـي. شـيخ عبدالرحيـم جـو نـنڍو ڀـاءُ مسـلمان ڪونـہ ٿيـو. سـندس نـالو آچاريـہ ڪرپـالاڻي هـو، جيڪـو هندسـتان جـو بـرک سياسـي اڳـواڻ ٿيـو ۽ آل انڊيـا ڪانـگريس جـو صـدر پـڻ رهيـو. طبعيتـاً غيـر متعصـب هـو ۽ مسـلمانن ڏانهـن نـرم گوشـو رکنـدو هـو. ڪـو وقـت اهـڙو بـہ آيـو تـہ هنـدن ۾ اهـو چـو بـول متـو تـہ بئـي ڀـائر مسـلمان ٿـي وينـدا، يعنـي عبدالرحيـم ۽ آچاريـہ ڪرپـالاڻي. پـر ائيـن ڪونـہ ٿيـو.

(4) شيخ عبدالرحيم جو ننڍو ڀاءُ عبدالڪريم بہ نو مسلم هو، جيڪو پهريـن عظيم جنگ ۾ ترڪي طرفان وڙهندي محاذ تي شهيد ٿي ويو.

(5) شيخ عبدالرحيم جي هڪ پيڻ ڪڪي مسلمان ڪانہ ٿي ۽ هندستان لڏي وئي. ممبئي ۾ وڏوا آشرم نهرايائين ۽ بيوهہ عورتن جي خدمت ڪيائين.

(6) شيخ عبدالرحيم جو هڪ ڀاءُ سنياسي ٿي ڪيلاش پربت هليو ويو، جتـان واپس ڪونہ آيو.

شيخ عبدالعزيز قنڌاري جڏهن مسلمان ٿيو، تہ هندن هن کي مارڻ جو ارادو ڪيو. پوءِ هيءُ پناڻن جي روپ ۾ سرحد ٽپي افغانستان هليو ويو، جتي اٺ سال رهيو. اتي قنڌار جي ديني مدرسي ۾ عربي ۽ فارسيءَ جا ديني ڪتاب

پڙهيو ۽ عالم ٿيو. 21 سالن جي عمر ۾ واپس آيو ته ڪانئس سنڌي وسري وئي هئي. پوءِ سنڌ مدرسي ۾ داخل ٿيو. تمام غريب هو ۽ فاقا ڪندو هو، پر ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگيائين. پرنسيپال "وائينس" جڏهن هن جي خودداري ڏٺي ته هن کي هيٺين ڪلاسن جو ماستر ڪري رکيائين، جتان گذر سفر لاءِ ڪجهه معاوضو ملندو هئس. قنڌاري صاحب سياست، سماجي ڪمن ۽ ادبي خدمتن ۾ هميشه اڳيرو رهيو. ڪجهه وقت "الوحيد" جو ايڊيٽرڊ رهيو. مٿس صوفياڻا خيال هميشه غالب رهيا. ان جي نتيجي ۾ بسنت لاج جو سيڪريٽري ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو صدر ٿيو. جڏهن سچل سرمست اسڪول قائم ٿيو، ته پرشن (فارسي) ٽيچر مقرر ٿيو. قنڌاري صاحب پنهنجي انقلابي زندگي گذاري 73 ورهين جي ڄمار ۾ انتقال ڪري ويو.

نومسلم شيخ خاندان جو ڪيس ويهين صدي جي اوائل جو مشهور واقعو آهي. هنن جا مقدما چيف ڪورٽ سنڌ ڪراچي تائين پهتا، جن کي "Great Case of Shaikhs" چيو وڃي ٿو. هن ڪيس ۾ سڄي هندو برادري متحد ۽ منظم ٿي وڏيڪ هندن کي مسلمان ٿيڻ کان روڪيو.

نو مسلم شيخن جي حالات بيان ڪرڻ وقت سرهندي بزرگن جو ذڪر آيو آهي. سنڌ جي گذريل ٻن صدين جي تاريخ هنن بزرگن جي احوال کان سواءِ اڻ پوري آهي. ديني ۽ روحاني ڪمن ۾ هيءُ مرڪز مسلمانن جي رهبري ڪندو رهيو آهي. اڳاتي وقت ۾ سنڌ جا ڪيترا علم وارا افغانستان جي حضرت شاهه فضل الله سرهندي ۽ سندن فرزند شاهه عبدالقيوم سرهنديءَ جا مريد هئا ۽ وٽن ايندا ويندا هئا. انهن مريدن صادقن ۾ ٽکڙ تعلقي ٽنڊو محمد خان جا سادات به هئا. حضرت سيد ميران محمد شاهه اول اٺويهين صديءَ جي پوئين چوٿائيءَ ۾ مٽيارين ويو ۽ اتان جي هڪ بزرگ حاجي شاهه جي مزار تي فاتحه پڙهي، ته ڪيس اشارو ٿيو، ته پاڻ افغانستان وڃي، حضرت شاهه عبدالقيوم جي فرزند خواجه عبدالرحمان سرهنديءَ جو مريد ٿئي. ڪيس عالم تصور ۾ خواجه عبدالرحمان جي شبيهه مبارڪ به ڏيکاري وئي. ميران محمد شاهه پوءِ قنڌار پهتو ته خواجه عبدالرحمان جان کي ڏنائين ته اهوئي بزرگ نظر آيس، جنهن جي زيارت مٽيارين ۾ ڪيس ڪرائي وئي هئي. خواجه صاحب انهيءَ وقت حج تي وڃڻ جي تيارين ۾ هئا، پر ميران محمد شاهه جي صدق دليءَ کي ڏسي حج تي وڃڻ جو ارادو موقوف ڪيائون. شاهه صاحب کين عرض ڪيو ته افغانستان جا سياسي حالات ڊانوان ڊول آهن، ان ڪري پاڻ هجرت ڪري سنڌ هلن ۽ سندن ڳوٺ ٽکڙ ۾ اچي رهائش پذير ٿين. حضرت خواجه صاحب في الفور هلڻ جي حامي نه ڀري. پوءِ ميران محمد شاهه موٽي ٽکڙ آيو.

ٻئي سال خواجه صاحب جن پنهنجن مريدن وٽ مٽياري آيا. پاڻ ارادو ظاهر ڪيائون ته هاڻي هو هميشه لاءِ مدينه منوره هجرت ڪري وڃي رهيا آهن. مريدن کي اها ڳالهه ٻڌي گهڻو ڏک ٿيو. ميران محمد شاهه ٽکڙ مان آيو ۽ حضرت صاحبن کي عرض ڪيائين، ته هلي منهنجي ڳوٺ ٽکڙ ۾ رهو ۽ رشد و هدايت جو مرڪز قائم ڪريو. خواجه صاحب جن شاهه صاحب جي انهيءَ

پرخلوص التجا کي رد نہ ڪري سگهيا ۽ اچي تکڙ ۾ رهائش پذير ٿيا. ڪجهہ وقت کان پوءِ تکڙ کان منتقل ٿي اچي ٽنڊي سائينداد ۾ رهيا، جتي پنهنجا گهر، مسجد ۽ مدرسو قائم ڪيائون.

خواجہ عبدالرحمان جان سن 1898ع ۾ انتقال فرمايو. ڪانئن پوءِ سندن فرزند خواجہ محمد حسن جان جاءِ نشين ٿيا. پاڻ اهل الله، صاحب ڪمال و جمال، اديب، شاعر، روحانيت جا امام هئا. گهڻو وقت عام جي سڌاري لاءِ وقف ڪيائون. شرڪ، الحاد ۽ بدعتن جي بيخ ڪني ڪيائون. پوءِ سن 1938ع ڌاري انتقال فرمايائون. ڪانئن پوءِ سندن فرزند فخرالعلماء حضرت خواجہ عبدالله جان المعروف بہ شاهہ آغا صاحب مسند نشين ٿيا. پاڻ قطب الاقطاب، روحانيت جا صاحب، عالم، باعمل، شرعيت جا پاسبان، نيڪ سيرت ۽ نيڪ صورت بزرگ هئا. پاڻ دين جي حڪمن تي سختيءَ سان پابند هئا. هر سال مريدن جي اصلاح لاءِ دوري تي نڪرندا هئا. هالن پراڻن جا شيخ سندن معتقد خاص هئا، جن مان پهرين نالو شيخ محمد محسن جو اچي ٿو، جيڪو مٽيارين ۾ خواجہ عبدالرحمان جو دست بيعت ٿيو. ان کان پوءِ سندس فرزند شيخ عبدالغني خواجہ حسن جان ۽ حضرت شاهہ آغا صاحب سان سلسلہ ارادت قائم رکندو آيو. حضرت شاهہ آغا صاحب کي مون پنهنجي گنهگار اکين سان ڏٺو هو. نوراني چهرو هون، وڏو جبو پائيندا هئا. مٿي تي گول نماز جي ٽوپيءَ تي سفيد پٽڪو، سفيد ڏاڙهي مبارڪ، گفتگو نرم پر ڪڏهن ڪنهن اختلاف جي ڳالهہ نڪرندي هئي، تہ جوش ۾ اچي زور سان ڳالهائيندا هئا. فرمائيندا هئا تہ اهڙا مسئلا نہ پڇو، جن سان امت ۾ اختلاف پيدا ٿئي. عصر نماز کان پوءِ ذڪر بہ ڪرائيندا هئا. سندن ڪچهري خالصتاً ديني مسئلن تي هوندي هئي. سياست يا ٻين موضوعن تي ڪونہ ڳالهائيندا هئا. 1973ع ۾ ٽنڊي الهيار وٽ روڊ حادثي ۾ گذاري ويا. سندن متعلق هڪ واقعي جو ذڪر ڪجي ٿو:

حضرت مولوي احمد صاحب رحمة الله عليہ سن 1956ع ۾ انتقال فرمائي ويا. ڪجهہ وقت کان پوءِ حضرت شاهہ آغا صاحب جن تعزيت لاءِ آيا. سندن دستور ۽ طريقو تعزيت جو بہ جداگانہ خالص ديني ۽ اسلامي هو. پاڻ قرآن شريف جي اها رڪوع تلاوت فرمايائون، جنهن ۾ ارشاد آهي تہ باري تعاليٰ مؤمنن جو امتحان وٺي ٿو، مال، اولاد، بيماري ۾ مبتلا ڪري ۽ بشارت

انهن کي تو ڏئي، جيکي انهيءَ امتحان ۾ صبر ڪن ٿا. انهن جي لاءِ جنت جي خوشخبري آهي، جنهن ۾ هميشه رهندا. آءُ قرآن شريف جي انهن آيتن جو ترجمو علامه علي خان ابڙو صاحب جي ڪيل ترجمي سنڌي سان پيش ڪريان ٿو ته جيئن برڪت قرآن شريف سان. قارئين جي اعمال صالح ڪرڻ ۾ مددگار ۽ معاون ثابت ٿئي.

"اي ايمان وارو! صبر ۽ نماز جي وسيلي (ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ) مدد وٺو ۽ يقين ڪريو ته الله تعاليٰ صبر ڪرڻ وارن سان آهي ۽ جيڪي ماڻهو الله جي راهه ۾ قتل ٿين ٿا، تن لاءِ به ائين نه چئو ته هو مري ويا آهن، نه، نه. هو زنده آهن. پر توهان هنن جي زندگي ڏسي ۽ سمجهي نٿا سگهو. (۽ ياد رکو ته) توهان کي ضرور خطرن ۽ خوفن ۽ بکن جي تڪليفن، جان ۽ مال ملڪيت جي نقصانن ۽ فصلن جي تباهيءَ سان آزمائينداسين. پوءِ جيڪي ماڻهو صبر ۽ ثابت قدمي اختيار ڪندا، انهن کي (فتح ۽ ڪامرانيءَ جي) بشارت ڏبي. اهي (صبر ڪندڙ) اُهي آهن، جيڪي جڏهن ڪا مصيبت مٿن اچي ڪڙڪي ٿي، ته (بي قرار ٿيڻ جي بدران الله کي ياد ڪري پاڻ ۾ روڏي قوت پيدا ڪن ٿا ۽ روحاني جذبي سان) چون ٿا، ته اسان ۽ اسان جو سڀ ڪجهه الله جي لاءِ آهي ۽ اسان کي انهيءَ ڏانهن ئي موٽڻو آهي." هي آيتون سورت بقره پاره سيقول آيت 153 کان 156 تائين جون آهن.

حضرت شاهه آغا صاحب جيترو وقت تلاوت ڪندا رهيا. حضرت والد صاحب، مولوي عبدالله صاحب، جن جي اکين مان لڙڪ زاروقطار وهندا رهيا. آخر دعا ٿي ته صبر ۽ قرار ٿيو. درحقيقت حضرت شاهه آغا اسان جي وڏن جا مربي ۽ راهنما هئا. پاڻ اسان جي چاچي ۽ والد صاحب کي پنهنجي اولاد ۽ عزيزن وانگر پيائيندا هئا. مسلڪ ۽ طور طريقي ۾ هڪجهڙائي هين. اسان جو ڏاڏو حاجي محمد صاحب ڪاتيار واري بزرگ ميان ولي محمد جو مريد هو، پوءِ ڪن شرعي ڳالهين تان اختلاف ڪري، بيعت تان هٿ ڪنيائين ۽ تعلق خواجه عبدالرحمان جان سان رکيائين، جو سلسلو اجا تائين قائم آهي. هاڻي معلوم ٿيو آهي، ته حضرت شاهه آغا صاحب جن جو پوٽو صاحبزاده عبدالوحيد جان وڏو عالم ٿيو آهي ۽ قرآن شريف جو تفسير لکي پيو.

خواجه عبدالرحمان صاحب جا ڪجهه عزيز هالن پراڻن ۾ به اچي

سڪونت پذير ٿيا. جن مان پير احمد جان سرهندي اسان جو ڏنل هو. پوءِ ڪراچي لڏي ويو. هڪ دفعي زنجبار (اوير آفريقا) جي عرب حاڪم ڪيس سڏايو ۽ سندس هٿ تي بيعت ڪيائين. ڪجھ سالن کان پوءِ زنجبار ۾ فوجي انقلاب آيو ۽ سلطان جي حڪومت ختم ٿي وئي. انقلابين ٽنگانيڪا حڪومت ۽ زنجبار جو پاڻ ۾ اتحاد ڪري تنزانيا مملڪت جو بنياد وڌو، جيڪو اجا تائين قائم آهي.

سن 1935ع ۾ ڪوئيٽا ۾ زلزلو آيو. خواجہ حسن جان اتي هئا. الله تعاليٰ کين حفاظت ۾ رکيو. البتہ سندن ڀاءُ خواجہ محمد حسين جان، جان بحق ٿي ويا. ڪوئيٽا جي پرسان شيخ مانده ۾ حضرت صاحبن جو گهر آهي.

هاڻي موضوع کي ڪنهن ٻئي پاسي ڦيرائجي. ادب جي دنيا ۾ مخدوم محمد صالح پٽيءَ جي نام نامي اسم گراميءَ کان ڪير واقف نہ هوندو. مخدوم صاحب ۽ اسان جي گهر جي وچ ۾ فقط هڪ ديوار آهي. اسان مخدوم محمد صالح کي تڏهن ڏٺو، جڏهن رٽائر ٿي چڪو هو. سندس اوطاق تمام وڏي هئي، جنهن ۾ سندس لائبرري هئي، جتي هزارين ڪتاب سليقہ سان رکيل هوندا هئا. محمد صالح تصنيف ۽ تاليف جو ڪم پيو ڪندو هو. گهڻائي ڪتاب لکيائين. ڪتابن تي اسان جي چاچي ميان احمد صاحب کان نظرثاني ڪرائيندو هو، ڇوتہ گهڻي ڀاڱي ڪتاب اسلامي هئا، جن جو اسلامي تاريخ سان واسطو هو. چاچي صاحب وٽ تاريخ تي عربي ۽ فارسيءَ جي ڪتابن جو چڱو ذخيرو هو. ان ڪري هو مسودي جي چڪاس کان علاوہ ڪيترا عربي ۽ فارسي ڪتابن جي مطالعي کان پوءِ ڪندو هو. مرحوم محمد صالح جو آخري ڪتاب "فاروق اعظم" هو، جنهن جو انتساب هن ڊاڪٽر حاجي محمد علي ميمڻ جي نالي ڪيو هو. ڪتاب هالن نون جي فردوس پرنٽنگ پريس مان ڇپيو هو. محمد صالح انگريزي تعليم سنڌ مدرسي مان حاصل ڪئي هئي. سن1909ع ۾ ميٽرڪ ۽ فائنل امتحان پاس ڪيائين. سن 1910ع ۾ پوني جي زراعتي ڪاليج ۾ داخلا ورتائين، پوءِ سنڌ مدرسي ۾ ماستر ٿيو. والي بال جو سٺو رانديگر هو. هڪ دفعي بال کي ڌڪ هنيائين تہ بال اسڪول جي چوديواري پار ڪري وڃي ٻاهر روڊ تي ڪريو. مون کي حسرت هوندي هئي تہ اهو گرائونڊ وڃي ڏسان، جتي محمد صالح والي بال راند ڪندو هو. پوءِ اٺ ڏهہ سال اڳ

سنڌ مدرسي ويس، پر اتي ڪوبہ گرائونڊ هاٽي نہ آهي. هر طرف وڏيڪ ڪلاس روم ۽ بلڊنگون نهي ويون آهن. محمد صالح سن 1920ع ڌاري تعليم کاتي ۾ ملا اسڪولن جو ڊپٽي ايڊيوڪيشن آفيسر ٿيو. ان کان پوءِ سنڌ جي گهڻن شهرن ۾ رهيو. سن 1922ع ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ ماستر ٿيو. پاڻ وڏو ايماندار آفيسر هو. ماتحتن جي ماني ڪونہ کائيندو هو. سندس همسفر يا خادم حاجي محمد سنائي مرحوم هوندو هو. جنهن وٽ اٽ هوندو هو. مخدوم صاحب سنڌ جي اسڪولن جي گشت تي نڪرندو هو. تہ انهيءَ اٺ تي سفر ڪندو هو ۽ سندس ماني حاجي محمد ناهيندو هو. هاڻي ٻئي جنت ۾ پيا ڪچهريون ڪن.

مخدوم محمد صالح گهڻا ڪتاب مطبوعہ ۽ غير مطبوعہ لکيا آهن. مطبوعہ ڪتاب هي آهن: (1) سيدة النساء (2) بي بي رابعہ بصري رحہ (3) منصور حلاج (4) صديق اڪبر رضہ (5) عروس ڪربلا (6) سقراط (7) اخلاقي جواهر (8) منهاج المؤمنين (9) اسان جو پيارو آقا ﷺ (10) واندڪائيءَ جي ونڊر (11) فتوحات اسلام (12) فاروق اعظم رضہ.

سندس اڻ ڇپيل ڪتاب هي آهن: (1) احسان فقير جو ڪلام (2) المرتضيٰ (3) حيات سعدي (4) ڪلام صوفي (سندس والد صاحب جو ڪلام) (5) ڪلام مخدوم عبدالرؤف ڀٽي (6) مضامين متفرقہ.

مخدوم صاحب 66 سالن جي عمر ۾ سن 1953ع ۾ وفات ڪئي. ڪيس محمد امين ۽ محمد اشرف بہ فرزند هئا.

محمد امين ايگريڪلچر ڪاليج ٽنڊي ڄام ۾ ائنيمل هسبنڊريءَ جو پروفيسر هو. ميٽرڪ سنڌ مدرسي مان، پوءِ ايم. ايس. سي ايگريڪلچر پونا يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. سن 1950ع ۾ حڪومت جي طرفان آمريڪا اعليٰ تعليم لاءِ ويو. عجيب قلندراڻي طبعيت جو مالڪ هو. نهايت ايماندار هو ۽ سخت اصول پرست هو. ڪيترن پرنسپالن سان نہ نهيو. غربت ۾ زندگي بسر ڪيائين. پر اصولن تي سودي بازي نہ ڪيائين. وڏو عيالي بہ هو. چرچائي ۽ پوڳائي بہ هو. هالا پراڻا ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو. گهڻو ڪونہ آيو. جناح ڪيپ پائيندو هو ۽ ڏاڙهي قدرتي فرينچ ڪٽ هئس. هڪ دفعو پاجامو پائي ڳوٺ آيو. ڪنهن سجاتس ڪونہ. ڪنهن پڇيس تہ تون

کير آهين؟ جواب ڏنائين تہ مين پناھہ گير هون. انهيءَ زماني ۾ پاڪستان تازو نهيو هو. بي ڳالهہ هيءَ ڪندو هو تہ جڏهن پوني مان پڙهي آيس، تہ بابا (محمد صالح پٽي) جامع مسجد جي محراب ۾ وني هليو ۽ قرآن پاڪ تي هٿ رکائي واعدو ورتائين تہ حرام ڪونہ کائيندس. مرحوم زندگي ڀر سخت ايماندار آفيسر ٿي رهيو. سن1990ع ڌاري گذاري ويو.

سن 1967ع ڌاري منهنجو واسطو آغا محمد يعقوب شڪارپوريءَ سان ٿيو. جيڪو آخر دم تائين هلندو رهيو. آغا صاحب ڪمشنر جي عهدي تائين پهتو هو ۽ رٽائرمينٽ کان پوءِ اولهہ پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن لاهور جو ميمبر ٿي رهيو. سڄي زندگي سرڪاري ملازمت ۾ گذاريائين. بي انتها ايماندار، بي رياء، ديندار ۽ سنڌ جي شرافت جو پتلو هو. ڇهين نمبر لطيف آباد ۾ گهر هوس. طبعيت جو البت تيز هو، ان ڪري ڪنهن جي اڏنگي روش برداشت ڪونہ ڪندو هو. رٽائرمينٽ کان پوءِ اها تمنا هئس تہ قرآن شريف جو ترجمو ڪري شايع ڪرايان. پوءِ تہ باقي عمر انهيءَ جستجوءَ ۾ گذاريائين. قرآن پاڪ جو ترجمو انگريزيءَ ۾ لکيو اٿس. ان ۾ موقعي جي مناسبت سان رومي، اقبال ۽ شاھہ جا شعر بہ شامل ڪيا اٿس. فارسي زبان ڄڻ تہ سندس مادري زبان هئي. ان ڪري رومي ۽ اقبال کي سمجهڻ ۾ ڏکيائي ڪانہ ٿيندي هئس. البتہ پٺائيءَ جي پراڻي سنڌيءَ لاءِ ڪيس ٻين کان مدد وٺڻي پئي. هڪ سگهڙ کي هٿ ڪيو هئائين، جيڪو وٽس ايندو هو. ان کان پوءِ ڏکين سنڌي لفظن جي معنيٰ معلوم ڪندو هو. ٻين وٽ بہ ويندو هو. پوءِ ڳالهہ ايتري وڌي جو شاھہ جي رسالي جي لغت لکيائين. مون کي اها خبر نہ آهي، تہ اها لغت ڇپي بہ هئي يا نہ! البتہ رسالي جو انگريزي ترجمو بہ دفعا ڇپيو آهي. هڪ رٽائر سرڪاري ملازم جي اها علمي ۽ ديني ڪاوش قابل ستائش آهي. آغا صاحب وقت جو زيان نہ ڪيو ۽ آخر دم تائين علمي ميدان ۾ متحرڪ رهيو. رسالو لکيائين تہ اهو فڪر دامنگير ٿيس، تہ رسالو ڪيئن ڇپجي. ڇوتہ وٽس فاضل سرمايو ڪونہ هو. اهو ڪم ايريگيشن

جي رٽائرڊ چيف انجنيئر شيخ تاج محمد پورو ڪيو، جنهن سان آغا صاحب جا قريبي تعلقات هئا. پهريون پيرو رسالو ليٿو ۾ ڇپيو. هاڻ پريس ۾ ڇپيو آهي. آغا صاحب وڏو ڪريم النفس ۽ مهمان نواز هو. وجبو هو ته فروٽ ڪٽي ايندو. مثلاً: صوف، انب يا آڙو وغيره. پوءِ پنهنجي هٿن سان ڇليندو يا ورهائيندو هو. نوڪر کي نه سڏيندو هو. نوڪر گهٽي پاڳي وٽس هوندا به ڪونه هئا. ڇوته نوڪر اڻ پڙهيل ۽ بي ڍنگا هوندا هئا. آغا صاحب جي شائسته طبعيت اها ڳالهه برداشت نه ڪندي هئي. آخري عمر ۾ سنڌ يونيورسٽي سندس علمي ڪاوش جو قدر ڪندي کيس پي ايڇ. ڊي جي اعزازي ڊگري ڏني. آغا صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ قبر نهرائي ڇڏي هئي ۽ پاسي کان سرون به رکايون هئائين. پر آخري عمر ۾ ڪراچيءَ منتقل ٿي ويو ۽ دفن به اتي ٿيو.

آغا صاحب جو هڪ دوست مرحوم شاهه محمد تنيو هو، جيڪو ميروخان ضلع لاڙڪاڻي جو قريشي خاندان مان هو. هن جا وڏا روحاني بزرگ ۽ اهل الله هئا. سندن مقبرا اجا تائين ميروخان ۾ آهن. شاهه محمد بي. اي جهوناڳڙهه ڪاليج مان پاس ڪئي. جتي سنڌ جا گهڻا شاگرد تعليم لاءِ ويندا هئا. ان کان پوءِ مختلف جاين تي سرڪاري ملازمت ۾ رهيو. آخر ۾ اولهه پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن لاهور مان بطور ڊپٽي سيڪريٽري رٽائر ڪيائين. ان کان پوءِ جڏهن سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن قائم ٿي، ته ان ۾ امتحانن جو ڪنٽرولر مقرر ٿيو. اتي به سال ڪن ڪم ڪيائين. سن 1983ع ۾ انتقال ڪيائين. مرحوم جمله ٽي شاديون ڪيون. ٻيو نمبر ممبئي جي ڪا نيڪ بخت خاتون هئي، جنهن مان ٻه پٽ ٿيس. هڪ فضل ڪريم، ٻيو فضل الله. فضل ڪريم ڊاڪٽر ٿيو ۽ منهنجو ڪلاسي ٿيو. اهو سن1968ع ۾ انگلينڊ هليو ويو ۽ تادم تحرير اتي ئي آهي. البته فضل الله، ڏوڪريءَ ۾ زرعي فارم تي آهي.

سن 1969ع ۾ منهنجو پروموشن ڪلاس ون ۾ ٿيو، ته مون کي لطيف آباد مان بدلي ڪري ٽنڊي ڄام جي هيلٿ سينٽر جو انچارج مقرر ڪيائون. ٽنڊو ڄام سنڌ جي ابتدائي هيلٿ سينٽرن مان هڪ هو ۽

مثالي ڪري ليکيو هو. سندس افتتاح انهيءَ وقت جي وزير صحت عبدالقادر سنجراڻي ڪيو هو. مون جڏهن چارج ورتي ته هيلٿ سينٽر جي حالت بدتر دگرگون هئي. نه هيون دوائون، نه اوزار، نالي ۾ آپريشن ٿيئٽر هو، پر هو صرف ڏيکاءَ لاءِ. ليبارٽريءَ ۾ ٽيسٽون ٿينديون هيون ۽ اهي به غيرمعياري. جملي 10 بسترا مريضن لاءِ هئا، جن ۾ گهڻو ڪري زخمي، ڌڪي ۽ روڊ حادثن جا مريض داخل ٿيندا هئا ۽ اها مجبوري فقط سرٽيفڪيٽ وٺڻ لاءِ هئي، ڇوته خانگي ڊاڪٽرن ۽ اسپتالن کي اختيار نه آهي، ته سرٽيفڪيٽ ڪڍي سگهن. ٻي وڳي اسپتال کي تالو لڳندو هو، البته ڌڪي داخل ٿيندا هئا يا حيدرآباد ڏانهن منتقل ٿيندا هئا. اسپتال ۾ مريضن جو حسب دستور هجوم هوندو هو. اصل مريض گهٽ ۽ شوقين مريض گهڻا. مطلب ته حالات اهي ئي هئا، جي آءُ اڳ لکي چڪو آهيان. هيءَ حالت سنڌ جي سيني اسپتالن سان هئي ۽ اڃا به آهي. هاڻي ته وقت گذرڻ سان گڏوگڏ حالات وڌيڪ خراب ٿيا آهن. بلدنگون پراڻيون ٿي چڪيون آهن، فرنيچر پڳو ٽُٽو پيو آهي، بدعنواني عام آهي. خبر نه آهي ته ڇا ٿيندو؟ سڌارو ڪڏهن ايندو؟ اقتدار جا صاحب دعوائون گهڻيون تا ڪن، پر اعمال ظاهر پيا آهن. نه سياسي ليڊرن ٻوٽو ٻاريو نه فوج ڪا بهتري آندي. ڏٺي صاحب رحم ڪري اسان تي. هتي هڪ واقعو بيان ڪجي ٿو:

هڪ ڏينهن مون اسپتال مان موڪل ورتي. ٻئي ڏينهن صبح جو بس ۾ حيدرآباد کان سوار ٿي ٽنڊي ڄام وڃي رهيو هئس ته "عبرت" اخبار ۾ پڙهيم ته ڪنهن صاحب بيان ڏنو آهي، ته ٽنڊي ڄام هيلٿ سينٽر ۾ مريضن کي مُڏيون سيون هڻن ٿا. بيان ڏيندڙ هو ڪامريڊ مير محمد ٽالپر، جيڪو پيپلز پارٽي سنڌ جو سيڪريٽري هو. مون هيلٿ سينٽر پهچي معلوم ڪيو، ته خبر پئي ته ڪامريڊ صاحب ڪالهه آيو هو ۽ اسٽاف سان وڙهي ويو آهي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڪامريڊ صاحب منهنجي موجودگيءَ ۾ آيو. بيحد ادب ۽ اخلاق سان مليو. وڏو سياڻو ۽ خوش خلق، خوش مزاج ۽ خوش گفتار انسان نظر آيو. ڪنهن زماني ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ رهيو هو. گهڻو وقت حيدر بخش

جتوئيءَ جي هاري تحريڪ ۾ ڪم ڪيو هئائين. خاڪسار تحريڪ سان بہ واسطو رهيو هئس، مطلب تہ هر انقلابي جدوجهد ۾ حصيدار هو. ڪيترا پيرا لنيون ڪاڏائين ۽ ڪيترا دفعا جيل بہ ويو. هميشہ سچ چوندو هو. سچ سان گڏ مزاح ضرور شامل هوندي هئي. تقريرون بيباڪ ڪندو هو. پٽي صاحب غريبن جي حقن جي بحاليءَ جو نعرو هنيو، تہ هيءُ وجي ساڻس شامل ٿيو ۽ ڪيس پيپلز پارٽيءَ جو پهريون سيڪريٽري ڪيائون. پٽي صاحب سان جلدي ذات وڏيرا، پير، مير، چوڌري ۽ خان اچي مڙيا. هاڻي هن سچ جي علم بردار کي يقين ٿيو تہ هن پارٽيءَ مان ڪجهہ بہ ورڻو نہ آهي. عوام کي ڏوڪو ڏيڻو آهي، سو پيپلز پارٽي تان استعيفا ڏنائين. تقريرون ڪندو هو تہ وڏيرن کي ست سُريون ٻڌائيندو هو، پر غريبن جي اڳيان هٿ ٻڌڻ وارو هو. هن پٽي صاحب کي بہ سڏيون ٻڌايون. نيٺ پارٽيءَ مان نڪري ويو تہ سيني جي جند ڇٽي. گذريل چند سالن ۾ پنهنجي ياداشتن تي مشتمل ٽي چار ڪتاب لکيا اٿس، جن ۾ سياستدانن ۽ وڏيرن جا پول پڌرا ڪيا اٿس. ڪتاب حيرت انگيز معلومات سان ڀرپور آهن. ڪٿي ڪٿي مزاحيہ انداز اختيار ڪيو اٿس، ڪٿي وڏاءُ بہ ٿي ويو اٿس. پر مجموعي طور تي سچ جو علمبردار آهي. سچ چوڻ تمام ڪڙو آهي. ڪامريڊ ان کي مزاح جي گلقند ۾ گڏي لکيو آهي، جيئن هضم ٿي سگهي. مون سان تمام شفقت ۽ محبت وارو رستو اٿس. وڏا ڪارناما اٿس. وڏن ڳڙنگ ليڊرن سان اٿيو وينو آهي، جيئن: مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا ابوالڪلام آزاد، گانڌي، سرخپوش، اوير وارو ۽ ٻيا گهڻا. البتہ اسان جي نام نهاد ليڊرن ۽ حاڪمن جو ڪٽر دشمن آهي. ڪامريڊ جهڙا ماڻهو هن دنيا ۾ هجڻ ضروري آهن، جو سچ چوڻ جي جرئت رکن. مولوي عبدالحق رباني، مولوي محمد معاذ ۽ ٻين عالمن اديبن سان برادريءَ وارو تعلق هئس. سندس ٻہ فرزند آهن، مظفر حسين، جيڪو ايگريڪلچر ڪاليج ٽنڊي ڄام ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي، ٻيو غلام رسول خان جيڪو پيءُ سان ٻني ٻاري ۾ مددگار آهي.

ٽنڊي ڄام جي ايٽمي زرعي مرڪز ۾ ڊاڪٽر خوشنود صديقي

نامور سائنسدان تي رهيو آهي. هيءُ سن 1967ع ۾ ڪئناڊا جي البرٽا يونيورسٽيءَ مان پي ايڇ. ڊي ڪري آيو هو. اسڪول ۽ ڪاليج جي زماني ۾ هميشہ مٿي رهندو هو. ڪافي وقت يورپ ۽ آمريڪا ۾ رهيو آهي. پاڪستان موٽڻ کان اڳ آمريڪي حڪومت ۾ سائنسدان هو ۽ بين الاقوامي سيمينارن ۾ آمريڪا جي نمائندگي ڪندو هو. پوءِ ٽنڊي ڄام آيو تہ هتي نئون ايٽمي زرعي مرڪز کليو هو. هن ڪٿي ملازمت جي آڇ ڪيائون. پوءِ هتي ئي رهي پيو. ڊاڪٽر صاحب وڏو محب وطن، لالچ کان بي نياز ۽ قلندراڻي طبعيت جو مالڪ آهي. هاڻي رٽائر آهي ۽ ٽنڊي ڄام جي مير محلي ۾ رهي ٿو. پاڻ ڪڻڪ جي داڻن تي تحقيق ڪري، موئن جي دڙي مان مليل ڪجهہ داڻن مان فصل تيار ڪيو اٿس. ميڪسي پاڪ ڪڻڪ تي وڏي تحقيق ڪئي اٿس ۽ زرعي نيوڪليائي موضوع تي هڪ ضخيم ڪتاب بہ لکيو اٿس. نماز روزي جو بہ سخت پابند آهي. هن بدائپ ۾ بہ چاق و چوبند آهي. مختلف بين الاقوامي مذاڪرن ۾ اجا تائين بہ ويندو رهي ٿو. شعر ۽ شاعريءَ سان گهڻو چاهہ اٿس ۽ پاڻ بہ گهڻا شعر چيا اٿس. گفتگو ۾ شعر ضرور استعمال ڪندو. هڪ در بي بها آهي. هاڻي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ Ph.D جي شاگردن جي راهنمائي ڪندو آهي ۽ پروفيسر ايمريٽس آهي.

تنبدي چام اسپتال ۾ هڪ ڪمپائونڊر غلام مصطفيٰ ٻپر هو، جيڪو ڏاڍو محبتي ۽ اخلاق وارو هو. اسپتال جي ڪم ڪي هميشہ مٿي ڪنيو بيٺو هوندو هو. مون وٽ مهمان يا ملاقاتي ايندا هئا تہ پاڻ وڃي چانھہ يا بسڪوٽ وٺي ايندو هو ۽ هر ڪنهن جو آدرڀاءُ ڪندو هو. سندس والد جو نالو حڪيم محمد عرس صوفي هو، جيڪو اديب، شاعر ۽ حاذق حڪيم هو. ٽنڊي الهيار مان هفتيوار سنڌي اخبار "انجيڪشن" ڪيندو هو، جنهن ۾ ڏاڍي جي ڏاڍائي ۽ ظالم جي ظلم کي وائکو ڪندو هو. غلام مصطفيٰ مون سان سچي عمر سات نڀايو. دم جي بيماري هئس. سن 1999ع ۾ آءُ ڪراچي اسپتال ۾ ايم. ايس هئس تہ هن کي ڪٺائي آيا. مون ڪيس داخل ڪرايو. سندس علاج شروع ٿيو، پر ڏينهون ڏينهن طبعيت ڍرڪندي ويس، تان جو دم ڏٽيءَ جي حوالي ڪيائين. هن جي جوان موت جو مون کي افسوس رهندو، چوتہ مرحوم مون ۾ حجت ساري آيو هو ۽ رب سائين جي رضا آهي. صبر ۽ آزي نيازيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو نہ آهي. مون غلام مصطفيٰ جي وڏي نياٽيءَ جي شادي پنهنجي ڀاٽيجي مسعود احمد سان ڪرائي. الحمدلله ٻئي صاحب اولاد آهن ۽ پاڻ ۾ خوش آهن.

ٽنڊي چام واري زماني ۾ هڪ درويش دوا جي واسطي گڏھہ تي چڙهي ڪڏهن ڪڏهن ايندو هو. مٿي تي وڏو پٽڪو ٻڌندو هو، وڏو اشراف ۽ غريب ماڻهو هو. پنهنجي ڪم سان مطلب رکندو هو ۽ دوا وٺي هليو ويندو هو. هڪ دفعو آيو تہ ڪٽڪ جي ٻوري ڪڇي آيو ۽ اچي مون کي ڏنائين. مون پڇيومانس، تہ درويش! هي ڇا تو ڪرين؟ تون پاڻ مسڪين ماڻهو آهين. هيءَ تڪليف نہ ڪر. چيائين تہ فصل لٿو آهي. مون ٻاس ٻاسي هئي تہ منهنجو ٻچو تنهنجي دوا سان چاق ٿيندو، تہ توکي ڪٽڪ جي ڳوڻ ڏيندس. مون پوءِ بہ منع ڪئي مانس. پر هيءُ پختو انسان هو. اصل ڳالھہ نہ مڃيائين. وڏيڪ زور ڏيڻ

ڪيس رنج ڪرڻ جي برابر هو. توهان کي شرافت ڳولڻي هجي، ته سنڌ ۾ ڏسو، هيءُ ظاهر ۾ فقير هو، پر اندر ۾ امير هو.

ٽنڊي ڄام جو ٿاڻو، هيلٿ سينٽر جي سامهون آهي. صوبيدار جو نالو الله بخش جسڪاڻي هو ۽ A.S.I جو نالو مقبول احمد هو. جسڪاڻي سن 1997ع ڌاري حيدرآباد ۾ راحت سينما واري گهٽيءَ ۾ ڌاڙيلن هٿان شهيد ٿي ويو. پويان ٻچا يتيم ٿي ويس. هاڻي سنڌس نياڻي ڊاڪٽرياڻي ٿي آهي. مقبول جي اهليت مان معلوم ٿيندو هو ته اڳتي هلي پوليس ۾ وڏو آفيسر ٿيندو، ڇوته وڏو بهادر ۽ ڦڙت انسان هو. تربيت دوران شهدادپور جي پوليس اڪيڊميءَ ۾ پهريون نمبر آيو هو. پر مقدر ۾ ڪجهه ٻيو لکيل هوس. پٽني صاحب جيڪي 1400 آفيسر ڪڍيا، انهن ۾ هن جو به نالو اچي ويو. پوءِ وڃي سرحوم محمد خان جوڻيجي وٽ ڪمدار ٿيو ۽ اڄ ڏينهن تائين اسد خان جوڻيجي وٽ ڪمدار آهي.

ٿاڻي مان هڪ سپاهي قادر بخش ايندو هو، جيڪو ”پيري“ هو، يعني چورن جا پير ڪڍندو هو. کيس ”ٻوڙو پيري“ چوندا هئا. ڇوته ڪنن کان وڏو هو، پر پنهنجي ڄاڻ ۾ ماهر هو. پيرا کڻي وڏيون چوريون پڪڙيون هئائين. چورن کيس ڪيترا دفعا مارون به ڪڍيون هيون. هڪ ڏينهن مون سندس آزمائش ورتي. هڪ وارڊ بواءِ کي چيم ته، جهنگ منهن ڪري ڀڄي وڃ. هُو صبح جو ويو ته منجهند جو موٽيو. پوءِ ٻوڙي پيري کي چيوسين ته هن جا پيرا کڻ. ٻوڙي بلڪل صحيح پير کنيا ۽ ٻن ڪلاڪن کان پوءِ اچي رستو ٻڌايائين. جهنگ جبلن ۽ بيابانن ۾ پيرا کڻڻ پراڻو فن آهي، جڏهن جديد مشينون ڪونه آيون هيون. ٻوڙو پيري هن قديم فن جو يادگار هو. مون ڪتابن ۾ پڙهيو آهي ته اهڙا پيري عرب ملڪن ۾ گهڻا ٿين ٿا.

سن 1965ع کان سن 1970ع تائين جو دور سياسي طور کان بيحد پر آشوب هو. هڪ دفعو پٽو صاحب حيدرآباد آيو ته هوٽل ۾ شاگردن کيس خطاب ڪرڻ لاءِ سڏيو. پٽو اقتدار کان ٻاهر هو. سندس چوڻ هو ته سنڌين کي ڪڏهن به اقتدار نه ملندو، ڇوته فوج ۾ سنڌي ڪونه آهن. پوءِ کيس سن 1971ع ۾ اقتدار مليو، پر نتيجو خراب نڪتو.

سن 1971ع ۾ منهنجي بدلي سروسز اسپتال وحدت ڪالوني حيدرآباد ۾ ٿي. هيءُ صرف سرڪاري ملازمن جي سهوليت لاءِ هئي ۽ منجهس ڪو وارڊ

وغيره ڪونہ هو. البتہ ڪورٽن جا سرٽيفڪيٽ هتان نڪرندا هئا، جيڪي سول سرجن ڪيندو هو. انهيءَ زماني ۾ سول سرجن ڊاڪٽر شمس الضحيٰ هو، جيڪو بهار جي پاسي جو وينل هو. سن 1971ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان جي جنگ لڳي، ڊسمبر ۾ اسين وحدت ڪالوني اسپتال ۾ هئاسين. هڪ ڏينهن صبح جي پهر ۾ هندستاني هوائي فوج جا ٻہ جهاز ڪوٽڙي بيراج تي بم ڪيرائڻ جي نيت سان آيا. سروسز اسپتال تان صرف وڻ جي اوچائي تان اچي لنگهيا. جهازن جو رنگ پيلو هو، پوءِ ڌماڪن جا آواز آيا، پر بم پُل جي بدران درياء ۾ وڃي ڪريا. نقصان ڪان بچاءُ ٿيو. البتہ ڪجهہ ڏينهن اڳ، پاڪستاني هوائي فوج هڪ پارتي هوائي جهاز موجوده راجپوتانا اسپتال جي سامهون گورا قبرستان ۾ ڪيرايو هو. جهاز جا ٽڪر ٽڪر تي ويا ۽ پائليٽ گرفتار ٿيو. جهاز جو هڪ وڏو ٽڪر مون کي بہ هٿ آيو، جيڪو پوءِ گهڻو وقت مون وٽ هو. جڏهن شملا معاهدو ٿيو تہ جنگي قيدين جي مٽا سٽا ۾ مٿيون پائليٽ بہ آزاد ٿي هندستان هليو ويو.

مجموعي طور تي پاڪستان جو دفاع سن 1971ع ۾ بيحد ڪمزور هو. پر ذرائع ابلاغ ۾ آيو پئي تہ پاڪستان اوير پاڪستان ۾ جنگ کٽي رهيو آهي. نيٺ يحيٰ خان ٽيليويزن تي تقرير ڪري شڪست جو اعتراف ڪيو ۽ بنگلا ديش عليحده ٿيو. اولهہ پاڪستان ۾ بہ جنگ بندي ٿي. انهيءَ جنگ دوران خوف ۽ هراس ڏاڍو پکڙيل هو تہ هندستان، پاڪستان کي فتح ڪري وٺندو. سيني سمجهيو پئي تہ پاڪستان وڃي رهيو آهي، پوءِ جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو حاڪم ٿيو تہ ڪي اهڙا اقدام ورتائين، جو ماڻهن جو اعتماد بحال ٿيو ۽ خوف جي فضا ويندي رهي. اهو نتيجو هو سينسرشپ ۽ حقيقتن کي لڪائڻ جو.

پاڪستان ۾ ذرائع ابلاغ جو ڪردار ڪو خاص روشن نہ رهيو آهي. پريس ۽ ٻيا ذريعا آزاد نہ رهيا آهن. هميشہ حڪومتي دٻاءَ هيٺ يڪطرفيون خبرون ايندڙيون رهيون آهن. فوجي حڪمرانن جي دور ۾ تہ پريس کي چڱيءَ طرح گهٽيو ويندو آهي. ايماندار صحافي هميشہ کان گهٽ رهيا آهن. انهن کي قيدن، بندن، موچڙن، مارن ۽ ٻين طريقن سان خاموش رکيو ويندو آهي. سچ لکندڙ گهٽ هوندا آهن. باقي جيڪي حڪومتي خوشامد ۾ لکن انهن کي وڏا فائدا ملندا رهندا آهن. اوير پاڪستان ۾ بہ ائين ٿيو. فوج هزارين ماڻهو

مارائيندي رهي، ڪروڙن جون رقمون بينڪن مان فوجي ڪڍائي ويا. ڪيترين عورتون عصمت دريءَ جون شڪار ٿيون، لکين ماڻهو هندستان ڀڄي ويا. خود فوج جا ڪيترا سپاهي ۽ عملدار مارجي ويا. پر اخبارن ۾ سڀ خير لڳو پيو هوندو هو. ٽيليويزن اجا ايتري عام ڪانه ٿي هئي. يحيٰ خان شڪست جو اعلان ٽيليويزن تان ڪيو. جنهن انداز سان ڳالهايائين ٿي ته سمجهه ۾ آيو ٿي ته شراب پي آيو آهي. اهڙي سخت درماندگيءَ جي حالت ۾ ملڪ ٻه اڌ ٿيو. ذرائع ابلاغ هميشه حقيقتون لڪايون آهن. مثلاً: سن 1948ع تي قائد اعظم انتقال ڪري ويو. چاليهن سالن کان پوءِ ظاهر ٿيو ته سندس علاج ۾ سستي ڪئي وئي، کيس زبردستي زيارت ۾ رکيو ويو. سندس وفات ڪراچيءَ ۾ ٿي. کيس ماريپور هوائي اڏي کان ڪراچي تائين جيڪا ايمبولينس ڏني وئي، اها رستي ۾ خراب ٿي پئي. سن 1948ع ۾ قائد اعظم جي وفات جي باري ۾ ڪجهه بيو لکيل هو. لياقت علي خان شهيد ٿيو ته اها ڳالهه اجا تائين راز ۾ آهي. مختلف انومان ضرور سامهون آيا آهن. ون يونٽ ڇو نهيو ۽ ڇو ٽٽو؟ انهيءَ جي پنيان ڪهڙا اسباب هئا؟ بنگلا ديش ڪيئن نهيو ۽ ڇا مجيب الرحمان واقعي آزاد بنگلا ديش گهريو ٿي؟ محترمه فاطمه جناح جو موت فطري هو يا قاتلاڻو حملو هو؟ ذوالفقار علي ڀٽي جي ڦاسي پنيان اصلي سبب ڪهڙا هئا. مرتضيٰ ۽ شاهنواز ڇو شهيد ٿيا؟ ڪارگل ۾ شڪست ڪيئن آئي؟ اوجهڙي ڪيمپ ۾ باهه ڇو لڳي؟ مطلب ته هزارين سوال آهن، جن جو ڪو جواب ڪونهي. ميڊيا لڪايو آهي ۽ ماڻهن کي انڌيري ۾ رکيو ويو آهي. انهيءَ ۾ حڪومتي دٻاءَ ۽ ترغيب ۽ تحريص به شامل آهي، ته ميڊيا جي طرفان خود ساخته سينسر به آهي. جنهن ملڪ ۾ اخبارون، ٽي وي، ريڊيو ۽ انٽرنيٽ آزاد نه آهن، انهيءَ ملڪ ۾ سياسي انقلاب اچڻ مشڪل آهي ۽ عوام جي حالت هميشه بگڙيل رهندي. ۽ هو انڌيري ۾ رهندا.

سن 1971ع واري دور ۾ ڪن اعليٰ شخصيتن سان ملاقاتون رهيون. جسٽس قادر نواز اعوان هاڻي رٽائر ڪري آيو هو، سندس تعلق شڪارپور جي علمي خاندان سان هو. ۽ انهيءَ وقت بينڪن جي پگهار ڪميشن جو چيئرمين هو. ڪجهه وقت کان پوءِ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو چيئرمين به ٿيو. شڪارپور جو وينل هو ۽ سندس وڏا انگريزن جي طرفان قاضي مقرر ٿيندا هئا.

پوءِ منجهانئن ڪي جج (Judge) بہ تيا. قادرنواز شريف الطبع، ايماندار ۽ سچو مسلمان هو. فيصلن ۾ بي رياءِ هوندو هو. ڪنهن جي بہ دٻاءَ ۾ ڪونہ ايندو هو، ذاتي زندگيءَ ۾ سادو سودو ۽ سچار انسان هو. سن 1982ع ڌاري انتقال ڪري ويو. ٻيو قاضي محمد الياس هو، جيڪو اصل ۾ خيرپور اسٽيٽ ۾ سيشن جج هو. ون يونٽ کان پوءِ سنڌ ۾ جج ٿيو. تمام هوشيار ۽ قانون جو ڄاڻو هو، ميٽرڪ کان پوءِ علي ڳڙهہ ۾ پڙهيو، جتي ايوب خان ۽ هن جو ڪمرو گڏ هئا. پر ايوب خان ڪيس ڪم نہ آيو. يحيٰ خان جيڪي آفيسر ڪڍيا، انهن جو تعداد 303 هو. قاضي الياس انهن مان هڪ هو. گهڻو وقت سندس پٽ سنڌي مسلم سوسائٽي حيدرآباد ۾ رهندو هو.

هڪ دفعي اسڪوٽر هلائيندي مون کي حادثو پيش آيو. هي واقعو سن1972ع جو آهي. ڏڪ هڻڻ واري گاڏي فائربرگيڊ وارن جي هئي ۽ مون کي مٿي ۾ ڏڪ لڳا ۽ 24 ڪلاڪ سول اسپتال حيدرآباد ۾ بيهوش هئس، هفتي کان پوءِ ڊسچارج ڪيائون. ان واقعي کان پوءِ آءٌ مهينو کن موڪل تي هليو ويس.

موڪل تان واپس آيس تہ ڊائريڪٽر هيلٿ جي آفيس مان شيخ محمد يامين صاحب جو فون آيو، تہ سنڌ حڪومت کي ڪنهن ڊاڪٽر جو نالو کپي، جيڪو سعودي عرب وڃي حاجين جو علاج معالجو ڪري. مون کان منهنجي مرضي پڇيائين، جنهن جو مون هاڪار ۾ جواب ڏنو. هفتي کن اندر مون کي سعودي عرب وڃڻ جو حڪم مليو. ٽڪيٽ ڪراچيءَ مان ملڻي هئي ۽ وڃڻ جو انتظام هوائي جهاز رستي هو. شايد 27- آڪٽوبر تي آءٌ احرام ٻڌي جهاز ۾ وينس، جو مون کي حج جو بہ ارادو هو ۽ في الوقت عمرو بہ ڪرڻو هو. جهاز ۾ فلمي اداڪار محمد علي پنهنجي والد صاحب ۽ زوجه زيبا سان عمري لاءِ وڃي رهيو هو. ساڍن ٽن ڪلاڪن جي سفر کان پوءِ اسان جدي ايئرپورٽ تي لٿاسين. رات جو وقت هو ۽ هوائي اڏي تي سخت گرمي هئي. سعودي عرب پاڪستان کان گرم آهي. بهرحال گرمي قابل برداشت هئي. پاڪستاني سفارتخاني جي طرفان 2-3 گاڏيون اسان کي وٺڻ آيون هيون. مون سان گڏ ڪجهہ ٻيا پاڪستاني ڊاڪٽر بہ هئا، جن جو تعلق پنجاب ۽ سرحد سان هو. هوائي اڏي تان اسان سڌو جده ۾ محمد الياس بلوچ جي گهر وڃي لٿاسين، جيڪو پاڪستاني سفارتخاني ۾ حج آفيسر هو. اتي 3-4 راتيون ترسياسين. صبح جو

ڊائريڪٽر حج جي آفيس ۾ ويندا هئاسين، جيڪو پاڪستاني سفارتخاني طرفان قائم ڪيل هو. ڊائريڪٽر حج جو نالو احسن خان هو ۽ پشاور جي پاسي جو هو. اهي ابتدائي چار پنج ڏينهن منهنجي طبعيت ناچاق رهي. ايتري قدر جو ارادو ڪيم تہ موٽي وڃان، پر صبر کان ڪم ورتم. پهرين ڏينهن فجر کان پوءِ عمرو ادا ڪيوسون.

دراصل حج جي ڊيوٽي تي منهنجو نالو تجويز ڪرڻ ۾ شيخ يامين صاحب جو وڏو دخل هو. پاڻ صحت کاتي ۾ ايڊمنسٽريٽو آفيسر هو. سندس وڏا بني اسرائيل نسل جا هئا، جيڪي مسلمان ٿيا هئا ۽ حيدرآباد دکن رياست ۾ اچي رهيا هئا. سندن وڏو شيخ محمد يعقوب خيرپور جي ميرن جو وزير هو. سندس وفات کان پوءِ قادرداد خان وزير ٿيو. قادرداد جي چڏي وڃڻ کان پوءِ، سردار محمد يعقوب جو ننڍو ڀاءُ خانبهادر محمد ابراهيم وزير ٿيو. هن رياست ۾ گهڻا سڌارا آندا. پرائمري اسڪول کي وڌائي هاءِ اسڪول ڪيائين. انجمن حمايت الاسلام لاهور کي 1000 رپيا چندو موڪليائين. سن 1919ع ۾ آل انڊيا ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس خيرپور ۾ سڏايائين. ساڳي سال مير امام بخش والي رياست سان ڪن ڳالهين تان اختلاف سبب وزارت کان الڳ ٿي ويو ۽ ممبئي جي پاسي ڪليڪٽر مقرر ٿيو. اتي ئي وفات ڪيائين. سندس فرزندن مان ميان محمد اسلم نور محمد هاءِ اسڪول جو سيڪريٽري هو. ٻيو پٽ ميان محمد اعظم سنڌ وزارت ۾ وزير ٿيو. هُو تلڪ چاڙي حيدرآباد تي رهندو هو. ٽيون پٽ محمد اڪرام پي. ڊبليو. ڊِي ۾ ملازم هو. هن وقت سندس ڏيءُ درٿمين سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ ٻارن جي بيمارين جي پروفيسرياڻي آهي. هنن شيخن جي خاندان کي خيرپورميرس جي اميرن جي چوڻ تي نظام حيدرآباد موڪليو هو تہ ميرن کي رياست جي نظم و نسق هلائڻ ۾ مدد ڪن.

جڏهن اسان عربستان پهتاسين تہ رمضان شريف جا آخري روزا هلي رهيا هئا. پهرين ڏينهن روزو رکي محمد الياس بلوچ جي اڳواڻيءَ ۾ عمري لاءِ مڪي شريف لاءِ نڪتاسين. ڪار باب عبدالعزيز ابن سعود وٽ اچي بيٺي. حرم شريف جي توسيع جو ڪم تہ روز اول کان هلندو پيو ٿو اچي. سعودين ڪان اڳ ترڪن حرم جي چوڌرد عمارت پٿر سان ٺهرائي هئي. سعودين سنگ مرمر سان عظيم الشان عمارت ٺهرائي آهي. مختلف ملڪن مان پٿر گهرائي ڪم ۾ آندو اٿن. گهڻو پٿر جنهن جو وڏيڪ استعمال ٿيل آهي، اهو اٽليءَ مان آيو آهي. خود سعودي عرب مان بہ پٿر نڪتو، جيڪو استعمال ۾ آندو ويندو آهي. عمارت ٽي منزلہ آهي. زمين دوز فرش ۽ ڏاڪڻين تي، ٻن ٽن لکن ماڻهن جي نماز پڙهڻ جو انتظام ڪيل آهي.

آءٌ پنهنجي سان گڏ حرم جي مکيہ دروازي کان اندر داخل ٿيس، تہ هڪدم سامهون ڪعبة الله شريف ڪاري غلاف ۾ ملبوس نظر آيو. هيءُ نظارو تصويرن ۽ اخبارن ۾ تہ ڏٺو هئم، پر هن طرح اکين سان ڏسندس هن ڳالهہ جو ڪڏهن خيال ئي نہ آيو هو. پاڪ ذاتيءَ جي نوازش آهي جو ننڍي عمر ۾ اها سعادت نصيب ٿي. دراصل حج يا مقامات مقدسہ جي زيارت ننڍي عمر ۾ ئي ڪجي. جو ان جا اثرات آخري دم تائين قائم رهن ٿا. ان کان سواءِ ديني تربيت بہ ٿئي ٿي. احڪام شرعي، نماز، روزو، طواف، عمره، سعي ڪيئن ڪجن ۽ انهن جو مسنون طريقو ڇا آهي؟ سو سڀ معلوم ٿي وڃي ٿو. مشرق بعيد يعني انڊونيشيا، مليشيا، فلپائن، ٿائيلنڊ جا حاجي سڀ گورا ننڍي عمر ۾ نوجوانيءَ ۾ حج ڪن ٿا. سندن شادي ڪرائڻ لاءِ اهو شرط آهي تہ حج ڪيل هجين. اسان نيت طواف جي ڪري طواف شروع ڪيو. طواف جا ست چڪر آهن ۽ هر چڪر جي پنهنجي دعا آهي. هڪ ننڍو ڪتاب دعائن جو ساڻ کنيوسين. ان تان دعائون پڙهندا هلياسين ۽ پنهنجي ڪم مايگي ۽ بي بضاعتي جو احساس

دامن گير رکيوسين. پاک اها ذات آهي جو عجيب ۽ غريب سلسلا جوڙي ٿي ۽ نہ ٿيندڙ ڪم عمل ۾ آڻائي ٿي. طواف حجر اسود جي مقام کان شروع ٿئي ٿو. اجا حج ۾ ٽي مهينا پيا هئا، ان ڪري هجوم ڪونہ هو. حجر اسود کي چمڻ جي سعادت انهيءَ پهرين طواف ۾ 3-4 دفعا حاصل ٿي. فالحمدلله عليٰ ذالک. حجر اسود بهشت جو پٿر آهي، جو اصل ۾ سفيد رنگ جو هو، پر اسان گنهگارن جي بار بار چهڻ سان ڪاري رنگ جو ٿي چڪو آهي. هيءُ چمڪندڙ پٿر چانديءَ جي هڪ طشت ۾ ڪنڊائتو لڳل آهي ۽ ڪنڌ کي ٿورو جهڪائي پوءِ بوسو ڏئي سگهجي ٿو. جيڪڏهن رش وڌي ويندي آهي، تہ پوليس ماڻهن کي هٽائيندي آهي. عورتن، بيمارن ۽ ڪمزورن کي پوليس (شرطہ) بوسي ڏيڻ ۾ مدد ڪندي آهي. حجر اسود جي وڏي تاريخ آهي. اهڙي طرح ڪعبة الله جي تاريخ گهڻو اڳاٽي آهي. ڪتابن ۾ آيو آهي تہ جڏهن اجا زمين خلقي نہ وئي هئي تہ بہ ملائڪ مقرب ڪعبي واري جاءِ جو طواف ڪندا رهندا هئا. چوتہ اها جاءِ بيت المعمور جي بلڪل هينان سڌائيءَ ۾ آهي، جيڪو عرش ۾ ملائڪن جي طواف لاءِ خدا جو گهر آهي. قصص الانبياء مطابق روءِ زمين تي پهريون حرم حضرت آدم عليه السلام ٺهرايو هو.

طواف ڪندي پنين پاسي کان حرم جي چوڌاري هڪ گول اڌ ديوار قائم آهي، جنهن جي لاءِ منسوب آهي تہ هيءُ حضور ﷺ جن جو گهر هوندو هو ۽ جتي حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جي ولادت ٿي هئي. انهيءَ ديوار جي اندر جيڪو حصو اچي ويو آهي، ان کي حطيم چيو وڃي ٿو. ڪعبہ جي ڇت تان ميزاب الرحمة هڪ نيسارو يا نارو آهي، جڏهن بارش پوندي آهي تہ پانڌيڙا انهيءَ پرنالي جي هينان بيهي غسل ڪندا آهن، جو حديثن ۾ آيل آهي تہ انهيءَ پاڻيءَ جي غسل ڪرڻ سان گناهہ ڌوپجن ٿا. هيءُ پرنالو حطيم ۾ آهي. منهنجو قيام عربستان ۾ پنجن مهينن کان ڪجهہ وڌيڪ هو. انهيءَ وچ ۾ ٽي چار دفعا زور شور سان بارش پئي ۽ حاجين سڳورن کي ميزاب الرحمة هينان غسل ڪندي ڏٺوسين. سن 1979ع ۾ جڏهن حرم پاڪ تي انقلابين قبضو ڪيو ۽ سعودي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ تي چاهيائون تہ سندن اڳواڻ قحطاني، حطيم جي ديوار تي بيهي، بغاوت جو اعلان ڪيو هو. اهو قصو الڳ آهي. طواف ۾ ڦرندي رڪن يماني اچي ٿو، جيڪو ملڪ يمن

جي جاءِ وقوعہ جو اشارو ڪري ٿو، وري ڦري مرڪزي نقطہ يعني حجر اسود تائين پهچبو، اتان بيو ڦيرو شروع ٿيندو. اهڙيءَ طريقي سان ست ڦيرا پورا ٿيا. ڪعبة الله شريف جي عمارت حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ سندس فرزند حضرت اسماعيل عليہ السلام جن گڏجي ناهي هئي. عمارت چؤڪندي آهي، جنهن جي مٿان ڪارو اطلسي غلاف چڙهيل آهي. غلاف تي سوني ميناڪاريءَ جو ڪم ٿيل آهي، جنهن ۾ قرآن شريف جون آيتون لکيل آهن. اڳ ۾ اهو غلاف مصر جي حڪومت تحفي طور ڏيندي هئي. هڪ سال ايوب خان جي ڏينهن ۾ پاڪستان بہ غلاف ڏنو هو. پوءِ سعودي حڪومت باقاعده هڪ فيڪٽري قائم ڪئي، جتي سڄو سال غلاف ناهڻ جو ڪم هلي ٿو. هن ڪم تي ڪروڙين سعودي ريال ڪم اچن ٿا. وڏا ڪاريگر عالم، اسلام مان اچن ٿا، جيڪي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪن ٿا. انهن ۾ ترڪي، مصر، شام، ايران، هند ۽ پاڪستان جا ڪاريگر بہ ڪم ڪن ٿا.

طواف ڪرڻ کان پوءِ بہ رڪعتون نفل شڪراني جون مقامِ ابراهيم تي ادا ڪيوسين. مقام ابراهيم ڪعبہ پاڪ جي عمارت کان 50-60 فوٽن جي مفاصلي تي آهي، پر متصل آهي. هيءُ سفيد شيشي جو وڏو مرتبان نما منارو آهي. منارو تہ نہ چئجي. ائين سمجهو تہ هڪ تعميراتي فن آهي، جنهن ۾ اهو پٿر رکيل آهي، جنهن تي چڙهي حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ حضرت اسماعيل عليہ السلام جن تعمير ڪندا هئا. پوءِ روايتن ۾ آيو آهي، تہ اهو پٿر ڏاڪڻ جو ڪم ڏيندو هو، يعني حڪم خداونديءَ سان، اهو پٿر ضرورت آهر هيٺ مٿي ٿيندو هو، جيئن تعمير جي ضرورت پوري ٿئي. پوءِ جڏهن ڪعبو شريف جڙي راس ٿيو تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي باري تعاليٰ جو حڪم ٿيو تہ روءِ زمين تي ماڻهن کي سڏ تہ هو هتي اچي منهنجي حمد و ثناء ڪن. حضرت ابراهيم عليہ السلام فڪرمند ٿيو تہ هن صحرا، بيابان ۾ اول تہ ماڻهو تمام ٿورڙا آهن، بيو منهنجو آواز وچي ڪيترو سگهندو؟ سو باري تعاليٰ جي اڳيان عاجزي ظاهر ڪيائين. پوءِ خداوند قدوس جو حڪم ٿيس تہ تون ماڻهن کي سڏ ۽ هوا کي پاڪ ذات حڪم ڏنو تہ هن آواز کي ڪٺي روءِ زمين جي چپي چپي تي پهچاءِ، جيئن ابراهيم جو آواز هر جاءِ تي پهچي. حضرت ابراهيم عليہ الصلواة والسلام اذان ڏني. ماڻهو جمع ٿيا. امر خداوندي

سچو صاف ظاهر ٿيو. اڄ ڏينهن تائين پانڌيڙا دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان پيا اچن ۽ قيامت تائين ايندا رهندا. هيءُ خدا جو واعدو حضرت ابراهيم عليه السلام سان آهي. اسان ڏٺو ته حاجي سڳورا هوائي جهازن ۾، بحري جهازن ۾، ڪارين موٽرن ۾، بسن ۾، حج جي موسم ۾ ڪتان ڪٿي پڪجي اچن ٿا. جديد سواري ڪان سواءِ ڪي اٺن تي اچن ٿا، ڪي گهوڙن تي، ڪي خچرن تي ته ڪي گڏهن تي، ته ڪي پنڌ به اچيو نڪرن. اڄ کان 100 سال کن اڳ پانڌيڙا بحري جهاز ۾ ويندا هئا، ڪيترا پنڌ به ويندا هئا. محمد اسد مشهور نو مسلم، جنهن ڪتاب لکيو آهي Road to Mecca- هن سن 1930ع ڌاري حج ڪيو هو. هن لکيو آهي ته منيٰ ۾ سچو حجاج اٺن تي آيل هو. هن جيڪا حج جي رڪنن جي تصوير ڪشي ڪئي آهي، اها حيران ڪندڙ آهي.

مقام ابراهيم تي نفل پڙهي، پوءِ زمزم تي پاڻي پيئڻ لاءِ آياسين. واٽر پمپ زير زمين پاڻي کي بجلي جي زور تي ڇڪي مٿي نلڪن ۾ آڻي رهيا هئا، جتي پانڌيڙا وضو به ڪري رهيا هئا، غسل به ڪري رهيا هئا ۽ پنهنجا ڪپڙا به آلا ڪري رهيا هئا. اسان ڪي روزو هو، جيئن آءٌ مٿي ذڪر ڪري چڪو آهيان.

پيغمبر حضرت ابراهيم عليه السلام جن جي گهر واري بي بي هاجره سندس پهرين گهرواري حضرت بي بي ساره جي نوڪرياڻي هئي. پوءِ الله جو حڪم ٿيو ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جن پنهنجي زال هاجره کي وٺي فلسطين مان سفر ڪري شام وڃڻ جو ارادو ڪيو. جڏهن زم زم جي موجوده جڳهه تي پهتا ته ابراهيم کجور ۽ پاڻيءَ جو مشڪيزو هاجره کي ڏنو ۽ پاڻ اڳتي سفر جاري رکيائين. هيءُ الله جو حڪم هو ۽ نبيءَ کي ڄاڻ هئي ته پروردگار پاڻ هنن جو محافظ ۽ مددگار ٿيندو. پوءِ اتي بي بي هاجره کي حضرت اسماعيل عليه السلام جن ڄاوا، جي اڳتي هلي جليل القدر پيغمبر ٿيا. لق و دق صحرا ۾ پاڻي نه هجڻ، وڏو درماندگيءَ جو سبب هو. هاجره ويچاري جبلن جي وچ ۾ ڊوڙندي رهي ته بار لاءِ پاڻي ملي سگهي. الله تعاليٰ اسماعيل بار جي دل تي اهو ظاهر ڪيو، ته پنهنجون ڪڙيون زور سان زمين تي هڻي. اڃا ائين ڪرڻ جي دير هئي ته زمين مان پاڻي ڦاٽ ڪائي ٻاهر نڪتو. اهو پاڻي حضرت اسماعيل ۽ بي بي هاجره پيتو ۽ اڃ لاٿائون. سگهوئي پوءِ بحڪم خداوندي بنو جرهم قبيلي جا ماڻهو وڻج واپار جي خيال کان يمن کان نڪري

شام ويا تي تہ انهن جو عين صحرا ۾ پاڻي ڏنو تہ اتي ئي پنهنجي آماجگاهہ ڪيائون ۽ گهر ناهي ويهي رهيا. ڪجهہ سالن کان پوءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام واپس تيو تہ اهو بہ اتي ترسي پيو ۽ پوءِ جڏهن حضرت اسماعيل وڏو ٿيو، تہ گڏجي ڪعبة الله جي تعمير ڪيائون.

زمزم کان پوءِ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ست دفعا اچڻو وڃڻو هو. هي ٻئي ٽڪريون حرم شريف جي دامن ۾ آهن. هاڻي تہ سڄي رستي کي ايئرڪنڊيشنڊ ڪيو ويو آهي. اچڻ ۽ وڃڻ جو رستو الڳ آهي. وچ ۾ ننڍي ريلنگ آهي، جنهن ۾ ويل چيئر ۽ گاڏن تي بيمار ۽ معذور حاجيئڙا سعي ڪندا آهن. صفا ۽ مروه تي پهچڻ جون دعائون ڪتابن ۾ لکيل آهن، جيڪي پڙهيوسين. سن 1950ع کان اڳ صفا ۽ مروه جو ميدان بنا ڇت جي هو ۽ ماڻهو سخت گرميءَ ۾ سعي ڪندا هئا. رستي جي ٻنهي پاسن کان بازاريون هيون، جتي عرب سڳورا متبرڪ شيون وڪڻندا هئا. جهڙوڪ: کجور، تسبيحون، مصلا، ٽوپيون، سرمو، موميائي/عطر، گدامڙيءَ مان نهيل ماني، خاڪ شفا، هنداڻي جا ٻج وغيره. حاجي سڳورا اهي شيون خريد ڪري پنهنجن ملڪن ۾ کڻي ويندا هئا. ۽ بطور تبرڪ جي ورهائيندا هئا. پيٽرول ليڻ کان پوءِ پيسو ٿيو، تہ سعودين ڪانڪريٽ جي مضبوط ڇت ڏياري، جا اڄ بہ موجود آهي.

صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڪجهہ ٽڪر اهڙو اچي ٿو، جتي ڊوڙ پائي لنگهڻو آهي. هن ٽڪر جي نشاندهي ڇت ۾ لڳل ٻن (2) ٽنين جي ڏسڻ سان ٿئي ٿي، جن جو رنگ ٻين ٽنين کان ڌار آهي. يعني سائو آهي. طواف ڪندي ڪيترن ئي حاجين يا حاجاڻين کي ڇٻين، ننڊن کٽن يا ڪرسين تي وينل ڏٺوسين، جن کي طاقتور شيدي کڻي طواف يا سعي پئي ڪرايائون، جن جو ڪين اجورو مليو ٿي. علامہ محمد اسد پنهنجي ڪتاب Road to Mecca ۾ انهيءَ زماني جي سعي جو حال بيان ڪيو آهي تہ درمياني جڳهہ ڇت کان سواءِ هئي ۽ ماڻهو سوارين يعني اٺن، گهوڙن تي چڙهي بہ سعي ڪندا هئا.

سعي کان ٻاهر نڪري وار ڪوڙائڻا يا ننيا ڪرائڻا هوندا آهن. ان مقصد لاءِ حبشي حجام ۽ پاڪستاني حجام ٻاهر وينل هئا، جن اهو ڪم معمولي اجرت تي انجام ڏنو ٿي. ان کان پوءِ غسل ڪري احرام لاهڻو هو ۽ عام ڪپڙا پائڻا هئا. ان کان پوءِ باقي نمازون يعني: ظهر، عصر، مغرب ۽ عشاء حرم

شريف ۾ پڙهي، رات جو الياس صاحب سان جده موٽي آياسين. مغرب جي نماز تي وڏي خلق اچي جمع ٿـي. روزو بـ افطار ڪرڻو هو ۽ نماز بـ پڙهڻي هئي. بيت الله جيڪو ڏينهن جو خالي پيو هو، اهو هاڻي پرجي چڪو هو. حرم جي خادمن مٽيءَ جا ڪوزه پاڻيءَ سان پري حاجين جي اڳيان اچي رکيا هئا ۽ پڻ ڪجهه کجور يا ڪجهه فروٽ رکيو. اذان جي الله اڪبر چوڻ سان سڀني افطار ڪيو ۽ ذٽي تعاليٰ جا شڪرانا بجا آندا. منهنجي پرسان هڪ عمر رسيده ترڪ مسلمان ويٺو هو، جنهن مون کان پڇيو تہ پاڪستاني؟ يعني تون پاڪستاني آهين؟ منهنجي ها چوڻ تي، هن نيڪ انسان منهنجا هٿ وني چميا. حالانڪہ آءٌ سندس اولاد جي عمر جو هوس. پر هيءُ ترڪن جو پاڪستان لاءِ احترام هو. پاڪستان انهيءَ وقت تائين مسلم ملڪن ۾ باعزت هو، وري جو قرآن پاڪ کي ياد ڪجي تہ آيت ڪريمہ نظر اچي ٿي، تہ "انما المؤمنون اخوة" تحقيق سڀ مسلمان پاڻ ۾ ڀائر آهن. عمري کان فارغ ٿي واپس جده آياسين.

اِن کان پوءِ ڊيوٽيءَ جي سلسلي ۾ تقريباً 4 مهينا مڪي شريف ۾ رهڻ ٿيو. پنج ئي وقت نمازون حرم ۾ ئي ادا ڪيوسين. حرم شريف هر وقت حجاج سان پريل رهندو هو. طواف چوويهہ ئي ڪلاڪ جاري رهندو هو. صرف فرض نماز جي وقت ڪجهه دير لاءِ موقوف ٿي ويندو هو. امام صاحب باب ڪعبہ جي سامهون هڪ ڪمري ۾ نماز جي امامت ڪندو هو. مؤذن بـ اتي ويهندا هئا. مؤذن هڪ بنگالي مسلمان هو، جيڪو ڪيترن ورهين کان هجرت ڪري مڪي شريف آيو هو. شيخ عبدالله سبيل فجر ۽ عشاء جي نماز پڙهائيندو هو. پٺي صاحب جي دور ۾ هو پاڪستان بہ آيو هو ۽ وڏن اجتماعن جي امامت ڪرائي هئائين. مڪي شريف ۾ بہ پاڻڊيئڙن جي آمد ڏينهون ڏينهن وڌندي وئي. پوءِ تہ ڏينهن ۽ رات جو فرق ئي ختم ٿي ويو. جيتري هلچل ڏينهن جو هوندي هئي، اوتري ئي رات جو هوندي هئي. دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان قافلا ايندا رهندا هئا. لبيڪ اللهم لبيڪ، لبيڪ لاشريڪ لڪ لبيڪ، ان الحمد والنعمة لڪ والملڪ لاشريڪ لڪ. اها صدا هر وقت ٻڌڻ ۾ ايندي هئي.

عيدالفطر اسان حرم مڪي ۾ ادا ڪئي. فجر نماز کان پوءِ امام صاحب بلند آواز سان سموري خلق کي حمد و ثنا پڙهائيندو رهيو. تان جو سج ڪني ڪڍي تہ نماز جو اهتمام ٿيو. ٻہ رڪعتون واجب کان پوءِ خطبو شروع ٿيو.

عرب ۾ خطبي کي اهميت آهي. ڪافي ڏگهو خطبو پڙهيو تو وڃي. دعا گهرڻ جو دستور ڪونهي. چون ٿا تہ نماز بجاءِ خود دعا آهي. ان ڪان پوءِ هر ڪو پنهنجي ڪم سانگي ٽڙي پکڙي وڃي ٿو. خليجي رياستن جا زيارتي پنهنجي گاڏين ۾ پنهجن ملڪن ڏانهن روانا ٿين ٿا. ٻيا روزمرهہ جي ڪمن ۾ مشغول ٿي وڃن ٿا. ڪو جشن يا شادمانو ڪونہ ٿيندو آهي.

مڪي شريف جون زيارتون بہ ڪيوسين. جنت المعلئ ڏگهو قبرستان آهي، جنهن جا ٽي حصا آهن. وڏا اصحابي، اڪابر بزرگ، اهل الله هتي مدفون آهن. حضرت عائشہ رضہ جي قبر بہ هتي آهي. جبل قبيس حرم جي اوپر ۾ آهي، جنهن جي لاءِ حديث ۾ آهي تہ حضور ﷺ جن جي ولادت وقت شيطان لعين هن جبل تي ويهي رڙيون ڪيون هيون. اسان قديم زماني جي سوڙهين گهٽين مان لنگهي چوٽيءَ تي پهتاسين، جتي هڪ جاءِ لاءِ چيو تي ويو تہ، هتان ”شق القمر“ جو معجزو ٿيو هو. مڪو شريف محلن ۾ ورهايل آهي. محلہ شاميہ، محلہ شبيڪہ، محلہ مسفلہ، محلہ جياد وغيرہ. هي نالا مون کي مانوس لڳا. چوتہ ڪيترا اسان جي پاسي جا حاجي هجرت ڪري وڃيّ، مڪي ۽ مديني ۾ رهيا هئا. جڏهن خط لکندا هئا تہ انهن جي ايڊريس ۾ انهن محلن جا نالا هوندا هئا. مثلاً: هالن پراڻن مان هڪ درويش ابوبڪر، جيڪو غريب هو، اهو مسفلہ محلہ ۾ رهندو هو. اهو خط گراف جي ڪاغذ تي لکندو هو، جنهن ۾ اڌ صفحي تي خدا جي حمد ۽ ثنا ڇپيل هوندي هئي. باقي خالي حصي تي هو حال احوال لکندو هو. ابوبڪر غريب جي ٻن پٽن عاطف ۽ محمد سان منهنجي غائباڻي خط و ڪتابت هوندي هئي. مون وٽ سندن ايڊريس بہ هئي. آءٌ انهن جي جده واري فليٽ تي وڃي پهتس، پر خبر پئي تہ هو رياض لڏي ويا آهن. ٻيو مٽيارين جو ابوبڪر بوقري شاهوڪار هو، جيڪو گهڻا سال ٿيا تہ گذاري ويو آهي.

مڪو شريف قديم زماني ڪان واپاري مرڪز ٿي رهيو آهي. دڪانن تي هر مال ولايتي ۽ غير ولايتي ملندو هو. هر ڪو ڪنبل ضرور وٺندو هو، جو سيارو شروع ٿي چڪو هو. ان ڪان سواءِ گهڙيون، ريڊيا، فون ۽ ٽي وي سيٽ عام جام وڪري لاءِ موجود هئا. صفا ۽

مروه جي ٻاهر هڪ بازار لاهيءَ تي هئي، جنهن جو نالو غزه بازار هو. هن ۾ ٻـ مختلف شين جا دڪان هئا. هيءَ بازار مسجد "جن" تائين هلي وئي هئي. هاڻي خبر پئي آهي تـ حرم جي توسيع ۾ اچي وئي آهي. محلـ جياد ۾ ترڪن جي زماني جو نهرايل پٿر جو قلعو موجود هو. هاڻي تجويز آهي، تـ ان کي بـ پيچي حرم جي توسيع ڪئي وڃي. جرول جو محلو مسفلي ۾ آهي، جتي ٻارن جي اسپتال هئي. مسفلي محلي ۾ مدرسـ صولتيـه آهي، جيڪو ڀوپال جي راڻيءَ صولت النساء بيگم پنهنجي خرچ سان نهرايو هو. مدرسي جو باني حاجي امدادالله مهاجر مڪي هو، جيڪو سن 1857ع جي جنگ آزاديءَ ۾ انگريزن جي خلاف جهاد ۾ شامل هو. پوءِ جڏهن انگريز فاتح ٿيا ۽ مسلمانن جو عام ڪوس شروع ٿيو، تـ حضرت حاجي صاحب هجرت ڪري مڪي شريف آيو ۽ اچي مدرسـ صولتيـه قائم ڪيائين. حاجي صاحب کي اهو فڪر هوندو هو، تـ جهاد جو جيڪو ڪم اڌ ۾ ڇڏي آيو آهيان، اهو ڪنهن بـ نموني پورو ٿئي. ان ڪري جيڪي بـ علماء اتان پڙهي نڪرندا هئا، انهن کي هندستان واپس وڃي انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ جي لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو حڪم فرمائيندو هو. اسان جو ڏاڏو علامـه حاجي محمد صاحب، حاجي امدادالله صاحب وٽ تقريباً هڪ سال پڙهيو هو، پر ان کان پوءِ حاجي صاحب جي چوڻ تي سنڌ موٽي آيو ۽ هالن پراڻن ۾ "مدرسـه اسلاميـه محمديـه" پيهر قائم ڪيائين.

اسان کي رهائش لاءِ محله جياد ۾ عمارت ڪعڪي ۾ جاءِ ملي. هي ڪنهن مالدار عرب جي ملڪيت هئي، جنهن حاجين کي حج جي زماني ۾ ڪرائي تي ڏيڻ لاءِ نهرائي هئي. مڪو شريف تقريباً سڄو مسواڙي جاين جو نهيل آهي. حجاج جو لامتناهي تعداد هر سال اچي ٿو. هي مسواڙي جايون ضرورت آهر ٽن چئن مهينن يا گهٽ وڌ مدت لاءِ ونن ٿا. پوءِ فريضـ حج ادا ڪري، پنهنجي ملڪن ڏي روانا ٿين ٿا. هيترين جاين هوندي بـ حجاج جو ڪثير تعداد رات ڏينهن حرم شريف ۾ گذري ٿو يا مڪي شريف جي رستن تي سمهي ٿو. پر هي اُهي ماڻهو آهن، جي حرم کان پريرو آهن، جيئن هجوم کان پاسي تي هجن. مون غريب آفريقي مسلمانن جا گروهـ رستن تي ترسيل ڏٺا.

ڪن حالتن ۾ ڪارڊ بورڊ رستن تي نصب ڪري عارضي گهر ناهيا وڃن ٿا. صحرائي آفريقن ويچارا تمام غريب آهن، پر نبي محمد ﷺ جا نام ليوا آهن. پراڻن عقيدن ۽ قديم ڪلچر جا بہ حامل آهن. مون ڪيترن آفريقي عورتن کي ڏٺو، جيڪي ڇاتي ۽ پيٽ جي لباس کان آزاد هيون. بهرحال هزارين طور طريقا، لباس جا مختلف قسم، دعا گهرڻ جا مختلف طريقا، بيت الله شريف ۽ مڪي ۾ ڏسجن ٿا. هڪ بين الاقوامي اجتماع آهي، جنهن ۾ وڏو چاڙهہ هوندو آهي.

عماره ڪعڪي ۾ هڪ پاڪستاني نوجوان محبوب صديقي صاحب باعيال رهندو هو. هن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان عربيءَ ۾ ايم. اي ڪئي هئي ۽ مڪي شريف جي ڪنهن اسڪول ۾ انگريزيءَ جو استاد هو. بهترين اخلاق وارو ۽ لحاظ وارو آهي. واندڪائي جي وقت ۾ اسان مڪي شريف ۽ حرم شريف ۾ پيا گهمندا هئاسين ۽ حاجين سان حالي احوالي ٿيندا هئاسين. محبوب صاحب جي معرفت منهنجي ملاقات سيوهڻ جي مشهور حڪيم مرحوم و مغفور قاضي محمد مراد صاحب سان ٿي، جيڪا قاضي صاحب جن جي وفات (سن1998ع) تائين هلندي آئي. هاڻي خبر پئي تہ محبوب شاهہ صاحب شام ملڪ لڏي ويو آهي.

# - 21 -

قاضي محمد مراد صاحب سيوهڻ جي روحاني ۽ علمي صديقي خاندان سان تعلق رکي ٿو. سندن والد حڪيم محمد حسن صاحب ۽ ڏاڏو حڪيم نصيرالدين صاحب هو، جيڪي بہ وڏا حاذق حڪيم ۽ جيد عالم هئا. سندس هڪ ٻيو وڏو قاضي بصرالدين رحمة الله عليه صاحب ڪرامت، علم ۽ فضل جو صاحب ٿي گذريو آهي. قاضي بصرالدين جا گهڻا ڪم ڪشف ڪرامتن جا مشهور آهن. حڪمت ۾ هيءُ خاندان بي نظير آهي ۽ سنڌ ۾ سندن پايي جو مرڪز حڪمت جي ڪو ٻيو نہ آهي. قاضي مراد صاحب سندس والد جي وفات کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ ڪريم آباد ۾ مطب کوليو. اتان پوءِ سنڌ جي ٻين شهرن لاڙڪاڻو، ميرپور ۽ نواب شاهہ ۾ بہ پنهنجا شفاخانا کوليائين، جتي پنهنجن فرزندن کي موڪليندو رهندو هو. اهو سلسلو اڄا تائين جاري آهي. مکيہ مطب سيوهڻ ۾ اٿن. جتي سندن وڏو فرزند حڪيم محمد نصيرالدين فاروق صديقي ڪم ڪري ٿو. ڪراچي ۽ حيدرآباد جي شفاخاني ۾ سندن ٻيو فرزند حڪيم محمد يوسف نگراني ٿو ڪري. لاهور ۾ بہ شاخ ڪدي هئائون، جيڪا پوءِ بند ٿي وئي. قاضي محمد مراد صاحب سن 1998ع ڌاري ڪراچي ۾ وفات ڪئي.

حڪومت پاڪستان جي طرفان اوائلي دور ۾ ٽي اسپتالون سعودي عرب حڪومت کي تحفي ۾ ڏنيون ويون هيون، انهن مان هڪ اسپتال جده ۾، ٻي مڪي ۾ ۽ ٽين مدينہ منوره ۾ هئي. هاڻي سعودي عرب جا پنهنجي ذرائع آمدني جا ذريعا پاڪستان کان گهڻو وڌيڪ آهن ۽ اسپتالن جو بہ وسيع ڄار اٿن. شايد پاڪستاني اسپتالون هاڻي بند ٿي چڪيون آهن. مڪي شريف ۾ پاڪستاني اسپتال "حارة الباب" محلي ۾ هئي، جيڪا هڪ مسواڙ جي جڳهہ هئي. مرڪزي حڪومت طرفان ڊاڪٽر عبدالقيوم اتي ميڊيڪل آفيسر هو، جيڪو سني طبعيت جو مالڪ هو. منهنجي ڊيوٽي "حارة الباب" واري اسپتال ۾ لڳي. ڊيوٽيءَ جا وقت صبح جو 8 وڳي کان ٻارهين وڳي تائين ۽ منجهند جو

ظهر نماز کان پوءِ عصر جي اذان تائين هئا. ان کان پوءِ اسپتال بند ٿي ويندي هئي. ٻين پاڪستاني ڊاڪٽرن جي اچڻ کان پوءِ محلہ جياد ۾ ڪجهہ دڪان مسواڙ تي وٺي ٻي اسپتال بہ کولي هئائون. مديني شريف ۾ شارع ابوذر غفاريءَ ۾ پاڪستاني اسپتال هئي. جده ۾ حاجي ڪيمپ ۾ عارضي طور تي طبي امداد جو مرڪز قائم ٿيندو هو. جتي وري بحري جهاز رستي آيل پانڌيئڙن جو ضرورت موجب مختصر علاج معالجو ٿيندو هو.

”حارة الباب“ ۾ شروع ۾ حاجين جو تعداد گهٽ هو. پر پوءِ ڪثير حجاج جي آمد سبب اهو تعداد ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. حج کان چند ڏينهن اڳ مريضن جو تعداد روزانو سراسري 1000 کن هوندو هو. گهڻا مريض وڏي عمر جا هئا. کنگهہ، نزلو، زڪام ۽ پيٽ جون بيماريون عام جام هيون. مريضن ۾ پاڪستانين کان سواءِ بنگلا ديشي، عرب ۽ آفريقي مريض بہ ايندا هئا. بنگلا ديش کي پنهنجي اسپتال ڪانہ هوندي هئي. نئون ملڪ ٿيو هو. سعودي عرب جا شهري بہ گهٽي تعداد ۾ ايندا هئا، چوتہ سندن پنهنجون اسپتالون مهربند دوائون ڏينديون هيون. اسان وٽ پراڻي زماني جا مڪسچر بہ هلندا هئا، جن جي لاءِ سعودين جو عقيدو هو، تہ انهن ۾ فائدو وڌيڪ آهي. سعودين وٽ پيسو گهڻو هوندو هو. هڪ دفعو ڪنهن سعودي مريض کي ڏسڻ لاءِ مون کي سندس گهر وٺي هليا. هيءُ شايد حرم شريف ۾ خيرات وٺندو هو. وجڻ مهل مون کي في ڏيڻ لاءِ چادر مٿي ڪنيائين. هزارن جا سعودي ريال پيا هئا. مون ڪجهہ بہ وٺڻ کان انڪار ڪيو جو، اسان کي پرائيويٽ مريضن کان في وٺڻ جي اجازت ڪانہ هئي. پر پاڻ زوري ڏهہ ريال ڏنائين.

پاڪستاني اسپتالن ۾ دوائون بہ ڪراچيءَ جي سرڪاري آءِ. ڊيپو مان اينديون هيون، جن سان هونئن بہ واسطو رهيو هو. البتہ سيمپل گهڻا ملندا هئا، جيڪي مريضن کي ڏيندا هئاسين. مون سان گڏ هڪ ڪمپائونڊر ساهيوال جو ۽ ٻيو پشاور جو هو، جيڪي معمولي ماني ٺاهيندا هئا، جنهن لاءِ اسين پاڻ ۾ چندو ڪندا هئاسين. محلہ حارة الباب ۾ سنڌ جي مهاجر مڪي حاجي بهارالدين جروار سان ملاقاتون رهنديون هيون، جيڪو اسان جي ڳوٺ ايندو ويندو هو. حاجي بهارالدين ٽنڊي الهيار جي پرسان مبارڪ جروار ڳوٺ جو رهاڪو هو. واچن (گهڙين) جي مرمت ڪندو هو ۽

حجاج جي خدمت ڪندو هو. گھڻا سال ٿيا آهن، جو گذاري ويو آهي. سندس پٽ حاجي مدني زنده آهي ۽ اتي ئي سعودي عرب ۾ آهي. مڪي شريف ۾ حيدرآباد جو مرحوم آخوند عبداللطيف رهندو هو، جيڪو اهل خير ۽ نيڪ انسان هو. حيدرآباد جي صدر واري جامع مسجد جي تعمير جو خرچ گھڻي ڀاڱي پاڻ ڏنو هئائين.

مڪ شريف ڪان 2-3 ميل ٻاهر ٽي جبل نور آهي، جنهن جي چوٽيءَ تي غار حرا آهي. هيءَ اها جاءِ آهي، جتي نبي ڪريم ﷺ جن نبوت ڪان اڳ مراقبي ۽ سوچ، فڪر ۾ تخليو ڪندا هئا. هڪ ڏينهن اسان ڪجھ رفيقن سان جبل نور تي چڙهي غار حرا جي زيارت ڪئي. هيءَ پٿرن جي وچ ۾ هڪ خالي جڳھ آهي، جنهن ۾ هڪ ماڻهو هڪ وقت ۾ نماز پڙهي سگھي ٿو. نبي ڪريم ﷺ جن تي قرآن شريف پهريون دفعو اتي نازل ٿيو ۽ نبوت جو منصب جبرائيل امين جي معرفت عطا ڪيو ويو. قرآن ڪريم جي پهرين آيت 'اقرا باسم ربک' هتي نازل ٿي هئي. قرآن مجيد جو پهريون حڪم علم جي حصول لاءِ آهي. پر اسين اڄ انهيءَ سبق ڪان غافل آهيون. عصر جي وقت تائين واپسي ٿي، جو نماز حرم شريف ۾ اچي پڙهي سون.

ڪعبة الله شريف جي باب عبدالعزيز ڪان اندر اچبو هو، ته پاسي ڪان ڪابي هٿ تي هڪ لحيم شحيم دهشتناڪ حبشي وينل هوندو هو، جيڪو، چپن جي حرڪت مان معلوم ٿيندو هو ته، ڪجھ پڙهي پيو يا تلاوت قرآن مجيد پيو ڪري. خبر پئي ته هو مڪي شريف جو وڏو جلاد آهي، جيڪو شرعي سزا ملڻ ڪان پوءِ ڏوهارين جا سر قلم ڪندو آهي يا هٿ پير وڍيندو آهي. اهو منصب سندس خاندان ۾ پشت به پشت هلندو اچي ٿو.

هڪ دفعي جمعي جي نماز پڙهي ٻاهر نڪتاسين ته وڏو هجوم حجاج جو چئن ئي طرفن ڪان اچي گڏ ٿيو هو، چوته ٿوري دير ۾ هڪ قاتل جو سر قلم ٿيڻ وارو هو. قاتل يمن جو ٻڌايائون ٿي. قاتل کي ايمبولينس ۾ وٺي آيا. پوءِ سندس گردن هيٺ ڪاٺ جي اسٽول تي رکيائون. جلاد اک ڇنڀ ۾ تلوار جو وار ڪري، سندس سر قلم ڪيو. پوءِ جلدي سعودي پوليس سندس لاش کڻائي وئي. اسان ڇاڪاڻ ته پري هئاسين، ان ڪري اهو معلوم نه ٿي سگھيو ته جلاد ساڳيو حرم شريف وارو هو يا ڪو ٻيو. بهرحال سعودي عرب ۾ سخت شرعي

سزائون آهن. ان جي ڪري جرم جي شرح نہ هجڻ جي برابر آهي. باقي سعودي عرب واري رهائش دوران ہي ڪا اهڙي سزا نہ ڏني سون.

جمعي جي ڏينهن حرم مڪي ۾ تمام وڏو اجتماع نماز لاءِ ايندو هو. عرب سڳورا اڇا جبا ۽ ڳاڙها رومال مٿي تي ٻڌي اچن تا. ساڍي ٻارهين تائين خطبو شروع تئي تو، جيڪو ڪهڻو ڊگهو تئي تو. سعودين جي فقہ ۾ خطبي جي وڏي اهميت آهي. ان ۾ نبي برحق جي رسالت، صحابہ جي شان، خدا جي وحدانيت کان پوءِ قرآن جون نصيحتون ۽ حڪم ٻڌايا وجن تا. ان کان پوءِ حالات حاضره تي بہ تبصرو تئي تو. مثلاً: فلسطين، ڪشمير، يا انهيءَ وقت ۾ ايٿوپيا، اريٽيريا جون خانہ جنگيون وغيره. نماز کان پوءِ دعا جو اهتمام ڪونهي. سنتون پڙهي هرڪو گهر روانو تئي تو. هڪ واقعي جو ذڪر ڪجي تو.

حج پوري تيڻ کان هڪ ڏينهن پوءِ آءٌ ڪلينڪ ۾ وينو هئس، تہ هالن جا ڪجهہ ماڻهو حاجي ماستر محمد ٻچل آخوند صاحب کي ڪٺائي آيا. ماستر صاحب بيحد بااخلاق، منڪرالمزاج ۽ شريف النفس انسان هو ۽ اسان جي وڏن وٽ ايندو رهندو هو. اسان کيس پنهنجو وڏو ئي سمجهندا هئاسين. مون کي خبر نہ هئي تہ ماستر صاحب حج تي آيل آهي. انهيءَ وقت تيز بخار هئس ۽ ڪافي بي چين بہ هو. پر مون کي سجاتائين. مون کيس مليريا جون دوائون ۽ ڪجهہ جيوڙا مار Antibiotic گوريون ڏنيون. پوءِ کيس ڪٺي ويا. ٻئي ڏينهن ٻڌم تہ ماستر صاحب رات وچ ۾ انتقال ڪري ويو. هيءَ خبر وحشت اثر هئي، چوتہ ائين سمجهہ ۾ نہ تي آيو تہ ماستر صاحب ايترو ڪو جلد ويندو. بهرحال وڃڻ جو وقت مقرر آهي، جنهن ۾ ڪا گهڙي اڳيان يا پويان نٿي تي سگهي.

ماستر صاحب کي مڪي شريف ۾ دفن ڪيائون، جيڪا مسلمانن لاءِ وڏي سعادت آهي. سندس فرزند بہ آهن، هڪ مسٽر عبدالرحمان جنهن سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي ايچ- ڊي ڪئي آهي. ٻيو ڊاڪٽر احمد علي صاحب، جنهن 16 سال نائيجيريا ۾ سرورس ڪئي آهي. ٻئي فرزند سندن والد جا صحيح جاءِ نشين آهن.

مڪي شريف ۾ گهڻائي حاجي سڳورا مدفون آهن. مرحوم

محبوب علي چنو جڏهن رٽائر ٿيو، تہ حج تي ويو ۽ اتي گذاري ويو. دفن بہ اتي ٿيو. وڏو عالم ۽ محقق هو. سروري ڪاليج هالا جو باني پرنسيپال هو. سندس فرزند مرحوم شفيق الرحمان مون سان گڏ پڙهيو هو. ٻيا بہ پائر اٿس. آخوند گل محمد "گل" هالائي سانوڻي هالن پراڻن جو مشهور شاعر تي گذريو آهي ۽ مڪي شريف ۾ مدفون آهي. مخدوم عبدالرؤف ڀٽي مولودن جو مؤجد حج تي ويو. مڪي شريف ۾ انتقال ڪيائين. حاجي گلاب نو مسلم مديني ۾ نبي سائين جن جي روضي ٻاهران مدفون آهي.

حاجي گلاب جي ڳالهہ لکجي تي تان تہ پڙهندڙ عبرت حاصل ڪن. هيءُ هالن پراڻن جو هندو هو ۽ گلاب راءِ نالو هئس. گذريل صديءَ جي اوائل ۾ انگريزن جي صاحبيءَ ۾ تپيدار هو. پوءِ حساب ڪتاب ۾ هڪ رپئي جي ڪوٽ ڪيائين. آڊٽ وارن پڪڙيس ۽ گرفتار تي ڪيائونس. پوءِ پڇي وڃي لاڙ ۾ سمن شاهہ بزرگ وٽ لڪو. اتي اسلام قبول ڪيائين ۽ سمن شاهہ جي خدمت ڪندو رهيو. جڏهن سمن شاهہ جو آخري وقت آيو، تہ هي وياڪل تي، سمن شاهہ کان پڇڻ لڳو تہ سرڪار! توهان جي برقعي متائڻ کان پوءِ مون کي ڪنهن جي حوالي ڪري تا وڃو؟ سمن شاهہ چيس تہ تون نبي پاڪ ﷺ جن جي حوالي آهين. هاڻي اوڏانهن وڃ. هيءَ سفر طيءِ ڪري وڃي مديني شريف پهتو. اتي حج جي زماني ۾ حاجين کي پاڻي پياريندو هو. گذاري ويو تہ جوار نبي ﷺ ۾ مدفون ٿيو. مون کي سندس قبر مرحوم حاجي عبدالله سنائي، جنهن کي حاجي قُلو بہ چوندا هئا، ڏيکاري هئي. حاجي قلو گذريل صديءَ جي شروع ۾ هجرت ڪري عربستان هليو ويو هو، جتي اجا شريف بن حسين جي حڪومت هئي. حاجي گلاب جا پويان اجا بہ هالن پراڻن ۾ رهندا اچن. سندن خاندان مان هڪ ٻيو سنت آسورام تي گذريو آهي. هيءُ حضور نبي ڪريم ﷺ جن جو وڏو نعت خوان هو ۽ سمورو ڪلام حضور جن جي شان ۾ چيو اٿس. اهو ڪلام سرڳواسي تانورداس وٽ موجود هو، جيڪو پوءِ ميرپورخاص ۾ وڃي رهيو هو. آءٌ ڪوشش ڪريان پيو تہ جيئن اهو ڪلام هٿ ڪريان، پر حقيقت ڇا آهي تہ پراڻا ماڻهو سڀ وڃي چڪا آهن. ننڍن ۾ دلچسپي ڪانهي. وقت سر ڪنهن ڪوشش نہ ڪئي. وڏا وڏا واقعا جيڪي مشعل راهہ تي سگهن ها،

تاريخ ۾ دفن ٿيندا ويا آهن ۽ هاڻي انهن کي اجاگر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. آسورام جي رک کي قبر ۾ دفن ڪيو ويو، جتي عمراڻي فقير هر جمعي تي سندس ڪلام پڙهندا آهن. آسومل حڪمت ڪندو هو. اڪر موتين جهڙا خوبصورت هئس. منقبتون ۽ مناجاتون گهڻيون چئي ويو آهي، پر ظاهري طور تي اسلام ۾ نہ آيو.

محله حارة الباب ۾ پاڪستاني اسپتال ۾ ٽي مهينا ڊيوٽي ڏني سين. هاڻي حج جو وقت آيو. حج انهيءَ سال 13- جنوري سن 1973ع تي ٿيو. منيٰ ۾ وڃڻ کان اڳ رات جاڳي گذارڻي هئي. احرام پاتل هو. سڄيءَ دنيا جا حجاج عشاء نماز تي اچي گڏ ٿيا. لکن جو اجتماع هو. چيائون پئي تہ هن سال وڌ ۾ وڌ حجاج آيل آهي. تعداد پنجويهہ لک تي ٻڌايائون. طواف ڪري احرام ٻڌوسين. فجر نماز حرم پاڪ ۾ ادا ڪري گاڏيءَ ۾ سوار ٿي منيٰ ڏانهن روانا ٿياسين. اسان کي اتي صرف حج جا فرائض ادا ڪرڻا نہ هئا، بلڪ مريضن کي بہ ڏسڻو هو. منيٰ ۾ خيما لڳل هئا، جن ۾ اسپتال بہ هئي ۽ رهائشي خيما بہ هئا. حج جي ڏينهن ۾ چڱو خاصو سيءُ هو. منيٰ ۾ پهچي نمازن ۽ عبادتن ۾ مشغول ٿياسين. حاجي سڳورن مان سڄي ڏينهن ۾ فقط ٻہ مريض آيا. هرڪو پنهنجي فرائض ۾ پورو هو. بيماريءَ جي پرواهہ ڪنهن کي نہ هئي.

لکن انسانن جو قافلو هو، جيڪو پيرين پنڌ بسن ۽ ڪارن ذريعي منيٰ ڏانهن روان دوان هو. منيٰ عارضي طور تي خيمن جو شهر آهي. ڇوتہ حج جي ڏينهن کان پوءِ هيءُ شهر خالي هوندو آهي. اسان کي بہ خيمن ۾ ترسايو ويو. اتي 4 وقت نماز پڙهي، ٻئي ڏينهن فجر جي نماز کان پوءِ عرفات ڏي روانا ٿياسين. حڪم آهي تہ عرفات ۾ زوال کان اڳ پهچو. رستي جي ڪجهہ حصي کي وادي محسر چئجي ٿو. حڪم آهي تہ هتان تيزيءَ سان نڪري وڃو. ڇوتہ هيءَ اها جاءِ آهي، جتي يمن جي عيسائي بادشاهہ ابره جي فوج تي عذاب نازل ٿيو هو. ابره هاٿين جو لشڪر وٺي ڪعبة الله کي ڊاهڻ جي ارادي سان لشڪر ڪشي ڪئي هئي. ابره کي اهو حسد هو تہ ماڻهو ڪعبة الله ڏي

عبادت لاءِ ڇو تا وڃن؟ هن يمن ۾ وڏو عيسائي عبادت خانو نهرايو. خيال هئس تہ ڪعبي کي ڊاهڻ کان پوءِ ماڻهن کي راغب ڪندو تہ هو يمن اچي عبادت ڪن. هيءَ نبي ڪريم ﷺ جن جي ولادت واري سال جي ڳالهہ آهي. بهرحال ابره کي شڪست نصيب ٿي. (عرب تاريخ ۾ انهيءَ سال کي "عام الفيل" جي نالي سان ڄاڻايو ويو آهي.)

عرفات ۾ اسان کي خيمي ۾ رهايو ويو. اسان جي خيمي جي پاسي ۾ پاڪستاني سفارت خاني جا ٻيا بہ خيما هئا. جن ۾ انهيءَ وقت جو وزير اوقاف ۽ حج مولانا ڪوثر نيازي ۽ ٻيا بہ ترسيل هئا. عرفات ۾ وقوف ڪرڻو هوندو آهي. يعني بيهي دعائون گهرڻيون هونديون آهن. عرفات ۾ وڏي مسجد نمره آهي، جتي جمع بين الصلاتين ٿيندي آهي. يعني ظهر ۽ عصر جي گڏ نماز پڙهائي ويندي آهي. امامت آل شيخ مان شيخ عبدالعزيز ڪئي ۽ جامع خطبو بہ ڏنائين. اسان سي کان پهرين مسجد نمره ۾ پهتل هئاسين، ان ڪري ٻي نمبر صف ۾ جڳهہ ملي. پهرين صف سعودي شهزادن لاءِ مخصوص هئي. اسان کان پوءِ شهزادا وڏي رعب تاب سان پنهنجي مخصوص جڳهن تي اچي ويٺا. هاڻي رش وڌندي وئي ۽ بنهي صفن جي وچ ۾ نئين صف قائم ٿي. هي آفريقي ماڻهو هئا، جن کي آداب و تميز جو گهٽ لحاظ هوندو آهي. نتيجي ۾ سجدي ۾ تڪليف ٿي. دروازي کان ٻاهر نڪرڻ مهل بہ حبشي شيدين پنهنجي طاقت جو مظاهرو ڪندي، گهٽن کي ٺونٺيون ٻي هنيون يا ڌڪا پئي ڏنا. شيدين کي باري تعالىٰ غير معمولي طاقت ڏني آهي. ان کان پوءِ خيمي ۾ اچي دعائون گهريون سين. ٻيا پاڪستاني سفارت خاني جا عملدار بہ اچي گڏ ٿيا. ڪراچيءَ جو مشهور نعت خوان ناصر جهان مرحوم بہ اچي ويٺو. ماڻهن فرمائش ڪري نعتون ٻڌيون. مون بہ ڪيس بهزاد لکنويءَ جي نعت ٻڌائڻ لاءِ چيو. اها نعت پڙهيائين. ان کان پوءِ عرفات جي خيمن ۾ دعا گهري ويئي. پاڪستان مان حج وفد مولانا مفتي محمود جي اڳواڻيءَ ۾ آيو هو، جنهن ۾ ٻين سان گڏ مولانا غلام غوث هزاروي، مولانا عبدالحق اڪوڙه خٽڪ وارو بہ هئا. ڪوثر نيازي بہ موجود هو. مفتي محمود صاحب دعا پڙهائي. مون ڏٺو تہ اتي مفتي محمود ۽ مولوي عبدالحڪيم جيڪي عربي مدرسن مان پڙهيل هئا، عربن سان عربي زبان اٿين فصاحت سان پئي ڳالهائي،

چڙ تہ اھا سندن مادري زبان ھجي. عصر جي نماز جي وقت کان پوءِ عرفات ڇڏي واپس منيٰ ڏانھن آياسين. رات مزدلفه ۾ گذارڻي ھئي. مزدلفة پھتاسين تہ قريباً سج لھي چڪو ھو. اتي بہ جمع صلاتين پڙھڻي ھئي يعني مغرب ۽ عشاء جي نماز گڏ. ان کان سواءِ شيطان کي چٽڻ لاءِ پٿريون بہ چونڊڻيون ھيون. باقي وقت عبادت ۾ صرف ڪبو آھي. صبح جوٴ فجر نماز کان پوءِ وري منيٰ ۾ ساڳين خيمن ۾ پھتاسين. حڪم موجب زوال کان اڳ فقط ننڍي شيطان کي پٿريون ھڻڻيون ھيون. انھيءَ ڪم کان آجا ٿي پوءِ قربان گاھ تي آياسين. جتي ھڪ سؤ ريالن ۾ ٻڪر خريد ڪيوسين. سِـيرَ وجھي ٻڪر کي اتي ئي ڇڏيوسين. اسان سان گڏ پشاور جو ڊاڪٽر سعدالله پٺاڻ بہ ھو. جيڪو پھلوان مڙس ھو. ھن ٻئي ڏينھن تي قرباني ڪري ٻڪر پنھنجي ڪلھن تي کنيو ۽ اچي مڪي ۾ فريزر ۾ رکيائين. حڪم موجب ان مان خيرات بہ ڪيائين. ان کان پوءِ متو ڪوڙائي احرام لاٿوسين ۽ عام ڪپڙا پاتاسين. اھڙيءَ طرح حج جا ارڪان ادا ٿيا. شال رب تعاليٰ ھيءُ حج قبول ڪري. باقي بہ ڏينھن شيطان کي پٿرين ھڻڻ ۽ ٻين عبادتن يعني نفلن ۽ تلاوت ۾ گذريا. چوٿين ڏينھن تي موٽي مڪي شريف آياسين.

# - 22 -

ان کان پوءِ سگهوئي منهنجي بدلي مديني شريف ڪيائون. مدينو مڪي شريف کان 450 ميل اتر اوير تي آهي ۽ شام جي سرحد کي ويجهو آهي. اسان کي سفر لاءِ ايمبولينس ڏني وئي، جنهن کي رستي ۾ ڏهه ٻارنهن ڪلاڪ لڳي ويا. رستو ڪليل ۽ نئون نهيل هو. اڌ رستي تي مستوره نالي هڪ جاءِ تي نماز لاءِ ترسياسين. مستوره جي مڇي مشهور آهي، جيڪا ڳاڙهي سمنڊ مان اچي ٿي. پاڻيءَ جي اٿاٿ هئي. هڪ لوٽو اڌ ريال ۾ مليو ٿي. ٻه ٽي لوٽا وني وضو ۽ ڪيوسين ۽ مڇي تريل به ورتي سون. مستوره کان ڪجهه پنڌ تي رابغ جو بندرگاهه اچي ٿو، جيڪو جده کان پوءِ ٻيو نمبر وڏو بندر آهي. ترڪن ۽ انگريزن جي لڙائيءَ ۾ رابغ جي بندر تي انگريزي فوج جا جهاز اچي لهندا هئا. مستوره کان جبل ڏي هڪ وادي آهي، جنهن ۾ حضور ﷺ جن جي والده مبارڪ بي بي آمنه رضه جي آخري آرامگاهه آهي. جنهن جي زيارت اسان نه ڪري سگهياسين. بهرحال جڏهن مدينه منوره پهتاسين، ته رات ٿي چڪي هئي ۽ حرم مدنيءَ ۾ عشاء جي نماز ٿي چڪي هئي. اتي جو دستور آهي ته نماز جي ڪجهه وقت کان پوءِ حرم کي صفائيءَ لاءِ بند ڪيو ويندو آهي ۽ تهجد جي وقت کوليو ويندو آهي. اسان کي سفارت خاني جي طرفان رهائش لاءِ هڪ جاءِ ڏني وئي. صبح جو سوير فجر نماز کان ڪلاڪ کن اڳ اسين مسجد نبويءَ ﷺ ۾ پهچي وياسين. مسجد اڳ ۾ ئي نمازين سان ڀريل هئي. اسان کي به ڪنهن صف ۾ جڳهه ملي ويئي. سڀ نمازي وڏي احترام ۽ خاموشيءَ سان ويٺا هئا. جي سٽي ڪري ته ان جو به آواز ٿئي. هيءُ حڪم احترام ۽ خاموشي حضور ﷺ جن جي شان ۾ آهي. مڪي شريف جو منظر مختلف هو، اُتي هوندئن به خلق گهٽي هوندي هئي. بهرحال نماز ادا ڪري حضور ﷺ جن جي روضه اطهر اڳيان سلام لاءِ حاضر ٿياسين. هجوم تمام گهٽو هو، جو نماز اجا هاڻي پوري ٿي هئي. روضه مبارڪ چانديءَ جي ڄاريءَ جو نهيل آهي. روضي جا ٻه حصا آهن.

اڳ واري حصي ۾ مرقد مبارڪ آهي، ڪتابن ۾ لکيل آهي ته پاڻ ڪريمن جي ڪلهي جي سطح تي حضرت ابوبڪر صديق رضه جن جي مزار آهي. ان جي ڪلهي برابر سطح تي حضرت عمر رضه جن جي مزار آهي. باقي هڪ مزار جي جڳهه خالي آهي، جيڪا حضرت عيسيٰ عليہ السلام لاءِ مخصوص آهي، جي قيامت کان اڳ دنيا ۾ وري ايندا. پنئين حصي لاءِ چيو پئي ويو، ته اهو حضرت فاطمه رضه جو گهر هو. مسجد ۾ تمام خوبصورت چٽسالي ٿيل آهي. نقش و نگار، گل ٻوٽا، قرآني آيتون، خوشخطيءَ ۾ لکيل آهن. اسپين جي مسجد قرطبه جهڙي گل ڪاري ڏسجي ٿي، ته اها لڳ ڀڳ مديني منوره جي مسجد نبويءَ ﷺ جهڙي آهي.

هاڻي اسان روضي مبارڪ جي سامهون سلام پڙهڻ شروع ڪيو. حڪم آهي ته تصور ۾ آڻيو ته نبي ڪريم ﷺ جن پاڻ موجود آهن ۽ توهان سندن حاضري ۾ آهيو. حضرت جي صورت ڪي عالم تخيل ۾ ڏسو ۽ سلام پڙهو. قرآن شريف جي آيت ”ولا ترفع اصوات صوتڪم- الخ“ (پنهنجي آواز کي حضور ﷺ جي آواز کان مٿي نه رکو) حد ادب جو مقام آهي. پنهنجي قسمت تي ناز آهي جو بي سرو سامانيءَ جو عالم آهي ۽ حضور ﷺ جن پنهنجي دربار ۾ سڏايو آهي. نه نيڪ اعمالن جو ثمر ساڻ آهي ۽ نه ظاهري اسباب. اکين مان بي اختيار ڳوڙها ڪري پيا. پنهنجي دامن ۾ ڏنوسين ته گناهن کان سواءِ پيو ڪجهه ڪونه هو. فقط شفاعت جو آسرو هو. ڪجهه شام جي ماڻهن جو به قافلو پهتل هو. سندن اڳواڻ هڪ متشرع عالم نظر پئي آيو. ان به گهڻي رقت ۽ سوز سان سلام پئي پڙهيا. روضي شريف جي جاريءَ مان هڪ سائو پردو لٽڪيل نظر اچي ٿو. ان جي اندر آرام گاهه آهي. ڪنهن کي اندر وڃڻ جي اجازت نه آهي. صرف ٻهاريدار خادم رات جو روضو مبارڪ کولي ٻهاري ڏيندا آهن. مون ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيو آهي، ته جنرل ضياء الحق اندر وڃڻ جي اجازت گهري هئي، جيڪا کيس ملي هئي. مصنف لکيو هو، ته جڏهن جنرل ٻاهر نڪتو، ته سندس اکيون ڳاڙهيون هيون ۽ بي اختيار لڙڪ وهي رهيا هئس. روضي مبارڪ جي پنيان اصحاب صفه جو چبوترو آهي. جنهن ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جي دور ۾ مسڪين ۽ مسافر طالب علم تدريس لاءِ اچي وهندا هئا. مشهور راوي حديث ابوهريره رضه به انهن اصحاب صفه مان هو. حديث شريف

۾ آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو آهي، تہ ”جيڪا جاءِ منهنجي گهر ۽ محراب شريف جي وچ ۾ آهي، اها جنت جي باغن مان هڪ باغ آهي.“ جنت ۾ هر دعا مقبول ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ هيءُ خود جنت جو حصو آهي، سو لامحالہ دعا هتي بہ مقبول ٿيندي. هن ٽڪر کي ”رياض الجنة“ چيو وڃي ٿو. هتي نصب ڪيل ٿنيا سائي رنگ جا آهن، جيڪي مسجد نبوي ﷺ جي ٻين حصن کان رياض الجنة کي ممتاز ڪن ٿا. وري انهن ٿنڀن جا نالا ڪن خاص صحابين يا واقعن جي پٺيان آهن. جيئن استوانہ توبہ، استوانہ ابي لبابہ، استوانہ عائشہ وغيره. رياض الجنة ۾ چوويهہ ئي ڪلاڪ حجاج جو هجوم رهي ٿو. حاجي سڳورا نفلن، تلاوت، ذڪر، اذڪار ۾ هر وقت مشغول هوندا آهن. نماز جي جڳهہ بہ مشڪل سان ملندي آهي. رياض الجنة کان سواءِ ڪي ٻيون بہ جايون متبرڪ آهن، جيڪي مسجد نبويءَ ﷺ ۾ شامل آهن.

هڪ ٻي روايت اها آهي تہ اها صف جيڪا حضرت ابوبڪر صديق رضہ جن جي گهر جي دروازي کان حضور ﷺ جن جي گهر تائين آهي، ان ۾ هر وقت ڪونہ ڪو نمازي قطب، ابدال يا الله وارو هوندو آهي. مديني شريف ۾ اسان جو قيام مهينو کن هو. ان ۾ چاليهہ نمازون لاڳيتيون پڙهيوسين. پوءِ بہ جماعت سان نماز پڙهڻ جي سعادت حاصل ٿيندي رهي. الحمدلله عليٰ ذالڪ.

مديني شريف ۾ آءٌ پاڻ کي هميشہ روحاني طور تي مطمئن سمجهندو هوس. نبي ڪريم ﷺ جن جا امتي وري سندس پاڙيسري بہ ٿياسين. ان ڪري هڪ قسم جي خوشي ۽ اطمينان قلب حاصل رهيو. اهو اطمينان ۽ سڪون هر حاجيءَ کي حاصل رهي ٿو.

مسجد جي پراڻي عمارت ترڪ حڪمرانن نهرائي هئي. اندر وڃڻ جا ٻارنهن دروازا هئا، جن جا نالا مختلف هئا. ترڪ سلجوقي حڪمران چار سؤ سال خلافت تي فائز رهيا. انهن جون عرب ملڪن لاءِ خدمتون لازوال ۽ بي مثال آهن. افسوس جو انگريزن مڪاري ۽ فريب سان عربن کي ترڪن جي خلاف آياريو. وڏو مڪار لارينس هو، جنهن نيٺ وڏو عرب انقلاب برپا ڪيو ۽ مسلمانن جي شيرازه کي منتشر ڪيائين. نتيجي ۾ عرب ملڪ ورهائجي ويا. ننڍيون ننڍيون رياستون قائم ٿيون ۽ فلسطين جو مسئلو پيدا ٿيو.

مديني شريف ۾ زيارتون گهڻيون آهن. باب جبرائيل کان ٻاهر نڪرندي

ئي هڪ گهر ۾ قرآن شريف جو اهو نسخو رکيل ڏٺوسين، جيڪو شهادت جي وقت حضرت عثمان رضہ جن پڙهي رهيا هئا. جڏهن آيت "فسيڪفيڪهم الله" تائين پهتا، تہ ظالمن هٿان شهيد ٿي ويا. آيت جي معنيٰ آهي "الله انهن جي لاءِ ڪافي آهي." بيون بہ تبرڪات رکيل هيون، جيڪي هاڻ ياد نہ آهن. مسجد نبوي ﷺ کان ڪجهہ فاصلي تي جنت البقيع جو قبرستان آهي، جنهن ۾ حضرت امام حسن رضہ، امام باقي رضہ، بي بي فاطمه رضہ، حضرت عثمان رضہ ۽ بين صحابن جهڙوڪ: حضرت ابو سعيد خدري رضي الله تعاليٰ عنه وغيره جون مزارون آهن. پر سعودي حڪومت جي مسلڪ وهابيہ موجب انهن کي ڊاهي پٽ ڪيو ويو هو. صرف پٿر رکيل هئا. جن سان قبرن جي نشاندهي ٿئي ٿي. فقهي مسئلو پنهنجي جاءِ تي، پر منهنجي خيال ۾ هيءُ عالم اسلام لاءِ وڏو سانحو آهي، جو اڪابر صحابہ ۽ بزرگن جي مزارن کي مڪمل طور مسمار ڪيو ويو آهي. قبرن جي عبادت ناجائز آهي، پر قبرن جي موجودگي تہ ڪو ڏوهہ نہ هجڻ کپي. جيڪڏهن زيارتي قرآن شريف جون آيتون تلاوت ڪري، انهن بزرگ هستين جي روح کي بخشين تہ ان ۾ ڪهڙو ڏوهہ آهي؟ پنهنجي بزرگن جي روحن جي بخشش لاءِ دعا گهرڻ مسنون ۽ مستحب آهي، پوءِ ڪٿي انهن تي مقبرا يا منارا نہ اڏجن.

ان کان سواءِ مختلف مسجدون آهن. مسجد قبلتين هڪ ننڍي مسجد آهي. جنهن ۾ قبلي جو رخ بيت المقدس کان مڪي شريف ڏانهن قيرائڻ لاءِ حڪم آيو. خمس مساجد يعني مسجد ابوبڪر رضہ، مسجد عمر رضہ، مسجد عثمان رضہ، مسجد علي رضہ ۽ مسجد حسين رضہ جي بہ زيارت ڪئي سون. اڪثر مسجد سڳوريون ساديون ۽ ڪچيءَ مٽيءَ جون نهيل آهن. اسلام هونئن بہ سادگي ۽ فقر جو سبق ڏئي ٿو. ظاهري نمود و نمائش جي حوصلہ شڪني ڪيل آهي. مسجد احزاب انهيءَ جاءِ تي آهي، جتي جنگ احزاب (جنگ خندق) لڳي هئي. باغ سلمان فارسي رضہ، جيڪو سيدنا حضرت عثمان رضہ يهودين کان خريد ڪيو، تہ جيئن مسلمان پاڻي پي سگهن. اهو بہ ڏٺوسين. هي زيارتون مختلف وقتن ۾ اسان جي ڳوٺ جي حاجي قلوءَ ڪرايون، جيڪو ڪنهن زماني کان مديني ۾ رهندو هو. پوئين صديءَ ۾ عرب ۾ تيندڙ جنگين جو هيءُ اڪين ڏٺو شاهد آهي.

باب جبرائيل کان جنت البقيع ويندي هڪ سنهي گهٽي اچي ٿي، جنهن

۾ سنڌي مهاجر حاجي احمد چوٽيارين واري جو ننڍو دڪان هو. حاجي احمد ڪيترن سالن کان هجرت ڪري وڃي مديني ويٺو هو. تسبيحون ۽ مصلا وڪڻندو هو. وڏو الله وارو ۽ نيڪ بزرگ هو. گهڻا سال اڳ گذاري ويو آهي. ٻيو بزرگ ملنگ ديدار حسين هو. جيڪو پڻ هجرت ڪري وڃي مديني ۾ رهيو هو. هڪ واقعي جو ذڪر رهجي ويو. مڪي شريف ۾ ڊاڪٽر عمر زواوي به ملندو رهندو هو. هيءُ چاڪيواڙه ڪراچيءَ ۾ حڪمت ڪندو هو. اصل ۾ حجازي هو. جڏهن حجاز مان شريف حسين بي دخل ٿيو، ته زواوي خاندان وارا لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ ويٺا. ڪيترا زواوي شام، اردن ۽ مصر به ويا. سنڌي صاف ڳالهائيندو هو. هر سال حج جي موقعي تي ايندو هو ۽ خدام الحجاج سان گڏ ڪم ڪندو هو. درويش طبع ۽ نيڪ طبعيت وارو هو. هاڻي گذاري ويو آهي. مديني شريف ۾ سنڌي گهڻا آهن، جيڪي هجرت ڪري، اڳاٿا ويل آهن. عربي سني ڳالهائين ٿا ۽ پڪا سعودي آهن.

مديني شريف جي ـ ڪستاني اسپتال ۾ پهرئين ئي ڏينهن هڪ عجيب ۽ غريب واقعو ٿيو. مريضن کي ڏسڻ شروع ڪيم ته ڪراچيءَ جو هڪ ڪانياواڙي واپاري دوا لاءِ آيو. ويهڻ شرط مون کي چيائين، ته مون کي پينسلين انجيڪشن نه هڻجو، جو مون کي انهيءَ مان Re- Action (رد عمل) ٿيندو آهي. هن کي وائي سور هو. ٻين دوائن سان گڏ مون هن کي بي ڪامپليڪس انجيڪشن به تجويز ڪئي. ڳالهه آئي وئي ٿي وئي. اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ڊسپينسر مون وٽ ڊوڙندو آيو ته هڪ مريض کي Re-action ٿيو آهي. مون کي دل ۾ خيال آيو ته مبادا، اهو مريض ڪانياواڙي سيٺ نه هجي، پوءِ خيال آيم ته ان کي ته مون وٽامن جي سئي لکي ڏني هئي. خير انهيءَ کي ڏسڻ ويس ته واقعي اهوئي ڪانياواڙي هو. هن کي لڳي ته وٽامن جي سُئي هئي، پر ان مان به رد عمل ٿيس. يعني هن کي شايد گهڻين دوائن جو رد عمل ٿيو ٿي. بهرحال ٿوري وقت جي اندر هن جي حالت خراب ٿيڻ لڳي. مون کي چيائين ته، "آپ نے مجهے ماردیا." مون کي ڏاڍو فڪر ٿيو. پوءِ ته هن جو هر ممڪن علاج شروع ڪيوسين. مون سان گڏ لاهور جو مرحوم ڊاڪٽر عبدالرشيد به هو. اهو به مددگار ٿيو. پر هيءُ جيئن پوءِ تيئن پوئتي پوندو ويو. سندس نبض ۽ بلڊپريشر ته اڳ ۾ ئي غائب ٿي چڪا هئا. ساهه کڻڻ جي رفتار به گهٽجڻ

لڳيس. مطلب تہ قريب المرگ هو. اتي هڪ شخص آيو. جنهن کي شيرواني ۽ جناح ڪيپ پيل هئي. پاڻ چيائين، تہ هن ايم. آر. سي. پي (ڊاڪٽري جو اعليٰ امتحان) لنڊن مان ڪئي اتس ۽ ميانواليءَ جو آهي. اسان کيس چيو تہ توهان مريض جو علاج ڪريو. هن ڪجهہ سيون آڻڻ لاءِ چيو. جيڪو ڪو شخص استور تان خريد ڪري ڏنو. مون کي تمام گهڻو فڪر دامنگير ٿيو. جو منهنجي ٿي نسخي مان هُن کي نقصان پهتو هو. سو آءٌ مريض کي ڇڏي مسجد نبويءَ ڏي روانو ٿيس. انهيءَ وچ ۾ چڱو تعداد ماڻهن جو اسپتال ۾ اچي جمع ٿيو هو. مسجد نبويءَ ۾ پهچي مون وضو ڪيو ۽ رياض الجنة ۾ ٻہ رڪعتون نفل ادا ڪيم ۽ مريض جي صحتيابيءَ جي دعا گهريم. سگهوئي ظهر جي اذان آئي. پوءِ فرض ۽ سنتون پڙهي. اسپتال ڏي آيس، تہ اُتي مڪمل خاموشي هئي. سڀ وڃي چڪا هئا، البتہ هڪ چوڪيدار موجود هو. جنهن کان مريض جي باري ۾ پڇيم. چيائين تہ سائين! توهان جي وڃڻ جي ڪجهہ وقت کان پوءِ مريض چيو تہ مون کي باٿ روم وٺي هلو. اٿيو تہ هڪدم ڪري پيو. پوءِ پنهنجي همت ڪري اٿيو. باٿ روم مان ٿي آيو، تہ پاڻ چيائين تہ منهنجي طبعيت هاڻي بهتر آهي. مون کي پنهنجي رهائش تي وٺي هلو. ڪي رفيق کيس وٺي ويا. وڃڻ وقت بلڪل ٺيڪ هو.

اها ڳالهہ ٻڌي مون خدا جو شڪر ڪيو، جو هُن جي جان بچي ويئي. مون کي يقين آهي، تہ هن جي شفايابي رياض الجنة ۾ دعا گهرڻ ۽ مقبول ٿيڻ جي نتيجي ۾ هئي، ورنہ ظاهري حالت ۾ هن جو بچڻ مشڪل هو. يقيناً اها حديث صحيح آهي، تہ منهنجي گهر ۽ منبر جي وچ واري جڳهہ جنت جي باغن مان هڪ باغ آهي، جتي دعا قبول ٿئي ٿي. هي رسول اڪرم ﷺ جن جو قول آهي ۽ برحق ۽ بجاء آهي.

مديني شريف ۾ ڪن ٻين بزرگن سان بہ ملاقات ٿي. علامہ عبدالمصطفيٰ ازهري ڪراچيءَ جو مشهور عالم هو ۽ قومي اسيمبليءَ جو بہ ميمبر هو. مديني شريف ۾ اڪيلو پيو گهمندو هو. ان سان ملاقات جو شرف حاصل ٿيو. قاري حافظ لقاء الله صاحب مرحوم جامع مسجد جيڪب لائنز ڪراچيءَ جو پيش امام هو، وڏو درويش ۽ شرعيت تي متقي پرهيزگار انسان هو. اسان کيس مڪي ۾ ڏٺو تہ گهڻو وقت ڪعبة الله شريف ۾ پيو نهاريندو هو. فرمائيندو هو تہ

ڪعبة الله ۾ نهارڻ بذات خود عبادت آهي. ايوب خان جي دور جو برگيڊيئر گلزار احمد مسجد نبويءَ ۾ گهڻو ڏسبو هو. هن صاحب نبوي دور جي غزوات ۽ جنگين تي تحقيق ڪري، ڪتاب پئي لکيو. اهو ڪتاب گهڻا سال اڳ شايع ٿي چڪو آهي. برگيڊيئر صاحب هاڻي غريق رحمت آهي. اهڙي نموني حاجين جي خدمت ڪندي، گهڻن اهل الله ۽ نيڪن کي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو موقعو مليو. مسجد نبويءَ ۾ هر وقت حجاج جو هجوم رهندو هو. جنوري ۽ فيبروري جا مهينا هئا. ان ڪري مڪي شريف جي برعڪس سيءُ چڱو خاصو هو. صبح جو فجر نماز تي وجبو هو تہ رستي تي حبشي نسل جون عورتون چڻا ۽ چانور دبن ۾ پريل وڪڻنديون هيون. حاجي سڀورا هي داڻا حرم شريف ۾ ڪبوترن کي کارائڻ لاءِ وٺندا هئا. مون کي ڪنهن بزرگ ٻڌايو تہ ڪبوتر سڄو ڏينهن حرم ۾ پرواز ڪندا رهن ٿا، پر گنبذ خضراء جي عين مٿان ڪونہ اڏامندا آهن. جي اها ڳالهہ صحيح آهي، تہ چئبو تہ پکين کي بہ نبي سائين ﷺ جن جو احترام آهي. هڪ مهيني کان پوءِ مديني ۾ ڊيوٽي کان پوءِ جده جي حاجي ڪيمپ ۾ ڊيوٽي لڳي، جتان حاجي سڀورا پاڻيءَ جي جهازن ۾ ايندا ويندا هئا. جڏهن منهنجي ڊيوٽي لڳي تہ حاجين جي واپسيءَ جو وقت هو.

پاڪستان حڪومت وٽ پنج بحري جهاز هئا. سفينہ حجاج سڀني ۾ وڏو هو. 5500 حاجي کڻندو هو. سفينہ عرب، سفينہ شمس ٻيا نالا هئا. هوائي جهازن ۾ حجاج جو عام اچڻ ڪونہ ٿيو هو. انهيءَ سال سن 1973ع ۾ مرحوم ڀٽي صاحب جيڪو ملڪ جو صدر ۽ وزير اعظم هو، قرعي جو طريقو ختم ڪري، حج لاءِ عام اجازت ڏني هئي. انهيءَ سال لک کان مٿي حاجي پاڪستان مان ويا هئا. هر بحري جهاز مقرر تعداد کان ٻيڻ تي حاجي کنيا. سگهوئي پوءِ جهازن جي حالت خستہ ٿي ويئي، ۽ پاڪستان حڪومت انهن کي وڪڻڻ تي مجبور ٿي. هي جهاز ٻهرين عظيم جنگ ۾ برطانوي فوج جي ملڪيت هئا، جيڪي ورهاڱي کان پوءِ پاڪستان کي مليا. ٽن چئن سالن کان پوءِ بحري جهازن رستي سفر ختم ٿيو. حاجي سڀورا هوائي جهازن رستي اچڻ وڃڻ لڳا. هاڻي جده جو احوال ڏجي ٿو.

جده کي عرب سڳورا عروس البلاد چون ٿا. هيءُ شهر قديم ۽ جديد جاين جو امتزاج آهي. پراڻا مٽيءَ جا گهر. جن جي اڳيان ڪاٺ جون بالڪنيون نهيل هيون، هن قسم جي طرز تعمير مسقط ۽ يمن ۾ بہ آهي. وڏيون جديد بلڊنگون سعودي حڪومت جي دور ۾ ٺاهيون ويون هيون. وڏا دڪان غيرملڪي سامان سان ڀريل رهندا هئا. جن ۾ بجليءَ جو سامان، ريڊيا، ٽيليويزن، ٽيپ رڪارڊ وغيره موجود هوندا هئا. غير ملڪي ڪپڙو بہ هر قسم جو ملندو هو. ٽرانسپورٽ جو نظام بہ بهتر هو، جو شهر ۾ مني بسون معمولي ڀاڙي تي هلنديون هيون. جده سن 1942ع تائين سعودي عرب جي گاديءَ وارو هنڌ رهيو. جڏهن ترڪن جي پاران شريف خاندان جي حڪومت هئي تہ هيءُ حصو نجد کان ڌار هو. نجد ۾ سعوديءَ وارا حڪومت ڪندا هئا. جن ترڪن کان حڪومت کسي هئي. نجد ۽ حجاز جي وچ ۾ آل رشيد جي حڪومت هئي، جيڪي بہ ترڪن جا حمايت يافتہ هئا. شاهہ عبدالعزيز بن عبدالرحمان آل سعود انهن ٻنهي حڪومتن سان جنگ ڪئي ۽ کٽيو.

جده شريف ۾ هڪ پراڻو قبرستان ڏٺوسين، جنهن کي ڪاٺ جو تاڪائون در آيل هو. روايت هئي تہ ان قبرستان ۾ حضرت آدم عليہ السلام ۽ بي بي حوا عليہ السلام جن جون مزارون هيون. ڏٺوسين، تہ حضرت آدم عليہ السلام جن جي مزار تمام ڊگهي هئي.

مديني شريف ۾ ٺٽبي ڄام جو نوجوان عبدالرسول نظاماڻي رهندو هو. جيڪو جامعه اسلاميہ مدينہ منوره ۾ شاگرد هو. پوءِ اتي جي عالمن جي چوڻ تي پنهنجو نالو غلام رسول نظاماڻي رکايائين. مسلڪ وهابيہ ۾ عبدالرسول نالو غير اسلامي آهي، جو انسان عبد فقط الله جو ٿي سگهي ٿو. هاڻي گهڻا سال ٿيا آهن، جو مديني مان موٽي آيو آهي ۽ ٺٽبي ڄام ۾ زمينداري ڪري

تو. سندس گهر واري ڊاڪٽرياڻي سونا ٽالپر سعودي حڪومت ۾ ميڊيڪل آفيسرياڻي آهي. اتي غلام رسول صاحب سان واقفيت ٿي ته مون ڪيس عرض ڪيو ته مون کي جامعه اسلاميه ڏيکاري. سعودي حڪومت تعليم کي وڏو زور ونايو آهي. گهڻائي اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون قائم ڪيون آهن. هر وڏي شهر ۾ يونيورسٽي آهي. جامعه اسلاميه بين الاقوامي يونيورسٽي آهي. دنيا جي مسلم ملڪن مان سوين طالب علم سعودي حڪومت جي خرچ تي اتي پڙهن ٿا. سعودي حڪومت انهن کان ڪابه في ته نه وٺندي آهي، بلڪ کين ماهوار وظيفو به ڏيندي آهي. غلام رسول به اهڙن شاگردن مان هڪ هو.

مون کي پهريائين يونيورسٽيءَ جي چانسيلر سان ملاقات ڪرايائين. هيءُ بزرگ آل شيخ مان هو ۽ سندس نالو هو شيخ عبدالعزيز بن عبدالله بن باز. نابين هو، پر وڏو ذڪي ۽ داناء هو. اسان جڏهن وٽس وياسين، ته هو ٽن نائبن کي هڪ ئي وقت ڊڪٽيشن ڏئي رهيو هو. ان سان گڏ مون سان به ڳالهائڻ شروع ڪيائين. نظاماڻي صاحب مون کي چيو ته توهان ڪا گفتگو ڪريو. مون انگريزيءَ ۾ شيخ ابن باز کي عرض ڪيو، ته توهان ٻڌايو ته حج جي ڏينهن ۾ جڏهن لکين ماڻهو حج تي اچن ٿا ۽ هڪ ئي وقت ۾ فرائض ادا ڪن ٿا ته لامحاله وڏيون انتظامي دشواريون ٿينديون هونديون. پوءِ توهان هيڏن وڏن مسئلن کي ڪيئن ٿا منهن ڏيو؟ علامه ابن باز فرمايو، ته انهيءَ مسئلي تي گهڻائي دفعا اسان وٽ به بحث مباحثا ٿيا آهن. نتيجي ۾ ائين چئجي، ته هيءُ سڀ الله تعاليٰ جو فضل ۽ احسان آهي ۽ سندس ڪرم فرمائي آهي. اهو سڀني انتظامن کي ڏسي ٿو ۽ مسئلا حل فرمائي ٿو. ان کان پوءِ مون کان منهنجي باري ۾ پڇيائين، ته ڪهڙي شعبي ۾ ڊاڪٽريٽ ڪئي آهي وغيره. انهيءَ وچ ۾ نائبن ڊرافٽ تيار ڪيا، جيڪي کيس پڙهي ٻڌايائون. پاڻ هنن تي صحيح ڪرڻ بجاءِ پنهنجي آڱر ۾ پيل مهر کي بطور تصديق ڪاغذن تي هنيائين. ان کان پوءِ ڪجهه ديني معاملن تي ڳالهايائين، جنهن کان پوءِ اسان ڪانئس اجازت ورتي. ان کان پوءِ اسان رجسٽرار شيخ عمر فولانيءَ وٽ آياسين، جيڪو حبشي هو ۽ سوڊان جو رهاڪو هو. مسجد نبويءَ ۾ فجر کان پوءِ روزانو درس حديث به ڏيندو هو. انهيءَ سان ڪجهه ڪچهري ٿي. پوءِ موڪلايوسين. شيخ عمر وجهڻ وقت علامه عبدالله يوسف عليءَ جو قرآن شريف انگريزي ترجمي سان

۽ بخاري شريف جي ٻن حصن جا انگريزي ۾ ترجما بطور تحفو ڏنا. پاڻ انهن تي بطور يادگار ڪجهه لکيائين ۽ صحيح ڪيائين.

شيخ عمر فولاتيءَ وٽ هڪ عجيب واقعو ٿيو. پاڻ حاضرين جو تعارف ڪرايائين، تہ خبر پئي تہ سڀ پنهنجي پنهنجي شعبي جا وڏا عالم ۽ سربراهہ آهن. انهن مان ڪن جو تعلق مصر سان، ڪن جو مراڪش سان، ڪن جو شام يا لبنان سان هو. پوءِ فولاتي صاحب ڪنهن کي قهوه آڻڻ لاءِ چيو تہ انهن عالمن جي صف مان هڪ اٿيو ۽ ٿوري دير ۾ قهوه ڪٽي آيو ۽ سڀني کي پيش ڪيائين. خبر پئي تہ هيءُ خادم هو يعني پاڪستان ۾ ان کي نائب قاصد سڏين. حيرت جي ڳالهہ اها آهي، تہ هو پنهنجي ڪم تر عهدي جي باوجود بہ وڏن پروفيسرن سان گڏ ساڳي حيثيت ۾ ويٺو هو. اهو آهي اسلامي اخوت ۽ برابريءَ جو صحيح معيار. ان کان پوءِ شيخ عبدالمحسن سان ملاقات ٿي، جيڪو ٿي. بي جو ماهر ڊاڪٽر هو. صحيح بخاريءَ جو ترجمو هن ڪيو هو. جده ۾ ڊيوٽيءَ کان پوءِ مون واپسيءَ جي اجازت ورتي، جيڪا انچارج ڊاڪٽر عبدالقيوم ڏيڻ نہ ٿي چاهي. بهرحال اپريل سن 1973ع ۾ آءٌ موٽي آيس.

سرڪاري فرائض انجام ڏيندي جيڪا حج جي سعادت حاصل ٿي ۽ مقامات مقدسہ جي زيارت نصيب ٿي، اهو باري تعاليٰ جو وڏو فضل ۽ انعام ۽ اڪرام آهي. ان وقت ۾ منهنجي مالي حيثيت بہ اهڙي نہ هئي، جو پنهنجي خرچ تي حج ڪري سگهان. تنهي مقدس شهرن جي زيارت نصيب ٿي، جهڙوڪ: جده شريف، مڪو مڪرمہ ۽ مدينو منوره. لاتعداد بزرگن ۽ اهل علم وارن سان ملاقات ٿي. عجيب ۽ غريب واقعا اکين سان ڏناسين ۽ عبرت حاصل ڪئي سون.

پاڪستان موٽڻ کان پوءِ مون کي بيهر سن 1973ع ۾ لطيف آباد جي ڊسپينسريءَ ۾ رکيائون. بنيادي سطح تي طبي سهوليتن جي اڻ هوند آهي، ان جي باري ۾ آءٌ متي لکي چڪو آهيان. صحت تي وڏيڪ خرچ ڪرڻو آهي ۽ سهوليتن کي مڪمل ڪرڻو آهي.

سن 1977ع ۾ ڀٽي صاحب عام چونڊيون ڪرايون. نَوَن سياسي پارٽين مخالف اتحاد قائم ڪيو، جن ۾ وڏا ۽ پراڻا سياستدان شامل هئا. سڄي پاڪستان ۾ وڏا جلسا جلوس نڪتا. سمجهہ ۾ ائين ٿي آيو تہ پاڪستان پيپلز پارٽي کي شڪست ايندي. پر نتيجن اچڻ کان پوءِ خبر پئي تہ پاڪستان پيپلز

پارٽي وڏي اڪثريت سان کٽيو آهي. هيءَ ڳالهه سمجهه ۾ اچڻ جهڙي نہ هئي. پوءِ تہ سخت هنگاما ۽ مظاهرا ٿيا. ڀٽي صاحب کي ڪن شهرن ۾ مارشل لا هڻڻي پئي. هي ڳالهيون تاريخ جو حصو آهن. ان کان پوءِ مخالف پارٽين سان ڳالهيون هليون، جن ۾ آخرڪار معاهدو طيءِ ٿي ويو. معاهدي ۾ مکيہ ڳالهہ اها هئي، تہ ڀٽو استعيفا ڏيندو ۽ چونڊون نئين سر ٿينديون. پر فوج ۾ ڪن طاقتن کي اهو سمجهوتو نہ وڻيو ۽ 7- جولاءِ سن 1977ع تي فوجي انقلاب آيو ۽ جنرل ضياء الحق اقتدار جون واڳون سنڀاليون. ڀٽو صاحب ۽ پيپلز پارٽيءَ جا ٻيا سرڪرده ليڊر وڃي جيلن ۾ ويٺا. ٻين پارٽين جي ليڊرن کي بہ نظربند ڪيو ويو، پر اهي جلدي آزاد ٿيا. ڀٽي صاحب تي پهرين سيشن ڪورٽ ۽ پوءِ لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ مقدمو هليو، جتي کيس موت جي سزا ٻڌايائون. هيءُ انتهائي ناعاقبت انديشاڻو عمل هو. هيڏي وڏي ۽ بين الاقوامي سطح جي ليڊر کي ڦاهيءَ تي لٽڪائڻ، ملڪ جي تختن ڪيڏڻ جي برابر هو. اول تہ دنيا چوي ٿي، تہ هو انهيءَ خون جي ڪيس ۾ ملوث ڪونہ هو. ٻيو تہ جيڪڏهن هو بہ ڪٿي تہ رحم ۽ عفو کان ڪم وٺڻ کپي ها. کيس جلاوطنيءَ يا عمر قيد جي سزا ڏني وڃي ها، پر ڪنهن جي جان وٺڻ انتهائي ظالماڻو ۽ سفاڪاڻو عمل هو. مڪافات عمل، جيڪو انجام ظالم حڪمرانن جو هن دنيا ئي ۾ ٿيو، اهو سڀني کي معلوم آهي، جو سندن لاش بہ هٿ ڪونہ آيو.

ان کان اڳ سن 1972ع ۾ سنڌي مهاجر لساني جهڳڙا ٿيا. سنڌ جي وزيراعليٰ ممتاز علي ڀٽي سنڌ اسيمبليءَ مان بل پاس ڪرايو تہ اردو قومي زبان آهي، ان سان گڏ سنڌيءَ کي بہ صوبائي زبان تسليم ڪرڻ کپي. هن تان اردو ڳالهائيندڙ دانشورن ۽ سياستدانن وڏو احتجاج برپا ڪيو. هيءُ ڪم جيڪڏهن صحيح حڪمت عملي سان ڪيو وڃي ها، تہ گوڙ نہ ٿئي ها. مخالفن سان ڳالهيون ڪري ڪين اعتماد ۾ وٺي پوءِ بل پيش ڪجي ها، تہ مخالفت نہ ٿئي ها. ائين نہ ڪيو ويو ۽ وڏو لساني فساد ڪڙو ٿيو. انهيءَ وقت لساني تحريڪ جا علمبردار گهڻو ڪري اردوءَ جا اديب ۽ دانشور هئا. انهن ۾ انتهاپسندي ڪانہ هئي. وري ذوالفقار علي ڀٽي جهڙو زيرڪ ۽ داناء سياستدان مدمقابل هو. ان ڪري ڳالهين ذريعي ان معاملي کي ختم ڪيو ويو. پر انهيءَ وقت کان وٺي سنڌي ڳالهائيندڙن جي دلين ۾ شڪ ۽ شبها پيدا ٿيا.

پيٽي صاحب جي ذاتي صلاحيتن جو آءٌ هميشہ کان معترف رهيو آهيان. غلطين کان ڪير پاڪ نہ آهي. پر هيءُ سمجهو ۽ فهم شناس انسان هو. ان کان سواءِ سخت محنتي هو. سن 1973ع ۾ اسلامي ملڪن جو سربراهي اجلاس لاهور ۾ سڏايائين. ان ۾ مشرق وسطيٰ جي تيل سان مالامال حڪمرانن بہ شرڪت ڪئي تہ آفريقا جي گمنام ننڍين حڪومتن جا سربراهہ بہ آيا. ڪانفرنس تمام ڪامياب نموني هلي پوري ٿي، جنهن جو فائدو پاڪستان کي گهڻو پهتو. جو لکن جي تعداد ۾ گهٽ پڙهيل توڙي پڙهيل ۽ فني ماڻهو وچ مشرق ۾ روزگار سانگي ويا. واپار جا نوان رستا کليا ۽ تيل سستو ملڻ لڳو. انهيءَ ڪانفرنس کان پوءِ جڏهن ڪا هڪ بہ سربراهي اسلامي ڪانفرنس ٿي هئي، تہ اها بي نتيجہ رهي ۽ حڪمران هڪبئي سان وڙهي اٿيا.

سن 1972ع جي لساني جهيڙن ۾ پيٽي صاحب سڄيءَ سنڌ جو دورو ڪيو ۽ امن لاءِ ڪوششون ورتيون. هن مرڪز ٽنڊي محمد خان ۾ رکيو. جتي مهمان نوازيءَ جو سڄو بار مير اعجاز علي ٽالپر کنيو. سڄيءَ سنڌ جا پي پي ليڊر اچي جمع ٿيا ۽ وڏا سرڪاري ۽ فوجي آفيسر بہ ايندا رهيا. پيٽو صاحب صبح جو 8 بجي تيار ٿي نڪرندو هو ۽ هيليڪاپٽر ذريعي ڪڏهن بدين، ڪڏهن ميرپورخاص، ڪڏهن ٺٽي، وڃي وڏن جلسن کي خطاب ڪندو هو. شام جو 6 ڌاري موٽي ايندو هو. هنن ڳالهين جو اڪين ڏٺو شاهد آءٌ پاڻ آهيان، جو بحيثيت ڊاڪٽر جي، منهنجي ڊيوٽي پيٽي صاحب سان لڳل هئي. مون سان گڏ ڊاڪٽر ڪامل راڄپر بہ هو. اسين رات جو تعلقي اسپتال ۾ رهندا هئاسين.

هڪ دفعو صبح جو 7 وڳي ڌاري پيٽي صاحب جو ذاتي معالج برگيڊيئر غلام محي الدين آيو ۽ چيائين تہ توهان وٽ ڪو هاضمي جو سيرپ 'ميوڪين' وغيره هجي تہ ڏيو جو پيٽي صاحب کي Acidity (تيزابيت) ٿي پئي آهي. برگيڊيئر ٻڌايو تہ مون پيٽي صاحب کي اڄ بہ ڪلاڪ آرام ڪرڻ جو چيو آهي، پر مڃي نٿو. اسان ڪيس دوا ڏني. 8 بجي ڏسون تہ پيٽو صاحب مڪمل تيار ٿي، روزاني وانگر نڪتو ۽ پنهنجي معمول جي سفر تي روانو ٿي ويو. انهيءَ مان اها ڳالهہ معلوم ٿي تہ هن ۾ قوت برداشت گهڻي آهي ۽ معمولي تڪليفن جي پرواهہ نہ اٿس. پيٽي صاحب جي انهن طوفاني دورن ۽ سياسي

مذاڪرات جي رستي لساني تنازعو حل ٿي ويو ۽ شهرن مان سنڌي مهاجر جهڳڙا ختم ٿيا.

سن 1974ع ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي جو وڏو ڪنوينشن راڻي باغ حيدرآباد ۾ ٿيو، جنهن ۾ سڀ پاڪستان مان وڏا وڏا سياستدان آيا. اهو جلسو 3 ڏينهن ڪن هليو. انهيءَ جلسي ۾ ڀٽي صاحب چوندون مقرر وقت کان هڪ سال اڳ ڪرائڻ جو اعلان ڪيو، ڇوته انهيءَ وقت ڪيس اعتماد هو ته پاڪستان پيپلز پارٽي کٽندي. انجام ڪار اجايون ڌانڌليون ٿيون ۽ نتيجي ۾ فوجي انقلاب آيو. انهيءَ ڪنوينشن ۾ اسان طبي امداد جو مرڪز لڳايو هو، جتي خبر پئي ته شيخ اياز سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر ٿيڻ وارو آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ سندس آرڊر نڪتو.

اصل ۾ انهيءَ جلسي ۾ فرسٽ ايڊ سينٽر لڳايو ويو هو، جتي منهنجي ڊيوٽي هئي. سن 1976ع ۾ ڀٽي صاحب تي لاهور هاءِ ڪورٽ ۾ محمد احمد قصوريءَ جي والد جي قتل جو ڪيس هلايو ويو. هيءَ دنيا جي تاريخ ۾ انتهائي ظالماڻو ۽ سفاڪاڻو ڪيس هو، جنهن ۾ گهڻا جج سماعت دوران دشمن ٿي بينا ۽ اهڙا ريمارڪ ڏيڻ لڳا، جن مان صاف ظاهر هو ته ڪا وڏي سزا ايندي. انهيءَ زماني ۾ اسان جي ڳوٺ جي بزرگ آخوند ولي محمد استخاره ڪئي ته ڀٽي مرحوم کي ڦاسي ايندي. ڪورٽ جو فيصلو به ساڳيو آيو. حالانڪ دوران ڪيس ڀٽي صاحب ڪيس جو بائڪاٽ ڪيو هو ۽ پنهنجو موقف اجا پورو پيش به نه ڪيو هئائين. اپيل ۾ فيصلو ورهايل هو. تڏهن به ججن جي راءِ هئي ته جيتوڻيڪ هاءِ ڪورٽ جو فيصلو بحال رکجي ٿو، ته به جي صدر صاحب چاهي ته سزا کي گهٽ يا ڪالعدم قرار ڏئي سگهي ٿو. ضياء الحق بهرحال ڀٽي صاحب کي مارڻ چاهيو ٿي. نيٺ 4- اپريل سن 1977ع تي کيس ڦاسي ڏني وئي.

مون کي ياد آهي ته ان ڏينهن حافظ حڪيم عبدالغفور بائيجي وارو مون سان ملڻ آيو هو. هن موڪلايو ته صبح جي وقت ڏهن ۾ پنج منٽ هئا. گهر اسپتال سان گڏ هو. مون وچي ريڊيو کوليو، ته اها منحوس خبر نشر ٿي. سخت ارمان ٿيو. پاڪستاني عوام کي جتي ڪٿي رنج ۽ ملال ٿيو. ڇوته ڪنهن کي به اها اميد ڪانه هئي، ته هيڏي عظيم انسان کي ڦاسي اچي سگهي ٿي. سنڌي قوم کي وڏو صدمو رسيو. اهو تاثر عام ٿيو، ته ڀٽو جي پنجابي يا

پناڻ هجي ها، تہ ان کي اها سزا نہ ڏين ها. اسان جي ملڪ ۾ ايڏا دردناڪ حادثا اڳ بہ ٿيا آهن ۽ پوءِ بہ ٿيندا رهن ٿا. پر هيءُ واقعو ملڪ جي بربادي جو پيش خيمو ثابت ٿيو. ڪيس دوران ڀٽي صاحب جو ڪورٽ ڪي خطاب روزانو اخبارن ۾ ايندو هو، جنهن ۾ وڏي جرئت ۽ بهادريءَ جو مظاهرو ٿيل هوندو هو. غلام علي ميمڻ ٺٽي جو وڪيل هو ۽ ڀٽي صاحب جي طرفان وڪالت ڪندو هو. مرحوم چوندو هو، تہ هيءُ ڪيس خون جو آهي، هن کي خون جي ڪيس ڪري پيش ڪريو ۽ قانوني دلائل ڏيو. يحيٰ بختيار ڪيس جي دلالت سياسي نقطہ نظر کان ڪندو رهيو. ڪيئن بہ هو، ڀٽي صاحب کي هر قيمت تي ڦاسي ڏيڻ جو فيصلو ٿي چڪو هو. غلام علي ڪيس تي سخت محنت ڪئي ۽ ڪيس هلندي گذاري ويو. هن وقت تائين ڀٽي جي سزا تي سوين ڪتاب منظرِ عام تي اچي چڪا آهن، جن ۾ سياستدانن، صحافين ۽ فوجي آفيسرن جون تحريرون بہ اچي وڃن ٿيون. گهٽ ۾ گهٽ جو چوڻ آهي تہ ڦاسيءَ جهڙي ڳري سزا کي عمل ۾ نہ آڻڻ کپندو هو.

سن 1980ع ۾ منهنجي بدلي ٺٽي محمد خان تي، جتان 3-4 مهينن کان پوءِ مون کي ٻن سالن لاءِ ڊيپوٽيشن تي مسقط موڪليو ويو. يعني سن 1980ع کان سن 1982ع تائين.

مسقط ايراني نار جي الهندي ڪناري تي وسيع سلطنت آهي ۽ تيل جي ڪري مالدار آهي. سن 1930ع کان اڳ هتي بہ رياستون هيون. مسقط ۽ عمان. مسقط جو علائقو سمنڊ جي ڪناري سان لاڳو هو، جنهن جو حاڪم سلطان سعيد بن تيمور هو. عمان جي رياست جبلن جي وچ ۾ هئي. جنهن کي داخليہ چوندا هئا. حاڪم امام طالب هنائي هو. هنائي ديندار ۽ شرعيت جا پابند هئا. هنن جي امام جو انتخاب هن طرح ٿيندو هو، تہ قبائلي سردار گڏجي ويهندا هئا ۽ پاڻ مان جنهن کي دين تي وڌيڪ پابند سمجهندا هئا، ان کي سلطان منتخب ڪندا هئا. سن 1920ع-1930ع جي دور ۾ امام طالب ۽ امام غالب حڪمران هئا. انهيءَ دور ۾ خليج ۾ برطانوي استعمار وڏيون سازشون ڪيون. سلطان طالب سان مسقط جي حاڪم سعيد کي ويڙهايو ويو، جنهن ۾ سعيد کٽيو. پوءِ هنن مسقط ۽ عمان کي گڏي هڪ ملڪ ڪيو ۽ سلطان سعيد بن تيمور گڏيل سلطنت عمان ۽ مسقط جو حاڪم ٿيو. سلطان سعيد سخت

جابر ۽ ظالم حڪمران هو. بلڪ ان وقت خليجي رياستن جا سڀ امير تمام ظالم ۽ قهار هئا. هو نہ چاهيندا هئا، تہ سندن ملڪ ۾ تعليم عام ٿئي. اسپتالون يا حفظان صحت جي ترويج ٿئي، يا رستا روڊ ۽ بيا عام ڀلائيءَ جا ڪم ٿين. هنن جو مقصد اهو هو، تہ عوام سندن غلام ۽ محڪوم رهي ۽ سندن هر حڪم بنان چون چرا جي تسليم ڪن. سعيد جي ڏينهن ۾ عام ماڻهن کي جتي پائڻ جو حڪم نہ هو. سج لٿي کان پوءِ گهران نڪرڻ تي پابندي هئي. فقط نماز جي وقتن تي ٻاهر نڪرڻ جي اجازت هئي، جنهن ۾ شرط اهو هو تہ گاسليٽ تي ٻرندڙ لالٽين ڳچيءَ ۾ ٻڌي ٻاهر نڪرن. مسجدن ۾ قرآن مجيد پڙهائڻ جا مدرسا هئا، پر اهي بہ محدود. دنيوي تعليم لاءِ ڪو اسڪول ڪونہ هوندو هو. مسقط ۾ فقط هڪ اسپتال "الرحمة" نالي هوندي هئي، جيڪا چرچ مشنري هلائيندي هئي. ماڻهن جو گذر سفر مختصر ٻني ٻارو، ٻڪرين ۽ رڍن جا ڌڻ پالڻ يا شترباني هوندو هو. اسلام جي روح کان اڻ واقف هوندا هئا ۽ اڪثريت کي نبي پاڪ ﷺ يا چئن يارن جي نالن کان بہ آگاهي نہ هئي. اهڙي نموني هو 'قرون اوليٰ' جي دور ۾ رهندا هئا. سندن لباس ڊگهو چوغو، معمولي رومال پٽڪي جي طرز تي ۽ گوڏ ٻڌل هوندي هين. البتہ شادين ۽ تقريبن ۾ چيلهہ سان خنجر ٻڌندا هئا. منجهن قبائلي لڙايون بہ گهٽيون هيون، پر تيل نڪرڻ کان پوءِ سڄو معاشرتي نظام بدلجي ويو. سن 1955ع ڌاري انگريزن سلطان سعيد کي نااهل هجڻ جي پاداش ۾ تخت تان معزول ڪري، نظربند ڪيو ۽ سندس نوجوان پٽ قابوس بن سعيد کي حاڪم ڪيو. قابوس ننڍي هوندي کان ئي تعليم انگلينڊ ۾ ورتي هئي، ۽ سينڊ هرسٽ جي آرمي ڪاليج ۾ پڙهيو هو. انهيءَ وچ ۾ ملڪ ۾ پيٽرول بہ زور شور سان نڪرڻ لڳو. قابوس هوشيار ۽ بيدار مغز حاڪم هو. هن وڏا سڌارا آندا. قبائيلن جا صلح ڪرايائين، چورن ۽ رهزنن جو قلع قمع ڪيائين. واپار کي هٿي وٺايائين. وڏا رستا، روڊ، اسڪول ۽ اسپتالون ٺهرايائين. مطلب تہ وڏا انقلابي ۽ دور رس قدم کنيائين. ملڪ جهالت مان نڪري روشنيءَ ۾ اچڻ شروع ڪيو. ماڻهن ۾ تعليم جي شرح وڌي ۽ هو جديد دنيا جي رنگينين کان واقف ٿيا. سلطان سعيد جيل ۾ ئي گذاري ويو ۽ قابوس اڄا تائين حاڪم آهي.

اسان جڏهن سن 1980ع ۾ مسقط پهتاسين، تہ اجا هاڻي ملڪ غربت ۽ جهالت جون زنجيرون ٽوڙي ٻاهر نڪري رهيو هو. مسقط ۽ وڏن شهرن ۾ جديد ترقيءَ جا مظهر ڏسڻ ۾ ايندا هئا، پر منطقہ داخليہ جنهن کي ڪنهن وقت ۾ عمان چوندا هئا، اتي غربت هئي. ماڻهو ڪچن پڪن گهرن ۾ رهندا هئا. معمولي زراعت ڪندا هئا ۽ گهڻو گذران اٺن، ٻڪرين، رڍن تي هوندو هون. قديم عمانين ۾ ڪي خوبيون بي مثال هونديون هيون، جنهن مان معلوم ٿيندو هو، تہ سندن تهذيب ڪنهن زماني ۾ شاندار ۽ باوقار هئي. منجهن مهمانوازي بيحد گهڻي هئي. هر آئي وئي جو آذرڀاءُ ڪندا هئا ۽ مهمانن جي خاطر تواضح ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏيندا هئا. پيو تہ ايندڙ ويندڙ جو استقبال لازماً اٿي بيهي ڪندا هئا ۽ ڏکهي خوش خير عافيت بہ اسان سنڌين وانگر ڪندا هئا. ڏاڍا نيڪ دل ۽ شريف ماڻهو هئا. اسان هندستان ۽ پاڪستان ۾ جيڪڏهن پنج سؤ سال پوئتي وڃون تہ اهڙا ماڻهو ڏسي سگهون ٿا. بهرحال هنن جون چڱايون گهڻيون هيون.

جون جي مهيني ۾ آءٌ مسقط جي هوائي اڏي تي عين منجهند جي وقت لٿس. مون کي ۽ منهنجي اهليہ کي گڏ ڊيپوٽيشن ملي هئي، پر هوءَ مون کان 4 مهينا پوءِ ٻارن سان گڏ آئي، ڇوتہ پوپان گهٽا ڪم پورا ڪرڻا هئا. مسقط دنيا جي گرم ترين ملڪن مان هڪ ملڪ آهي. جهاز مان لهڻ شرط ائين محسوس ٿيو، جيئن ڀاڻيءَ جي اُٻاريل ٿانوَ ۾ ڪٽي وڌو هجين. ايئرپورٽ تي مسٽر احسان الحسن وٺڻ آيو هو. جيڪو نيشنل بينڪ عمان ۾ آفيسر هو. اسان کي وزارت صحت گاڏي موڪلي هئي، جنهن آٽي گلف هوٽل ۾ لاٿو. هيءُ هوٽل جديد پنج ستارن واري هوٽل هئي ۽ هر سهوليت سان مزين هئي. سڄي هوٽل مرڪزي طور تي ايئرڪنڊيشنڊ هئي. مون کي ٽي ڏينهن وزارت جي خرچ تي گلف هوٽل ۾ رهايو ويو. ٻئي ڏينهن تي مون کي وزير صحت ۽ ڊائريڪٽر

صحت سان ملاڻ لاءِ ونلي هليا. وزير صحت ڊاڪٽر مبارڪ خضوري هو، جنهن مختصر سوال جواب ڪيا. ان کان پوءِ ڊائريڪٽر صحت ڊاڪٽر غلام مرتضيٰ سان ملاقات ٿي، جنهن ڪويت مان ايم. بي. بي. ايس ڪئي هئي ۽ اسماعيلي خوجو هو. هن جو رويو بہ آذرياءُ وارو هو. در حقيقت مسقط يا ٻين عرب ملڪن ۾ بالادستي ۽ ماتحتي جو تصور آهي ئي ڪونہ. هيءُ اسان جي ملڪ ۾ انگريزن جي راڄ سبب آهي، جو انگريز پاڻ کي حاڪم سمجهندو هو ۽ ديسي ماڻهن کي محڪوم سمجهي ويڇو رکندو هو. خير ان کان پوءِ ڊپٽي ڊائريڪٽر هڪ زنجباري ڊاڪٽر مبارڪ خميس مصريءَ سان ملاقات ٿي. هيءُ البتہ تنگ نظر هو ۽ شايد پاڪستانين سان چڙ هئس. مون ڪيس مذاق ۾ چيو تہ مسقط ڏاڍو گرم شهر آهي، توهان جو هتي گذر ڪيئن ٿو ٿئي؟ تہ بجاءِ خوش طبعيءَ جي جواب ڏنائين تہ توهان وٽ بہ سبي ۽ جيڪب آباد جا شهر آهن، پوءِ توهان ڇا ڪندا آهيو؟ ان کان پوءِ مغيريءَ البتہ ٺهندو ڪونہ هو. پر ٻيا آفيسر جهڙوڪ: وزير مبارڪ خضوري، سيڪريٽري شيخ علي همدان، ڊائريڪٽر ڊاڪٽر مرتضيٰ وغيره سڀ مون مان خوش هوندا هئا.

منهن جي پهرين مقرري "الرحمة" اسپتال ۾ ٿي، جنهن ۾ فقط ميڊيسن جا وارڊ هوندا هئا. سرجريءَ جي ضرورتمند مريضن لاءِ الڳ اسپتال کوليل هئي. الرحمة ۾ 400 کن بسترا هئا ۽ شهر جي وچ ۾ پراڻي بلڊنگ ۾ قائم هئي، پوءِ ان ۾ بلاڪ تعمير ڪيا ويا هئا. اسپتال جو نظم ۽ ضبط بهترين هو. عربن کان سواءِ گوادري، مڪراني ۽ بلوچ مريض بہ گهڻا ايندا هئا. اسپتال جو انچارج ڊاڪٽر بزداوي محمد سعيد الريامي هو. لنڊن مان ايم. آر. سي. پي (M.R.C.P) پاس ڪئي هئائين. سڄي مسقط ۽ عمان ۾ فقط بہ عماني ايم. آر. سي. پي ڊاڪٽر هئا، هڪ بزداوي جنهن جو هاڻي مون نالو ڪنيو آهي، ٻيو ڊاڪٽر عبدالله الريامي، جيڪو بي وڏي النهفه اسپتال ۾ فزيشن هو. عمان ۾ ماڻهو کي پيءُ ۽ ڏاڏي جي نالي سان سڃاتو ويندو آهي. مثلاً: اسان واري اسپتال جو انچارج بزداوي محمد سعيد الريامي ۽ سندس نالو بزداوي، سندس پيءُ جو نالو محمد، ۽ سندس ڏاڏي جو نالو سعيد هو. الريامي سندس قبيلي جو نالو هو. هي اصل ۾ آفريقي زنجبار جا هئا، جتي انقلاب اچڻ کان پوءِ هي مسقط ۾ هجرت ڪري آيا. ڊاڪٽر ريامي سواحلي زبان ۾ ڳالهائيندو هو،

جيڪا مشرقي آفريقيـن جي قومي زبـان هئي. ڊاڪٽر ريامي نوجوان هـو ۽ محنتي هو. ٿـورو وقت بـ ملـنـدو هئس تـ جديد ميـڊيڪل لٽريچر جو مطالعو ڪندو هو. اسپتال ۾ 4-5 ٻيا بـ ايم. آر. پي (M.R.P) يا ايم. ايس. سي (M.Sc.) ڊاڪٽر هوندا هئا. ڊاڪٽر ريامي هـفـتـي ۾ ٻـ ڏينـهـن وارڊ جـو معائنو ڪندو هو. ٻـ ڏينهـن وري ڪلڪتي جو ڊاڪٽر گوها، جيڪـو بـ اسان وانگر غير ملڪي ملازم هو، معائنو ڪندو هو. ان ڪان سواءِ ٻيا بـ هندستاني ڊاڪٽر هئا.

مطلب تـ ڊاڪٽر ريامي ٻئي ڏينهن تي وارڊ ۾ مون کي ساڻ رکيو ۽ مريضن جي باري ۾ ڪجهه سوال پڇيا، جيڪي مون ڪيس تسلي بخش ڏنا. انهيءَ جي نتيجي ۾ مون کي وارڊ جو رجسٽرار ڪري رکيائين، جيڪا هڪ قسم جي عزت افزائي ۽ اعزاز هو ۽ ڊاڪٽر جي هوشيار هجڻ جو اعتراف هو. هيءَ ڳالهه ڏسي هندستاني ڊاڪٽرن کي ڏاڍو حسد ٿيو، تـ هيءُ پاڪستاني ڊاڪٽر اسان کان گوءِ کٽي ويو. اسان ٻڌندا هئاسين تـ هندو مسلمانن کـي سهندا ڪونـ آهن. انهيءَ جو عملي نمونو مون اتي ڏٺو. حالانڪ اڳتي هلي مون ان جي ابتڙ بـ ڏٺو. ڪيترا سنڌي هندو وري منهنجا خيرخواهه دوست ٿي پيا. ٻـ ٽيليويزن جا انجنيئر حيدرآباد جي ساڌو ٽي. ايل واسواڻيءَ جا پوٽا هئا. اهي تـ مون کي مائٽن وانگر عزت ڏيندا هئا. پيو النهده اسپتال جو هڪ سنڌي هندو ڊاڪٽر هو، جيڪو بـ گهڻي عزت ڏيندو هو. نالو وسري ويـو آهـي. وزارت صحت ۾ هڪ سنڌي سول انجنيئر حيدرآباد جو هـو، جيڪـو بـ وڏو محبت وارو انسان هو.

ڊاڪٽر ريامي مون کي وارڊ جو رجسٽرار تـ ڪيو، پر منهنجي لاءِ اهو وڏي تڪليف جو سبب ٿيو. ڇوتـ رجسٽرار جي حيثيت ۾ مون کي ڏيڊ ڏينهـن ۽ پوري رات اسپتال ۾ مريضن سان گڏ رهڻو پوندو هو. ٻـن ڏينهـن ۾ اڌ ڏينهـن گهر وڃڻ جي اجازت هئي. ڊاڪٽر ريامي ۽ گوها تـ 2 وڳي کان پوءِ گهر هليا ويندا هئا. پوءِ سڄي اسپتال جو بار مون تي هوندو هو. جي مريض جي طبعيت خراب ٿيندي هئي، تـ مون کي ئي منهن ڏيڻو پوندو هو. البتـ سخت ايمرجنسيءَ ۾ اسپشلسٽ کي سڏائي سگهبو هو. باقي انهيءَ سخت ڊيوٽيءَ جي ڪري علم ۽ تجربي ۾ بيحد حساب فائدو پيو ۽ سابقـ زندگيءَ ۾ جيڪي تعليم ۽ تربيت

۾ ڪسرون رهجي ويون هيون، انهن جو ازالو تي ويو. ’الرحمة‘ اسپتال جا ڪجهه واقعا لکجن ٿا:

مسقط جي ڏکڻ ۾ ظفار جو صوبو آهي، جتي جا ماڻهو ترش روئي ۽ بد اخلاقي ۽ جهيڙي جهٽي ۾ مشهور آهن. ظفارين ڪافي وقت ڪميونسٽ روس جي هُشيءَ تي سلطان قابوس سان جهيڙو ڪاڏو هو، بلڪ پاڻ کي آزاد ملڪ قرار ڏنو هئائون. پوءِ سن 1970ع ڌاري سلطان قابوس، انگريزن جي مدد سان کين مطيع ڪيو ۽ ظفار مسقط جو صوبو ليکجڻ ۾ آيو. هن علائقي جو وڏو شهر ’صلاله‘ آهي. هيءُ علائقو سرسبز شاداب ۽ مسقط جي مقابلي ۾ ٿڌو آهي ۽ هن جون حدون ڏکڻ يمن جي رياستن لهج، ۽ ’حضر موت‘ سان ملن ٿيون. انهيءَ صلاله مان هڪ نوجوان پنهنجي ماءُ کي الرحمة اسپتال ۾ ڪٺائي آيو. شام جو 4-5 جو وقت هو. اسپتال ۾ ڊيوٽي تي آءٌ اڪيلو هئس. هن مون سان اچي ضد ڪيو تہ مون کي الڳ ڪمرو ڏنو وڃي. پرائيوٽ ڪمرا ٻہ- ٽي هئا، جيڪي اڳ ۾ ئي ڀريل هئا. جڏهن هيءُ گهڻي بدتميزيءَ تي لهي آيو، تہ مون ايڊ منسٽريٽو آفيسر کي فون ڪيو، جيڪو بلوچ هو. هن پوليس کي فون ڪيو. پوليس تہ تمام مستعد هوندي هئي. سي ٻہ چار پوليس وارا آيا ۽ انهيءَ صلاله جي بدتميز کي ڪنيي ڪڍي ويا.

الرحمہ جي ڊيوٽي دوران آءٌ ’القرم‘ علائقي ۾ رهندو هئس، جيڪو مسقط جو جديد حصو هو. جنهن کي مدينہ القابوس چوندا هئا.

مسقط ۾ ’گلف هوٽل‘ ۾ ٽن ڏينهن رهڻ کان پوءِ، مون کي رهائشي ولاالقرم ۾ ڏنائون، جيڪو اطالوي اسٽائل تي بيحد خوبصورت نهيل هو ۽ اجا هاڻي نهي پورو ٿيو هو. آءٌ پهريون ڊاڪٽر هئس، جيڪو اتي اچي رهيس. بيا بہ نوان ولا ڪافي نهيل هئا. ولا يا بنگلو سڄو جديد فرينچر جهڙوڪ: المارين، صوفن، فريزرن، هيٽرن، سينٽرل ايئرڪنڊيشنڊ، غاليچن سان سينگاريل هو. بہ بيڊ روم هئا ۽ هڪ وڏو ڊرائنگ روم. هي ولا سڀ واريا سي ميدان ۾ نهيل هئا. ان ڪري ٻاهر ڏاڍي گرمي هوندي هئي. البت اندر ايئرڪنڊيشنڊ جي ڪري آرامده هوندا هئا. درين مان اُس ايندي هئي تہ پردا مون پاڻ هٽايا. پر ۾ سرجري جي وڏي اسپتال خولا اسپتال هئي، جنهن جو انچارج هڪ رٽائر انگريز ڊاڪٽر هو. خولا اسپتال تمام ماڊرن ۽ هر قسم جي سهوليتن سان مزين هوندي

هئي. ڪافي انگريز، هندي ۽ پاڪستاني ڊاڪٽر اتي ڪم ڪندا هئا.

’خوله‘ اسپتال کان ٿورو پري پيٽروليم ڊيولپمينٽ عمان وارن جو مخصوص علائقو پهاڙن ۾ گهيريل هوندو هو، جتي سواءِ يورپين جي ٻين کي رهڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي. هيءُ ڄڻ ته غير علائقو هو. ٻڌوسين ته اتي گولف راند جا وڏا ميدان، ناچ گهر، ڪلبون، سئنيمائون ۽ وڏا روڊ ۽ بنگلا آهن، جيڪي انگريزن ۽ آمريڪين لاءِ آهن، جي تيل جي کوٽائيءَ ۾ مدد ڪن ٿا. هتي شراب عام مليو ٿي ۽ دنيا جي هر رنگين مزاجيءَ جو سامان مهيا ڪيو ويو هو. پر عمانين ۽ مسلمانن جي اُتي وڃڻ تي پابندي هئي. اهڙا مخصوص علائقا خليج جي سيني ملڪن ۾ آهن.

خوله اسپتال جي رهائشي علائقي کان ڪجهه پنڌ تي ”مدينة القابوس“ هڪ جديد سٽلائيٽ ٽائون ٺاهيو اٿن، جنهن ۾ وڏا بنگلا ۽ شاپنگ سينٽر آهن. مدينة القابوس جي ”القرم“ محلي ۾ هڪ جديد مسجد ’ابابڪر صديق رضہ‘ نالي سان هئي، جيڪا سڄي ايئرڪنڊيشنڊ هئي. هيٺ مٿي ٻن طبقن ۾ هئي ۽ بيحد خوبصورت ٺهيل هئي. جمعي نماز تي وڏو اجتماع ٿيندو هو، جتي مختلف اسلامي ملڪن جا ماڻهو اچي جمع ٿيندا هئا. پيش امام هڪ مصري عالم هو. جديد مسجدون بهترين طرز تعمير جو نمونو هيون، پر تعداد ۾ گهٽ هيون. مسقط شهر جو خوبصورت تجارتي مرڪز روي هو، جتي وڏا دڪان هئا ۽ هر قسم جو ولايتي مال وافر ۽ واجبي اگهن تي ملندو هو. ان کان سواءِ عظيم مطرح (Great Matrah) به وڏو تجارتي ۽ رهائشي علائقو هو. پراڻو مطرح مسقط جو پراڻو حصو هو. مطرح کان روي ايندي ٽريفڪ هميشه جام هوندي هئي. هاڻي ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته رستن کي ڪشادو ڪيو اٿن ۽ رستن جي مٿان پليون به ٺاهيون اٿن. باقي رستن تي هلندي گرمي سخت محسوس ٿيندي هئي ۽ سچ ۾ به ڪافي تپش هئي.

ڇئن مهينن کان پوءِ منهنجي گهر واري به اچي وئي، پوءِ اسان جي پوسٽنگ داخليه جي شهر ”بهلاء“ نالي هڪ ننڍي شهر ۾ ٿي. هيءُ شهر خوبصورت ڪجين، ڏاڙهن ۽ ناريلن جي باغن جي وچ ۾ هو ۽ مسقط کان ابو ظهبي ويندڙ شاهراهه تي ٺهيل هو. امام طالب جي دور ۾ بهلاء عمان جي گاديءَ جو هنڌ هو، بهلاء کان 6-7 ميلن جي فاصلي تي غافات جو ڳوٺ هو، جتي امام طالب

جا پويان رهندا هئا. سندن قبيلو ”هنائي“ سڏبو هو. هنن جو وڏو شيخ عبدالله هنائي هو، جيڪو اسان جي اتي تعيناتي دوران گذاري ويو. شيخ عبدالله کي ٻيا ٻه چار ڀائر هئا. جهڙوڪ: شيخ وليد، جيڪو انهيءَ وقت سلطان قابوس جي وزارت ۾ وزير اوقاف هو. ٻيو ڀاءُ شيخ محمد هو، جيڪو سمائيل شهر جو والي هو. باقي ٻه ڀائر ٻه ڪن ولايتن جا والي هئا. هي سڀ ڀائر بهلاء اسپتال ۾ گهڻو ايندا ويندا هئا. اصل ۾ سڄو عمان ولايتن ۾ ورهايل هو، جيئن اسان وٽ ضلعا آهن. هر ضلعي ۾ هڪ والي (Commissioner) هڪ قاضي (Session Judge) ۽ هڪ پوليس جو وڏو عملدار S.P هوندو هو. هي ضلعا انتظام ڪي بهتر نموني هلائڻ لاءِ ناهيل هئا. انهن والين ۽ قاضين جي وقت بوقت تربيت ٿيندي رهندي هئي. ڪوبه والي پنهنجي رهائش واري علائقي ۾ مقرر نه ٿيندو هو، پر ان کي پنهنجي شهر يا ڳوٺ کان پري مقرر ڪندا هئا، ته جيئن مقامي ماڻهن جي اثر رسوخ ۾ نه اچن ۽ فيصلا انصاف سان ڪن. قاضي اسلامي شرعيت موجب فيصلا ڪندا هئا. موت جي سزا ڪا ورلي ملندي هئي، جنهن جي اجازت قاضي القضاة کان وٺڻي پوندي هئي، رحم جي اپيل سلطان وٽ ويندي هئي. منهنجي وقت ۾ شيخ محمد بن حميد بهلاء جو والي هو، جيڪو بااخلاق انسان هو. قاضي جو نالو ياد نه آهي، پر هو جمعي جي ڏينهن جامع مسجد ۾ نماز پڙهائيندو هو. مون سان ٻنهي جا سٺا تعلقات هوندا هئا ۽ طبي مشورو مون کان وٺندا هئا. قاضيءَ کي جڏهن دوا درمل جي ضرورت پوندي هئي، ته اچي ٻين مريضن سان لائين ۾ ويهندو هو. البته والي اچڻ کان اڳ اطلاع ڪندو هو ۽ آخري وقت ۾ ايندو هو. ان لاءِ ته ٻين مريضن کي ڪوفت نه ٿئي. ٻنهي صاحبن ڪجهه موقعن تي منهنجي مهماني پڻ ڪئي.

بهلاء ۾ جمعي نماز هڪ نئين تعمير ٿيل جامع مسجد ۾ ٿيندي هئي، جنهن ۾ خطبو هڪ ئي ٿيندو هو. خطبو بن حصن ۾ ڪونه هو، جيئن اسان وٽ آهي. دعا جو تصور ڪونه هو. نماز کان پوءِ والي، قاضي ۽ چند ٻيا معزز قطار ۾ ويهندا هئا. ٻيا ماڻهو سندن مصافحو ڪندا هئا. هي دستور پراڻي زماني کان هلندو آيو پئي. نماز کان پوءِ جماعتي ٻاهر نڪري هڪٻئي سان بغلگير ٿيندا هئا. هيءُ دستور مشرق وسطيٰ ۾ عام آهي ۽ اسلام جو روح پرور نظارو آهي. مٿي مون هنائي قبيلي جو ذڪر ڪيو آهي. هي عمان جا سابقه حڪمران

هئا. منهن جي وقت ۾ بہ با اثر هئا ۽ سندن وڏا قلعا ۽ ڪوٽ هئا. مون سان بيحد قريبي تعلقات هئن ۽ مون وٽ گهڻو ايندا هئا ۽ سڏائيندا بہ هئا. هنن جا نوجوان ڇوڪرا سلطان قابوس وٽ وزير هئا.

اسين سمجهندا آهيون، تہ شايد اسين پاڪستاني بين ڪان دينداريءَ ۾ اڳتي آهيون. پر الحمدلله جو بين عرب ملڪن جا مسلمان بہ نيڪ ۽ چڱن عملن ۾ اسان جهڙا آهن. عرب ملڪن جهڙوڪ: شام، فلسطين، اردن، عراق ڪان مسلمان، مختلف رنگن ۽ نمونن جا ڪپڙا، جيڪي سندن قومي عوامي لباس جا مظهر هوندا هئا، پائي ايندا هئا ۽ هنن جو پاڻ ۾ ملڻ ڏاڍو خوشگوار لڳندو هو.

مسقط، عمان ۾ قديم مسجدون بہ موجود هيون. هي اسان جي سنڌ جي پراڻين مسجدن وانگر ڪچيءَ مٽيءَ مان نهيل هونديون هيون. سندن ڇت مٿي هوندي هئي ۽ محراب مخروطي طرز جا هوندا هئا. تنين جي جاءِ تي ڪجين جا يا بين وڻن جا تنب لڳل هوندا هئا. بهلاءَ جي قديم جامع مسجد وڏي شاهي مسجد هئي، جنهن ۾ بہ هزار کن ماڻهو نماز پڙهي سگهيا ٿي. اسان جي وقت ۾ غيرآباد هئي. بيون ننڍيون مسجدون تہ بي شمار هيون. بهلاءِ ۾ اسپتال جي پرسان هڪ وڏو قلعو هوندو هو، جيڪو هاڻي مٽيءَ جي ڍير ۾ تبديل ٿي چڪو هو. فقط ٻاهرين چوڌيواري سلامت هيس. ان وقت آثار قديمہ جي سنڀال هيٺ هو. هڪ دفعو بهلاءِ جي جامع مسجد ۾ آءٌ نماز لاءِ ويس، مسجد سڄي خالي پئي هئي، ڪوبہ ماڻهو ڪونہ هو. منبر تي هڪ قرآن شريف قلمي خوبصورت مزين خوشخطيءَ ۾ لکيل، سلامت حالت ۾ رکيو ويو هو. هن جو لکندڙ هو امام طالب پاڻ جيڪو سلطان قابوس کان اڳ عمان جو حاڪم هو. دل ۾ آيم تہ هيءُ قرآن شريف کڻي وجان، جو هتي هن شيءِ جو شايد قدردان ڪونہ آهي، پر پوءِ خوفزده ٿي ڇڏي آيس. ڪجهہ ڏينهن ڇڏي وري ويس تہ نظر ڪونہ آيو. لاشڪ تہ ڪير کڻي ويو.

مون اڳ ۾ به لکيو آهي، ته عماني وڏا مهمان نواز هئا. هفتي ۾ ٻه- ٽي دفعا ڪنهن نه ڪنهن کي گهر سڏائيندا هئا ۽ دعوت اسپتال جي سڄي اسٽاف کي ڏيندا هئا. پهريون دفعو هڪ پوڙهو شيخ حمد شڪيبي قبيلي جو آيو. سو دعوت ڏئي هليو ويو. ان کان پوءِ اسپتال جي صفائي ۽ ڪچن (بورچيخاني) جو ٺيڪيدار فيصل آيو. جيڪو فلسطيني هو. فيصل پڇيو ته توهان کي شيخ حمد دعوت ڏني آهي ڇا؟ جڏهن مون هاڪاري جواب ڏنو ته چيائين ته هاڻي توهان کي لازمي طور وڃڻو پوندو. ڇوته جيڪڏهن توهان نه ويندا. ته هي عرب قبائلي انهيءَ کي پنهنجي گهٽتائي سمجهندا. ته مهمان کي سڏيوسين. پر ڪونه آيو. بهرحال اسين مقرر ڏينهن تي پهتاسين. اسان کي ڏسي هن هڪ ٻڪرو حلال ڪيو. انهيءَ کي روسٽ (Roast) ڪيائون. ڇانور، مرغيون ۽ فروٽ انهيءَ کان سواءِ رکيائون. مطلب ته وڏو حفلو (محفل) ڪيائون. ڇانورن جو وڏو ٿالهه ۽ سنهيون پاپڙ جهڙيون مانيون به ڪٽي آيا. ٻڪرو سڄو روسٽ آندائون. پهرين اسان کي کارايائون. پوءِ ٻچيل باقي ٻين کي. عماني دعوتون انهيءَ طريقي تي ٿينديون هيون. انهيءَ کان پوءِ ڪئين دعوتون ڪم و بيش انهيءَ طريقي سان ٿيون. جن ۾ عمانين جي مهمان نوازيءَ جا وڏا مظاهر ٿيندا هئا.

عمانين جون روزمره جون عادتون سنڌ جي ٻهراڙين جي ماڻهن جهڙيون هيون. هيءُ صبح جو سوير اٿندا هئا. فجر نماز پڙهي نسبتاً وڏن شهرن ڏي خريد و فروخت لاءِ ويندا هئا. شهر جي هڪ ڪنڊ تي مارڪيٽ لڳندي هئي، جنهن ۾ زمين تي تڏا وڇائي دڪان سجائيندا هئا. اتي گوشت، مڇي، فروٽ، صوفن، موسمين، ڇهارن ۽ ٻئي هر قسم جي شين جي مارڪيٽ لڳندي هئي. مڇي بهترين عربي سمنڊ مان ايندي هئي ۽ سستي هئي. کجور هنن جو پنهنجو فصل هوندو هو. البته ٻيون شيون ٻاهران گهرائيندا هئا. ٻڪريون پاڻ پاليند

هئا. وڏو چوپايو جانور سوڊان، هندستان، ۽ پاڪستان کان گهرائيندا هئا. اُٺ اعليٰ قسم جا هنن جا پنهنجا پاليل هئا. هڪ دفعو مون ڏٺو تہ هُنن انن جي ڊوڙ جو مقابلو جيپن سان ٿي ڪيو. هن مارڪيٽ ۾ وڻج واپار 8-9 وڳي صبح تائين هلندو هو. ان کان پوءِ 11 وڳي تائين مارڪيٽ بلڪل ختم ٿي ويندي هئي، وري ٻئي ڏينهن لڳندي هئي.

اهي ئي ساڳيا ٻهراڙين جا ماڻهو وڻج واپار کان پوءِ اسپتال ۾ دوا لاءِ ايندا هئا. ان ڪري ٻارهين وڳي تائين تہ چڱي رش هوندي هئي، پوءِ اسپتال ۾ خاموشي ڇانئجي ويندي هئي. 2 وڳي پهرين شفٽ ختم ٿيندي هئي. مون کي اسپتال ۾ 2 ڪلاڪ او. پي. ڊي ۾ مريضن کي ڏسڻو هوندو هو. ان کان پوءِ مرداڻي ۽ ٻاراڻي وارڊ ۾ داخل مريضن کي ڏسڻو پوندو هو. باقي وقت مون کي انتظامي معاملات ڏسڻا پوندا هئا. اسپتال ۾ صفائي ۽ داخل مريضن جي کاڌي جو ٺيڪو هڪ ٺيڪيدار ڪمپني (Oman Caterers) کي ڏنل هو، جنهن جي طرفان فيصل نالي هڪ فلسطيني سپروائيزر مقرر هوندو هو. هيءُ شخص پاڪستانين جو بنان ڪنهن سبب مخالف هو ۽ پاڪستاني ملازمن سان بداخلاقيءَ سان پيش ايندو هو. هن جي دوستي هندستان جي ماڻهن ۽ عيسائين سان گهڻي هئي. اسان کان سواءِ هڪ ٻيو ڊاڪٽر مصر جو قبطي عيسائي ڊاڪٽر حاني هو، فيصل جو انهيءَ سان گهاٽو تعلق هو. حالانڪ هڪ عيسائي هو ۽ ٻيو فلسطيني مسلمان جن تي يهودين ۽ عيسائين بيحد گهڻو ظلم ڪيو آهي.

اسپتال جي مسجد ۾ مون مغرب جي نماز جو باجماعت اهتمام ڪرايو، جتي مقامي هاءِ اسڪول جو ماستر استاد رمضان مصري تفسير بيان ڪندو هو. هيءُ تفسير عربيءَ ۾ ڏيندو هو، ان ڪري گهڻن پاڪستانين ۽ هندستانين کي سمجهہ ۾ ڪونہ ايندو هو. اڳتي هلي اهو سلسلو ختم ٿي ويو. پبلڪ هيلٿ جو انچارج هڪ ٻيو مصري الحاج عبدالعزيز هو، جيڪو پاڪستانين کي مسلمان هجڻ جي ناتي گهڻي عزت ڏيندو هو. گفتي جو بہ پڪو هو ۽ ڪنهن کي ڳالهائڻ جو موقعو ڪونہ ڏيندو هو. هڪ دفعو آمريڪا جو انڊر سيڪريٽري صحت ڀلاء اسپتال ڏسڻ آيو. عبدالعزيز کان ڪجهہ سوال پڇيائين، جن جو جواب ايترو تہ ڊگهو هو، جو سيڪريٽري دورو ختم ڪري روانو ٿيو.

بهلاء جي اسپتال هڪ سڌريل صحت مرڪز جو بهترين مثال هئي. 2 وڳي کان پوءِ ايمرجنسي مريضن کي ڏسبو هو. ڊاڪٽر تورا هئا. ان کري هڪ ڊسپينسر شام ۽ رات جي شفٽ ۾ مقرر هوندو هو. پر کو ڏکيو مريض ايندو هو، ته ڊاڪٽرن کي سڏائيندا هئا. ان کري مريض کي ڪڏهن به تڪليف نه ٿيندي هئي. دوائون به سڀ معياري هونديون هيون. وزارت صحت غيرملڪي ڪارخانن مان دوائون نهرائيندي هئي. انهن تي وزارت جو نشان لڳل هوندو هو، جيئن چوريءَ جو انديشو نه رهي. هونئن به چوري ڪانه هوندي هئي.

سخت تڪليف وارن مريضن کي هندستان ۽ ڪويت علاج لاءِ موڪليندا هئا. ممبئيءَ ۾ مشهور "جسلوڪ اسپتال" آهي، جيڪا سنڌي اهل خير لوڪو رام نهرائي هئي. هن پنهنجي سڄي زندگي جي بچت انهيءَ اسپتال جي قائم ڪرڻ تي لڳائي ۽ نالو پنهنجي زال "جيسي" جي پويان لڳارايائين. اسپتال جو نالو ٿيو جسلوڪ اسپتال. هيءَ هندستان جي وڏين اسپتالن مان هڪ آهي. ٻي ڪويت جي ڪينسر اسپتال آهي، جيڪا مشرق وسطيٰ جي وڏين اسپتالن مان هڪ آهي. وزارت صحت ڏکيا مريض انهن اسپتالن ڏي موڪليندي هئي.

بهلاء ۾ رهندي گهڻن فلسطين ۽ ٻين عربن سان به دوستي ٿي. انهن ۾ استاد ابو عيسيٰ يوسف الجعفري جو نالو ٻين کان مٿي لکجي. هيءُ فلسطيني مهاجر هو. سن 1947ع جي لڏپلاڻ ۾ جڏهن يهودين سندن جائداد تي قبضو ڪيو، ته هي مهاجر ڪيمپن ۾ اچي رهيا. جتان هجرت ڪري اردن جي شهر اربد (Irbid) ۾ اچي رهيو. اتان تعليم وٺي عمان ۾ ماستر ٿي آيو ۽ انگريزي پڙهائيندو هو. ابو عيسيٰ بيحد نفيس ۽ نماڻي طبعيت جو مالڪ هو. هن جو گهر بهلاء ۾ اسان جي گهر جي پرسان هوندو هو. ٻيا فلسطيني استاد به اسپتال ۾ ايندا ويندا هئا، جهڙوڪ: استاد عبدالعظيم، استاد عبدالسلام، استاد نواف، استاد فائز ۽ ڪجهه ٻيا. هنن مان گهڻن جو تعلق تبليغي جماعت سان هو. ان سلسلي ۾ پاڪستان به آيل هئا. انهن سان ڪچهريون ٿينديون هيون، ڪيترا عماني واپاري ۽ سرڪاري آفيسر به واقف ٿيا. مطلب ته مختلف قوميتن جو عجيب ڇهڇٽو هو. اسپتال ۾ ڪيترا انڊين ملازم هئا، جيڪي به فرض شناس ۽ محنتي هئا. نرسون

گهڻو ڪري هندستان جي ڪيرالا صوبي جون هيون. گهڻو ڪري عيسائي هيون ۽ اسان سان انگريزيءَ ۾ ڳالهائينديون هيون.

بهلاء جي پرسان 'اخضر' نالي هڪ سرسبز جبل آهي، جنهن ۾ مختلف ميويدار وڻ هوندا هئا. ان جبل تي هڪ شهر "الحمراء" نالي هو، جيڪو پريان ڏسبو هو، تہ ڏاڍو خوبصورت نظارو ڏيندو هو. ڪيترا گهر جبلن کي ڪاٽي ناهيا ويا هئا. هيءُ ننڍو شهر ماقبل اسلام جي زماني جو هو. هن جي عمر 2-3 هزار سال ٻڌائيندي، ٻيو ننڍو شهر غافات هو، جتي سابق حڪمران هنائي شيخ رهندا هئا. جيڪي امام طالب جي اولاد مان هئا. جنگ ۾ شڪست کان پوءِ امام غالب ۽ طالب ٻئي ڀائر سعودي عرب ڀڄي ويا. سندن پوين سان سلطان قابوس ناهہ ڪيو ۽ کين وڏن عهدن تي وزير يا والي يا ڊائريڪٽر ڪري رکيو. سندن گهر سنڌ جي اميرن ۽ سيدن جي ڪوٽن جهڙا وڏا قلعي نما هوندا هئا. هي هنائي سڀ مون سان سٺا تعلقات رکندا هئا. ان کان پوءِ تنوف (Tanuf) جي ننڍي شهر جو ذڪر ڪجي، جتي هنائين ۽ بو سعيدين جي وچ ۾ سن1920ع ڌاري توبن جي جنگ لڳي هئي. ابو سعيدي سلطان قابوس جي خاندان کي چون ٿا. سن 1980ع تائين اهي پڳل زنگ آلوده توبون ۽ ٻيا هٿيار اجا اتي ئي پيا هئا. مسقط ۽ بهلاء، جي وچ ۾ وڏو شهر نزوه جو هو، جتي اسان جي وقت ۾ ميڊيڪل ڪاليج جي پيڙهہ جو پٿر رکيو هئائون. نزوه جي اسپتال تمام وڏي هئي، جنهن جو انچارج بہ هڪ پاڪستاني ڊاڪٽر هو. نزوه ۽ بهلاء، جي وچ ۾ هڪ ٻيو شهر سمائيل هو، جنهن ۾ وڏي اسپتال هئي. هي اسپتالون سڀ سٽريل ۽ هر لحاظ کان ترقي يافتہ هيون. سڀ ايئرڪنڊيشنڊ هيون ۽ منجهن ماڊرن سهوليتون موجود هيون.

بهلاء ۾ رهندي ٻارن جي پڙهائي جو مسئلو پيدا ٿيو، جو اسڪولن ۾ عربي، انگريزي پڙهائي ويندي هئي، جيڪا اڳتي هلي اسان جي ڪم جي نہ ٿئي ها. اقبال صاحب نالي هڪ پاڪستاني استاد ملي ويو. هيءُ صاحب لاهور جي پاسي جو هو ۽ پي پي جو وڏو جيالو هو. پر هوشيار ۽ لائق بہ بيحد ڪمال هو. هن پي پي جي حمايت ۾ ڪجهہ سياسي ڪم ڪيو هو، ان ڪري ضياء حڪومت هن جي پويان هئي. خدا جي مدد سان ڪيس مسقط ۾ نوڪري ملي وئي. اٿين پاڪستان کان ٻاهر نڪري آيو. انهيءَ اقبال صاحب ٻارن تي محنت

ڪئي، جن پاڪستان اسڪول مسقط ۾ وچيُ ساليانو امتحان ڏنو ۽ ڪامياب ٿيا. اٿين سندن سال بچي پيو.

بهلاء ڪان ڇجهه پنڌ تي جبرين جو تاريخي قلعو آهي، هي قلعو پورچوگيزن جي قبضي وقت عمان جي امامن سترهين صديءَ ۾ ٺهرايو هو. هن جي عمارت بيحد مضبوط نهيل هئي. هڪ ڪوهه ٻه ڪوٺايو اٿن، جنهن جو قطر هڪ فوٽ ڪن ٿيندو ۽ ان جي اونهائي 100 فوٽ ڪن. ايڏي فنڪاريءَ سان ڪوهه کوٽڻ وڏو ڪمال جو ڪم ڇئبو. موجوده حڪومت ڪوهه جي تري ۾ ابرق پرائي چڏيو آهي. هيٺ نهارڻ سان آئيني وانگر نظر اچي ٿو. زميني منزل ڪان مٿي چڙهڻ لاءِ مضبوط ٿلهيون ڏاڪٽيون نهيل آهن، جن جي لاءِ چيو وڃي ٿو ته هاٿي ۽ گهوڙا اتان مٿي چڙهي ويندا هئا. ان ڪان سواءِ وڏا هال، راهداريون ۽ بالڪنيون تعمير ٿيل آهن. هيءُ عمان جي عجائبات مان هڪ آهي، بلڪ عماني ان کي دنيا جي ستن عجائبات مان هڪ سمجهن ٿا.

هن مرحلي تي عمان جي تاريخ تي نظر وجهجي. عمان ۾ انسان جي رهائش جي تاريخ 10000 سال پراڻي آهي. ڪن آثار قديمه جي ماهرن موجب ميگان قوم جا ماڻهو ڪنهن وقت هتي رهندا هئا، جن جو ذڪر سميرين (3000 ق-م ۾) پنهنجن ڪتابن ۾ ڪيو آهي. هي ميگاني شرق اوسط جا قديم رهاڪو هئا، جيڪي جهازراني ۽ تجارت ڪري مشهور هئا. قديم عماني ڪافور ناهيندا هئا ۽ انهن جي تجارت ڪندا هئا.

عرب عمان ۾ 9 سو سال ق-م ۾ آيا. ٻه نمايان قبيلا عرب جا عمان ۾ آيا. هڪ قحطاني، جيڪي اولهه ڏکڻ طرف ڪان آيا، ٻيا نزاري، جيڪي اتر اولهه ڪان آيا- هنن ٻنهي قبيلن جي رقابت موجوده زماني تائين هلندي آئي آهي. اسلام اچڻ ڪان اڳ ايراني هتي حملي آور ٿيندا هئا ۽ هتان جي رهاڪن کي مغلوب ڪندا هئا. سن 751ع ۾ نهروان جي جنگ ۾ جن حضرت علي رضه جي خلاف بغاوت ڪئي، انهن مان ڪي عمان ڏي ٻه آيا ۽ هتي سڪونت پذير ٿيا. هنن انهيءَ وقت ۾ عبادي فرقي جي امام محمد بن عباد جي هٿ تي بيعت ڪئي، جيڪو خارجي هو. انهن خارجين اڳتي هلي، جلندا بن مسعود کي پنهنجو امام چونڊيو، جنهن جي پٽ جعفر بن جلندا جو سڄي عمان تي پورو قبضو هو. سن 1154ع تائين جلندا خاندان جي حڪومت رهي. ان ڪان پوءِ بنو

نبهان اقتدار ۾ آيا ۽ پنهن جو بادشاهہ نامزد ڪيائون. پر سن 1428ع ۾ امامن وري زور ورتو ۽ پنهنجي طاقت جو مظاهرو ڪيائون. نصر بن مسعود امام ٿيو. هن جي جاءِ نشين سن 1507ع ۾ پورچوگيزن کي پچائي ڪڍيو، جن انهيءَ زماني ۾ عمان تي قبضو ڪيو هو.

18 صديءَ عيسويءَ جي شروع ۾ هنائين ۽ غفارين ۾ گهرو جنگ لڳي. هنائي قحطان قبيلي مان هئا ۽ غفاري نزاري خاندان مان. آخرڪار سن 1744ع ۾ احمد بن سعيد جي پوئلڳن پاڻ ۾ صلح ڪيو ۽ کيس امام مقرر ڪيائون. پر هن جي پوين کيس امام جي بدران سلطان چوڻ شروع ڪيو ۽ ٻہ متوازي حڪومتون مشرقي زنجبار ۽ عمان ۾ ٺاهيائون. شروع ۾ گاديءَ جو هنڌ زنجبار رهيو. آخرڪار سن 1861ع کان پوءِ عمان ۽ زنجبار الڳ ٿي ويا. عمان جي داخلي قبائيلن وقت بہ وقت بو سعيدين سان لڙايون ڪيون. هنن جي حمايت عبادي امامن سان هئي ۽ هو سلطان جي خلاف هئا. سن 1959ع ۾ جڏهن امام طالب کي جلاوطن ڪيو ويو تہ امن ۽ امان قائم ٿيو. بين الاقوامي طور تي عمان کي تڏهن تسليم ڪيو ويو. جڏهن موجوده سلطان قابوس بن سعيد پيءُ جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ۽ وسيع پيماني تي سڌارا آندائين. پر ڏکڻ ۾ ظفار صوبي جي ماڻهو ڏکڻ يمن ۽ ڪميونسٽن جي مدد سان سلطان خلاف بغاوت ڪندا رهيا. آخرڪار انهن کي سن 1975ع ۾ شڪست ملي. سن 1971ع ۾ عمان عرب ليگ ۽ اقوام متحده جو ميمبر ٿيو ۽ سن 1981ع ۾ خليجي تعاون جي مجلس جو بہ ميمبر ملڪ بنيو.

عمان جي زرعي پيداوار ۾ کجور، ڪڻڪ، ڪيلا، ڏاڙهون، موسميون، ڇانهيون، گدرا ۽ ليمان اچيو ٿا وڃن. ڇاڪاڻ تہ ملڪ واريا سو آهي، ان ڪري ڇانهين گهڻي پوکجي ٿي. هتي جي ڇانهين ابوظهبي، دبئي، ڪويت ۽ قطر ۾ بہ وڃي ٿي. ڪيلا ننڍي سائيز جا پر بيحد منا ٿين ٿا. کجور جا مختلف قسم ٿين ٿا، جن ۾ بهترين قسم عنبر جو آهي. سلطان قابوس بن سعيد تخت حاصل ڪرڻ کان پوءِ گهڻا سڌارا ڪيا. سڄي مسقط ۽ عمان ۾ وڏا چار رويہ رستا ٺهرايائين.

اسپتالن جو قيام هر ننڍي وڏي شهر ۾ ڪيائين. ملڪ کي ننڍين ولايتن ۾ ورهائي، اتي والي ۽ قاضي مقرر ڪيائين، ملڪ کي

ٽيڪس فري قرار ڏنائين. نوجوانن کي وڏي تعداد ۾ ٻين ملڪن ۾ تعليم لاءِ موڪليائين.

ٻهرين سال ملازمت جي پوري ٿيڻ تي سندن قانون موجب اسان کي 45 ڏينهن موڪل ملي، جيڪا پاڪستان ۾ گذاري وري واپس ورياسين. هن دفعي منهنجي مقرري صحار جي قديم شهر ۾ تي، جيڪو ايراني نار تي بندرگاهہ آهي، هتي جي مڇي سڄي عمان ۾ مشهور آهي. صحار ڪنهن زماني ۾ صنعت ۽ حرفت جو مرڪز هو ۽ هتي نفيس ڪپڙو نهندو هو. روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم ﷺ جن لاءِ ڪفن جو ڪپڙو صحار مان ويو هو. صحار پاڪستان جي شهر گوادر جي سامهون عربي سمنڊ جي الهندي ڪپ تي آهي، هتي عربي بلوچ گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا. جن جو لباس، اٿڻ ويهڻ اسان جي ملڪ جي مڪرانين ۽ بلوچن جهڙو آهي. گوادر کان سمنڊ رستي صحار جو رستو 6 ڪلاڪن جو آهي. گوادر اڳ مسقط جو حصو هو، جيڪو پاڪستان سن 1957ع ۾ مسقط جي سلطان کان خريد ڪيو هو. هاڻي گوادر ۾ فوجي ڇانوڻي ۽ وڏي شهر ٺهڻ جا منصوبا تي رهيا آهن ۽ سلطان انهيءَ زمين جي ٽڪر کي ڏهوڻ وڌيڪ قيمت تي وٺڻ لاءِ تيار آهي. صحار ۾ وڏي مرڪزي اسپتال هئي، جنهن ۾ ساحلي ماڻهن جي علاج جو سٺو انتظام هو. ڪافي ڊاڪٽر هئا، جن ۾ فزيشن ۽ سرجن بہ هئا. اُهي گهڻو ڪري هندستان جا هئا. انچارج هڪ مصري قبطي عيسائي ڊاڪٽر هو، جيڪو شقي القلب هو ۽ مسلمانن سان وير رکندو هو. تعجب آهي تہ عماني حڪومت انهن غير مسلم عيسائين کي ڪيئن تي برداشت ڪيو؟ بلڪ اسان پاڪستانين جي مقابلي ۾ هو هندستان کي وڌيڪ ترجيح ڏيندا هئا. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ جي اميرن جا مسقط جي سلطان ۽ امامن سان سٺا تعلقات هئا ۽ وڻج واپار آگبوٽن ذريعي هلندو هو. حاجين جا جهاز جده ڏانهن ويندي ٻهرين مسقط جي بندرگاهہ تي ڪوئلا ڀرائيندا هئا. پوءِ حضر موت، مڪلا ۽ عدن کان ٿيندي جده پهچندا هئا. حضر موت ۽ مڪلا (Makala) يمن جا شهر آهن. عدن ۾ انگريزن جي بينڪ هئي، جيڪو

پڻ يمن جو حصو هو. مسقط جي سلطان ڪجهہ زنجبار شيدي ميرن کي خادم ڪري ڏنا هئا. اڄوڪا شيدي انهن جو اولاد آهن. صحار ۾ بہ وڏا تجارتي دڪان هئا، جن ۾ ولايتي مال هر وقت پريو پيو هوندو هو. انهن سيني ۾ وڏي تجارتي ڪوٺي ڪانياواڙ جي ڪيمجي رامداس جي هئي، جيڪو قديم زماني کان صحار ۾ رهيو پيو هو. سندس دڪان بين شهرن ۾ بہ هئا.

بن ٽن مهينن کان پوءِ منهنجي بدليءَ وادي صراميءَ (Sarami) نالي جبلن جي وچ ۾ گهيريل هڪ بستي ۾ ٿي. وادي صراميءَ ۾ هيلٿ سينٽر سڄو ايئرڪنڊيشن هو ۽ نئون نهيو هو، بلڪ ان جو افتتاح بہ منهنجي وقت ۾ ٿيو. اسپتال ۾ طاقتور جنريٽر بہ لڳل هئا، جن جي زور تي ايئرڪنڊيشنڊ نظام هلندو هو. هيءُ جبلن جي وچ ۾ الڳ ٿلڳ هيلٿ سينٽر هو. وچ ۾ وادي هئي، جنهن جي ٻي طرف زهير جي آبادي هئي. زهير جي بستي هڪ وڏو نخلستان هو، جتي قدرتي آبشار ۽ پاڻيءَ جا چشما هئا. صبح جي پهر ۾ ڳوٺ جا ماڻهو، مرد عورتون، ٻار ٻچا، دوا وٺڻ ايندا هئا. 2 وڳي کان پوءِ ايمرجنسي هلندي هئي. اسپتال کي پنهنجي ايمبولينس پڻ هئي، جيڪا وڏن مريضن کي صحار جي مرڪزي اسپتال ۾ پهچائيندي هئي. ڪجهہ پاڪستاني ملازم بہ هئا، جن مان راولپنڊيءَ جو حاجي اسلم جو لاڳاپو مون سان گهڻو هو. هاڻي تبليغي جماعت ۾ آهي. حاجي صاحب جنريٽر مڪينڪ هو. جنريٽر شام جو 2 ڪلاڪ بند ٿيندا هئا، تہ جيئن گهڻي استعمال جي ڪري خراب نہ ٿين.

وادي صرامي ۾ پهرين ڏينهن عصر جي وقت کان ڪجهہ اڳ آءٌ تفريحاً پيدل نڪري پيس. ڪجهہ اڳتي وڌيس تہ قرآن شريف جي تلاوت ٻڌم، جيڪا ڪنهن شخص ڏاڍي سوز ۽ الحان سان پئي ڪئي. ويجهو ويس تہ هڪ گهر جي ورانڊي ۾ حبشي نسل جو هڪ شخص تلاوت ڪري رهيو هو. مون کي ڏاڍي ڪشش ٿي. سو اتي ئي قرآن پڙهندڙ جي اڳيان ٿڏي تي ويهي رهيس. ٿوري دير کان پوءِ هن شخص تلاوت ختم ڪئي ۽ مون سان ڏاڍي آڌرڀاءُ سان مليو. پاڻ اتي جي

اسڪول جو هيڊ ماستر هو ۽ سندس نالو استاد عبدالحميد هو. هيءُ سوڊان جي ام درمان شهر جو هو ۽ اسان وانگر ڊيپوٽيشن تي آيو هو. استاد عبدالحميد چيو، تہ مون کي خبر آهي تہ توهان هتي ڊاڪٽر تي آيا آهيو، چوتہ صبح جڏهن توهان جي گاڏي اسڪول وٽان لنگهي، مون توهان کي ڏٺو هو. دراصل وادي صرامي جي آدمشماري 1000 کن ماڻهن کان مٿي ڪانہ هئي، ان ڪري سڀ هڪٻئي کي سڃاڻندا هئا. البتہ اسڪول ۽ اسپتال ماڻهن جي رهائش کان الڳ هڪ پهاڙيءَ تي نهيل هئا. استاد عبدالحميد سان پوءِ تمام سٺا تعلقات تي ويا. هو اسپتال ۾ عام جام ايندو هو. ڪيس بلڊپريشر هو. جلدي مون اسپتال جي عملي ۽ استادن جي ميلاپ سان والي بال ٽيم ناهي، جو روز ڪلاڪ ڪن شام جو راند ڪندا هئاسين. ٻين استادن ۾ استاد صلاح جيڪو سوڊان جو دنگلہ شهر مان هو. استاد عبدالحامد ۽ استاد احمد ۽ ٻہ مصري استاد بہ اچي راند ۾ شامل ٿيا. مون وري مغرب جي نماز جو اهتمام اسپتال جي حدن ۾ ڪيو. استاد حامد سوڊاني قرات جو سٺو ماهر هو، ان ڪري پيش امامت هو ڪندو هو. سڀ مسلمان پائر اچي گڏياسين ۽ انما المؤمنون اخوة جو عملي مظاهرو ٿيڻ لڳو.

زوهير ۾ ڪي شيخ ڳوٺ جا وڏا هئا. جن مان شيخ مالڪ وڏيڪ معتبر ۽ همت وارو هو ۽ حڪومت جي طرفان نڪاح رجسٽرار بہ هو. سندس باغ بہ هئا ۽ باغن جي وچ ۾ ننڍي ڪچي مسجد بہ هئي. آءٌ جڏهن اتي پهتس تہ شيخ مالڪ حج تي ويل هو. موٽي آيو تہ اتي جي دستور موجب اسپتال جو سمورو عملو ڪيس حج جي مبارڪ ڏيڻ ويو. ان ڪان پوءِ شيخ مالڪ سان تمام گهاٽا تعلقات ٿي ويا ۽ هو هفتي ۾ 3 دفعا ماني تي سڏائيندو هو. اسين ظهر جي وقت پهچندا هئاسين. سندس خاندان بہ وڏو هو. پوءِ نوجوان ڇوڪرا گلم غاليچا ۽ تڪيا اچي مسجد ۾ رکندا هئا. مالڪ پهرين نماز پڙهائيندو هو. پوءِ ڪچهري هلندي هئي. انهيءَ ڪان پوءِ وڏن ٿالهن ۾ ماني آڻيندا هئا. هڪ وڏي ٿالهہ ۾ چانور ۽ انهيءَ سان گوشت تقريباً سڄو جانور. ٻئي ۾ سنهيون پاپڙن جهڙيون مانيون. جيڪي هڪ ٿي گرهہ ۾ پنج ست اچي وڃن. ان ڪان علاوه روسٽ مرغي. پهرين اسان کي ڪارائيندا هئا. پاڻ بہ شريڪ ٿيندا هئا. باقي بچت حاضرين کي ڪارائيندا هئا. پوءِ فروٽ آڻيندا. آخر ۾ ديڳچيءَ ۾ پاڻي کڻي ايندا هئا. جنهن سان هرڪو پنهنجا هٿ صاف ڪندو هو. انهيءَ سموري نشست دوران لوبان پيو ٻرندو هو. جنهن جو دونهون پري ڪان نظر ايندو هو. سندن چوڻ هوندو هو تہ لوبان جي دونهي کي ڏسي آس پاس وارا چوندا تہ فلاڻن جي گهر مهمان آيا آهن. جيڪا ڇڳمڙسيءَ جي نشاني آهي. شيخ مالڪ جو چاچو عبدالله هو. جنهن کي مالڪ خاص طور تي گهرائيندو هو. عبدالله جا پٽ ابو ظهبيءَ ۾ ڪم ڪندا هئا ۽ هفتي وار موڪل تي ڳوٺ ايندا هئا. جيئن اسان وٽ ڪو ڪم ڪراچيءَ ۾ ڪندو هجي ۽ ڇنڇر جي ڏينهن ڳوٺ اچي ۽ سومر جي ڏينهن صبح جو روانو ٿي وڃي. عبدالله جي وڏي پٽ جو نالو خلفان هو. شيخ مالڪ وڏو ڏاڪي وارو، مهمان نواز ۽ رهائي وارو انسان هو ۽ عبدالله سندس مددگار هو. اسان کي ڪوبہ مسئلو هوندو هو. تہ مالڪ کي چوندا

هئاسين تہ هو حل ڪرائي ڏيندو هو. شيخ مالڪ جي خاندان جا سلطان قابوس سان ويجها تعلقات هئا. وادي صراميءَ جي پرسان خابوره جي ولايت هئي، جنهن جو اڳواڻ شيخ محمد حسني هو. عمر 90 سال کن هئس. شيخ حسني جا مون سان ڏاڍا گهرا تعلقات ٿي ويا. وقت بوقت اسپتال بہ ايندو هو. پيٽرول نڪرڻ کان اڳ هي انهي علائقي جو چڱو مڙس هو. تيل نڪتو تہ مختلف رياستون ٺهيون جيئن ابوظهبي، دبئي، شارجہ وغيره.

شيخ حسني ٻڌائيندو هو تہ ابو ظهبي جو حاڪم النهيان ۽ سندس پيءُ شڪبوت تيل نڪرڻ کان اڳ اٺ چوري ڪندا هئا. فيصلاحون اڏائيندا هئا. ڪين آءُ بيد جي لڪڻ سان ڪُٽيندو هئس. شيخ ڪي هميشہ هٿ ۾ بيد جي وڏي لٺ هوندي هئي ۽ چڙ بہ گهڻي هوندي هئس.

اسپتال جي پاسي ۾ واهي لنگهندي هئي. واهيءَ مان مراد آهي، پاڻيءَ جي وهڪري جو رستو. عمان ۾ بارشون تمام گهٽ پون. پر جڏهن پون تہ آس پاس جي جبلن مان لهندڙ پاڻي وڏي گجگوڙ سان واهيءَ مان لنگهندو ۽ رستي ۾ آيل هر شيءِ کي تهس نهس ڪندو ويندو هو، جيئن وڏو سيلاب هجي. واهيءَ ۾ پاڻي اچڻ کان اڳ ماڻهو وڏي واڪ هڪبئي کي اطلاع ڪندا آهن ۽ چوندا آهن "جاءِ واهي" يعني واهيءَ ۾ سيلاب اچي رهيو آهي، تہ جيئن هرڪو پنهنجو مال متاع، اٺ، رڍون، ٻڪريون، واهيءَ جي رستي مان ڪڍي وڃن.

وادي صراميءَ جي جبلن ۾ اسان غار نما گهر ڏٺا، جن ۾ بدوي عرب پنهنجي جانورن سميت رهندا هئا. هي غار 4-5 هزار سال پراڻا ڪوٺيل ٿي ڏٺا.

اسپتال جي پر ۾ هڪ ٻيو ڳوٺ حيلة الراس نالي هوندو هو، جيڪو چڱو اوچائيءَ تي ٻڌل هو. اتي جا بدو بہ علاج لاءِ ايندا هئا. انهن ۾ عبدالله نالي هڪ مريض هوندو هو، جنهن جي هڪ ٽنگ ڪنهن سبب ڪري مسقط جي الرحمة اسپتال جي انگريز سرجن ٿامس ڪاٽي هئي. هيءُ گهوڙين (CRUTCHES) جي سهاري هلندو هو. وڏو پهلوان شخص هو. ڪمزوري هيس، ڪلمڪ هو. هڪ دفعي صلاح بيني، تہ وادي زوهير ۾ ڪجهہ اندر وڃجي ۽ اندران ڳوٺ بہ ڏسجن، جيڪي مڪيہ رستن تي نہ آهن.

ٻهريون ڳوٺ "رڪ" نالي آهي، جنهن ۾ هڪ غيرآباد قديم نهيل ننڍي

ڪچي مسجد آهي. هن مسجد جي صحن لاءِ مشهور هو تہ حضرت يونس نبي عليہ السلام جن هتي مدفون آهن. چوطرف چانورن ۽ دالين جون ڳوڻيون پراڻي وقت جون ڇڏيل بيڪار پيون هيون. جن لاءِ چيائون تي، تہ ڪي ماڻهو باس باسيندا هئا تہ مختلف شيون باس پوري ٿيڻ ڪان پوءِ ڇڏي ويندا هئا. هي بدعتون شروع بہ عرب ۾ ٿيون آهن ۽ ختم بہ اتي ٿيون آهن. رستي تي هلندي هڪ جهونو شخص ڪناري تي ويٺل هو. نظر بہ گهٽ هئس ۽ هٿ ۾ لٺ هئس. سو اسان کي ڏسي زور زور سان علي الله - علي الله چوڻ شروع ڪيائين. مون سمجهيو تہ فقير تن آهي، شايد خيرات تو گهري. پر ڪنهن واقفڪار چيو تہ هي چوي ٿو، تہ منهنجي مهماني قبول ڪريو. هاڻي عماني دعوت ڏئي تہ موٽائي نہ ٿي سگهجي. ساڻس سندس گهر هلياسين. پاڻ ۽ سندس زال چند لمحن جي اندر غاليچا پکيڙيا. پوءِ کائڻ جون شيون جهڙوڪ: بيضا اباريل، مرغي جا تڪا، فروٽ، عماني حلوو وغيره کڻي آيا. مٿان ننڍن ڪوپن ۾ قهوه پياريائون.

بدوين جي قهوه جو ڪجهہ ذڪر ڪجي. هي ڪجهہ مصالح وغيره وني، انهن کي حمام دستي ۾ ڪٽين تا، جيسين اهو وڃي پائوڊر ٿئي. انهيءَ پائوڊر کي گرم پاڻيءَ ۾ وجهي ڇانهہ وانگر ٺهڪائين تا. پوءِ ننڍن پيالن ۾ وجهي پيش ڪن. هڪ خاص ماڻهو قهوه پياريندو. هن جي لاءِ هيءَ عزت واري ڳالهہ آهي. پيالي ۾ ٽي يا چار ڍڪ قهوه جا ٿين. پيئڻ ڪان پوءِ جيڪڏهن توهان پيالي کي آڱرين ۾ جهلي لوڏيو تہ سمجهبو تہ توهان کي ٻي پيالي نہ کپي. پر جي توهان ڪجهہ نہ ڪيو تہ وري اچي توهان جي پيالي پري ويندا. پوءِ اهو سلسلو هلندو رهندو، تان جو مهمان وڃي پيالي لوڏي.

مون ڪان اها ڳالهہ متي لڪڻ رهجي وئي آهي، تہ هر دعوت جي پڇاڙيءَ تي هٿن تي عطر يا پرفيوم ضرور هڻندا. ٻي ڳالهہ اتي ئي حاضرين مان ڪو اٿندو ۽ ٻي دعوت ڏيڻ جو اعلان ڪندو. حتيٰ ڪہ مون ڪن عورتن کي بہ دعوت ڏيندي ڏٺو. ايتري مهمان نوازي شايد ئي ڪٿي هجي!

”رڪ“ ڪان 5-7 ميل اڳتي جبلن ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو، جنهن جو نالو هو ”قلعة“ يعني قلعو. بظاهر ڪوبہ قلعو ڪونہ هو. پر شايد قدرتي پهاڙن جي وچ ۾ هجڻ ڪري، قلعي جي حيثيت رکندو هو. هتي جو شيخ، سلطان قابوس

مان خوش ڪونہ هو، ان ڪري دوا لاءِ اسپتال ۾ ڪونہ ايندو هو ۽ نہ وري ان ڳوٺ جا ماڻهو. اسان جو هڪلي وياسين تہ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ پوءِ شيخ ۽ انهيءَ جي قوم جا ماڻهو اسپتال ۾ ايندا ويندا رهيا. قلعي جي ماڻهن بہ وڏي حضلي يعني ماني جو انتظام ڪيو. قلعي ۾ ڪجهہ مصري استاد بہ هئا. هنن جو اهو اخلاق ڏٺوسين تہ هنن زبردستي اسان جا هٿ ڌئاريا، جيئن اسان وٽ ڀهراڙين ۾ ميزبان مهمانن کي هٿ ڌئاريندا آهن. دراصل اسان سنڌين ۾ عربن جي ثقافت پاڻ ۾ گهڻو ملي ٿي.

عيدالفطر اسان کي وادي صراميءَ ۾ پئي. معلوم ٿيو تہ هتي عيد نماز علي الصبح سج ڪني ڪڍڻ شرط پڙهائيندا آهن. رات جو محمد اسلم اچي چئي ويو تہ فجر کان اڳ تيار رهجو، جيئن وقت تي عيد نماز تي پهچي سگهجي. اسٽاف ۾ اسين پنج پاڪستاني ۽ هندستاني مسلمان هئاسين. محمد اسلم اذ رات کان پوءِ آيو، پوءِ تہ جلدي ساڻس گڏجي روانا ٿياسين. هاٿي جبلن جي وچ مان 8-10 ميل پنڌ ڪري وياسين، پر عيدگاهہ يا ماڻهن جو مجمع نظر ئي نہ اچي. نيٺ ڪنهن هڪ جاءِ تي پهتاسين تہ اسان مان هڪ چيو تہ نماز تہ هتي پڙهي ويندي آهي. شايد بدوين جاءِ بدلائي آهي. وري متيرو جبلن ڏي پنڌ ڪيوسين تہ مٿي چوٽيءَ تي ڪجهہ ماڻهو نظر آيا. هاٿي سج بہ اچي ڪني ڪڍي هئي. واقعي هي نماز لاءِ تيار بينا هئا، پر اسان کي ڏسي بيهي رهيا ۽ اسان کي سڏڻ لڳا. پوءِ هنن مان هڪ نماز پڙهائي، جنهن جو نالو مرحون هو ۽ ابوظهبي ۾ ڪم ڪندو هو. نماز کان پوءِ سڀ ياڪر پائي مليا. پوءِ ڪيترا عماني اسان کي سندن گهر وٺي ويا. حلوي ۽ ڪجور ۽ قهوي سان تواضح ڪيائون.

عمان جي اولهہ ۾ صحرا ۽ پهاڙ آهن. هي صحرا وڏي ربع الحاني دشت جو حصو آهن. البتہ ڪناري تي پاڻي آهي ۽ پوک بہ ٿئي ٿي. هنن بدوين جي مهمانـنوازي، سادگي ۽ سچائي ضرب المثل آهي. ڪجهہ وقت مون کي وري صُحار اسپتال ۾ رکيائون، لڳ ڀڳ هن وقت ۾ اومان ٽائمز Oman Times هڪ روزانو انگريزي اخبار نڪرڻ لڳي، جنهن ۾ دنيا جون خبرون پيون ڇپجنديون هيون. انهيءَ عرصي ۾ شيخ ڊاڪٽر عبدالحليم سان ملاقات ٿي،

جيڪو مصري هو ۽ عماني اسڪولن جو ڊائريڪٽر هو. هن جو تعلق اخوان المسلمين سان هو ۽ مفسر قرآن شيخ قطب شهيد جي ساٿين مان هو. ساڻس اسلامي موضوعن تي بحث مباحثو ٿيندو هو، جيڪو ڪافي معلوماتي هوندو هو، ان کان سواءِ استاد عبدالقيوم البيومي سان بہ ملاقاتون رهيون، جيڪو جامعہ ازهر جو فارغ التحصيل هو. استاد عبدالسلام خارطوم جو وينل هو ۽ انگريزيءَ جو استاد هو. هن اعليٰ تعليم آمريڪا مان ورتي هئي. شيخ حمود سان مغرب نماز تي ملاقات ٿيندي هئي، جيڪو بو سعيدي خاندان مان هو ۽ عمان جو چيف جج هو، اهڙي طرح اهل علم عماني ۽ غير عماني ڏاهن ۽ دانشورن سان ڪچهريون ٿينديون هيون.

آخرڪار سن 1982ع ۾ ڊيپوٽيشن ختم ڪري، پاڪستان واپس آيس. هتي مون کي لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ ڊپٽي ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ ڪري رکيائون. لياقت ميڊيڪل ڪاليج کي جڙي 16 سال ٿي چڪا هئا. نجيب خان واري زماني جو نظم و نسق تہ نہ هو، تہ بہ اجا غنيمت هئي. گهڻا پروفيسر O.P.D ۾ ايندا هئا. وارڊن جو رائونڊ بہ وٺندا هئا ۽ آپريشنون بہ ٿينديون هيون. هائوس آفيسر بہ گهڻي ڀاڱي پنهنجي ڊيوٽين تي ايندا هئا. ساڳي وقت هڙتالون بہ جاري رهنديون هيون. ڪن رجسٽرارن ۽ ميڊيڪل آفيسرن جو ڪم تمام معياري هو، انهن کي خدا جو خوف هو. ڪي لاپرواهہ هئا. سن 1982ع کان سن 1985ع تائين آءٌ D.M.S هئس. ڪجهہ ڪلائيندڙ ڪجهہ رئاريندڙ واقعا ٿيندا رهندا هئا. انهن مان ڪن واقعن جو ذڪر ڪجي ٿو.

هڪ ڏينهن ڪجهہ ماڻهو منهنجي آفيس ڏانهن ڊوڪيندا آيا ۽ رڙيون ڪري چيائون تہ گائني وارڊ جي ڇت ڪري پئي آهي ۽ مريضيائيون دٻجي ويون آهن. هيءَ انتهائي پريشان ڪندڙ ڳالهہ هئي. آءٌ ۽ ايم. ايس، ڊاڪٽر حسن مرحوم وارڊ ڏي ڀڳاسين. حقيقت ڪجهہ ٻي طرح هئي. ڇت تہ صحيح سلامت هئي، البتہ ان جو اندريون حصو سيمنٽ (Cement)سان پلستر ٿيل اڇي هيٺ ڪريو هو. سيمنٽ ۾ ڪافي وزن ٿئي ٿو. پر رب جا لک احسان جو ڪنهن بہ مريض کي ڪو نقصان نہ پهتو. پوءِ اسان وارڊ خالي ڪرايو ۽ باقي رهيل پلستر بہ ڪيرايو ويو. هيءَ ڪوتاهي بلڊنگ ڊپارٽمينٽ جي هئي، جن جون غفلتون ۽ لاپرواهيون اسان جي ڪاتي ۾ پيون ٿينديون هيون. پوءِ نئون پلستر لڳو.

هڪ دفعو هائوس جاب وارا ڊاڪٽر بي مقصد هڙتال تي ويئا. انهن مان ڪن بک هڙتال ڪئي. رات جو پيٽ پري ڪائيندا هئا ۽ ڪيلن ۽ نارنگين جون کلون، هڏا ۽ ٻچيل سچيل ماني اسان جي آفيسن جي آڏو ڇڏي ويندا هئا. هيءَ هنن جي اسان جي مٿان طنز هئي.

هڪ دفعو خبر پئي تہ ٽر مان ڇتي ڪتي جو ڏاڙهيل مريض ايمرجنسي وارڊ ۾ آندو اٿن. آءُ ڪيس ڏسڻ ويس، ويچارو آخري وقت ۾ هو. پر هوش حواس قائم هئس. ٽُڪ ٽُڪ گهٽي هئس. چيائين تہ دل چوي ٿي تہ توهان سيني کي ڇڪ هڻان. پوءِ ڪيس دماغي امراض جي اسپتال ۾ موڪليو ويو. حقيقت هن ريت آهي، تہ ڇتي ڪتي جي ڪاڌل کي جيڪڏهن مقرره وقت اندر مدافعتي سيون نہ لڳيون تہ پوءِ هو بچي نہ سگهندو. پر هوش حواس آخر تائين قائم هوندس. ميڊيڪل سائنس ڪيترن مرضن وانگر هن مرض جو بہ ڪو علاج نہ ڪڍيو آهي. مينٽل اسپتال ۾ گذاري ويو. علاج جي اميد ڪانہ هئي.

هڪ دفعي ٽر مان هڪ باگڙي آندائون، جنهن کي ڇـِـن (Hernia) جي بيماري هئي. هن جو ڇن پيرن سان پئي لڳو. مطلب تہ علاج نہ ڪرائڻ جي ڪري مرض ايڏي ڊيگهہ ڪائي چڪو هو. ڪيترا مريض پنهنجو مال متاع وڪڻي ايندا هئا. يا زيور گروي رکي ايندا هئا. حالانڪ اسپتال ۾ علاج مفت هو، پر بيو خرچ بہ ايندو هو. ٻهراڙيءَ جي مريضن سان 5-6 ماڻهو گڏجي ايندا هئا، پوءِ اسپتال ۾ فوٽ پاٿن تي ستا پيا هوندا هئا.

اسپتال سان گڏ هڪ مسافرخانو مريضن جي رهائش لاءِ هو. جيڪو ڊاڪٽر ڪامل راڄپر پنهنجي وقت ۾ بلديہ وارن کان ورتو هو. انهيءَ ۾ مريضن کان اٺ آنا روزانو رهائش لاءِ ورتا ويندا هئا. هڪ ڏينهن خبر پئي تہ مسافرخاني جو چوڪيدار مريضن کان پنج رپيا روزانا وٺي ٿو. سو اسان ڪنهن مريض کي پنج رپيا ڏئي چوڪيدار ڏي موڪليو ۽ وڌيڪ تحقيق لاءِ اڳواٽ ٽي ٻن آفيسرن ڊاڪٽر مير محمد ۽ ڊاڪٽر ممتاز کي موڪليو، تہ ڏسجي تہ ڇا ٿو ٿئي. چوڪيدار جو هنن ٻن ڊاڪٽرن کي ڏنو، سو جلديءَ ۾ پنجن رپين جو نوٽ ڳڙڪائي ويو. جڏهن ڊاڪٽرن ڪيس دڙڪو دهمان ڪيو تہ وٺي پڳو ۽ غائب ٿي ويو. انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد جو ميئر مولانا وصي مظهر ندوي هو، جيڪو پنهنجي اصول جو پڪو ۽ سخت طبعيت جو هو. هُن مرحوم احد يوسف وزير

صحت کي شڪايت ڏني، تہ ٻن ڊاڪٽرن ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ ڊاڪٽر حسن جي چوڻ تي منهنجي پٽيوالي کي زد و ڪوب ڪيو آهي، سو سخت قدم کنيو وڃي. احد يوسف صلح پسند طبعيت وارو هو ۽ وصي مظهر کان سپ ڏڄندا هئا. هُن ڏاڪٽر حسن کي فون ڪيو تہ وصي مظهر کي ٽڏو ڪيو. مولانا وصي مظهر منهنجو پراڻو واقف هو. پوءِ آءٌ ۽ ڊاڪٽر حسن گڏجي وٽس وياسين. بهرحال وصي مظهر ڪجهہ شڪوه شڪايت ڪئي، پر پنهنجي اسٽاف جي غلطي تسليم نہ ڪيائين. خير، معاملو خير خوبيءَ سان حل ٿيو.

ٿر جا غريب ماڻهو هڪ عجيب بيماري ۾ مبتلا ٿي اسپتال ايندا هئا. هڪ جيوڙن جو شڪار ٿيندا هئا، جنهن کي "گني ورم" چيو ويندو هو. اهو ڪيڙو هڪ سنهي تند جي شڪل ۾ گوشت ۽ چمڙي ۾ وڃي وهندو هو ۽ اتان خون ۽ گوشت مان غذا حاصل ڪندو هو. ٿري ان ڪيڙي جي تند کي هڪ پاسي کان قابو ڪري تار وانگر ويڙهي ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. پر اها تند ايتري تہ باريڪ هوندي هئي، جو وچ ۾ ٽُٽي پوندي هئي ۽ ڪڏهن بہ ان مرض مان جند آزاد نہ ٿيندي هئي. هيءُ مرض پاڪستان جي ٿر واري علائقي ۽ هندستان جي راجستاني علائقي ۾ عام هو. آخر عالمي اداره صحت W.H.O ان جو نوٽس ورتو. ٿر جي علائقي ۾ دوائون ۽ ٻيون ضروري شيون مهيا ڪيون ويون، جيئن انهيءَ مرض جو سدباب ڪري سگهجي. ٿر جي ئي هڪ ڊاڪٽر محمد ايوب نهڙيءَ کي انهيءَ پروگرام جو انچارج ڪيائون. هن ڏينهن رات محنت ڪئي ۽ ٿر مان هن مرض جي پاڙ پٽجي وئي. پاڪستان اها جنگ هندستان کان پهرين کٽي، جوتہ هندستان ۾ اجا پوري ڪاميابي ڪانہ ٿي هئي. ڊاڪٽر ايوب نهڙيءَ کي سلام آهي، جنهن هن تحريڪ ۾ پاڪستان جو نالو روشن ڪيو.

اسان جي صحت جي نظام ۾ وڏيون ڪمزوريون ۽ حل طلب مسئلا آهن. جيسيتائين ڪ انهن مسئلن جو حل نٿو نڪري، ماڻهن کي صحت جون پوريون سهوليتون ڪڏهن بہ نہ ملنديون ۽ ماڻهو ويچارا هميشہ دربدر رهندا. دنيا ۾ جتي ڪٿي ڊاڪٽرن کي چوويهہ ڪلاڪ گورنمينٽ جي ڊيوٽي ڏيڻي پوندي آهي. هندستان، چين، سري لنڪا، بنگلاديش، اسان جي ملڪن جهڙا غريب ملڪ هئا ۽ آهن. اتي بہ سرڪاري ڊاڪٽرن کي مريضن جي سار سنڀال لاءِ چوويهہ ڪلاڪ پابند رکيو وڃي ٿو. وچ مشرق، خليجي ملڪن ۽ مشرقي ايشيا جي ملڪن ۾ بہ ساڳيو نظام آهي. پر پاڪستان ۾ اهو بهانو ڏئي تہ حڪومت ڊاڪٽرن جا پگهار ۽ الائونس پورا پيري نٿي سگهي، کين خانگي پريڪٽس جي اجازت ڏني آهي. وقت گذرڻ سان انهيءَ جو نتيجو ڀيانڪ نڪتو آهي. وڏن پروفيسرن ۽ ماهرن جو پورو ڌيان پنهنجي خانگي اسپتالن ڏي آهي. شام جو 3-4 وڳي کان پوءِ سندن ڪلينڪون شروع ٿين ٿيون ۽ اڌ رات تائين بہ جاري رهن ٿيون. سندن فيون بہ موتمار آهن، جيڪي ڏينهون ڏينهن وڌنديون رهن ٿيون. ڪراچيءَ ۾ تہ ڪي ڊاڪٽر 3-4 يا پنج هزار رپيا بہ في وٺن ٿا. باقي صبح جو نالي ماتر ڪجهہ وقت اسپتال کي ڏين ٿا. ان جو هڪ سبب اهو بہ آهي، تہ سندن بنيادي ڪم تدريس جو آهي، هو ڀيرين پروفيسر آهن، پوءِ معالج. لامحالہ مريض سندن خدمتن کان ڪنهن حد تائين وانجهيل رهن ٿا. هن مان اهو مطلب نہ ڪڍڻ گهرجي، تہ پنج ئي آڱريون هڪجهڙيون آهن. ڪي ڊاڪٽر مريضن جي سار سنڀال کي عبادت سمجهي ڪن ٿا.

متئين سڄي بحث جو حل آهي، تہ ڊاڪٽرن کي هڪ معقول رقم بطور خانگي پريڪٽس نہ ڪرڻ جي بدلي ۾ ڏني وڃي، پر هنن کي پابند ڪيو وڃي تہ هو 24 ڪلاڪ مريضن جي پرداخت لاءِ مستعد رهن. هي پگهارن ۾ اضافو ڪنهن عظيم مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ معمولي ڳالهہ آهي. اسان جي بجيٽ

جو دائرو صحت لاءِ فقط ٻه سيڪڙو وڌايو وڃي، ته هيءَ خرچ پورو پري سگهجي ٿو. ان حالت ۾ ڊاڪٽرن کي پنهنجون خانگي ڪلينڪون بند ڪرڻيون پونديون ۽ اهو ڪم خالصتاً پرائيويٽ ڊاڪٽرن کي ڪرڻو پوندو. سرڪاري ڊاڪٽر 2-3 وڳي تائين ته معمول جي ڊيوٽي ڏين، ان ڪان پوءِ ايمرجنسي (هنگامي) ڊيوٽيءَ لاءِ تيار رهن. ائين ڪرڻ سان سندن توجهه مريضن ڏي وڌندو ۽ عوام الناس جو ڀلو ٿيندو.

جيڪڏهن بفرض محال حڪومت لاءِ اهو ڪم ڏکيو آهي، ته پوءِ ٻي صورت ۾ آغا خان اسپتال وانگر اسپتال جي حدن ۾ ماهراڻي مشورن جون ڪلينڪون قائم ڪيون وڃن، جن جو انتظام ته اسپتال ڪري، پر هڪ مقرر في جيڪا مناسب هجي، اها مريض ڪان ورتي وڃي ۽ اها غريب ۽ متوسط ماڻهن جي مالي حيثيت مطابق هجي. بهرڪيف، بنهي مٿي ذڪر ڪيل صورتن ۾ پرائيويٽ وارڊ ۽ ڪمرا گهٽي تعداد ۾ نهرائڻا پوندا، جتي سرڪاري ڊاڪٽر پنهنجي مريضن کي رکي سگهن. حڪومت جو خرچ ته وڌندو، پر ڪرڻ گهرجي. هونئن ٻه اجاين سجاين خرچن ۽ بدعنوانين ۾ هر سال اربين ڪربين رپيا ضايع ٿي وڃن ٿا. سو بيا خرچ گهٽائي صحت جو حصو بجيٽ ۾ وڌايو وڃي ته لائق تحسين ڪم ٿيندو.

هڪ ٻي انقلابي قدم کڻڻ جي اشد ضرورت آهي. ماهر ڊاڪٽر بنيادي طور ميڊيڪل ڪاليجن ۾ پروفيسر يا ايسوسيئيٽ پروفيسر وغيره آهن، ڪين پگهار ٻه انهيءَ حيثيت ۾ ملي ٿو. سندن ساليانو ڪارڪردگيءَ جون رپورٽون پرنسپال يا وائيس چانسيلر لکي ٿو. اسپتال جتي مريضن جو علاج ٿئي ٿو، اها هنن جي ثانوي ڊيوٽي ۾ شامل آهي، ان ڪري مريضن تي اهو توجهه نه آهي، جيڪو ٿيڻ کپي. ازاسواءِ تحقيق ته يعني Research جو ته نالو نشان به ڪونهي، حقيقت ۾ ٿيڻ ائين کپي، ته ڊاڪٽر جي اولين ۽ ترجيحي ڊيوٽي مريضن جي سار سنڀال هجي ۽ ثانوي ڊيوٽي شاگردن کي پڙهائڻ جي هڪ پروفيسر کي ماهر CONSULTANT ڪري لکڻ کپي ۽ ٻين عهدن جا نالا ٻه ائين هجڻ کپن، هنن کي انهن جي ڊيوٽي ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ جي ماتحت ڏيڻ کپي، سندن پگهار بطور Consultant جي اچي ۽ انهن جي ساليانو خفيه رپورٽ ميڊيڪل سپرنٽنڊنٽ کي لکڻ کپي، ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ پروفيسرن جي

ڪيڊر مان ۽ باصلاحيت هجي. البت ان جي مد لاءِ ٻه ڊاڪٽر سول سرجن جي عهدي جا رکيا وڃن، جن کي AMS يا DMS چيو وڃي، ٻه وڌيڪ DMS. ايم. بي. اي جي حامل رکيا وڃن، ته جيئن هو انتظامي صلاحيتن کي احسن طريقي سان هلائي سگهن. اڪائونٽ جي شعبي ۾ ايم.ڪام پاس ڪيل اميدوارن کي رکيو وڃي يا ممڪن هجي، ته آزاد چارٽرڊ اڪائونٽنٽ اسپتالن لاءِ رکيا وڃن. هن قسم جي انتظامي تبديلين سان اسپتالن جو نقشو بدلجي سگهي ٿو ۽ عوام جا ڏک سور گهٽجي ياگي ختم ٿي سگهن ٿا.

هڪ ٻيو مسئلو، جنهن کي حل ڪرڻ سان طبي سهوليتن ۾ وڏو اضافو اچي سگهي ٿو، سو ميڊيڪل اوزارن ۽ مشينن جي مرمت جو آهي. ٿئي ائين ٿو جو معمولي خرابيءَ باعث، ڪو اوزار يا ڪا مشين صحيح طور ڪم نٿي ڪري. انهيءَ اوزار کي فقط معمولي مرمت جي ضرورت هوندي آهي، پر فني ڄاڻ نه هئڻ سبب ۽ ورڪشاپ نه هجڻ ڪري، انهن اوزارن جي مرمت ورهين تائين نه ٿي ٿئي، تان جو مشين اڳتي هلي ناڪاره ٿي وڃي ٿي. اهڙي طرح گورنمينٽ جو لکن ڪروڙن رپين جو نقصان ٿي وڃي ٿو. ٻئي طرف عوام کي به سهوليتن کان ورهين تائين محروم رکيو ٿو وڃي. ان لاءِ ضروري آهي ته صوبي جي سطح تي طبي اوزارن جي مرمت لاءِ ورڪشاپ قائم ڪيا وڃن، ته جيئن وقت سر انهن اوزارن جي مرمت ٿي سگهي. انهن ورڪشاپن جي قائم ڪرڻ تي جي ضروري هجي، ته زرڪثير به خرچ ڪرڻ کپي ۽ متعلقه شعبي جا انجنيئر ۽ ٽيڪنيڪل افراد به رکڻ کپن.

سن 1986ع ۾ مون کي پاڪستان آرمي جي پوسٽ گريجوئيٽ ميڊيڪل ڪاليج راولپنڊي ۾ M.sc ڪورس ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. هن ڪورس ۾ فقط فوج جي ڪرنلن کي کنيو ويندو هو، پر صوبائي حڪومتن جي طرفان به هر صوبي مان هڪ ڊاڪٽر کي منتخب ڪيو ويندو هو. سنڌ مان آءٌ واحد ڊاڪٽر هئس، جنهن ان ڪورس ۾ شرڪت ڪئي. ٻيو بلوچستان حڪومت جي طرفان به هڪ ڊاڪٽر کنيو ويو هو. پنجاب ۽ سرحد جي نمائندگي ڪانه هئي. هن ڪورس جا پهريان ٻه مهينا ڪلڊانا مريءَ ۾ ڪرايا ويا، باقي 11 مهينا راوالپنڊيءَ ۾. هيءُ ڊگري ڪورس طبي نظم و نسق قائم ڪرڻ جي باري ۾ هو. جتي نوان نوان موضوع بحث هيٺ آيا ٿي. مثلاً: طبي اقتصاديات، طبي

معاشرت، طبي آڊٽ ۽ اڪائونٽنگ، اسپتال جي تعمير جو نقشو، جنگ جي حالت ۾ طبي سهوليتن جي فراهمي، طبي اخلاقي مسئلا ۽ انهن جا حل، مثلاً: عائلي قانون، بغير نڪاح جي شادي، وقت کان اڳ مرڻ جي خواهش ۽ انهي جي تڪميل، مغرب ۾ خاندان جي ٽوٽ ڦوٽ، مصنوعي اوزارن تي زندگيءَ کي قائم رکڻ، انسان جي مرڻ جو حق (Euthansia) بي شمار طبي مسئلا ۽ مباحثا، جيڪي هاڻي مغرب کي درپيش آهن ۽ جيڪي آهستگيءَ سان ترقي پذير ملڪن ۾ بہ اچي رهيا آهن. هن ڪورس منهنجي معلومات ۾ ڪافي اضافو آندو ۽ ڪيترين اهڙين ڳالهيون، جن جي متعلق ڪا معلومات نہ هئي، علم ۾ آيون ۽ صحت جي مسئلن کي سمجهڻ ۾ معاون ثابت ٿيون. اسان کان پوءِ جيڪي ڪورس ٿيا، انهن مان صوبائي حڪومتن جي ڪوٽا بلڪل ختم ڪئي وئي ۽ ان ۾ صرف فوجين کي شامل ڪيو ويندو هو. ڪنهن بہ فوجي ڊاڪٽر، جيڪو ميجر، ليفٽيننٽ، ڪرنل يا ڪرنل هجي، انهيءَ جي پروموشن انهيءَ ڪورس ڪرڻ کان سواءِ نہ ٿيندي هئي. آخر ۾ امتحان قائد اعظم يونيورسٽي اسلام آباد مان ورتو ويندو هو ۽ ڊگري بہ اتان ملندي هئي.

انهيءَ زماني (1986-1985ع) ۾ آرمڊ فورسز ميڊيڪل ڪاليج جو ڪمانڊنٽ ميجر جنرل عشرت حسين هو، جيڪو Psychology يعني نفسيات ۾ M.R.C.P هو. علم ۽ ادب، لٽريچر ۽ سائنسي موضوعن تي لکڻ ۾ سندس حصو هو. سندس نفسيات تي مقالا دنيا جي مختلف طبي رسالن ۾ شايع ٿيندا هئا. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ هن ڪراچي ناظم آباد ۾ نفسياتي اسپتال قائم ڪئي، ڪجهہ سال ٿيا تہ گذاري ويو آهي.

ڊپٽي ڪمانڊنٽ برگيڊيئر سڪندر الاهي رانا هو. هن Anatomy ۾ ايم. ايس سي ڪئي هئي، پوءِ ميجر جنرل بہ ٿيو. هاڻي بہ حيات آهي ۽ شايد اسلام آباد ۾ آهي.

آرمي جا ڪجهہ ڪرنل ڊاڪٽر جيڪي ڪورس ۾ شريڪ هئا ۽ صاحب اخلاق ۽ وڏي محبت وارا هئا، انهن مان ڪن جو ذڪر ڪرڻ ڪبي.

ڪرنل منظور چوڌري نمازي، متقي، پرهيزگار ۽ ڪچهريءَ جو مور هو. پاڻ اوائل زندگيءَ ۾ ڪجهہ ڏک ڏاڪڙا ڏٺا هئائين، پر پوءِ دين جي ارڪانن تي هلڻ سان مشڪلاتون آسان ٿيس ۽ خوشحال ۽ خوش نصيب ٿيو. ان کانپوءِ دين

اسلام جي احڪامن تي پابند هوندو هو. هي تجربا سندس پنهنجا ٻڌايل هئا. اسان سان آمريڪا هليو ته به رمضان جا روزا نه ڇڏيائين. حالانڪ روزي جو دورانيو 18 ڪلاڪ هوندو هو. هيءُ فيصل آباد جو وينل هو.

پيو آفيسر، هوائي فوج جو گروپ ڪئپٽن، جميل نواز ڪيوبا جي صدر فيڊرل ڪاسترو جو هم شڪل هو. سندس طبعيت ۾ رنگيني هئي ۽ اسلامي موضوعن تي وڏا بحث ڪندو هو. سندس مطالعو ڪافي وسيع هو ۽ متشرقين مصنفن ۽ دانشورن کان متاثر هو. بهرحال سندس ڳالهين ۾ ڪافي وزن هوندو هو. ڪورس پوري ڪرڻ کان پوءِ، فوج مان استعيفا ڏنائين ۽ آمريڪا ۾ رهائش پذير ٿيو. سندس پيءُ جنرل حق نواز حيدرآباد ۾ ايوب خان جي ڏينهن ۾ ايگريڪلچر ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن جو چيئرمين هو. هيءُ تلاگنگ جو وسين هو.

ڪرنل احترام صوبي بهار جو هو. آخر ۾ ڪراچي ملير ڇانوڻي اسپتال جو ڪمانڊنٽ هو. بيحد خوش اخلاق ۽ مهربان دوست هو. هاڻي به ڪراچيءَ ۾ ڪٿي رهي ٿو.

ڪرنل اعظم هاڻي گجرات ۾ خانگي پريڪٽس ٿو ڪري. هيءُ به بيحد محبتي ۽ قربدار شخصيت جو مالڪ هو. هڪ دفعي ڪچهري ڪندي خبر پئي، ته هيءُ مسقط بهلاء ۾ هيلٿ سينٽر جو انچارج ڊاڪٽر رهي چڪو هو. جتي ڪجهه سالن کان پوءِ منهنجي مقرري ٿي هئي.

ڪورس جا ليڪچرار به اعليٰ تعليم يافته ۽ پنهنجي فن ۾ ماهر هئا. نفسيات جا ليڪچر جنرل عشرت پاڻ ڏيندو هو. اخلاقيات تي ليڪچر ميجر جنرل اظهر ڏيندو هو. جيڪو هاڻي بقائي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر آهي. اقتصاديات تي ليڪچر ڏيڻ لاءِ حبيب گروپ آف ڪمپنيز جو ضياء شفي صاحب آيو، جنهن کي اڪائونٽنگ ۽ آڊٽ ۾ وڏي مهارت هئي. پيو مسٽر جنيد ماهر اقتصاديات ڪراچيءَ مان آيو. شماريات تي ليڪچر مسٽر لال ڏنا، جنهن جو تعلق پنجاب يونيورسٽيءَ سان هو. ڪورس جو هڪ پهلو پاڪستان جي مکيه سول ۽ فوجي اسپتالن جو نظام ڏسڻ هو. ان سلسلي ۾ راولپنڊيءَ جون به اسپتالون: ملٽري اسپتال ۽ ڪمبائينڊ ملٽري اسپتال، لاهور جي شيخ زيد اسپتال، فيصل آباد جي ملٽري اسپتال ۽ آخر ۾ ڪراچيءَ جي آغا خان

اسپتال هئي، جنهن اجا هاڻي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. ان کان سواءِ گهٽيون پيون فوجي اسپتالون به ڏٺيوسين.

فوجين سان رهندي مون کي ڪابه ڪوفت يا خلش محسوس نه ٿي. مون ڏٺو ته هنن صلاحيت جو قدر ڪيو ٿي ۽ منجهن سنڌي پنجابيءَ جو تعصب ڪونه هو. دراصل ان ڳالهه جي تشهير نه ٿي ڪئي وڃي. پر حقيقت ۾ فوج ئي هڪ اهڙو ادارو آهي، جنهن ۾ سيني کي اهو احساس آهي ته اسين سڀ پاڪستاني هڪ متحده قوم آهيون. اسان جا دوست به مشترڪ آهن ته دشمن به مشترڪ. قابليت ۽ لياقت جي بنياد تي توهان متي ترقي ڪري سگهو ٿا ۽ ڪو هروڀرو توهان جو مخالف نه ٿيندو. مون فوجي آفيسرن کي هميشه وسيع نظر ۽ فراخدل ڏٺو. هنن سان منهنجا تعلقات گهڻي وقت تائين برقرار رهيا ۽ ڪن سان اڄ سوڌو به آهن.

فوج ۾ ٿورو گهڻو سول ۽ آرميءَ جو فرق آهي. سويليئن آفيسر جيڪڏهن برق رفتاريءَ سان فوجين جي هر قدم هلي ٿو، ته هو سندس قدر ٿا ڪن، پر ڪي سويليئن ائين ڪرڻ ۾ پٺتي رهجي ٿا وڃن ته ان حالت ۾ سندن همت افزائي ايتري نه ٿي ٿئي. منهنجي خيال ۾ فوج جي اعليٰ آفيسرن کي انهيءَ ڳالهه جو احساس آهي ۽ وقت گذرڻ سان اهو معمولي فرق به رفع ٿي ويندو.

ڪورس دوران (1986ع) اسان کي آمريڪا وٺي ويا، ته جيئن اتي جي سول ۽ دفاعي طبي سهوليتن جو جائزو ورتو وڃي. اسان کي سرڪاري طور تي 15 ڏينهن ان ڪورس ۾ شرڪت ڪرڻي هئي. هيءُ ڪورس ٽيڪساس جي ڊلاس اسٽيٽ ۾ بيلر (Byler) يونيورسٽيءَ ۾ ٿيو. مطالعي جا موضوع اهي ئي هئا، جيڪي مٿي آءُ بيان ڪري چڪو آهيان. البته مختصر وقت ۾ گهڻو ڪم ڪرڻو ٿي پيو. ڪيترين ملٽري اسپتالون ڏٺيوسين. واشنگٽن جي والٽر ريڊ اسپتال ۾ سڄو ڏينهن انتظامي معاملات کي ڏسڻو پيو. فورٽ ورٿ ۾ اسان جي ڪري فوجي مظاهرو ڪيائون ۽ اهو ڏيکاريو ويو ته جنگ ۾ زخمين جو علاج ڪيئن ڪيو ٿو وڃي. ڪورس دوران مختلف شهرن ۾ وڃڻ ٿيو. پهريائين نيويارڪ، پوءِ هوائي جهاز رستي واشنگٽن آياسين، جتي هاليڊي- ان هوٽل ۾ رهڻ ٿيو. واشنگٽن ۾ اسان کي ٻڌايو ويو ته پنجين وڳي شام کان پوءِ هوٽل جي ڪمرن مان ٻاهر نه نڪرجو، جو ڪارن شيدين جي غنڊا گرديءَ جو انديشو

آهي. تعجب آهي تہ هيڏي ترقي يافتہ ملڪ ۾ ڏينهن ڏني جو دهشت گردي عام هئي. واشنگٽن ۾ والٽر ريڊ اسپتال ڏيکاريائون، جنهن جو ڪمانڊنٽ هڪ سابق اطالوي ڊاڪٽر هو، پر آمريڪي فوج ۾ جنرل هو. انهيءَ سان ملاقات ٿي. ان کان پوءِ فيٽ ول، جيڪو نارٿ ڪيرولائنا ۾ هڪ دفاعي اڏو آهي، جتي پائين جي خوبصورت وڻن جا وڏا ٻيلا آهن. اتي پئراشوٽ مان جمپ هڻڻ جو مظاهرو ڏنوسين. مقصد اهو هو تہ جيڪڏهن ڪير پيراشوٽ مان لهندي زخمي ٿي پوي تہ ان جو علاج ڪيئن ڪيو وڃي. پوءِ بيلر يونيورسٽي هاسپٽل ۾ هڪ هفتي جو مصروف ترين ڪورس هليو. ان کان پوءِ ڪجهہ ڏينهن جي موڪل ڏني وئي، تہ جيڪي آمريڪا مان پنهنجي دوستن يا مٽن مائٽن ڏي وڃڻ چاهين تہ اهي هفتي ڪن لاءِ وڃي سگهن ٿا. پر پوءِ مون کي 20-25 ڏينهن لڳي ويا.

سڀ کان پهريائين نيويارڪ واپس آيس، جتي اسٽيشن جزيره تي منهنجي ماسات ادي اشرف ۽ سندس خاوند مرحوم انور شيخ رهندا هئا. مون وٽن ٻہ ڏينهن گذاريا. پهرين ڏينهن فيري رستي مين هٽن پهتاسين، جيڪو دنيا ۾ ڊگهين عمارتن جي ڪري مشهور آهي. ڪي بلڊنگون 130-140 ماڙ هيون، جتي پهچندي ٽن يا چئن لفٽن جو سهارو وٺڻو ٿي پيو. فيريءَ ۾ 3-4 هزار مسافرن جي ويهڻ جي سهوليت هئي. فيري چار منزلہ هڪ وڏو بحري جهاز هو. ڪرايو شايد هڪ ڊالر آمريڪي هو. اسٽيشن آئلنڊ کان مين هٽن تائين پهچڻ ۾ اڌ ڪلاڪ ڪن لڳو ٿي. فيري هڊسن نديءَ مان لنگهي ٿي، جنهن جي وچ تي آزاديءَ جو مجسمو (Statue of Liberty) آهي. هيءُ مجسمو فرينچ عوام پاران آمريڪي عوام کي سن1870ع ۾ آزاديءَ جي موقعي تي ڏنو ويو هو. مجسمي جي اوچائي تائين پهچڻ لاءِ لفٽون آهن ۽ سڄي مجسمي جا چار طبقا آهن. چوٽيءَ تي مجسمي جي هٿ ۾ شمع ڏني وئي آهي، جيڪا آزادي جي شمع آهي ۽ هر وقت روشن رهي ٿي. مين هٽن ۾ لاتعداد عظيم الشان بلند عمارتون آهن، جن جون چوٽيون آسمان سان ڳالهائين ٿيون. اسان راڪ فيلو بلڊنگ کان پيدل هلڻ شروع ڪيو ۽ مختلف گهٽيون ڏسندا ٽائيمز اسڪوائر پهتاسين. هتي جڳ مشهور عمارتون امپائر اسٽيٽ بلڊنگ، ورلڊ ٽريڊ سينٽر، اقوام متحده جي عمارت، پين آمريڪين جي آفيس. مطلب تہ سوين وڏيون عمارتون هيون. رستن تي لا تعداد شاپنگ مال، هوٽل، دڪان ۽ پلازا، هر قسم

جي سامان سان ڀريل موجود هئا. پوءِ انور مرحوم سندس هڪ دوست ڪئپٽن بخاريءَ جي گهر وٺي هليو، جنهن ۾ هڪ روم وارا فليٽ هئا. هر فليٽ جي قيمت ڪروڙين رپين ۾ هئي، ڇوته ان ۾ تعمير جو سامان، چترڪاري، ميناڪاري ۽ عيش آرام جون هر قسم جون سهوليتون ميسر هيون. هتي جي دنيا ئي ٻي هئي. جنهن ڪي ڀيريون دفعو ڏسجي، ته خواب ۽ خيال جي دنيا ئي ڇئي سگهجي ٿو. بخاري صاحب لنچ تي پاڪستان هوٽل شيزان مان برياني گهرائي. هيءَ هوٽل اتي ئي ڪتي پرپاسي ۾ هئي. ورلڊ ٽريڊ سينٽر ۾ سن2001ع ۾ جهاز ٽڪرايا ۽ ٻئي عمارتون زمين دوز ٿي ويون. دنيا سڄيءَ کي انهيءَ معاملي جي خبر آهي. ٻئي ڏينهن تي نيويارڪ جا رهيل حصا ڏناسين.

ان کان پوءِ گري هائونڊ جي بس ۾ اٿاڪا روانو ٿيس، جتي منهنجو ماسات عبدالرزاق شيخ رهي ٿو. هيءُ سن1957ع کان آمريڪا ۾ آهي، سندس ٿي جنرل اسٽور آهن، اٿاڪا نيويارڪ رياست جو هڪ شهر آهي ۽ هتي هڪ يونيورسٽي آهي. هيءَ يونيورسٽي جنهن جو نالو ڪارنيل يونيورسٽي آهي، دنيا جي مشهور يونيورسٽن مان هڪ آهي. سڄي دنيا مان طالب علم آرٽس ۽ سائنس جي اعليٰ تعليم لاءِ هتي اچن ٿا. عبدالرزاق جو گهر ٽرومن برگ نالي هڪ ڳوٺ ۾ آهي. نالي ۾ ڳوٺ آهي، پر منجهس دنيا جون سڀ سهولتون موجود آهن. 3-4 ڏينهن کان پوءِ آءٌ جهاز رستي بالٽي مور ۾ آيس، جتي منهنجو دوست ڊاڪٽر ضاءَ الانصار رهندو هو. ان بالٽي مور ۽ واشنگٽن جو شهر ڏيکاريو. انهي سفر جون ڪافي يادگيرون آهن، پوءِ قصو مختصر ڪجي. ان کان پوءِ لنڊن رستي واپسي جو سفر شروع ٿيو.

لندن وڃڻ جو مقصد پراڻي دوست ڊاڪٽر فضل ڪريم تنئي سان ملڻ جو هو، جيڪو سن1968ع کان لندن ۾ ڊاڪٽر آهي. ان وقت اسٽاڪٽن شهر ۾ نيشنل هيلٿ سروسز ۾ ميڊيڪل آفيسر هو. ڊاڪٽر صاحب عنايت ڪري پنهنجي هڪ مائٽ کي ساڻ ڪري، لندن ايئرپورٽ تي مون کي وٺڻ آيو. هيءُ نوجوان مسٽر علي گوهر تنئي جو پٽ هو، جيڪو لطيف آباد ۾ رهندو هو. علي گوهر جي فرزند جو نالو هاڻي وسري ويو آهي. بهرحال مون پنهنجي رهائش جي لاءِ مرڪزي لندن ۾ پيڊنگٽن جي علائقي ۾ هڪ الجزائري عرب جي هوٽل ۾ ڪمرو ورتو. هيءُ نالي ۾ عرب ۽ مسلمان هو، پر هن جهڙو ڪافر انسان مون وري ڪونه ڏٺو. پوءِ سامان رکي اسين لندن ڏسڻ نڪتاسين. پهريائين ميڊم ٽساڊ جي ميوزيم ۾ وياسين، جتي وڏي ڪاريگريءَ سان مومي مجسما ٺاهيا ويا هئا. انهن مجسمن ۾ نهارڻ سان ائين محسوس پئي ٿيو، ته ڄڻ زنده انسان آهن. ايڏي ڪمال فنڪاريءَ سان ڪم ٿيل هو. دنيا جي عالمي ليڊرن، موسيقارن، رانديگرن، بادشاهن ۽ راڻين جا مجسما رکيل هئا. مائيڪل جيڪسن جو مجسمو ته پنهنجا پاپ گانا مغربي ڌن تي رقص ڪندي ڏيکاريو پئي ويو. ٻيا به ڪافي محير العقول ساز ۽ آواز ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ آيا. ميوزيم کان پوءِ واٽرلو جي جنگ جي توبن ۽ بڪتر بند گاڏين سان نمائش ڪري ڏيکاري وئي. اهڙي نموني ڏينهن جو ڪافي حصو ميوزيم ۾ گذري ويو. اتان پوءِ هائيڊ پارڪ، جيمس پارڪ، بڪنگهم محل، پارليامينٽ هائوس، بگ بين، ٿيمس ندي ڏسي هوٽل تي آياسين. سج 9 وڳي لٿو ۽ 12 وڳي اڌ رات تائين شفق جو رنگ سمايل هو. مسٽر تنئي اتي موڪلايو، جو صبح جو ڪيس ڊيوٽيءَ تي وڃڻو هو. ٻئي ڏينهن آءٌ پنهنجي ليکي اڪيلو لندن ڏسڻ نڪتس. هائيڊ پارڪ هوٽل کي ويجهو هو. ان لاءِ مشهور هو ته اتي هر قسم جي تقرير ڪرڻ جي آزادي آهي ۽ ڪنهن به وڏي کان وڏي ليڊر تي نڪته چيني ڪري

سگھبي هئي. اهو تماشو هائيڊ پارڪ جي هڪ مخصوص حصي ۾ ٿئي ٿو، جتي مقرر اسٽول يا ميزون کڻي اچن ٿا ۽ انهن تي بيهي اول فول بڪن ٿا. تنقيد گهٽ، پر مزاح زياده. هيءَ هڪ قسم جو دل خوش ڪرڻ جو موقعو آهي. ان ڏينهن هائيڊ پارڪ مان هڪ ميراٿن ريس نڪرڻي هئي. ان ريس کي پوءِ شهر جي ڪنهن رستي تي ڊوڙندي ڏٺوسين، قريباً لک کن ماڻهو شريڪ هئا. هائيڊ پارڪ کان پوءِ وري جيمس پارڪ کان ٿيندو، مکيه رستي تي آيس، جتي لنڊن جون مشهور جايون آهن. وزير اعظم جي رهائش گاهه 10- ڊائوننگ اسٽريٽ به اتي آهي. بڪنگهم محلات به ويجهي آهي. ڪجهه اڳتي ٽريفالگر اسڪوائر آهي، جتي چار مجسما لڳل آهن. انهن مان هڪ چارلس نيپئر جو آهي، جنهن سنڌ فتح ڪئي هئي. نيپئر جو مجسمو لنڊن جي ماڻهن چندو ڪري ٺهرايو هو، ڇوته ان جو خرچ حڪومت ڪونه پريو. نيپئر ميرن تي جيڪي ظلم ڪيا ۽ اميرزادين سان جيڪا جُٽ ڪيائين، ان تي پارليامينٽ ۾ مٿس ڇتي تنقيد ٿي هئي ۽ ڪرنل آئوٽرام جيڪو سندس ماتحت هو، انهيءَ سندس پول کوليا هئا. چارلس نيپئر جو ڀاءُ وليم نيپئر چارلس جو وڏو دفاع ڪيو ۽ جي ائين نه ٿئي ها، ته چارلس جيل ۾ وڃي سگهي ها ۽ وڏي سزا کائي ها. ٽريفالگر سان لاڳو ڪانگريس لائبريري هئي، جيڪا وقت جي ڪميءَ جي ڪري آءٌ ڏسي نه سگهيس. ان کان اڳتي پڪاڊلي جو علائقو هو، جيڪو هڪ قسم جي عياشيءَ جو مرڪز هو. عجيب ڳالهه اها هئي، ته اتي گهر، هوٽل يا دڪان ڪافي پراڻي زماني وارا هئا، جن کي نئين سر نه ناهيو ويو هو. پڪاڊلي ۾ نوجوان ڇوڪريون بلڪل نالي ماتر لباس ۾ لنگهندڙن کي فحش اشارا ڪري رهيون هيون ۽ ڪي ڪچر به ڦري رهيا هئا. پڪاڊليءَ مان ٻاهر نڪتس ته ريجنٽ اسٽريٽ جي دڪانن جي لامتناهي قطار هئي. صرف معلومات لاءِ هڪ ٻن دڪانن ۾ وڃڻ ٿيو. ان کان پوءِ پيدنگٽن واپس اچي هڪ هوٽل ۾ رات جي ماني کاڌم، جيڪا پورچوگيزن جي هئي. ٻئي ڏينهن تي بس جي ذريعي اسٽاڪٽن پهچڻو هو، جو ڊاڪٽر فضل ڪريم سان 3-4 ڏينهن گذارڻا هئا. اسٽاڪٽن لنڊن کان 4 ڪلاڪن جي سفر تي هئي. اتان پوءِ ڀاڙي جي ريڊيو ڪار جي ذريعي ڊاڪٽر صاحب جي گهر پهتس. ان وقت پاڻ مون کي وٺڻ لاءِ بس اسٽينڊ ڏانهن ويل هو. ٿوري دير ۾ اچي ويو ۽ خوش مرحبا ٿي. انهيءَ

ڏينهن اسان وٽبي شهر ڏسڻ وياسين، جتي ان ڏينهن ڪو ميلو لڳل هو. وٽبي ۾ هڪ پراڻي قتل چرچ آهي، جنهن جو ذڪر برام سٽوڪر "ڪائونٽ ڊريڪولا" ڪتاب ۾ ڪيو آهي. وٽبيءَ جي ميلي ۾ هزارين انگريز خاندان آيل هئا. هيءُ شهر نارٿ ائٽلانٽڪ سمنڊ جي ڪناري تي هو، ننڍن اسٽالن تي مڇيءَ ۽ آلوءَ جا چپس عام جام هئا. بيون شيون به ڪاڏي پيتي جون هيون. مطلب ته اتي چڱو وقت گذاريوسين. ان ڪان پوءِ وٽبي شهر جو چڪر هنيوسين. ٻه گهر ثقافت کاتي جي زير نظر مقفل هئا، ان ڪري انهن جو اندر نظارو نه ٿي سگهيو. هڪ ڪرنل آئوٽ رام جو، جيڪو سنڌ فتح ڪرڻ ۾ چارلس نيپئر جو ساٿي هو ۽ هتي جو وينل هو. ٻيو ڪئپٽن ڪڪ جنهن آسٽريليا ڳولي لڌي هئي. واپسيءَ ۾ يارڪ جي شهر مان لنگهياسين، جيڪو پراڻو يادگار شهر آهي. يارڪ ۾ هڪ ميوزيم ۾ وائڪنگز Vikings جا هڏاوان پڃرا ڏناسين، جيڪي ڪافي ڊگها ۽ مضبوط هئا. Vikings بحري قزاق هئا، جيڪي اتر وارن ملڪن جهڙو آئس لئنڊ، فنلئنڊ، ناروي ۽ سئيڊن جا رهاڪو هئا. هنن جا وڏا بحري ٻيڙا هئا، جيڪي پاڻ ناهيندا هئا. پوءِ وقت بوقت يورپ جي مختلف ملڪن ۾ لشڪرن جي تعداد ۾ اچي ڪڙڪندا هئا ۽ لٽ مار ڪري واپس هليا ويندا هئا. وائڪنگز جو دور اڄ ڪان هزار سال اڳ جو آهي. هڪ نظريو اهو به آهي، ته آمريڪا جو ڪنڊ سڀ ڪان اول وائڪنگز ڳولي ڪڍيو هو. هڪ اندلسي عرب پنهنجي ڪتاب ۾ وائڪنگز جو ذڪر ڪيو آهي ۽ چيو آهي ته هي زمانه جاهليت جا جنگجو ۽ غير مهذب انسان هئا. ڪين تمدن ۽ اخلاق جي خبر اڃا ڪانه هئي. وٽبي ۽ يارڪ جو علائقو اتر انگلينڊ ۾ آهي ۽ اهي رستا اڳتي اسڪاٽ لئنڊ وڃن ٿا، جتي جا قدرتي نظارا دنيا ۾ مشهور آهن.

ٻئي ڏينهن تي اسان يارم جو قديم شهر ڏٺو، جيڪو قرونِ وسطيٰ (Mediveal) جي زماني جو هو. تعميرات، رستا ۽ ناليون اهي ئي قديم ٺهيل هيون. شهر جي وچ ۾ هڪ ٽاور هو، جنهن ۾ گهڙيال نصب هو. هيءُ شايد بعد ۾ هنيو ويو هجي. يارم ڪي قديم طرز تي جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو ويو آهي. هڪ ننڍي بازار قديم زماني جي اصل حالت ۾ قائم رکي اٿن، جن ۾ دوائن جو دڪان، درزيءَ، لوهار ۽ پينٽر جو دڪان آهي. هنن ۾ پٿر يا موم جا مجسما نشانيءَ طور تي رکيا ويا آهن. البت هڪ دڪان لوهار جو سچو پچو هو،

جيڪو هڪ هزار سال کان اڳ جي طرز تي نهيل هو، جتي هو لوهار ڪم ڪري رهيو هو. اندر گهڙڻ سان مون کي پنهنجي ڳوٺ جي عرس لوهار جو دڪان ياد اچي ويو، جيڪو پوکي راهي لاءِ هرلا، نار، هر، توڏيون ۽ اُکر ناهيندو هو. گهڻا سال ٿيا جو عرس بہ گذاري ويو ۽ دڪان بہ ڦٽي ويو.

آخري ڏينهن تي اسٽاڪٽن جي پرسان ڊارلنگٽن شهر ۾ وياسين، جتي ڪوئلي تي هلندڙ ريلوي انجڻين جو ميوزيم آهي. پڙهندڙن کي خبر هجي تہ ريلوي انجڻيون انگريزن ناهيون. پوءِ سڄي دنيا ۾ عام ٿيون. هن ميوزيم ۾ رکيل انجڻين کي رنگ روپ ڏئي بيهاريو ويو آهي. هر انجڻ تي انهيءَ جي نهڻ جي تاريخ، ريلوي ٽريڪ، جنهن ملڪ يا صوبي ۾ هلندي هئي، ان جي تاريخ لکيل هئي. جنهن مان خبر پئي تہ ڪيتريون انجڻيون هنن هندستان مان آنديون هيون. هڪ انجڻ جوڌپور کان لاهور حيدرآباد مان لنگهي ويندي هئي. اها بہ رکيل هئي. ورهاڱي کان اڳ انهيءَ کي راجا گاڏي سڏيندا هئا.

يارم جي شهر ۾ هڪ نواب جو خانداني محل بہ ڏٺوسين، جيڪو هاڻي عجائب گهر جي طرز تي ناهيو اٿن. هيءُ وڏو قلعي نما محل آهي ۽ سندس چوڌاري وڏا پارڪ آهن. اندر هال ۾ هڪ باڪس رکيل آهي. ضروري آهي تہ سياح ڪجهہ چندو ان ۾ وجهن، حالانڪہ ان لاءِ ڪا پابندي نہ هئي، پر اخلاقاً ڪجهہ عطيو ڏيڻ ضروري هو. جنهن مان انهيءَ جي مختصر سار سنڀال ٿيندي رهي. اها ڳالهہ ڏسي مون کي پنهنجي ملڪ ۽ سنڌ صوبي جي حال تي ڏاڍو ارمان ٿيو. سنڌ ۾ هزارن جي تعداد ۾ اڳاٽي زماني جا آثار قديمہ، محل، ماڙيون، منارا تباهہ ۽ برباد حال ۾ پيل آهن، جن مان ڪيترا مٽيءَ جي ڍيرن ۾ تبديل ٿي چڪا آهن. ڪيترا دڙا اڃا تائين کوٽيا نہ ويا آهن. موئن جي دڙي جو اڌ کان وڌيڪ حصو اڻ کوٽيل آهي. افسوس جو حڪومت کي انهيءَ ڳالهہ جو ذرو بہ خيال نہ آهي. قديم تهذيبن ۽ ثقافتن تي انگريزي ادب ۾ هزارين ڪتاب آهن، جن ۾ ڪوبہ ڪتاب موئن جي دڙي جي ذڪر کان خالي ڪونهي. چوتہ محققن جو اهو خيال هو، تہ هتي جي تهذيب، دنيا ۾ سڀ کان پراڻي تهذيب آهي. پر هاڻي ڪجهہ نيون کوجنائون ٿيون آهن، جن جي لاءِ خيال آهي تہ اهي اڃا بہ اڳاٽيون آهن. مثلاً: ترڪي جي ڪنڊرن ۾ ڪيٽل هيوڪ جي قتل آبادي، جيڪا شايد ڏهہ هزار سال پراڻي آهي. شام جو يارم شهر مان موٽي آياسين.

ايترا ڏينهن استاڪنن ۾ گذارڻ کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب کان اجازت ورتي سون ۽ سڌو هيترو هوائي اڏي تي آياسين. جهاز ۾ اڃا 4 ڪلاڪ دير هئي، سو هڪ سڪ جي هوٽل ۾ ويهي رهيس. ماني به اتي ڪاڌم. سڪ ڏاڍا محنتي ۽ ادب وارا آهن. خبر نه آهي ته ورهاڱي وقت ايتري خونريزي ڇو ڪيائون؟ جڏهن پرواز جو وقت ويجهو آيو ته بورڊ تي لکجي آيو ته فلائيٽ هڪ ڪلاڪ ليٽ آهي. پوءِ ٻئي ڪلاڪ ليٽ جو به انتظار ڪرايائون. اصل ۾ جهاز ۾ ڪا خرابي هئي، جيڪا ڳالهه P.I.A وارن ٻڌائڻ نه ٿي چاهي. نتيجي ۾ جهاز جڏهن استنبول ايئرپورٽ تي پهتو ته هلڻ جو نالو ئي نه وني. تان جو اسان کي هوائي اڏي تي 24 ڪلاڪ انتظار ڪرايائون. انهيءَ وچ ۾ مسافرن ۽ عملي ۾ جهڙپون ٿيون. ضياء الحق جو دور هو (1986ع). لاهور جو ميئر ميان شجاع الدين به مسافرن ۾ شامل هو. انهيءَ پائلٽ ۽ ٻين کي سخت ڏونڌاڙيو. تان جو فيصلو ٿيو ته پاڪستان مان ٻيو جهاز اچي. نيٺ ٻيو جهاز آيو ۽ اسان مقرر وقت کان 33 ڪلاڪ پوءِ اسلام آباد جي هوائي اڏي تي پهتاسين.

ٻئي ڏينهن آرمڊ فورسز ڪاليج پهچڻ تي معلوم ٿيو ته هڪ ٻن ڏينهن ۾ امتحان ٿيڻ وارو آهي. پهريائين پرچا ٿيا. پوءِ جيڪي تحقيقي مقالا لکيا ويا هئا، انهن جي Presentation ٿي. منهنجو مقالو سنڌ جي ٻهراڙين ۾ صحت جي سهوليت جي باري ۾ هو، جنهن کي هيٺين ممتحن صاحبان ڏٺو:

(1) جنرل عشرت حسين (2) جنرل جعفري (3) جنرل محمود الحسن (4) جنرل اظهر (5) برگيڊيئر سڪندر الاهي رانا. اها تحقيق منظور ٿي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ نتيجو نڪتو. منهنجون مارڪون ٻئي نمبر تي هيون.

ان کان پوءِ ڪراچي واپس آيس. صحت جو سيڪريٽري سالڪ نذير صاحب هو، جنهن منهنجي پوسٽنگ ڪورنگي اسپتال ڪراچيءَ ۾ ڪئي. جتي مون کي ايم. ايس جو آرڊر ڏنو ويو. اصل ۾ ان وقت ڪورنگي اسپتال جي حالت بلڪل خراب هئي ۽ سالڪ نذير صاحب منهنجي ڪارڪردگيءَ کي ڏسڻ چاهيو ٿي. سالڪ نذير بيدار مغز ۽ هوشيار آفيسر آهي. هاڻي مرڪزي حڪومت ۾ سيڪريٽري آهي. مون چارج ورتي ته اسپتال ۾ صفائي جو بدترين نظام هو. آمريڪن اسپتالن ۾ ڪچري جا دٻا، پلاسٽڪ جا نهيل ڏسي آيو هئس، جيڪي 4 طرفن کان بند هئا. فقط ڪچري اڇلڻ جي جڳهه موجود هين. انهيءَ قسم جا

دٻا لوھ جا نھرائي جابجا رکيم ۽ اسٽاف مان ڪجھ ڇوڪرا نگرانيءَ لاءِ رکيم ته ڪير به ڪچرو وارڊن يا راھدارين ۾ نه اڇلي. وارڊن جي نئين سر ترتيب ڪري، ميڊيڪل ۽ سرجيڪل ۽ زنانو وارڊ قائم ڪيم. ليبارٽري ايڪس ري کي نئين سر منظم ڪيم. انھن ڪوششن جو خاطرخواھ نتيجو نڪتو. مھيني کن کان پوءِ سالڪ نذير صاحب اوچتو اسپتال ۾ آيو ۽ چڱيون تبديليون ڏسي خوش ٿيو. پوءِ مون مان ھميشه مطمئن ھوندو ھو. منھنجي چوڻ تي اسپتال کي ٽي ايمبولنسون وڌيڪ ڏنائين. اڳ ۾ فقط ھڪ ھئي. نون وارڊن ۽ ھنگامي وارڊ جي قيام جي منظوري ملي، جيڪي منھنجي وقت ۾ پايه تڪميل کي پھتا. پيون به گھڻيون چڱيون ڳالھيون ٿيون، جن مان ھڪ به ٻڌائڻ ڪپن، جيئن نوجوان ڊاڪٽرن کي ڪا راھنمائي ملي.

ڪورنگي غريب ۽ وچولي درجي جي ماڻھن جي بستي ھئي. روزانو 1200 کان 1300 مريض ايندا ھئا. انھيءَ وقت ۾ ھر مريض کان پرچي جا ٻه رپيا ورتا ويندا ھئا. روزانو ٻن کان اڍائي ھزار رپين جي آمدني گورنمينٽ جي ٿيندي ھئي. ايتري آمدنيءَ تي سخت نظر رکڻ مشڪل ڪم ھو ۽ خرد برد جو انديشو ھو. مون خدا جو نالو ورتي، عملي مان ٽن نوجوانن کي منتخب ڪيو، جيڪي ديندار ۽ ايماندار ھئا. انھن مان به ڇٽا پيسا جمع ڪندا ھئا ۽ ٿيون ڇٽو اھي پيسا وڃي ساڳي ڏينھن تي يا ٻئي ڏينھن تي نيشنل بينڪ ۾ جمع ڪرائي ايندو ھو. نتيجي ۾ آمدني ڪراچي جي سيني اسپتالن کان وڌيڪ ڪورنگي اسپتال ۾ ٿيڻ لڳي، حالانڪ ٻين اسپتالن ۾ ڪراچيءَ جي سول اسپتال به اچي ٿي وئي.

ڪورنگي ۾ سن 1986ع کان سن 1990ع تائين ماحول پرامن رھيو. مھاجر ھوشيار ۽ سياسي طور تي سجاڳ آھن. مون سان انھن جو رويو تمام سٺو ھو. ڊاڪٽر به گھڻا ڪونه ھئا. پر سن 1990ع ڌاري سياسي حالات خراب ٿيڻ لڳا ۽ اسپتال ۾ سياسي گروپن جي دخل اندازي به شروع ٿي، ته به جن منھنجو پنيون دور ڏٺو ھو، اھي مون مان ھميشه خوش ھئا. تان جو مون پاڻ سمجھيو ته ھاڻي منھنجي بدلي حيدرآباد ٿئي، جتي منھنجو گھر به ھو ۽ ڪورنگيءَ ۾ سرڪاري مقرر وقت کان ٻه سال مٿي ٿي ويا ھئا. ايل. ايم. سي انھيءَ وقت سخت

جهيڙن جو شڪار هئي. سيڪريٽري مسٽر سعيد صديقي هو، جنهن کي خبر نہ آهي تہ ڇو خيال آيو تہ مون کي اتي رکيو ويو. شايد ڪورنگيءَ ۾ منهنجي چڱي ڪارڪردگي نظر ۾ هئس. سن1991ع جي آڪٽوبر ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسپتال حيدرآباد ۾ آيس، جتي سال ڪن رهڻ کان پوءِ ميرپورخاص اسپتال ۾ سول سرجن ڪري رکيائون.

لياقت ميڊيڪل اسپتال ۾ سن 1991-1992ع وارو زمانو ڏاڍو پر آشوب هو. حيدرآباد ڪراچي ۽ اندرون سنڌ لساني جهيڙا عام هئا. اسپتال ۾ هر 4-5 ڏينهن گولين جا زخميل مريض ايندا رهندا هئا، پوءِ ڊاڪٽر انهن جي جان بچائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. هيءُ اهوئي زمانو آهي، جڏهن حيدرآباد ۾ سنڌين جا گهر لٽيا ۽ هنن کي لڏ پلاڻ اختيار ڪرڻي پئي. انهيءَ حال تي رت جا ڳوڙها وهي تي ويا. افسوس! جو لاقانونيت جو راڄ هو ۽ ڪير سنڀالڻ وارو ڪونہ هو. ڪيترا دفعا اسپتال جي مکيہ دروازن تي فائرنگ تي. هڪ دفعو دهشت گرد پرائيويٽ وارڊ ۾ داخل تي تن ماڻهن کي ماري ويا. انهيءَ زماني ۾ مارڪيٽ ۾ هڪ بلڊنگ ڪري، جنهن ۾ 30-40 ماڻهو شهيد تيا. هڙتالون عام جام هيون ۽ سنڌي اخبارون برندڙ باهہ تي تيل وجهنديون هيون. هفتو هفتو ڪرفيو هلندو هو ۽ بئي ٽئي ڏينهن تي وقفو ملندو هو. اندرون سنڌ مان بہ ماڻهن جي لڏ پلاڻ شروع تي. ڪيترا نوجوان ڊاڪٽر ٻهراڙين کان بدلي تي شهرن ۾ آيا. سندن سنڌي ڳالهائڻ جو لهجو ۽ تلفظ ايترو تہ پڪو هو جو ڪير چئي نہ سگهندو تہ هنن جي مادري زبان اردو آهي. ننڍي هوندي کان وني، سنڌي پاڙن ۾ اتيا وينا، تہ فرق ڪرڻ مشڪل هو. اهو حال وري شهرن ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جو بہ هو. هنن جي اردو اهل زبان وانگر ئي هوندي هئي ۽ فرق ڪرڻ مشڪل هو.

پر افسوس جو اهڙي سخت ڏکئي وقت ۾ بہ سنڌي سياستدان متحد ڪونہ هئا. هڪ طرف پاڪستان پيپلز پارٽي هئي، بئي پاسي جام صادق علي جي پارٽي. پارهوئي اسيمبلي ۾ جهيڙو هوندو هون. ڪراچيءَ ۾ شهيد سنڌين جا نالا ۽ ايڊريسون ايڌيون هيون تہ بئي

طرف أسيمبليءَ جا سنڌي ميمبر هڪبئي سان جهيڙي ۾ مصروف. انهيءَ عدم اتحاد سنڌي قوم جا بنياد اکوڙي ڇڏيا. اها حالت اڄا بہ جاري آهي ۽ هاڻي اصل سنڌين جو سنڌ جي ڀهراڙين ۽ شهرن ۾ ڇا حال آهي؟ اهو ڪنهن کان ڳجهو نہ آهي.

سنڌ جي ماڻهن ۾ سياسي شعور گهڻو گهٽ آهي. وڏيرڪي حاڪميت ۽ علم گهٽ هجڻ ڪري هميشہ نقصان ۾ رهيا آهن. جڏهن انگريزن سنڌ تي حملو ڪيو، تہ بہ امير ٽالپر پاڻ ۾ يڪمشت ڪونہ هئا. خيرپور جا امير، حيدرآباد وارن کان الڳ هئا. ميرپورخاص جو مير شير محمد بہ حيدرآباد وارن کان الڳ هو. نتيجي ۾ سنڌ جي تباهي ۽ بربادي ٿي ۽ انگريز سنڌ جا حڪمران بڻيا.

راماڻ جي قصي ۾ سنڌ جون سرحدون وچ ايشيا کان ڏکڻ هندستان تائين ڇاڻايل آهن. اولهہ ۾ بلوچي ايران ۽ اوڀر ۾ ستلج نديءَ تائين سنڌ جون سرحدون هيون. آهستي آهستي سنڌ گهٽجي وئي. شايد ٻين سببن سان گڏ عدم اتحاد جو سبب.

حيدرآباد کان پوءِ ميرپورخاص بطور سول سرجن مقرر ٿيس. هيءَ اسپتال سنڌ جي پراڻين اسپتالن مان هڪ آهي، جنهن جي وقت بوقت توسيع ٿيندي رهي آهي. ڪجهہ بلاڪ اڳ جا ٺهيل آهن، ڪي پوءِ ٺهيا. ان ڪري تعمير ۾ ڪا ترتيب نہ آهي. ڪو بلاڪ ڪٿي آهي، تہ ڪو ڪٿي آهي. پراڻا بلاڪ مضبوط آهن، پر انهن ۾ صفائي بهتر نہ ٿي ٿي سگهي. نوان بلاڪ صفائيءَ ۾ بهتر آهن، پر گهڻو وقت جٽاءَ نہ ڪندا. ميرپورخاص انگريزي بينڪي راڄ جو صحيح منظر آهي. هيءُ شهر مير شير محمد ٽالپر ٻڌايو. مير شير محمد جي ناليءَ جي تختي عدالتن واري عمارتن ۾ نصب آهي. انگريز آفيسرن جون آفيسون ۽ رهائش گاهون وڏي ايراضي تي پکڙيل آهن. جيئن ڪليڪٽر جو بنگلو، ايس. پيءَ جو بنگلو، سرڪٽ هائوس، رانديڻ جو ميدان، هاءِ اسڪول تمام وڏين ايراضين تي پکڙيل آهن. انگريزن جي حڪمت عملي اها هوندي هئي تہ آفيسرن جا وڏا ۽ پر هيبت بنگلا ٺهرائي، عام تي رعب وڌو وڃي. انهن بنگلن ۾ قديم وڻ مثلاً: پپر، ٻڙ، نم، ٽالهي ۽ ٻيا بہ

اڪيچار قسم جا وڏا ۽ پراڻا وڻ موجود آهن، جيڪي هاڻي آهستي آهستي برباد ٿيندا ٿا وڃن. جڏهن ڪو طوفان يا مينهن اچي ٿو ته گهڻا ئي وڻ پاڙ کان اکڙجي وڃن ٿا. زراعت کاتو ۽ ٻيلو کاتو پورو توجهه نه ٿا ڏين. ميرپورخاص جو فروٽ فارم سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور آهي. ان کان سواءِ هتي جا انب ۽ اين. جي. اوز به مشهور آهن. هتي جيمخانو به آهي، ته روٽري ڪلب به آهي. ننڍا وڏا جلسا جلوس، مجلسون، محفلون ٿينديون رهن ٿيون.

ٻي ڳالهه، جيڪا ميرپورخاص کي ٻين شهرن کان ممتاز ڪري ٿي، اها آهي هتي جي وڏيرن، پيرن، سياستدانن جي اٺ ويهه، هلت چلت، عام ماڻهوءَ سان واهپو وغيره. هتي جا زميندار وڏيرا، سنڌ جي پراڻي ثقافت جا امين آهن. وڏيون اوطاقون ۽ حويليون قائم رکيون اٿن، جن ۾ هاري ناري، واپاري ڪمن ڪارين سان پيا ايندا ويندا آهن. لاڙ جا وڏيرا هوندي به اخلاق وارا، هيٺاهين ونندڙ، خوش خلق آهن. هن پاسي صوفين جو اثر گهڻو آهي، جن نياز ۽ نوڙت جو سبق ڏنو. وڏيرن کي وڏا بنگلا به آهن، پر گهڻو ڪري ڪچين حويلين ۽ اوطاقن ۾ پنهنجون ڪچهريون قائم رکن ٿا.

# - 29 -

ڪن خانداني سياستدانن سان واسطو رهيو. جن ڪي مون اخلاق وارو ڏٺو ۽ ڪسر نفسي منجهن انتهائي گهٽي هئي. سياست ۾ بہ سندن حصو تمام جاندار رهيو آهي. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو اڳواڻ سيد خادم علي شاهہ تجربي ڪار ۽ هوشيار سياستدان آهي. پٽي مرحوم جي قريبي ساٿين مان هو. سڄي دنيا ڏٺل اٿس ۽ سياسي معاملن ۾ سندس راءِ ڪي وڏي اهميت آهي. سندس ننڍو ڀاءُ سيد عنايت علي شاهہ بہ ڀاءُ وانگر لائق ۽ فائق نوجوان آهي. غريب غربو وٽانئس عزت وني ويندو آهي.

سيد قربان علي شاهہ بہ وڏو ناليوارو زميندار ۽ سياستدان آهي. هن ڪي سياسي سمجهہ ۽ انگن اکرن جي جنگ گهٽڻ ڪان وڏيڪ اچي ٿي. اقتصادي ۽ مالي معاملن تي سندس راءِ ڪي وڏو وزن آهي. پاٽيءَ جي مسئلي يا زراعت جي هر موضوع تي کيس مڪمل ڄاڻ آهي ۽ گهٽ ڪو ماڻهو کيس اعداد و شمار ۾ شڪست ڏئي سگهي ٿو. درحقيقت قربان علي شاهہ جو ذهن ايترو تہ تيز آهي جو کيس ڪنهن آمريڪي يونيورسٽيءَ ۾ اقتصاديات يا شماريات جو پروفيسر هجڻ کپي ها.

پير آفتاب حسين شاهہ جيلاني بہ وڏين خصلتن جو مالڪ آهي. سندس وڏي اوطاق تي سوين ماڻهو هر وقت ڪمن ڪارين سان موجود هوندا آهن. وس آهر سندن مدد ڪري ٿو.

انهيءَ وقت سيشن جج مسٽر افضل خان هڪ نهايت ايماندار ۽ بي رياءُ آفيسر هو. سفارش ٻڌڻ سندس مزاج ۾ شامل نہ هو. گهٽن ڪي سندس دور ۾ انصاف پلئہ پيو. منهنجي اسپتال ۾ هڪ جمعدارن هئي، جنهن ڪي غير حاضر رهڻ تان قانون ۽ قواعدن مطابق مون نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو. هڪ ڏينهن ڪنهن مختيارڪار جي فون آئي، جنهن جو نالو ياد نہ آهي. هيءُ تمام بدتميز انسان هو. سو مون ڪي فون تي ڌمڪيون ڏيڻ لڳو تہ آءٌ انهيءَ عورت ڪي واپس

رکان. سندس انهيءَ اڍنگي هلت جي شڪايت مون افضل خان سيشن جج سان ڪئي، جيڪو انساني حقن جي ڪميشن جو چيئرمن هو. ڪميشن واري ڏينهن افضل خان مختيارڪار کي گهرايو ۽ انهيءَ ڪان سبب معلوم ڪيائين. افضل خان جي نالي ڪان هر ڪو ڪنبندو هو، جو بي ڊپو ۽ سخت آفيسر هو. مختيارڪار جو رنگ پيلو هو ۽ ڏڪي به رهيو هو. قصو ڪوتاهه هن پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪيو ۽ لکت ۾ معافي ورتي، جنهن ڪان پوءِ معاملو رفع دفع ٿيو. افضل خان جا گهڻا قصا مشهور آهن. مون سان خاص قرب هئس ۽ سڄي ميرپورخاص ۾ مون سان ئي اُٿڻ ويهڻ هئس. ٻيو آفيسر جيڪب آباد جي پاسي جو جکراڻي صاحب هو، جيڪو هارٽيڪلچر کاتي ۾ آفيسر هو. سنڌي ٽوپي يا اڇو پٽڪو ٻڌندو هو ۽ وڏي اڇي ڏاڙهي هئس، جيئن تصويرن ۾ سر سيد احمد خان کي آهي. هيءُ به تمام ايماندار، نمازي ۽ پرهيزگار شخص هو، ڪجهه حڪمت جو ڪم به ڪندو هو، مثلاً: ڄمن جي ٻج مان شگر جي مريضن لاءِ ڦڪي ناهڻ، آچار ۽ ساندڻا به ناهيندو هو. رٽائرمينٽ ڪان پوءِ ميرپورخاص ۾ ئي رهي پيو.

اسپتال ۾ شهر جي مهاجرن ۽ سنڌين ڪان سواءِ ٿر جا به گهڻا نڪر، ميگهواڙ، موچي، ڪولهي ۽ باگڙي علاج لاءِ ايندا هئا. ڪيترا ته مرض جي آخري منزل ۾ هوندا هئا. جن مان اندازو ٿيندو هو، ته سندن وقت سر علاج ڪونه ٿيو آهي. منهنجي وقت ۾ اسپتال ۾ ڪجهه توسيعي ڪم به ٿيا، مثلاً: اڪين جو نئون وارڊ، نئين O.P.D ۽ نرسنگ اسڪول ۽ هاسٽل ٺهيا. هنن منصوبن جي منظوري اڳ ۾ آيل هئي، پر تڪميل منهنجي دور ۾ ٿي.

ميرپورخاص جي ريلوي اسٽيشن اسپتال سان لڳ هوندي هئي. هيءُ به وڏي اسٽيشن هئي، جتان ٻيون شاخون به نڪرنديون هيون. انگريزن جي دور ۾ راجا گاڏي جوڌپور ڪان نڪري، موناباءُ، ڪوڪراپار ڪان حيدرآباد ايندي هئي. جتان اڳتي لاهور ويندي هئي. هيءَ ميرپورخاص مان لنگهندي هئي.

ميرپورخاص اسپتال جو هڪ واقعو بطور عبرت جي لکڻ گهرجي، جنهن جو درس اهو آهي، ته جنهن کي رب رکي تنهن کي ڪير

چڪي؟ هڪ دفعو مون کي سخت بخار اچي ورتو. آءٌ 15 ڏينهن موڪل وٺي حيدرآباد اچي رهيس. سورهين ڏينهن تي اسپتال ويس، تہ خبر پئي تہ مظفر علي شاھ سنڌ جو وڏو وزير، شام جو اسپتال ۾ ايندو. وزير موصوف آيو تہ سڌو سرجيڪل وارڊ ۾ هليو، جتي هر بيڊ تي مريض کان پڇڻ لڳو، تہ توهان کي دوائون اسپتال طرفان تيون ملن. جواب ۾ سيني مريضن علحده علحده ڪيس جواب ڏنو تہ ڪين دوائون اسپتال طرفان نتيون ملن. بلڪہ هنن پاڻ خريد ڪيون آهن. ائين چئي هنن پنهنجن ڪيسن ۾ چادرن جي هيٺان گهٽيون دوائون ڪڍي بطور ثبوت جي وزير اعليٰ صاحب کي ڏيکاريائون. هيءَ حالت ڏسي مون کي سخت حيرت تي، جو اهو ممڪن ئي نہ هو، جو سيني مريضن سپ دوائون ٻاهران ورتيون هجن. وزير اعليٰ صاحب بہ گهٽو ڪاوڙيو ۽ مون کي چيائين تہ آءٌ انهيءَ ڳالهہ کي ڏسي رهندس.

اصل ۾ واقعو ڪجهہ ٻيءَ ريت هو. اسپتال ۾ ڪجهہ منهنجا مخالف ڊاڪٽر بہ هئا، جن جا تعلقات ڪن مخصوص ماڻهن سان گهٽي وقت کان وٺي هئا. انهيءَ گروپ منهنجي 15 ڏينهن جي غير موجودگيءَ جو ناجائز فائدو وٺي مڪاريءَ کان ڪم وٺي مريضن کي سيڪاريو هو تہ توهان هن طرح چئجو. انهن کي دوائون بہ پاڻ وٺي ڏنائون، جيئن سندن بدمعاشيءَ ۾ ڪو خال نہ رهجي وڃي.

پر پوءِ تيو ڪجهہ بہ ڪونہ. منهنجون بہ محنتون ڪيل هيون ۽ ڪي صاحب اثر انهيءَ ڳالهہ جا معترف هئا. انهن چيف منسٽر کي حقيقت حال کان واقف ڪيو، جنهن کان پوءِ مات تي وئي. ڪي ماڻهو خوامخواهہ توهان جا مخالف تين تا ۽ پنهنجي شيطاني ارادن جي تڪميل لاءِ هر اخلاقي حد کي ٽپڻ ۾ ڪو عار ڪونہ تا سمجهن. اها دشمني ڪڏهن نسلي آهي، تہ ڪڏهن مذهبي، تہ ڪڏهن لساني. ٻيو انهيءَ ڳالهہ مان ثابت تيو، تہ جن ڊاڪٽرن منهنجي خلاف سازشون ڪيون، اهي گهٽي عرصي کان هڪ ئي جاءِ تي يعني سول اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيا هئا، حالانڪہ سرڪاري قاعدي مطابق هر سرڪاري عملدار جي بدلي 3-4 سالن کان پوءِ تيڻ کپي. هنن جي هڪ ئي جاءِ

تي قائم رهڻ سان سندن تعلقات اتي جي رهاڪن سان گهاٽا ۽ گهرا ٿي ٿا وڃن، جنهن جو نتيجو اهڙن خراب روين سان ظاهر ٿئي ٿو.

تاريخ جي پڙهندڙن کي معلوم آهي، ته امير المؤمنين حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه سان جنگ خليفه معاويه ان حال ۾ ڪئي هئي، جو دمشق جي گورنر رهندي ڪيس ويهه سال ٿي چڪا هئا ۽ انهيءَ ڊگهي دور اقتدار ۾ هو ايترو طاقتور ٿي چڪو هو، جو امير المؤمنين حضرت عليءَ رضي الله تعاليٰ عنه سان جنگ جوٽيائين.

سول اسپتال ميرپورخاص مان بدلي ڪري، ٻيو دفعو مون کي لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسپتال جو ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ ڪيائون. اسپتال جي معاملات ۾ گهٽ گوڙ گهٽجي ويو هو ۽ لساني جهڳڙا به گهٽ ٿيندا هئا. هڪ دفعو شهيد پٺي گروپ جا ڪجهه شاگرد آيا ته سياڻي مير مرتضيٰ اسپتال ۾ ايندو. ڪيس پنهنجي پارٽيءَ جي ڪجهه اڳواڻن جي عيادت ڪرڻي آهي. توهان مهرباني ڪري ڪيس متعلقه ٻن واردن تائين وٺي ويندا. توهان جي هجڻ سان شاگرد نظم و نسق سان هلندا ۽ مير مرتضيٰ جو مانُ به ٿيندو. ٻئي ڏينهن تي مرتضيٰ پٺو آيو ۽ پوءِ منهنجي معيت ۾ هڏين جي وارڊ ۽ ميڊيڪل وارڊ ۾ هليو. اتي اعلان ڪيائين، ته اڄ مون پنهنجي پارٽيءَ مان سيني دهشتگردن کي ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ هاڻي اسان جي پارٽيءَ ۾ فقط شرافت جي سياست هلندي. مون کي اهو ٻڌائڻ ۾ فخر محسوس ٿو ٿئي، ته مير مرتضيٰ پٺي جو رويو تمام عزت وارو ۽ با اخلاق هو. هن مون کي Sir ڪري تي مخاطب ڪيو ۽ هر ڳالهه ۾ مون کي اڳتي تي ڪيائين. وري شڪل صورت جو تمام خوبصورت هو. ان ڏينهن تي بوسڪيءَ جي شلوار قميص پيل هئس. ساڻس به سؤ کن پارٽي ورڪر هئا. منهنجي خيال ۾ مير مرتضيٰ کي وقت ملي ها، ته هو سنڌ جي سياست ۾ سٺو ڪردار ادا ڪري ها، پر افسوس جو ڪجهه ئي مهينن کان پوءِ ڪيس ڪراچيءَ ۾ سندس گهر اڳيان شهيد ڪيو ويو. حالانڪ وزير اعظم محترمه بي نظير سندس ڀيڻ هئي، پر ڪيس قانوني ۽ انتظامي معاملن ۾ ايترو ته منجهايو ويو جو هو سواءِ آه و فغان ڪرڻ جي ڪجهه به نه ڪري سگهي. مير مرتضيٰ جي خون ناحق جو ڪيس اڃا هلي رهيو آهي.

ڪجهه انهيءَ زماني ۾ ميڊيڪل جي معاملات تي به ڳالهائڻ ڪپي. هيلٿ جو سيڪريٽري ڊاڪٽر ڪامل راڄپر هو، پر افسوس جو

انتظام تي C.S.P آفيسرن وانگر ڪنٽرول نہ ڪري سگهيو. هڪ تہ هيءُ سياسي دور هو، جنهن ۾ اسيمبلي ميمبرن جو عمل دخل تمام گهڻو هو. بدليون ۽ مقرريون حد ۽ حساب کان ٻاهر پئي ٿيون، هر ڪنهن پنهنجي مرضيءَ جي پوسٽنگ ونڻ تي چاهي.

ڊاڪٽر راڄپر جي آفيس هر وقت پُرهجوم هوندي هئي ۽ ترقياتي معاملن ۽ انتظام تي ڪنٽرول رکڻ لاءِ هن کي وقت گهٽ مليو. جيتوڻيڪ هن جو ذهن تيز هو ۽ سندس سمجهہ موجب صحت کاتي کي سڌارڻ لاءِ گهڻا قدم کڻڻ ڪپندا هئا، جن جو کيس وقت ڪونہ مليو. ٻيو تہ وقت جو وزير اعليٰ عبدالله شاهہ بہ خدا ڪارڻ مخالفت تي لهي بيٺو هو. بهرحال هيءُ سال کن سيڪريٽري تي رهيو ۽ ڪيترا چڱا ڪم ڊاڪٽرن ۽ پيرا ميڊيڪل اسٽاف جي بهبود لاءِ ڪري ويو.

صحت جي تعليم کي سڌارڻو آهي، تہ سڀ کان اول داخلائن جو تعداد گهٽائڻو پوندو. جوتہ هڪ چڱي ڊاڪٽر جي تربيت تي وڏو وقت، خرچ ۽ طبي اوزارن جي ضرورت پوي ٿي ۽ تعليم تي وڌو توجهہ ڏيڻو پوي ٿو. اسان وٽ ميڊيڪل ڪاليجن ۾ پروفيسرن جو تعداد گهٽ ۽ شاگردن جو تعداد هزارن ۾ آهي. تعداد جي لحاظ کان ميڊيڪل ڪاليج ۽ هاءِ اسڪول ۾ ڪو فرق نہ آهي. پراڻي وقت ۾ ميڊيڪل جون سيٽون 100 کن هونديون هيون ۽ اعليٰ تعليم يافتہ ولايت مان پڙهيل استاد پڙهائڻ تي مامور هوندا هئا. نتيجاً بہ سخت نڪرندا هئا. ساليانى امتحان ۾ 17-18 سيڪڙو پاس نتيجو مس ايندو هو. ٻيا وري سپليمينٽري ۾ پاس ٿيندا هئا. پوءِ بہ ڪافي رهجي ويندا هئا. ان کان پوءِ سياسي پارٽين جي دور ۾ سيٽون آهستي آهستي وڌايون ويون، پر استادن ۽ ليبارٽرين جو تعداد ۽ معيار ساڳيو رکيو ويو. نتيجي ۾ پڙهائيءَ تان ڌيان هٽندو ويو. پروفيسرن پڙهائڻ لاءِ دلچسپي گهٽائي ڇڏي. اڳ داخلا فقط ميرٽ تي ٿيندي هئي، هاڻي ڪوٽا سسٽم ۽ سفارش بہ هلڻ لڳي. جهيڙاڪ ۽ غنڊا، دهشت گرد بہ شاگرديءَ جو لباس پائي اچي داخل ٿيا. هن طبقي استادن جي بيعزتي ڪرڻ شروع ڪئي. هنن جي دٻاءَ ۾ پڙهائي ختم ٿي ۽ رزلٽون سوَ سيڪڙو اچڻ لڳيون. اهڙا شاگرد بہ پاس ٿيا، جن امتحان ۾ شرڪت بہ نہ ڪئي هئي ۽ ڪيترا اهڙا هئا، جن کي قتل ڪندي ڏٺو ويو هو، پر ٿيو ڪجهہ بہ نہ.

ڊاڪٽر تہ تعداد ۾ گهڻا پيدا ٿيا، پر سندن معيار ڪان هرڪو واقف آهي. وري گورنمينٽ جي طرفان سندن روزگار جو ڪو ذريعو نہ ڪڍيو ويو. ڪيترا ڊاڪٽر بي روزگار آهن يا معمولي نوڪريون ڪن ٿا يا پنهنجا دڪان هلائين ٿا.

هيءَ تمام افسوسناڪ صورتحال آهي. سڌريل ملڪن ۾ ڊاڪٽرن جو وڏو مانُ آهي. ڪين وڏيڪ تعليم حاصل ڪرڻ جا موقعا بہ ملن ٿا ۽ نوڪريون بہ ملن ٿيون. ڊاڪٽرن جي آمدني آمريڪا ۾ گهڻي ۾ گهڻي آهي، پر ٻين ملڪن ۾ بہ گهٽ ڪانهي، پر اسان جهڙي ملڪ جو حال ڪونهي.

ضرورت آهي، تہ حڪومت ڪي پنهنجي منصوبا بنديءَ ۾ ميڊيڪل، انجنيئرنگ ۽ ٻين شعبن تي توجهہ ڏيڻ کپي. وڏيڪ ميڊيڪل ڪاليج قائم ڪرڻ تي بندش هڻڻ کپي ۽ باقي ميڊيڪل ڪاليجن ۾ داخلائون تمام محدود ڪيون وڃن ۽ زور سڄو معيار بهتر ڪرڻ تي ڏنو وڃي. متبادل طور تي هڪ Law University قانون جي علم مهيا ڪرڻ لاءِ قائم ڪئي وڃي. جتي قانون ۾ پوسٽ گريجوئيشن ۽ آئيني معاملات جي تعليم ڏني وڃي. اعليٰ پائي جا وڪيل اڳتي هلي ملڪ جي قانوني، عدالتي، سياسي نظام ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. ٻيو تہ اقتصاديات ڪي اڄوڪي دور ۾ وڏي اهميت آهي. ملڪ ۾ ڪجهہ يونيورسٽيون Economics ۾ پي ايچ. ڊي ۽ ٻيا ڪورس ڪرائي سگهن ٿيون.

# - 30 -

ڪمپيوٽر جي ايجاد دنيا ۾ وڏو انقلاب برپا ڪيو آهي. ڪمپيوٽر هر ميدان ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي ۽ وقت گذرڻ سان ان جي اهميت ۽ ضرورت وڌندي پئي وڃي. هاڻي ته دنيا گلوبلائيزيشن طرف وڃي رهي آهي. يعني سڄي دنيا هڪ ڳوٺ مثال آهي. فاصلن جي اهميت رهي ڪانهي. انسان فوري طور تي هڪ ٻئي سان رابطو ڪري ٿو ۽ وڏا فيصلا به چند گهڙين جي اندر ٿين ٿا. انٽرنيٽ، اِي ميل، سيٽلائيٽ، موبائل فون دنيا کي ڪافي سوڙهو ڪيو آهي. ڪنهن شيءِ جو آرڊر مثلاً آمريڪا ۾ ٿئي ٿو ته ان جي تڪميل انڊيا يا انڊونيشيا ۾ ٿئي ٿي. خدمتن جي دائره ڪار کي چوويهه ڪلاڪ ڪليو رکيو ويو آهي. مثلاً: آمريڪا ۾ رات آهي ته هتي ڏينهن آهي. هاڻي آمريڪا ۾ ڏينهن جي شفٽ ختم ڪري ڪارڪن گهر وڃن ٿا ته رهيل ڪم انڊيا (مثلاً) وارن جي حوالي ڪري وڃن ٿا، جيئن ساڳي سرورس چوويهه ڪلاڪ جاري رهي.

ايتري وڏي ڪم ڪار کي سنڀالڻ لاءِ افرادي قوت جي ضرورت آهي. جيڪا ٽئين دنيا جا ماڻهو پورو ڪري سگهن ٿا. پاڪستان به انهيءَ جدوجهد ۾ حصو وٺي سگهي ٿو ۽ پنهنجي نوجوانن کي انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ ۾ تربيت ڏئي سگهي ٿو. اهو ڪم جيڪو انڊيا، چين، مشرق بعيد ۾ ٿي سگهي ٿو، پاڪستان به ڪري سگهي ٿو، پر صحيح منصوبا بنديءَ جي ضرورت آهي. فقط ڊاڪٽر پيدا ڪرڻ تي زور نه ڏيڻ کپي.

هڪ ٻي ڳالهه تي توجهه ڏيارڻ ضروري آهي. ڊاڪٽر تعداد ۾ ته گهڻا آهن. پر انهن جي مقرري ٻهراڙيءَ وارين اسپتالن ۾ تمام گهٽ آهي. سيني جو زور آهي ته سنڌن پوسٽنگ حيدرآباد، ڪراچي، سکر، نواب شاهه ۾ ٿئي. ٿر جي وارياسي علائقي ڪوهستان جي جبلن ۽ بلوچستان جي سرحدن تي وڃڻ لاءِ

کو تيار ڪونهي. انهن علائقن ۾ ليڊي ڊاڪٽر ته ورلي نظر ايندي هئي. اصل ۾ انهن ڏورانهن علائقن ۾ سهوليتون به گهٽ آهن. رستا نه آهن. مواصلاتي نظام نه هجڻ جي برابر آهي. ٻارن جي تعليم جو ڪو خاطر خواهه انتظام ڪونهي. ان ڪان سواءِ صحت مرڪزن ۽ اسپتالن جو نظام بـه درهم برهم آهـي. ايمبولينس ڪونه آهي. دوائون اڻپوريون. اسپتال ۾ عملو ناڪافي ۽ ليبارٽريون اڻلڀ. مون مسقط ۾ ڏٺو ته ننڍن ڳوٺن ۾ صحت مرڪز هر لحاظ کان جامع ۽ مڪمل هئا ۽ منجهن سڀ سهوليتون موجود هيون. اسان جي ملڪ ۾ ٻهراڙيءَ جي صحت نظام کي عليحده طور تي منظم ڪيو وڃي. ان کي هيلٿ سروس جو نالو ڏنو وڃي. هر ڊاڪٽر، جيڪو سروس ۾ اچي ٿو، ان کي چار پنج سال هر حالت ۾ ٻهراڙيءَ ۾ ڪم ڪرڻ کپي. انهن ڊاڪٽرن کي پگهار ۽ الائونس ۾ فائدو ڏنو وڃي، مقرر عرصي مڪمل ڪرڻ کان پوءِ انهن کي پوسٽ گريجوئيشن ۾ داخلائون ڏنيون وڃن. سندن ٻارن جي تعليم مفت ڪئي وڃي. ٻهراڙين ۾ مڊل تائين اسڪول کوليا وڃن. تحفظ جو ماحول پيدا ڪيو وڃي. ڌاڙيلن ۽ رهزنن جو ٻهراڙيءَ مان خاتمو ڪيو وڃي. مطلب تـه اهڙن اپائـن وٺڻ سان ڊاڪٽرن ۾ ٻهراڙين ۾ ڪم ڪرڻ جو چاهه پيدا ٿيندو ۽ غريب مريضن جو علاج ٿي سگهندو.

ٻيو مسئلو نظام کي بهتر ڪرڻ جو آهي. دوران سروس ڊاڪٽرن کي مختلف ورڪشاپن، سيمينارن ۽ طبي مجلسن ۾ تربيت ڏني وڃي، جيئن سندن معلومات ڪند نه ٿئي، بلڪ ان ۾ بتدريج اضافو ٿيندو رهي. طب جي ميدان ۾ ٿيل تحقيق ۽ کوجنائن کان واقف ٿين ۽ سندن علم ۽ تجربي ۾ اضافو ٿئي. ڪين طب اسلامي، اخلاقيات ۽ طبي معاشرت تي ليڪچر ڏنا وڃن، جيئن هو علاج سان گڏ مرض جي نفسياتي ۽ روحاني تقاضائن کي بـه سمجهن ۽ علاج ڪرڻ وقت انهن ڳالهين جو بـه خيال رکن. ٻهراڙين جي صحت مرڪزن ۾ ڊاڪٽرن جي رهائش جا فليٽ ۽ ڪوارٽر نهرايا وڃن. هيءُ ڪم لازمي طور تي ڪيو وڃي، جيئن هو اسپتال جي حدن ۾ رهي مريضن جي خدمت ڪن.

سن1997ع ۾ مون کي صحت کاتي جو ايڊيشنل سيڪريٽري مقرر ڪيائون. هن حيثيت ۾ مون کي صحت جي منصوبن، عمارتن جي تعمير ۽ مرمت جي نظرداري ڪرڻي هئي. هيءُ عهدو دراصل سيڪريٽري هيلٿ جي

معاون طور قائم ڪيل آهي. مون اڳ ۾ چيو آهي تہ هيلٿ سينٽر تہ گهڻا قائم تين ٿا، اسپتالن ۾ نوان شعبا بہ قائم ٿين ٿا، پر مريضن تائين فائدو ڪونہ ٿو پهچي. انهن جا سبب ۽ حل بہ مٿي آءُ بيان ڪري آيو آهيان. گهڻا صحت مرڪز اهڙا نهيا آهن، جو اهي يا تہ خالي پيا آهن يا انهن تي رينجرز جو قبضو آهي. ڪٿي تہ وڏيرن جون اوطاقتون آهن. پوءِ ان حالت ۾ ڪي سال گذري ويا آهن. هاڻي شايد صورت حال بدلي هجي. سبب اهو آهي، تہ بلڊنگ تہ نهي وئي، پر ڊاڪٽر ۽ ٻي عملي جي پوسٽنگ نہ ٿي، يا وري طبي اوزار ۽ دوائون مهيا نہ ٿي سگهيون. بهرحال صحت جي نظام کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ انهن ڳالهين کي سڌارڻ جي ضرورت آهي.

ان کان پوءِ سن 1997ع ۾ مون کي ٽي. بي سينيٽوريم ڪوٽڙيءَ جي ڊائريڪٽر جي چارج ملي. هيءَ اسپتال اندرون سنڌ ٽي. بي جي مريضن لاءِ وڏي ۾ وڏي اسپتال آهي. سڀ کان پراڻي ۽ وڏي ڪراچيءَ ۾ اوجها سينيٽوريم آهي، جيڪا ڪنهن هندو نيڪ منش اوجها نهرائي هئي. ٽي. بيءَ جي مريضن کي ڇوت ڇات جي خيال کان الڳ رکبو آهي. شروع ۾ جدا جدا جهوپڙيون نهيل هيون، جن ۾ مريضن کي الڳ الڳ رکبو هو. وارڊ پوءِ نهيا. ڪوٽڙيءَ جي سينيٽوريم پاڪستان نهڻ کان پوءِ نهي. هيءَ گول دائري ۾ بلڊنگ آهي، جنهن ۾ وارڊ، ليبارٽريون ۽ هڪ لائبريري بہ آهي. ڪوٽڙي شهر کان 4-5 ميل پري جبلن ۾ پرفضا مقام تي هن اسپتال کي نهرايو ويو آهي.

پاڪستان نهڻ کان پوءِ اربين رپيا ٽي. بيءَ جي روڪٿام لاءِ خرچ ڪيا ويا آهن، پر هيءُ مرض ختم ٿيڻ جو نالو نٿو وٺي. بلڪ W.H.O جي تازي رپورٽ آهي، تہ ٽي. بي پاڪستان ۾ اڃا بہ وڌي پئي. انهيءَ جو سبب غير مؤثر ۽ ناقص منصوبابندي، اڌورو علاج، معلومات جو نہ هجڻ ۽ دوائن جي اڻاٺ ۽ غير معمولي قيمت آهن. هن مرض جي سدباب تي خرچ ڪرڻ ڪپي ۽ دوائن کي عام ماڻهن جي پهچ تائين وسيع ڪيو وڃي، جيڪي مريض اسپتالن يا صحت مرڪزن تائين پهچن ٿا، اهي تہ ڪنهن حد تائين محفوظ رهن ٿا، پر جيئن ئي هو اسپتالن کان خارج ٿين ٿا، ۽ علاج ۾ رڪاوٽ پوي ٿي، تہ ٽي. بيءَ جا جيوڙا بيهر طاقتور ۽ زنده تي حملي آور ٿين ٿا. انهيءَ ٻئي دفعي واري حملي ۾ عام رواجي دوائون ڪم ڪونہ ڪنديون آهن، پر وڌيڪ بهتر ۽

موثر دوائون استعمال ڪرڻيون پونديون آهن، جيڪي قيمتي بہ آهن ۽ ٿي. بيءَ جي مريضن لاءِ خريد ڪرڻ ڏکيون بہ آهن، ڇوتہ هُنن جي مالي حالت اڳ ۾ ئي سقيم هوندي آهي.

حڪومت جيڪو D.O.T جو طريقو متعارف ڪرايو آهي، انهيءَ ۾ خود ڪيترا نقص آهن. هن طريقي سان علاج جو مقصد اهو آهي تہ مريضن کي پنهنجي سامهون دوا ڏني وڃي. هاڻي جيسين تائين مريض اسپتال ۾ داخل آهي، يا ڪنهن صحت جي عملي جي اڳيان دوا کائي ٿو، ان حد تائين تہ هن جي صحت سڌرندڙ آهي، پر جيئن ئي هن دوا ۾ ناغو ڪيو تہ مرض موٽي ايندو ۽ اڳيئين کان وڌيڪ مهلڪ شڪل ۾ حملي آور ٿيندو. D.O.T طريقي موجب علاج 8 مهينن کان هڪ سال يا ان کان بہ متي هلڻو آهي. پر عموماً ڏنو ويو آهي تہ 4-5 مهينا دوا ڪرڻ کان پوءِ مريض جي حالت ڪافي بهتر ٿي وڃي ٿي ۽ هو سمجهي ٿو، تہ هاڻي ڪيس ڇڱيلائي نصيب ٿي آهي. نتيجي ۾ هو دوا بند ٿو ڪري ۽ مرض ڪجهہ ڏينهن ڇڏي، ٻئي دفعي حملي آور ٿئي ٿو. ان رويي جو وڏو سبب جهالت آهي. ماڻهن ۾ علم ڪونهي. اڻپڙهيل آهن. ٻيو تہ هنن کي صحت جي ڄاڻ ڀرپور طريقي تي نٿي ڏني وڃي. اخبارن، ٽي. وي، ۽ ريڊيو ذريعي وڏيون اشتهاري مهمون هلايون وڃن تہ هن مرض جو علاج گهٽ ۾ گهٽ اٺ مهينا هلندو ۽ دوا باقاعده کائڻ کپندي. سرڪاري اسپتالن ۾ بہ دوائن جي موجودگيءَ جو هموار يا يڪسان نظام ڪونهي. جملي ٽي دوائون هڪ وقت کائڻيون پون ٿيون. انهن مان بہ موجود هونديون تہ ٽين ڪانہ هوندي. يا هڪ هوندي، تہ، بہ نہ هونديون. انهيءَ طريقي سان علاج ۾ خلل پوي ٿو. ڪڏهن تہ ائين ٿيندو آهي، تہ ڪمپنين جي طرفان کوٽ هوندي آهي. يعني تہ ڪا دوا مارڪيٽ ۾ موجود ئي ڪانہ هوندي آهي. هاڻي اسپتالن ۾ ڪٿان اچي؟ هڪ ڪيپسول ليبدرف اچي ٿو، جيڪو گهڻو مهانگو آهي ۽ عام مريض جي قوت خريد کان ٻاهر آهي. حڪومت کي ٽي. بيءَ جون دوائون سستيون ۽ عام ڪرڻ کپن. تڏهن وڃي ڪو مرض تي ضابطو ٿيندو.

سينيٽوريم ۾ ڪم ڪرڻ سان عجيب تجربا ٿيا. ماڻهو جن جو واسطو غريب گهرن سان هوندو هو، سي رات جو يا ڏينهن جو اسپتال جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مريض کي ڦٽو ڪري ويندا هئا. انهيءَ مريض جي حالت اهڙي سقيم هوندي

هئي، جو هن کي پنهنجي گهر جي ايڊريس يا پنهنجي نالي ۽ پتي جي بہ خبر نہ هوندي هئي. بهرحال علاج شروع ڪيو هو. پوءِ شفا رب تعاليٰ جي هٿ ۾ آهي. ٻيو اسان اهو سمجهندا هئاسين، تہ ٽي. بي غريبن جي بيماري آهي. پر اتي معلوم ٿيو تہ غريب ۽ امير ٻئي طبقا يڪسان انهيءَ مرض ۾ مبتلا آهن ۽ خاص طور تي جوان ۽ درمياني عمر وارا وڌيڪ. بهرحال معلوم اهو ٿيندو هو تہ هنن جو علاج ابتدا کان صحيح نہ ٿيو آهي. جڏهن هو اسپتال ۾ اچن ٿا، تہ مرض ڪافي اڳتي نڪري اچي ٿو.

مون پنهنجي طرفان از حد ڪوشش ڪئي تہ مريضن کي دوائن جي مهيا ٿيڻ جو انتظام مڪمل هجڻ کپي. جيڪڏهن کا دوا کٽل بہ هوندي هئي تہ بہ اها خريد ڪري بہ ڪين وقت سر ڏبي هئي، جيئن وچوٽي نہ پوي. دوا جي ملڻ تائين مريضن کي اسپتال ۾ ويهاري ڇڏيندو هوس.

في الحقيقت جيڪڏهن علاج کي مڪمل ضابطي هيٺ آڻڻو آهي، تہ هڪ قومي پروگرام جي رستي ٽي بي جي مريضن جي رجسٽريشن ٿيڻ کپي. هنن جو سچو ريڪارڊ، علاج جو دورانيو ۽ گهر جي ايڊريس موجود هجڻ کپي ۽ هڪ سال يا انهن مهينن تائين هنن کي هر حالت ۾ دوا کارائڻ کپي. مون مسقط جي الرحمة اسپتال ۾ ڏٺو تہ جيڪڏهن مريض وقت سر دوا وٺڻ نہ ايندا هئا، تہ سرڪاري گاڏين ۾ عملو هنن جي گهرن تي وڃي دوا ڏئي ايندو هو. پوءِ چاهي ان ۾ ڪين 100 يا 200 ڪلو ميٽر سفر ڪرڻو پوي. اسان جي ملڪ ۾ بہ ائين ٿيڻ کپي ۽ هڪ مربوط پروگرام ترتيب ڏيڻ کپي. ان لاءِ وري بہ ساڳي ڳالهہ تہ بجيٽ وڌائڻي پوندي. باقي اسپتال ۾ داخل ڪرڻ سان يا D.O.T علاج جي رستي مرض تي ڪنٽرول ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي. البتہ شدت گهٽ ڪري سگهجي ٿي. مسقط وانگر مريض جي گهر تائين وڃڻو پوي تہ وڃجي.

هيءُ حال فقط ٽي. بيءَ سان نہ آهي. تقريباً سڀني مرضن، جن جو انسداد ڪرڻو هوندو آهي، انهن جو ساڳيو حشر ٿيو آهي. سن1951ع ۾ مليريا کي ختم ڪرڻ جو پروگرام شروع ڪيو ويو. ڪروڙين رپيا خرچ ڪيا ويا، پر ٿيو ڪجهہ بہ نہ. مليريا جو تعلق ائنوفليز مڇر سان آهي، جيڪو چوماسي جي موسم ۾ وڌي ويندو آهي ۽ بيٺل گندي پاڻيءَ ۾ پنهن جو گهر ناهيندو آهي. ان بيٺل گندي پاڻيءَ کي جيوڙن کان پاڪ ڪرڻو هوندو آهي، جنهن جي لاءِ

مخصوص تيل پاڻيءَ جي متان هارڻو پوندو آهي. اهو تيل حڪومت ڪڏهن وقت سر مهيا ڪري ته ڪڏهن نه به ڪري. ٻيا سبب ان ڪان سواءِ آهن. نتيجي ۾ مرض تي ڪو ضابطو ڪونه ٿيو آهي. هيءُ پروگرام 20 سالن جو هو. جڏهن سن1971ع ۾ ويهه سال پورا ٿيا، ته ماهرين فرمايو ته مڪمل خاتمو ته ممڪن نه آهي، البته ان کي ڪنٽرول ڪرڻ ڪپي. سن1991ع ۾ ٻيا ويهه سال پورا ٿيا. ته ڏٺو ويو ته مرض پنهنجي جاءِ تي قائم آهي. هاڻي وري پروگرام ۾ توسيع ڪئي اٿن. اهو سلسلو پيو هلندو. ناقص منصوبابندي وقت ۽ پيسي جو زيان آهي.

سن1970ع جي ڏهاڪي ۾ E.P.I پروگرام شروع ڪيو ويو. مقصد اهو هو ته ڇهن متعدي ورچڙندڙ بيمارين جي خلاف مدافعتي ٽڪا هنيا وڃن. يعني: خسره، ٽائيفائيڊ، وڏي کنگهه، گلي جو خناق، تشنج ۽ ٻارن جو فالج. پوءِ ان ۾ ڏندن جون بيماريون به شامل ڪيون ويون. پر انهيءَ پروگرام جا خاطر خواهه فائدا اجا تائين نه نڪتا آهن. ڪٿي وقت سر ٽڪا نه ٿا لڳن، ڪٿي ٽڪن (Vaccine) کي ٿڌي رکڻ جو انتظام نه آهي، ڪٿي ٽڪي لڳائڻ جي فن کان اڻ واقفيت آهي. ان ڪان سواءِ هر سال هزارين ٻار دستن ۽ الٽين جي بيمارين ۾ ختم ٿي وڃن ٿا. پر ويڪيسن پنهنجو اثر نٿي ڏيکاري. خسره ۽ کنگهه به عام مرض آهن. انهيءَ صورت ۾ پوليو جي انسداد جو پروگرام شروع ڪيو ويو. هيءُ سن 1994ع هو. انهيءَ وقت چيو ويو، ته پوليو ٻن سالن ۾ ختم ٿيندو. هر سال ۾ به دفعا پولئي جا قطرا پيارڻا هوندا آهن. اهڙيءَ طرح هڪ سال ۾ به پيرا ٿيا ۽ سن2005ع تائين 11 سال ٿيا ۽ انهيءَ ۾ 22 دفعا قطرا پياريا ويا آهن. تڏهن به اخبارون پڙهبيون ته 8-10 ڪيس هر سال ٿيندا رهن ٿا. هي انگ اڪر ته اخبارن ۾ اچن ٿا. اصل تعداد ٻيڻ تي سمجهڻ گهرجي.

سن1999ع ۾ پوليو جي باري ۾ هڪ ميٽنگ، وزير صحت جي اڳواڻي ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿي. جتي خبر پئي ته نئي ضلعي ۾ 5-6 ڪيس ٿيا آهن، جنهن تان وزير صاحب ڪاوڙجي پيءَ ميٽنگ ۾ ڊي. ايچ. او کي معطل ڪري ڇڏيو. ڪيس ته اجا تائين ٿيندا رهن ٿا، پر ان ڪان پوءِ ڪنهن تي ڪو قدم کنيو ويو آهي؟ هن ڊي. ايچ. او تي ڪاوڙ اجائي هئي. صحت جي باري ۾ ٻيا به حفاظتي پروگرام آهن، انهن تي ڪو توجهه ڪونهي. 90 سيڪڙو بيماريون خراب پاڻيءَ ۽ کني ڪاڌي ڪائڻ سبب ٿين ٿيون. حڪومت کي کپي ته عوام

کي صاف ۽ جيوڙن کان پاڪ پاڻي مهيا ڪري. اهو خواب خبر نہ آهي تہ ڪڏهن پورو ٿيندو. ماڻهن کي پاڻيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ميل پنڌ ڪرڻو ٿو پوي. پوءِ بہ ڪين تلائن ۾ بيٺل بارش جو پاڻي ملي ٿو، جنهن ۾ هزارين ڪيڙا ۽ جيوڙا موجود آهن. ڪي اکين سان بہ ڏسي سگهبا آهن. تر جو مثال ڪافي آهي. مکيون، جيڪي پيٽ جون جملہ بيماريون پيدا ڪن ٿيون، انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪجھ بہ نہ ٿو ڪيو وڃي. آءٌ آمريڪا، ڪئناڊا، انگلينڊ مان ٿي آيو آهيان. مجال آهي جو توهان کي هڪ بہ مک نظر اچي. توهان گهرن جي دالانن، ورانڊن ۽ صحن ۾ آزادي سان ويهي سگهو ٿا. ماني کائي سگهو ٿا، مک جو وجود ئي ڪونهي. گندي پاڻيءَ جي نيڪال جو سرشتو ڪيترن شهرن ۾ هوندو؟ شهرن ۾ گٽرن جو پاڻي رستي تي بيٺل نظر ايندو. گٽرن جا ڍڪ ڪليل هوندا. هي سڀ ڳالهيون موت جو سبب ٿين ٿيون. بهراڙيون جتي 70 سيڪڙو ماڻهو رهن ٿا، پاڻيءَ جي نيڪال جو ڪو سسٽم ڪونهي. مطلب تہ ماڻهن کي صحت عامہ فراهم ڪرڻ هڪ خواب جي حيثيت رکي ٿو ۽ اجا ڪو زمانو کپي، جو پاڪستان ۾ وڃي ڪجھ ڪارآمد ڪم ٿين.

ٽي. بي اسپتال ڪوٽڙي کان پوءِ منهنجي بدلي ڪراچيءَ ۾ سول اسپتال جي ميڊيڪل سپرنٽينڊنٽ جي حيثيت ۾ ٿي. هيءَ اسپتال پاڪستان جي سڀ کان پراڻي اسپتال آهي. هن وقت هن ۾ 1700 بسترن جي گنجائش آهي ۽ 32 خصوصي شعبا آهن. انگريزن اسپتال کي اڻويهين صديءَ ۾ نهرايو هو. نئين بلڊنگ جو بنياد سن1936ع ۾ سنڌ جي انگريز گورنر سرهگ ڊو وڏو، جنهن جي نالي جي تختي ميڊيڪل وارڊ جي سامهون واري گيٽ تي لڳل آهي. اسپتال ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ ڏکڻ پنجاب جي مريضن جو اچڻ گهڻو آهي. بيروني شعبي ۾ اٽڪل 3000 کن مريض روز اچن ٿا. سنڌ جا ناميارا فزيشن ۽ سرجن ۽ مختلف مرضن جا ماهر هن اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيا آهن، جن جي قابليت بين الاقوامي طور تي مڃيل آهي. سڀ کان وڏي ڳالھ آهي تہ پروفيسر ليڪچر ونن ٿا ۽ او. پي. ڊي ۾ مريضن کي بہ ڏسن ٿا. شاگردن جي پڙهائي جو معيار بہ گهڻو بهتر آهي. خاص طور تي لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۽ اسپتال کان هتي جو نظام وڌيڪ بهتر آهي. شاگرد ۽ هائوس آفيسر هڙتالن ۽ اسٽرائيڪن ۾ وقت ڪونہ وڃائين. سندن توجھ محنت ڪري، اڳتي وڌڻ جو

هوندو آهي. گهڻا هائوس آفيسر ٻاهرين ملڪن ۾ اعليٰ ڊگرين لاءِ وڃن ٿا، يا ڪراچيءَ ۾ رهي پوسٽ گريجوئيشن ڪن ٿا. سندن غير نصابي سرگرميون به تعريف لائق هجن ٿيون، مثلاً: ڪتاب ميلا منعقد ڪرڻ، مختلف گهريلو شيون ناهي، انهن کي ساليانی جلسي ۾ وڪڻڻ. شاگردن جي پنهنجي بلڊ بئنڪ سڄي اسپتال جون ضرورتون پوريون ڪري ٿي. اسپتال جي پنهنجي بلڊ بئنڪ نالي ماتر آهي، جتي وڏن آفيسرن جون گهر واريون نوڪريءَ جي خال پرڻ لاءِ مقرر ڪيل آهن.

ٻي ڳالهه پروفيسرن جي ڪاليج ۽ اسپتال جي معاملات ۾ دلچسپي وٺڻ آهي. ڪوشش ڪندا ته سندن وارڊ وڌيڪ خوبصورت هجي. خدمتن جو دائرو وڏو هجي، وارڊن ۾ توسيع ٿئي. اهڙا پروگرام متعارف ڪرائيندا، جن سان انسان ذات جو ڀلو ٿئي. هيءُ فرق آهي لياقت ميڊيڪل ۽ سول اسپتال ڪراچيءَ ۾. اول الذڪر ۾ ٻارهوئي اسٽرائيڪ، جهيڙو جهٽو، پڙهائي بند ۽ ڏکيون موڪليون. هتي سوچ ٻي آهي.

# - 31 -

ڪراچيءَ جا ماڻھو چندي ڏيڻ ۾ ڪليءَ دل جو مظاھرو ڪن ٿا. ڪراچي واپار جو مرڪز آھي. ھتي ڪروڙ پتي ۽ ارب پتي واپاري رھن ٿا، جيڪي لکن ۾ چندو ڏين ٿا. اسپتال ۾ توسيعي ۽ ترقيءَ جا ڪم انھن چندن مان ٿين ٿا، ورنہ گورنمينٽ جي بجيٽ محدود ھوندي آھي. مون يورالاجي جي پروفيسر اديب الحسن جو ذڪر ڪندي لکيو آھي، تہ ڪيئن ھڪ اھل خير ديوان فاروق سڄو بلاڪ نئون نھرائي ڏنو. منھنجي وقت ۾ سول اسپتال ۾ دل جي سرجريءَ جي شعبي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ھيءُ بہ سڄو بلاڪ ھڪ اھل خير عبدالله صاحب جي طرفان عطيو ڪيل ھو، جتي ڪليل سرجري ڪرڻ لاءِ ڪروڙ رپين جي مشينري ڪپندي ھئي. ٻيا اھل خير بہ عطيا ڏيندا ھئا. بہ نوجوان سرجن، ھڪ ڊاڪٽر عبدالباري پشاور جو پٺاڻ آھي، ٻيو حيدرآباد جي ڊاڪٽر ضامن جو پٽ راحيل آھي. انھن ڏاڍي شوق ۽ محنت سان انھيءَ شعبي کي ناھيو آھي. پبلڪ سيڪٽر ۾ ھيءَ واحد اسپتال آھي، جتي دل جي سرجري ٿئي ٿي، ورنہ اھا سرجري آغا خان، او. ايم. آءِ ۽ ٻين وڏين اسپتالن ۾ ٿئي ٿي. حيدرآباد جي شھر ۾ ايڏي وڏي پيماني تي چندا ملڻ مشڪل آھن. عطيا ٻين ڪمن لاءِ بہ ملن ٿا. مثلاً: باھ ۾ سڙڻ جو وارڊ ھاڻي نھي تيار ٿيو آھي. ھيءُ بہ انگريزن جي دور جي پڳل ۽ ڇڏيل عمارت ھئي، جنھن کي نئين سر مرمت ڪري سنواري سينگاري ھڪ جديد برن (Burn) سينٽر قائم ڪيو ويو آھي، جنھن جي لاءِ پروفيسر شائستہ آفندي ذاتي ڪوششون ورتيون. ڊاڪٽر صاحبہ خانبھادر حسن علي آفنديءَ جي اولاد مان آھي. مقصد تہ عطين جي شڪل ۾ اسپتال کي وڏا وارڊ، بلاڪ ۽ بلڊنگون ۽ اوزار مليا آھن، جن سان مريضن لاءِ سھوليتن ۾ وڏو اضافو ٿيو آھي. ٻيا ننڍا وڏا ڪم خير جا ٿيندا رھن ٿا.

ھڪ دفعي ٻارن جي شعبي ۾ ھڪ وارڊ جي افتتاح لاءِ انھيءَ وقت جي گورنر ايئرمارشل عظيم دائود پوٽي کي خصوصي طور تي مدعو ڪيو ويو.

صاحب موصوف پنهنجي افتتاحي تقرير ۾ اسپتال جي خدمتن جي واکاڻ ڪئي. جڏهن مجلس پوري ٿي، تہ ايڊيشنل ميڊيڪل سپرنٽيڊينٽ ڪانئس پڇيو تہ سائين! توهان جيڪي ڪجهہ تقرير ۾ اسپتال جي باري ۾ چيو، ڇا اها حقيقت آهي يا فقط رسمي ڳالهہ آهي. ايئر مارشل صاحب تمام صاف ۽ کرو ماڻهو آهي. سو جواب ڏنائين تہ بلڪل حقيقت آهي، ڇوتہ اسان اخبارن ۾ پڙهندا رهندا آهيون، تہ فلاڻا زخمي، يا فلاڻا مريض سول اسپتال ۾ علاج لاءِ ويا. ظاهر آهي تہ انهن جو علاج ٿئي ٿو، تڏهن تہ اچن ٿا. ايئرمارشل عظيم جهڙا جري ۽ بي باڪ آفيسر ڪي گهٽ ٿين ٿا.

مون کان اڳ ميڊيڪل سپرنٽيڊينٽ ڊاڪٽر حسين بخش هو، جنهن صحت جي نظم ۽ نسق تي ڪورس شروع ڪرايو هو. هر مهيني ۾ هڪ هفتو ڊاڪٽرن کي اسپتالن جي انتظام کي هلائڻ جي تربيت ڏني ويندي هئي. مون پنهنجي وقت ۾ هن ڪم کي جاري رکيو ۽ ڪيترن مشهور ۽ هوشيار ڊاڪٽرن ۽ بين اهل علم کي ليڪچر ڏيڻ لاءِ سڏايو. هن ڪم ۾ اسان جو معاون ڊاڪٽر اظهر رضوي هو، جيڪو Manageweal ۾ ڊاڪٽريٽ ڪري آيو هو. ڊاڪٽر رضوي پنهنجي ڪم جو ڪوبہ معاوضو ڪونہ وٺندو هو. هاڻي 2 سال کن اڳ گذاري ويو آهي. افسوس جو منهنجي چارج ڇڏڻ کان پوءِ اهو سلسلو ختم ٿي ويو. ان کان سواءِ هڪ هاسپيٽل ڪميٽي بہ هئي، جنهن ۾ بين سان گڏ بہ رٽائر سنڌي آفيسر بہ ميمبر هئا. هڪ محمد حسن پٽو، جيڪو مرڪزي حڪومت ۾ ليبر سيڪريٽري هو، ٻيو مظهرالحسن صاحب، جيڪو بہ رٽائر سيڪريٽري هو. هي صاحب وقت بوقت پنهنجا پنهنجا مفيد مشورا ڏيندا هئا.

ٻي هاسٽل مئنيجمينٽ ڪميٽي هئي، جنهن جو چيئرمين پروفيسر احسان رشيد مرحوم هو. جيڪو ڪراچي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر هو. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي پيرانہ سالي ۾ علالت جي باوجود بہ هر ميٽنگ ۾ شرڪت ڪندو هو ۽ مفيد مشورا ڏيندو هو. ٻين ميمبرن ۾ پروفيسر عبدالغفار بلو هو، جيڪو پاڻ اسپتال جي ڪمن ڪارين ۾ مددگار ۽ معاون هو.

ڪجهہ وقت کان پوءِ مون کي ايڊيشنل سيڪريٽري ڪيائون. هتي

انتظامي معاملا نہ هئا. فقط فائلن سان جنگ هئي. سڄو ڪم فائلن جي زور تي هلندو هو. فائلن ۾ تجويزون ايندڀون هيون، پوءِ توهان انهن سان اتفاق ڪريو يا نہ ڪريو. اڄي ۽ ڪاري جو مالڪ سيڪشن آفيسر هوندو آهي. ابتدا ۾ سيڪشن آفيسر ڪو پروپوزل يا نوٽ لکندو آهي. پوءِ اهو ڊپٽي سيڪريٽري وٽ ايندو. جيڪو وري ايڊيشنل سيڪريٽريءَ کي موڪليندو. ايڊيشنل سيڪريٽري فائل کي اڳتي ڪندي، سيڪريٽري ڏي موڪليندو آهي. هاڻي جي ڪيس معمولي نوعيت جو آهي، يا ان جو تعلق 17- گريڊ جي آفيسر سان آهي، تہ ان جو فيصلو سيڪريٽري پاڻ ڪندو. جي معاملو ڪجھ اهميت وارو آهي، تہ ان کي محڪمہ جي وزير ڏانهن موڪلبو. اجا بہ جي ڳالھ ڳري آهي تہ چيف سيڪريٽريءَ وٽان فائل چيف منسٽر تائين ويندو. جيڪو ان مسئلي تي آخري فيصلي ڪرڻ جو مجاز هوندو. چيف سيڪريٽريءَ وٽ گهٽي کان گهٽا فائل هوندا آهن، جو هُن کي سيني ڪاتن جا فائل ڏسڻا هوندا آهن يا چيف منسٽر تائين موڪلڻا هوندا آهن.

سڄي لکپڙھ جو بنيادي ڪردار سيڪشن آفيسر آهي. اهو جيئن چاهي، تيئن ڪيس ناهي. وڏن آفيسرن کي ايترو وقت نہ هوندو آهي، جو ويهي هر معاملي جي ڇنڊڇاڻ ڪن. جيڪڏهن سيڪشن آفيسر فرض شناس ۽ ايماندار آهي تہ فائل وقت تي نڪرندا ۽ هو پنهنجون تجويزون بہ حقيقت تي مبني لکندو. پر جي قصو ابتڙ آهي، تہ سيڪشن آفيسر ڪنهن ڪيس جو بيڙو بہ ٻوڙي سگهي ٿو ۽ جي چاهي تہ متعلقہ فائل کي ڪافي عرصي تائين ظاهر نہ ڪري يا وري هميشہ لاءِ گم ڪري ڇڏي. البتہ اها حرفت انهن ڪيسن ۾ ڪانہ هلي سگهندي، جنهن ۾ سيڪريٽري يا ايڊيشنل / ڊپٽي جي ذاتي دلچسپي هوندي. اتي هو ڪيس کي لڪائي تہ نٿو سگهي، پر حقيقتن کي ٿوڙي مروڙي لکي سگهي ٿو. اهي آفيسر ذهين ۽ بيدار مغز هوندا آهن، جيڪي سيڪشن آفيسرن کان صحيح ڪم وٺن. توهان ڏٺو هوندو تہ ڪيترا اهم ۽ جلدي توجهہ طلب مسئلا آفيسن ۾ وڃي روڪجي وڃن ٿا يا وقت تي حل نٿا ٿين. انهن جو بنيادي سبب سيڪشن آفيسرن جي نااهلي يا غفلت آهي. پر پوءِ ٻيا بہ سبب آهن، مثلاً: سيڪشن آفيسر تہ ڪم صحيح ڪيو، پر سيڪريٽري جي دل ۾ ڪا ٻي ڳالھ آهي يا وزير صاحب جي ڪا مرضي ٻي آهي. ان حالت ۾ بہ ڪم

ڪونہ ٿيندو. سو اسان جي دفتري نظام جو بيڙو هينئان ڪان متي تائين ٻڏل آهي. هيءُ انگريز جون قائم ڪيل سرشتو آهي. پر انگريز انتظامي معاملات ۾ انصاف پسند، بي رياءِ ۽ سخت هئا. انهيءَ جي وقت ۾ لاپرواهي ٿيڻ ناممڪن تہ نہ، بلڪ مشڪل ضرور هئي. پر هاڻي قصو اُبتو آهي. آفيسرن جي پروموشن، ترقي ۽ پگهارن ۾ ترقيءَ جا معاملا تہ ڏکيا مسئلا آهن. ملازمن کي ڪو وقت سيڪشن آفيسرن جي درن جا ڏڪا کائڻا پوندا. ڪيترا دفعا تہ ائين ٿيو آهي تہ ڪن آفيسرن جي ناجائز رپورٽن ۽ اي سي آر کي دٻائڻ لاءِ سڄي آفيس کي هٿرادو طريقي سان باهہ ڏياري وئي، ان لاءِ تہ نہ هجي بانس، نہ وڄي بانسري. اهڙي قسم جا ڪم هر آفيس يا اداري ۾ ٿيندا رهن ٿا.

اخبارن مان معلوم ٿيندو رهندو آهي. مثلاً: مون کي جيڪو پرسنل اسسٽنٽ مليو، انهيءَ کي ڪو ليٽر ٽائيپ لاءِ ڏبو هو، تہ ٽن چئن ڏينهن کان پوءِ چوندو تہ اهو ليٽر توهان مون کي ڏنو ئي ڪونہ هو. پوءِ ڏاڍو مسئلو ٿيندو هو. انهيءَ طريقي سان ڪيترا فائل ئي گم ٿي وڃن ٿا ۽ وري هٿ ڪونہ ٿا اچن. پيسي جي ڏيتي ليتي بہ گهڻو ڪم ڪري ٿي ۽ ڪيترن حقدارن جا حق مارجي وڃن ٿا.

انهيءَ دفتري بداعماليءَ کي روڪڻ لاءِ ڪمپيوٽر کان سهارو وٺڻ گهرجي. هر اينڊڙ ويندڙ فائيل جي داخلا ڪمپيوٽر ۾ ڪئي وڃي، تہ اتي رڪارڊ هميشہ لاءِ نهي ويندو. ڪنهن سيڪشن آفيسر يا ڪنهن ٻئي آفيسر جي ڪوتاهي ڪڏهن بہ نظر ۾ اچي سگهي ٿي. هتي آءٌ ان ڳالهہ کي واضح ڪريان ٿو تہ هي ڪارروايون سڀني آفيسن ۾ ٿينديون رهن ٿيون. فقط هيلٿ سيڪريٽريٽ جو قصور ڪونهي. باقي جتي ايماندار ۽ چڱا آفيسر ويٺا آهن، انهن جي نيڪ نامي ۽ ديانت تي ڪنهن کي شڪ نہ هجڻ کپي.

منهنجي وقت ۾ جيڪو آفيسر هو، اهو ضياءُ الحق جي قائم ڪيل اسلامي نظام جو بهترين مظهر هو. ڏينهن جو تہ نماز باجماعت پڙهندو هو، پر شامون سندس رنگين گذرنديون هيون. ضياءُ الحق ڪهڙو اسلام، ڇو ۽ ڪيئن نافذ ڪيو ۽ افغانستان جي جنگ ۾ ڪنهن جي ڇُرچ تي شامل ٿيو، انهيءَ جي اسان کي خبر نہ آهي، پر ويجهڙائي ۾ چارلي ولسن نالي هڪ آمريڪي سي. آءِ. اي جي آفيسر هڪ ڪتاب لکيو آهي. ڪتاب ۾ گهڻن رازن

تـان پـردو کنيو ويو آهي. جنرل صـاحب کهڙا کـُـڏا کـم کيـا. کيتريـن خوبصورت عورتـن سـان واسطي ۾ رهيو. آمريکـا ۾ سندس استقبال کيئـن ٿيندو هـو. مطلب تـہ کتـاب پڙهـو تـہ عقـل حيران ٿـو ٿئي تـہ مجـاهد اسـلام، آمريکا جي حکم تي پاکستان ۾ کهڙي بربادي آندي. هٿيار کٿان ايندا هئا ۽ کيڏانهن ويندا هئا؟ هيروئن ۽ آفيم جو کلچر پاکستان جي ذريعي يورپ ۽ آمريکا تائين کيئن پهچندو هو؟ کتاب حيرت انگيز معلومات جو ذخيرو آهي.

ستن مهينن کان پوءِ مون کي حيدرآباد جي مينٽل اسپتال ۾ ميڊيکل سپرنٽيڊينٽ مقرر کيائون. هيءَ اسپتال هڪ پارسي اهل خير سر ڪوواسجي جهانگير سن1850ع ڌاري حيدرآباد ۾ ٺهرائي. ڪوواسجي ممبئيءَ جو وينـل هو. هتي سندس زرعي زمينون هيون، جيکي هن اسپتال قائم ڪرڻ لاءِ بطور عطيہ ڏنيـون. وڏي ايراضيءَ ۾ دمـاغي مرض جي لاءِ اسپتال نهـي تيـار ٿـي، جيکا انهيءَ زماني ۾ چرين لاءِ ايشيا ۾ وڏي ۾ وڏي اسپتال هئي. هيءُ زمـانو انگريزن جي صاحبيءَ جو هو. کو زمانو انگريز ڊاکٽر اسپتال جا انچارج هئـا. افسوس جو انهن جو رڪارڊ موجود ڪونهي. شايد ممبئي يا ڪراچيءَ جي کنهن پارسي خاندان وٽ موجود هجي. ڪوواسجيءَ کان پوءِ سندس پٽن اها اسپتال هلائـي. پـوءِ انـگريز حڪومـت ان کـي سـرڪاري تحويـل ۾ ورتـو. سن1947ع ۾ پاڪستان نهيو تہ حيدرآباد سنڌ پاڪستان جي حصي ۾ آئي. پاڪستان نهڻ کان پوءِ گهڻا نامور ماهر نفسيات هتي معالـج ۽ انچارج ٿي رهيا، جيئن ڊاڪٽر ابراهيم خليل، ڊاڪٽر اصغر علي، ڊاڪٽر شمس الضحيٰ، ڊاڪٽر جعفري، ڊاڪٽر قاضي حيدر علي وغيـره. ڊاڪٽـر ابراهيـم خليـل تـہ پنهنجي معالجاتي زندگي تي ڪتاب ”عبرت ڪده“ بہ لکيو آهي. وڏ ۾ وڏ ڊگهو عرصو قاضي حيدر عليءَ جو آهي، جيڪو ٽيهارو سال کن ميڊيڪل سپرنٽيڊينٽ تي رهيو. اسپتال جي اڏاوت جو سال 1850ع هڪ پٿر جي سر تي لکيـل اڄ بہ پراڻي بلـڊنگ تـي موجـود آهـي. وڏا وارڊ ۽ ڪليـا اڱـڻ آهـن، پـر افسوس جو هن اسپتال کي هر دور ۾ پاڳل خانو يا جيل خانو ڪري هلايو ويو آهي. خطرناڪ مريض وٽن هيٺ زمين تي پيا هوندا. کي وري ننڍين کوٺين ۾ بند آهن. ڪاڪوس ۽ باٿ رومن جي حالت تمـام خـراب آهـي. قيـدي مريضن جي وارڊ جي حالت تہ بلڪـل بدتـر آهي. هنن جا باٿ روم وارڊن ۾

اندر ٿي آهن. البت قاضي حيدر جي وقت ۾ ڪجهه نوان وارڊ اسپتالن جي طرز تي نهيا آهن، جتي بيڊ به آهن، پڪا به آهن ۽ باٿ روم به آهن. مانيءَ جو انتظام به ناقص ۽ غير صحتمند آهي. البت ڪي خدا ترس وقت بوقت مريضن لاءِ ڪاڌو عطيه طور موڪليندا رهندا آهن، جنهن سان ڪنهن حد تائين انهيءَ ڪوتاهيءَ جي تلافي ٿئي ٿي. اسپتال جي ليڪچر هال ۾ ڪوواسجي جهانگير جي وڏي تصوير هٿ سان پينٽ ٿيل رکيل آهي، جنهن جي لاءِ ڪنهن چيو، ته اها حقيقي تصوير نه آهي. ان لاءِ مون ڊان جي ڪالم نگار ارد شير ڪائوسجي سان فون تي ڳالهايو. ارد شير جي چوڻ موجب، اها تصوير حقيقي آهي. مون ڪانئس سر ڪوواسجي جهانگير جي زندگيءَ جو احوال گهريو، جيئن ان کي اسپتال جي سووينئير ۾ ڇپائي سگهجي. افسوس جو ارد شير انهيءَ احوال ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ڪجهه ٿي وقت کان پوءِ پارسين جي تهذيب ۽ تمدن تي هڪ ضخيم ڪتاب فيروزه پنٿڪي جو ممبئي مان لکيل مليو، جيڪو هندستان ۾ ڇپيو آهي. ان ۾ ڪوواسجي جي اهائي تصوير پرنٽ ٿيل آهي، جيڪا اسپتال جي آڊيٽوريم ۾ آهي. ڪتاب جو نالو آهي: “Persian Tapestry” فيروزه پنٿڪي ڪراچي جي وينل هئي، جيڪا پوءِ ممبئي لڏي وئي. اسپتال ۾ پراڻيون بلڊنگون، هال ۽ وارڊ اڃا تائين پختي حالت ۾ موجود آهن. جن جون ديوارون، ڇتيون ۽ ٿنڀا تمام مضبوط نهيل آهن. انهن کي ڪارآمد بنائڻ لاءِ ڪجهه مرمت جي ضرورت آهي. افسوس جو انهيءَ ڳالهه تي ڪنهن جو توجهه اڃا تائين ڪونه ويو آهي. هڪ وڏو بلاڪ مختلف ڪمرن تي مشتمل آهي. جيڪو بلڪل خالي پيو آهي. اتي جو سيوريج سسٽم ڪم ڪونه ٿو ڪري. ضروري آهي ته ويهه پنجويهه لک خرچ ڪري اسپتال جي مڪمل مرمت ڪرائجي ۽ ان ۾ جديد اسپتال قائم ڪئي وڃي، جيڪا وري به شايد ايشيا ۾ پهريون نمبر اسپتال ليکي وڃي.

هڪ بيو وارڊ جيڪو پوءِ قائم ڪيو ويو آهي، اهو نشي جي عادي افراد جي علاج جو مرڪز ڪيو ويو آهي. هن وارڊ مان به ڪو خاطر خواهه نتيجو نه نڪتو آهي. چوته اسپتال 3 وڳي بند ٿيڻ کان پوءِ مريض جا ملاقاتي کين گهربل نشو ڏئي وڃن ٿا. سنڌن مٿان ڪيل محنت، اهڙي طرح ضايع ٿيو وڃي ٿي. افسوس جو انهيءَ ڪڌي ڪم ۾ اسپتال جو هيٺيون عملو به شامل هوندو آهي.

جيڪي دماغي مريض داخل ٿين ٿا. انهن مان ڪيترا سڄي عمر لاءِ سپتال ۾ ئي رهيو پون. اهوئي سندن گهر آهي، اوطاق آهي، بينڪ آهي، بازار آهي. سبب اهو آهي ته سندن لواحقين يا مائٽ موٽي هنن جي سار سنڀال ڪونه ٿا لهن. هو نٿا چاهين ته هي دماغي مريض واپس گهرن ۾ اچي سندن لاءِ مٿي جو درد بڻجن. زماني جي اهڙي بيحسيءَ تي ڏاڍو تعجب ٿو ٿئي. ڪيترا مريض ته نالي ۾ مريض هئا. پر گهڻو ڪري چڱا ڀلا هوندا هئا. ڳالهيون به عقل واريون ڪندا هئا ۽ پاڻ کي صاف سٿرو رکندا هئا. انهن کي اسپتال ۾ وڌيڪ وقت رکڻ اجايو هو.

آءٌ صبح جو اسپتال جو گشت ڪندو هئس، ته خطرناڪ مريضن جي وارڊ ۾ به هليو ويندو هئس، جتي جي لاءِ ٻيا ڊاڪٽر مشورو ڏيندا هئا. ته هي ڪنهن به وقت حملو ڪري سگهن ٿا. پر ڪڏهن به ائين نه ٿيو. پاڻ منهنجي چوگرد اچي ويهندا هئا ۽ پنهنجون شڪايتون ٻڌائيندا هئا. ڏسجي ته انسان جي دماغ ڦرڻ ۽ سڌي ٿيڻ ۾ فاصلو تمام گهٽ آهي.

ڪيترا مريض اهڙا هوندا هئا. جن کي مون ڪي سال اڳ حيدرآباد جي مارڪيٽ يا ٻين علائقن ۾ گهمندي ڏٺو هو. پر هاڻي ڪنهن زماني کان پاڳل خاني جا رهواسي هئا. لاڙڪاڻي جو هڪ نوجوان قريشي خطرناڪ مريضن ۾ شامل هوندو هو. وارڊ ۾ وڃبو هو ته يا علي يا علي جا نعرا هڻندو هو ۽ ٻين مريضن کي هٽائي منهنجي لاءِ رستو ناهيندو هو. ڪير به هن کي چريو نه چوندو هو. هميشه پيرين پئي ملندو، درزڪو پيشو هئس. چوندو هو ته سائين! مون کي ڪڏهن موڪل ملندي؟ ڪيس قانوني طور تي موڪل ڪانه ملي، نيٺ هڪ ڏينهن موقعو وٺي ڀڄي ويو.

هڪ ٻئي مريض جو قصو ياد اچي ٿو. سندس پيءُ ڪيس ڪراچيءَ مان وٺي آيو هو. پوءِ به مهينا ڪن داخل رهيو. هڪ ڏينهن خبر پئي ته غائب ٿي ويو آهي. اهو سمجهيو ويو ته ٻين ڪن مريضن وانگر هي به ڀڄي ويو. انهيءَ ڳالهه کي 4-5 ڏينهن گذري ويا. جن مينٽل اسپتال ڏٺي آهي، انهن کي خبر هوندي ته پرسان لنگهندڙ گڏو ويندڙ مکيه رستي جي ديوار ڊبل آهي. يعني اندرئين طرف هڪ ديوار آهي، جيڪا پراڻي زماني جي آهي. انهيءَ جي ٻاهران ٻي ديوار آهي، جيڪا ويجهڙائي ۾ فتح ياڻي ٽيڪسٽائيل مل وارن نهرائي آهي. انهن

بنهي ديوارن جو درمياني فاصلو 4 فوٽ کن تيندو. هڪ ڏينهن اندرئين ديوار جي پرسان هڪ ماڻهوءَ کي ڪر ڪندي ڪنهن جو ڪرب ۾ ٻڏل آواز ٻڌڻ ۾ آيو. سو وڏو چڪر ڏئي انهيءَ درمياني حصي ۾ گهڙي ويو. ڏنائين ته ڪو مريض اونڌي منهن ڪريو پيو آهي. سو اچي اطلاع ڪيائين. مون ڪجهه ماڻهو موڪليا ته حقيقت حال ڏسي اچن. وڃي ڏسن ته هي اهوئي مريض هو، جيڪو ڪراچيءَ کان آيو هو ۽ 4 ڏينهن اڳ غائب ٿي ويو هو. معلوم ٿيو ته انهيءَ شخص ڀڄڻ لاءِ اندرئين ديوار تان ٽپو ڏنو. ديوار 20 فوٽ کن ڊگهي هئي، سو ديوار ته ٽپي ويو، پر ٻئي طرف وڃي ڪريو ۽ شايد بيهوش ٿي ويو. 3-4 ڏينهن انهيءَ حالت ۾ ڪاڏي پيتي بنا پيو هو، پر ساهه ڪنيائين پئي جو اجا حياتي هئس. ڪيس ڪٽائي آياسين ۽ ڏکن جو علاج ڪيوسين. ٻن ٽن ڏينهن ۾ نيڪ ٿي ويو.

پَوءِ سندس پيءُ کي لکيوسين ته اچي پٽ کي وٺي وڃي. پر هن نابري واري. انجام ڪار ڪيس جناح اسپتال ۾ موڪليوسين، جو دماغي مرض سان گڏ گردي ۾ به پٿري هئس. اهڙن عجيب ۽ غريب واقعن سان واسطو پوندو هو. مون پنهنجي طرفان اسپتال جي نظم و نسق سڌارڻ جي لاءِ ڪي اپاءَ ورتا. درحقيقت آءٌ جتي به رهيو آهيان، اتي حتيٰ المقدور اصلاحي قدم کنيا اٿم. پر انهن جي ذڪر ڪان احتراز ڪيو اٿم، جو مبادا ماڻهو انهيءَ کي خود ثنائي سمجهن. اڳ مريضن کي ماني بستري تي ڏني ويندي هئي، پوءِ هو بچيل ڪاڌو اتي ئي فرش تي اڇلي ڇڏيندا هئا. صفائيءَ جو ڪو انتظام ڪونه هو. اسپتال ۾ وڏو ڊائننگ هال هو، مون انهيءَ کي صاف ڪرايو ۽ مريضن کي ماني اتي کارائڻ جو انتظام ڪيو. انهيءَ مان نظم و نسق بهتر ٿيو ۽ وارڊ صاف رهڻ لڳا

اسپتال جا باٿ روم ۽ ڪاڪوس زبون حال هئا. مون سڄي سال جي مرمت جا پيسا انهن جي مرمت لاءِ لڳارايا، جنهن جي نتيجي ۾ باٿ روم قابل استعمال ٿيا ۽ وارڊن مان بدبوءِ به گهٽجي ويئي.

اڳ ۾ وارڊ 9-10 صبح تائين پيا صاف ٿيندا هئا. ان صفائيءَ تيڻ کان اڳ وارڊ ۾ ڊاڪٽر گهڙندا به ڪونه هئا. مون جمعدارن جو

تائيم صبح جو 6 وڳي اچڻ جو مقرر ڪيو. ان ڪري 8 وڳي صبح تائين صفائي مڪمل ٿي ويندي هئي. سادي ائين وڳي تائين ڊاڪٽرن جا رائونڊ شروع ٿي ويندا هئا. اڳ ۾ مريضن جي مانيءَ مان اسپتال جا ملازم به ماني چوري ڪندا هئا. انهيءَ تي سختي ڪيم، ته اها ڳالهه گهٽي ياڳي ختم ٿي وئي. ائين پبلڪ جو اعتماد وڌيو ۽ اسپتال کي مريضن جي مانيءَ لاءِ وڌيڪ عطيا ملڻ لڳا.

حيدرآباد جي هڪ مشهور اهلِ خير واپاريءَ کي مون ڏٺو ته هو هفتي جي ڪنهن ڏينهن تي سيڌو پاڻ سان ڪٽائي ايندو هو ۽ پنهنجي طرفان پنهنجي هٿن سان ماني يا چانور برياني رڌيندو هو. هن ڪم کي هو عبادت سمجهندو هو. سندس خواهش اها هئي، ته سندس نالو ظاهر نه ڪيو وڃي. اڳ ۾ واردن ۾ اسپتالن ۾ انڌيرو هوندو هو. مون روشنيءَ جو انتظام ڪيو ۽ انڌيرو ختم ٿيو. مطلب ته ڪجهه ڪوششون ڪيون ويون، جن جي لاءِ مڪمل ڪاميابيءَ جي دعويٰ ته نه ٿي ڪري سگهجي، ته به ڪجهه سڌارا ضرور آيا.

60 سالن جي عمر پوري ٿيڻ تي مئي سن 2002ع تي مون رٽائر ڪيو. رب تعاليٰ جو شڪر ڪيم جو هڪ پلصراط جهڙو سفر پورو ٿيو. ان کان پوءِ سمورو وقت مطالعي ۽ لکڻ پڙهڻ ۾ گذارڻ لڳس.

- 32 -

الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي تہ غارِ حرا ۾ جڏهن جبرائيل امين حضور ﷺ جن کي نبوت عطا ٿيڻ جي بشارت ڏني، تہ ان سان گڏ اهو بہ ارشاد فرمايائين تہ: "اقرا باسم ربک." يعني پڙهہ پنهنجي رب جي نالي سان. مطلب اهو نڪتو تہ ذات باري تعاليٰ دنيا ۽ آخرت ۾ جنهن ڳالهہ کي ٻين معاملن تي اهميت ڏني، اهو پڙهڻ جو ڪم هو. پڙهڻ جو تعلق علم حاصل ڪرڻ سان آهي يا علم کي وڌائڻ آهي. ڪائنات جي تخليق بہ علم جي هجڻ يا نہ هجڻ جي مذڪور سان اڳتي وڌي ٿي. فرمان آهي تہ جڏهن آدم کي خلقيو ويو ۽ فرشتن کي حڪم ٿيو، تہ آدم کي سجدو ڪن تہ شيطان انڪار ڪيو. ملائڪن چيو تہ يا رب تعالي! جيڪڏهن آدم جي تخليق جو مقصد تنهنجي حمد و ثنا سان آهي، تہ ان لاءِ اسين ڪافي آهيون. پر الله تعاليٰ فرمايو تہ جنهن ڳالهہ جي مون کي خبر آهي، ان جي توهان کي خبر نہ آهي. آءٌ زمين ۾ پنهنجو نائب خلقڻ وارو آهيان. پوءِ الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ السلام کي نالن سڃاڻڻ جو علم ڏنو. مگر ملائڪن کي اهو علم حاصل نہ هو. لهاذا انهن نالن ٻڌائڻ کان عاجزي ڏيکاري. پر آدم عليہ السلام مطلوبہ سيني شين جا نالا ٻڌايا. مطلب تہ ڪائنات جي تخليق جو وڏو مقصد علم حاصل ڪرڻ ۽ انهيءَ کي پکيڙڻ ۾ مضمر آهي. وري سورت الم کي ڏسو. مطلب تہ حضرت آدم عليہ السلام علم جي بنياد تي ملائڪن کان گوءِ کٽي ويو. پاڪ ذات فرمائي ٿو: ذالک الکتاب لاريب فيہ "هن ڪتاب ۾ ڪو شڪ نہ آهي، هن ۾ پرهيزگارن لاءِ هدايت آهي." معنيٰ تہ تخليق ڪائنات جو مقصد پڙهڻ سان شروع ٿئي ٿو ۽ قرآن ڪريم پهريون ذڪر ڪتاب (قرآن) جو ٿو ڪري. انهيءَ مان ناظرين پڙهن ۽ ڪتاب جي اهميت کي سمجهن.

علم پرائڻ جو مکيہ ذريعو پڙهڻ سان آهي، پر ٻيا بہ طريقا علم پرائڻ جا آهن. مثلاً: مشاهدو. جيڪا شيءِ يا واقعو انسان پاڻ ڏسي، اهو انهيءَ جي

علم ۾ اضافو ڪري ٿو. باقي اهو علم فائدو ڏئي ٿو يا نقصان وارو آهي، انهيءَ تي انسان پاڻ غور ڪري. ٻيو ذريعو علم حاصل ڪرڻ جو ڪچهرين ۾ گفت و شنيد جي وسيلي آهي. ٻين جا احساس، خيال، تجربا ۽ قول ٻُڌجن ۾ انهن جي ٻه چند ڇاڻ ڪري، پنهنجي علم ۾ اضافو ڪجي. ٽيون طريقو سير و سفر جو آهي. قل سيروا في الارض كيف كان عاقبة المكذبين. قرآن ۾ فرمان آهي، ته دنيا ۾ گهمو ڦرو ۽ ڏسو ته ڪوڙن جي پڇاڙي ڇا ٿي. ان ڪان سواءِ جديد طريقا به علم حاصل ڪرڻ جا آهن.

هاڻي زمانو ايجادات جو آهي. سمعي ۽ بصري هنرن کي استعمال ڪري پنهنجي علم ۾ اضافو ڪري سگهجي ٿو، جهڙوڪ: ريڊيو، ٽي. وي، انٽرنيٽ، سيٽلائيٽ وغيره.

بهرحال جا اهميت ۽ ترجيح ڪتاب ۽ پڙهڻ کي آهي، اها ڪنهن ٻئي ذريعي کي ڪانه آهي. ڪن هزارها سالن ڪان وٺي ڪتاب لکجن ۽ پڙهجن پيا. گلگاميش (Gilgamesh) سمرنا جو بادشاهه هو. سندس رزميه ڪتاب 3200 سال اڳ ۾ لکيو ويو، جيڪو جيئن جو تيئن موجود آهي. ڪتاب پنين زمانن جا واقعا، قصا، جنگين جا احوال، بادشاهن، وزيرن ۽ سپهه سالار جا ڪارناما، نبين، درويشن ۽ چڱن انسانن جون زندگيون اسان کي ٻڌائين ٿا. جن مان وڏو سبق ملي ٿو ۽ مستقبل جي منصوبه بندي ۽ حال کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي. ڪتاب پڙهڻ جو مشغلو به پاڻ سان گڏ وڏي دلچسپي رکي ٿو. ڪتاب پڙهندڙ پنهنجو پاڻ ۾ مصروف رهي ٿو، ٻئي جي ڪمن ڪارين ۽ عادتن ۾ مخل نٿو ٿئي. پنهنجي علم ۽ سياڻپ ۾ اضافو ڪري ٿو ۽ اجاين ۽ بي سود ڳالهين ڪان پاسيرو رهي ٿو. جيڪي اصحاب ڪتابي علم جا شوقين آهن، انهن کي خبر آهي، ته ڪتاب پڙهندي ڪين ڪيڏو سڪون ۽ لطف محسوس ٿئي ٿو ۽ هڪ قسم جي خوشي محسوس ٿئي ٿي.

علم تمام وسيع ۽ بي ڪران آهي. نيوٽن جيڏو وڏو عالم، جڏهن آخري عمر ۾ پهتو ته چوڻ لڳو ته مون سڄي عمر علم ۽ اڃپاس ۾ گذاري. پر نصيب ايترو ٿيو آهي، جو ائين ڄڻجي ته سمنڊ جي ڪناري تي صرف سپ ڳولڻ جي جستجو ڪئي اٿم. سمنڊ ته پري جي ڳالهه آهي.

متي جيڪي ڪجهه لکي آيو آهيان، انهيءَ مان فقط علم ۽

ڪتاب پڙهڻ جي مشغلي جي اهميت ٻڌائي اٿم. ان مان ڪنهن به ريت ڪا خودنمائي يا خود تعريفي مطلب هرگز نه سمجهڻ ڪپي. مون نيوٽن جهڙي عالم جو مثال به ان لاءِ ڏنو، ته هيتري علم هوندي به هن پاڻ کي ڪيترو ڪمتر ۽ حقير تي سمجهيو.

البته ٻين ڳالهين سان گڏ هيءَ ڳالهه به ٻڌائيندو هلان، ته مطالعي سان دلچسپي مون کي ننڍپڻ کان آهي. ميٽرڪ تائين ته ڪيترين راندين ۾ به حصو ورتوسين، پر آهستي آهستي اهي رانديون روندبون ختم ٿي ويون، البته ڪتابن سان شوق جاري رهيو. ميٽرڪ پاس ڪرڻ تائين مون وٽ ڪتابن جو وڏو ذخيرو جمع ٿي چڪو هو، جن ۾ انگريزي، سنڌي ۽ اردو ۾ ڪتاب هئا. گهڻو حصو انهن مصنفن جي ڪتابن جو هو، جيڪي سنڌي هندو هئا ۽ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ لکي ويا هئا. هندو اديب علم ۽ ادب ۾ ڪافي اڳتي هئا ۽ سندن طرفان گهڻا اشاعت گهر قائم هئا. سندن مقابلي ۾ سنڌي مسلمان به تمام سٺو ادب لکندا هئا. انهن مان گهڻا شاعر، فتويٰ نويس، اخبار نويس ۽ مصنف ٿيا. انهن جهڙا ڪتاب هاڻي ڪونه ٿا لکجن. ميٽرڪ کان پوءِ مون کي پري ميڊيڪل ۽ ميڊيڪل جي امتحانن تي سخت محنت ڪرڻي پئي. ان ڪري گهڻو زور۽ محنت نصابي ڪتابن تي هو ۽ ٻين ڪتابن تي توجهه گهٽ رهيو. نوڪريءَ دوران به مطالعي لاءِ وقت گهٽ مليو، تڏهن به مطالعي جو شغل قائم رکندو آيس. منهنجي ميٽرڪ تائين قائم ڪيل لائبريري مان تمام گهڻا ڪتاب غائب ٿي ويا، جنهن جو هميشه افسوس رهندو. هي ناياب ڪتاب هئا، جن جا مصنف سنڌي هندو اديب هئا ۽ اهي علم جو وڏو ذخيرو هئا.

مون کي گهڻا ڪتاب انگريزيءَ ۾ پڙهڻ جو موقعو مليو آهي. انهيءَ مان اهو مطلب نه آهي ته سنڌي ۽ اردو ۾ ڪتاب گهٽ آهن. پر انگريزي ادب بيحد وسيع آهي ۽ انگريز محققن ۽ مصنفن جن موضوعن تي لکيو آهي، اهي لاثاني، بي نظير ۽ بي مثل آهن. هنن جنهن به موضوع تي لکيو آهي، انهيءَ سان پورو انصاف ڪيو اٿن. پر عموماً هو انصاف پسند قلم ڪار آهن. مون ويجهڙائيءَ ۾ محترم محمد ابراهيم جوئي جو ڪتاب خود ڪتابن متعلق ڏٺو آهي، جنهن ۾ ڪيترن انگريزي ڪتابن تي تبصرو ڪيل آهي. منهنجي خواهش آهي، ته جوئي صاحب جي تقليد ۾ آءُ به پنهنجي لائبريري جي ڪجهه ڪتابن

جو تعارف ڪرايان، جو بيحد مختصر آهي. ان سان گڏ اهو بہ ٻڌائيندو هلان، تہ مون کي ادب جي جن شعبن ۾ خاص دلچسپي آهي، اهي آهن: سفرنامہ، سوانح عمريون، قديم تهذيبن جا حال احوال، آزاديءَ جون تحريڪون، تاريخي، تمدني، ثقافتي بازگشتون. باقي اقتصاديات يا اسپورٽس تي مون گهٽ ڪتاب پڙهيا آهن.

مون پنهنجي اڳيان ڪجهہ منتخب ڪتاب آڻي رکيا آهن. انهن تي تبصرو ترتيب وار يا شعبي وار نہ ڪري سگهندس. البتہ جيڪو ڪتاب هٿ ۾ ايندو ويندو، اتي لکندو ويندس. تيڻ تہ ائين ڪپي ها، تہ هڪ جامع تبصرو انگريزي ڪتابن سان گڏ اردو ۽ سنڌي ڪتابن جو بہ هجي ها، پر ائين موضوع ڊگهو تي ويندو ۽ يقين سان چوان ٿو تہ ان لاءِ هڪ ڌار ڪتاب جي ضرورت آهي. بهرحال هاڻي بسم الله جي برڪت سان شروع ڪريان ٿو:

(1) Judge Speaks out:

هيءُ ڪتاب رٽائرڊ چيف جسٽس پاڪستان اجمل ميان جو لکيل آهي. جنهن ۾ هن پنهنجي عدالتي زندگي ۽ قانوني فيصلن تي لکيو آهي. اجمل ميان کي اهي قانوني فيصلا تڏهن ڪرڻا پيا، جڏهن ملڪ سخت سياسي خلفشار ۾ مبتلا هو. فيصلي ڪرڻ ۾ وڏي تدبر، انصاف پسندي، فهم ۽ فراست جي ضرورت هئي. اجمل ميان جي لکيل ڪتاب مطابق انهيءَ معيار تي هو پورو نظر اچي ٿو.

(2) From Babel to Dragomans:

مصنف مشهور متشرق برنارڊليوس: هن ڪتاب ۾ مشرق وسطيٰ ۾ اسلامي، ديني ۽ سياسي تحريڪن جو جائزو ورتو ويو آهي ۽ بين المذهبي ڪشمڪش تي بحث ڪيو ويو آهي.

(3) Charlie Wilsons, War:

چارلي ولسن سي. آءِ. اي جو ڊائريڪٽر هو. افغانستان جي مجاهدن جي مدد لاءِ هن جيڪي لازوال ڪارناما سرانجام ڏنا، اهي تاريخ ۾ هميشہ مرقوم رهندا. هن ڪتاب مان خبر پوي ٿي تہ جنرل ضياء الحق ۽ ٻيا فوجي عملدار آمريڪا جا ڪيترا پوئلڳ هئا. جنهن جي نتيجي ۾ روس کي تہ شڪست آئي، پر پاڪستان ۾ بہ هيروئن، آفيم، اسمگلنگ ۽ هٿيارن جو ڪلچر درآمد ٿيو.

جنهن پاڪستان جا بنياد ئي اکوڙي ڇڏيا. عجيب انڪشافات سان ڀرپور ڪتاب آهي.

(4) In the Empire of Genghis Khan:

ڪتاب جو مصنف اسٽينلي سٽيورٽ آهي: هي قازقستان جو سفرنامو آهي، جيڪو مصنف بسن، جيپن، انن، يا ڏيگن تي چڙهي ۽ ڪجهه پيرين پنڌ طيءِ ڪيو. جاگرافيائي ۽ موسمي ناسازين ڪري اڄ به گهٽ سياح انهيءَ پاسي جو سفر اختيار ڪن ٿا.

(5) French Lover:

هيءُ بنگلا ديش جي معتوبه مصنفه تسليمه نسرين جو ناول آهي، جنهن کي بنگلا ديش ۾ مذهب سان بغاوت جي ڏوهه هيٺ موت جي سزا آيل آهي. هي ڪتاب عشق ۽ جنس تي لکيل آهي ۽ اهو تصور به نه ٿو ڪري سگهجي، ته ڪا مسلمان عورت ايترو کليو اظهار جنس تي ڪري سگهي ٿي.

(6) The Legends of Alhambra:

واشنگٽن اورنگ جو هيءُ جڳ مشهور ڪتاب اندلس ۾ اسلامي دور جي باري ۾ ڪن افسانوي داستانن تي مشتمل آهي. اڄ کان پنجاهه سال کن اڳ هن ڪتاب ۾ آيل ڪجهه داستانن جو سنڌي ترجمو مرحوم سيد ميران محمد شاهه "نئين زندگي" رسالي ۾ ڪيو هو.

(7) Seven Pillars of Wisdom:

مشهور انگريز جاسوس ۽ سياستدان ٿامس ايڊورڊ لارينس جو لکيل آهي. لارينس عربن کي ترڪي خلافت جي مقابلي لاءِ اڀاريو، جنهن دوران پهرين عظيم جنگ ۾ ترڪيءَ کي شڪست ملي. لارنس جيڪي عربن سان واعدا ڪيا، اهي پورا ڪونه ٿيا ۽ فلسطين جو مسئلو ڪڙو ٿيو، جنهن ۾ لکين عرب مسلمان شهيد ٿي چڪا آهن. لارينس آڪسفورڊ يونيورسٽي مان فارغ التحصيل عالم هو ۽ هن عربن کي سامي نسل هجڻ جو ٻڌائي، سندن رشتو عيسائين ۽ يهودين سان ڳنڍيو. عرب سڀورن لارينس جي چڪر ۾ اچي قرآني قول واعتصموا بحبل الله جميعا جي سبق کي وساري ڇڏيو.

(8) Journey to Uosionment:

سردار شيرباز مزاريءَ جو ڪتاب پاڪستاني سياست تي لکيل آهي،

جنهن ۾ ڊرائنگ روم جِي سياست، مڪارين ۽ چالبازين کي ظاهر ڪيو ويو آهي. پاڪستان ۾ هر اينڌڙ حڪومت بلوچستان جي رهواسين تي آڪٽريل رهندي آئي آهي. سردار شيرباز انهن حقيقتن جو بي ريائيءَ سان تجزيو ڪيو آهي، جنهن جي ڪري هر دور ۾ بلوچستان تڪليفون ڏٺيون آهن.

(9) In Search of Fatima:

ڊاڪٽر غدا ڪارميءَ نالي هڪ فلسطيني عورت جو داستان حيات آهي. فلسطين ڪيئن نهيو؟ اتان جا اصل رهاڪو فلسطين مان ڪيئن بي دخل ٿيا ۽ دنيا ۾ مهاجر ٿيا؟ ڪيئن هنن کان اباڻيون جائدادون ڦريون ويون؟ اسرائيل فلسطينين تي ڪهڙا ظلم ڪيا ويا ۽ هنن جا شهر ڪيئن برباد ڪيائين؟ داستان عبرت انگيز آهي.

(10) I Saw Ramallah:

موريد برغوطي جو ڪتاب فلسطين جي لاءِ ڪيل جدوجهد آزاديءَ جو داستان آهي. اسرائيلي فوجون ڪيئن هنن جي گهرن ۾ گهڙي خونريزي ۽ دهشت انگيزي ڪن ٿيون؟ ڪن مغربي ملڪن ۾ انساني حقن لاءِ وڙهندڙ مجاهدن جو به ذڪر ڪيل آهي، جيڪي فلسطيني قوم سان هر حال ۾ شريڪ هئا.

(11) Ranjit Singh:

خشونت سنگهه جو لکيل ڪتاب مهاراجا رنجيت سنگهه جي حياتيءَ جي باري ۾ آهي. رنجيت سنگهه ڪيئن انصاف، برابري، مذهبي مت ڀيد کان پاسيرو ٿي پنجاهه سال پنجاب تي حڪومت ڪئي، جو انگريزن کي پنجاب تي هلان ڪرڻ جي همت نه ٿي. رنجيت سنگهه جا ڪيترا وزير مسلمان به هئا.

(12) Desparately Seeking Paradise:

سردار ضياءُ الدين جو لکيل ڪتاب اسلام جي اصل روح کي سمجهڻ لاءِ مختلف فرقن جي اڳواڻن سان ملڻ ۽ ساڻن بحث ڪرڻ جي باري ۾ آهي، جتان آخر ۾ کيس ڪجهه به پلئه نٿو پوي.

(13) Silent No More:

پال فنڊلي جيڪو آمريڪي ڪانگريس جو ميمبر آهي، هن ڪتاب جو مصنف آهي. هن صاحب آمريڪا ۾ مسلمانن جي ڪردار

ڪان اهل اقتدار کي آگاهہ ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب 11- سيپٽمبر سن2001ع جي تناظر ۾ لکيو ويو آهي.

(14) What is Right with Islam:

مصنف امام فيصل عبدالرؤف: 11- سيپٽمبر سن 2001ع جي واقعي کان پوءِ آمريڪا ۾ مسلمانن لاءِ ذڪار کي ختم ڪري بين المذهبي اتحاد قائم ڪرڻ لاءِ امام فيصل هيءُ بيحد ڪارآمد ڪتاب لکيو آهي. سندس چوڻ آهي تہ جيڪڏهن مسلمان، يهودي ۽ عيسائي حضرت ابراهيم عليه السلام جي سنت تي عمل ڪن تہ هنن ٽن مذهبن جا ويڇا ختم ٿي سگهن ٿا.

(15) Stolen Lives:

مراقش جي اميرزادي ملڪ اوفقير جو سچو داستان حيات آهي. سندس پيءُ مراقش جو وزير دفاع هو. پر وقت جي بادشاهہ کيس گرفتار ڪيو ۽ سندس اولاد تي ظلم ۽ ستم جي انتها ڪيائين. ڇا ويهين صديءَ ۾ بہ ايڏو ظلم ڪري سگهجي ٿو؟ جواب هن ڪتاب ۾ آهي. هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيڻ کپي.

(16) Memories of An Un Expected Life:

مصنفہ اردن جي سابق ملڪہ نورالعين، جيڪا شاهہ حسين جي چوٿين گهر واري آهي. هن غير ملڪي عورت اردن ۾ عورتن جي حقن ۽ سماجي خدمتن لاءِ وڏو ڪم ڪيو آهي ۽ شاهہ حسين جي آخري ڏينهن جو ڏکوئيندڙ احوال نهايت کُليل انداز ۾ بيان ڪيو آهي.

(17) Afghanistan:

مصنف انجيلو رسانايا گمر: 11- سيپٽمبر سن2001ع کان پوءِ افغانستان دنيا جي اطلاعات جو مرڪز ٿي رهيو آهي. افغانين غير ملڪين جي غلامي ڪڏهن بہ قبول نہ ڪئي آهي. هيءُ ڪتاب افغانستان جي تاريخ، جاگرافي، سياسي معاشرتي ۽ تهذيبي حالات کي سمجهڻ لاءِ مشعل راهہ جي حيثيت رکي ٿو.

(18) Madness Visible:

مصنفہ جينين دي گيواني: يوگوسلاويہ جي ٽٽڻ کان پوءِ مسلم اڪثريتي رياستن بوسنيا، هرزگووينا، ڪوسوو ۽ مانٽي نيگرو جي مسلمانن تي ڪميونسٽن ۽ عيسائين جيڪي ظلم روا رکيا، انهن جو تفصيلي ذڪر آهي.

(19) The Discovery of India:

پنڊت جواهر لعل نهرو جو هيءُ ڪتاب هندستان جي تاريخ ۽ تهذيب تي هڪ انسائيڪلوپيڊيا آهي. سنڌ جي ماڻهن کي هيءُ ڪتاب پڙهڻ گهرجي، جو سنڌ هندستان سان لاڳاپيل رهي آهي. پنڊت نهرو هن ڪتاب ۾ هڪ وڏي دانشور، فلاسفر، عالم ۽ اديب جي حيثيت ۾ سامهون آيو آهي ۽ هندستان جي باري ۾ گهڻا نوان انڪشاف ڪيا اٿس. ڪتاب جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ٿيڻ کپي.

(20) The Forgotten Queens of Islam

مراڪشي خاتون فاطمہ مرنيسي جو تحقيقي ڪتاب حڪمران مسلمان عورتن جي باري ۾ گهڻي معلومات ڏئي ٿو.

(21) The Assassins:

مصنف برنارڊليوس: حسن بن صباح فردوس برين نالي قلعہ الموت جي ويران جبلن ۾ بهشت ٺاهيو هو، جتان پوءِ قاتل نوجوانن کي تيار ڪري، عالم اسلام جي حاڪمن، وزيرن، قاضين ۽ داعين کي قتل ڪرڻ لاءِ موڪليندو هو. حسن بن صباح ۽ سندس پوئلڳن جون هي ڪارروايون ٻن سؤ سالن تائين جاري رهيون.

(22) Emma's War:

مصنف ڊيبور اسڪروجن: هيءُ ڪتاب سوڊان جي گهرو لڙائيءَ جي باري ۾ آهي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ سوڊاني قتل ٿي چڪا آهن. ان سان گڏ بک، بيماري، بدحالي ۽ مرض بہ سوڊان ۾ پکڙيل آهن. "ايما" نالي هڪ انگريز صحافي خاتون جڏهن ڏکڻ سوڊان ۾ آئي، تہ سندس عشق سوڊاني باغين جي اڳواڻ جان گڙنگ سان ٿي ويو، جنهن جي نتيجي ۾ سندن شادي بہ ٿي. وڏو داستان آهي. آخر ۾ جان هڪ حادثي ۾ مري وڃي ٿو. هيءُ ڪتاب ايما جي زندگيءَ جي باري ۾ آهي.

(23) Bush In Babylon:

پاڪستاني مصنف طارق علي جي لکيل هن ڪتاب ۾ آمريڪا جي زيادتين کي واڪو ڪيو ويو آهي، جيڪي هن عراق تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڪيون آهن.

(24) Healing Israel/Palestine:

رباءِ مائيڪل لرنر: اسرائيل ۾ اهڙا حقيقت پسند عالم آهن، جن جي

خيال ۾ فلسطينين کي بہ پنهنجي حڪومت هجڻ کپي. هن ڪتاب ۾ اسرائيلي حڪومت کي مشورا ڏنا ويا آهن، تہ هو فلسطينين جي حقن کي تسليم ڪندي سندن ڌار حڪومت لاءِ راهہ هموار ڪري.

(25) An Enduring Love:

ملڪہ فرح پهلويءَ جي لکيل هن ڪتاب ۾ شاهہ جي دور جي ايران جي سياسي منظر ڪشي ڪئي وئي آهي. هن ۾ انقلاب ايران جو احوال اول کان آخر تائين آهي ۽ شاهہ جي پوري زندگيءَ جا حالات لکيا ويا آهن.

(26) Sewing Circles of Heart:

مصنفہ ڪسٽينا لئمب: افغانستان جا مجاهد جڏهن قري طالبان تيا ۽ اسلامي نظام حڪومت قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون، تہ اهل مغرب سندن دشمن تي بينا. لئمب جو هيءُ ڪتاب طالبان دور حڪومت ۾ عورتن ۽ انساني حقن جي (بزغم خويش) پامالي تي بيحد دلچسپ ڪتاب آهي.

(27) The Terrorist Prince:

مصنف راجا انور، جيڪو مرتضيٰ ڀٽي جو ويجهو ساٿي هو، جن کي مرتضيٰ ڀٽي جي افتاد طبعيت کان واقف ٿيڻو هجي، هيءُ ڪتاب پڙهي.

(28) In the Hands of Taliban:

يوواني ردلي کي طالبان اغوا ڪري پنج مهينا يرغمال ڪري رکيو. هوءَ پنهنجي هن ڪتاب ۾ طالبان جي شرافت ۽ حياءُ ۽ ايمان جي شهادت تي ڏئي.

(29) Arabia With out Sultans:

فريڊ هيليڊي جي هن ڪتاب ۾ خليجي ملڪن جا حالات، پيٽرول نڪرڻ کان اڳ ۽ پوءِ جا، بيان ڪيا ويا آهن.

(30) The War Against Saddam:

بي. بي. سي جي نمائندي جان سمپسن جو هيءُ ڪتاب آمريڪا جي عراق تي حملي جي باري ۾ عجيب ۽ غريب واقعن سان لبريز آهي.

مٿي ڪجهہ ڪتابن جو تذڪرو ڪيو ويو آهي. هي جڳ مشهور ڪتاب آهن ۽ مصنفن کي انهن ڪتابن تي بين الاقوامي انعام بہ ملي چڪا آهن. آءٌ تہ اهو عرض ڪندس تہ ڪي علم دوست اُٿن ۽ انهن ڪتابن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪن.

هاڻي جڏهن ڪتاب اچي اختتام تي پهتو آهي، تڏهن احساس ٿيو آهي ته ڪيترن ڪرم فرما دلنواز بزرگن ۽ دوستن جو ذڪر رهجي ويو آهي، جن جو مون سان گهڻو ساٿ رهيو آهي ۽ زندگيءَ ۾ هو هر ڏکئي سکئي وقت ۾ همرڪاب رهيا آهن. خيال ڪيو اٿم ته انهن جو تذڪرو هن مهل تي ڪري ڇڏيان جو آئينده خدا ڄاڻي انهيءَ جو موقعو ملي يا نه!

سڀ کان اول مرحوم راول ورياماڻي ياد اچي ٿو. جيڪو اٽ ڏهه سال اڳ فالج جي مرض ۾ ڪجهه وقت مبتلا رهي انتقال ڪري ويو آهي. راول جهڙو سچار، نهٺو، غريب طبعيت، سنڌي سڀاجهڙو مون ڪونه ڏٺو. وڏن عهدن تي پهتو ته به طبعيت مان انڪساري ۽ عاجزي نه ويس. گهڻا سال سنڌ يونيورسٽي ماڊل اسڪول ۾ ماسٽر هو. پوءِ يحيٰ خان جي وقت ۾ ڪو اعليٰ امتحان پاس ڪري، وڃي مرڪزي وزارت تعليم ۾ آفيسر ٿيو. اتان پوءِ ترقي ڪندو جده جي پاڪستاني سفارتخاني ۾ فرسٽ سيڪريٽري مقرر ٿيو. ان کان پوءِ گهانا (آفريقا) ۾ حڪومت پاڪستان طرفان سفير هو، جتان رٽائر ڪيائين. جڏهن پاڪستان موٽي آيو ته سندس ملاقات انهيءَ وقت جي صدر ضياء الحق سان ٿي، جنهن کي ٽيليويزن تي ڏيڪاريو هئائون. سندس خيال هو، ته ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسيلر ڪندا، پر ائين نه ٿيو. ڪيس سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ۾ ميمبر ڪري رکيائون، جتي ڪجهه وقت لاءِ چيئرمين ٿي رهيو.

آءٌ فيمليءَ سان سن 1979ع ۾ اسلام آباد ويس، ته راول، اسلام آباد راولپنڊي ۽ آس پاس جا علائقا به ڏينهن ڏيکاريندو رهيو. آفيس مان موڪل ورتي هئائين. جده ۾ سندس پوسٽنگ دوران سندس والده کي حج لاءِ گهرايائين. هيءَ نيڪ بخت جهور پوڙهي ڪڏهن گهر کان ٻاهر ڪانه نڪتي هئي. وري مڪي پاڪ ۾ حج جي ويجهن ڏينهن ۾ پهتي. هڪ ڏينهن اوچتو

حرم مڪي جي هجوم ۾ گم ٿي ويئي ۽ ٽي ڏينهن ساندهه هٿ ڪانه آئي. راول مرحوم ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ گهٽي گهٽي ڳولا ڪرايائين. نيٺ چوٿين ڏينهن ڏسن، ته سندس والده حرم جي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺي آهي. پڇيائونس ته هيترا ڏينهن ڪيڏانهن غائب هئينءَ ته جواب ڏنائين ته آءٌ ته هتي ئي ويٺي هيس. الله تعاليٰ پاڻ رازق رحيم آهي. ڪيس ڪاڏو پيتو حڪم ربيءَ سان اتي ئي مليو پئي.

بيو نيڪ ۽ اشراف، ڪريم النفس انسان مرحوم غلام محمد جوڻيجو هو، جيڪو پبلڪ ورڪس کاتي مان چيف انجنيئر ٿي رٽائر ٿيو. غلام محمد مرحوم انتهائي بااخلاق، ڪچهريءَ جو مور ۽ ديني خيالن ۽ احڪامن تي پيروي ڪندڙ هو. طبعيت ۾ فقيري هئس. سندس والد مرحوم مولوي محمد عمر جوڻيجو، ٺر جي پاسي اهل حديث وارن جو وڏو عالم هو. مولوي عبدالرحيم پچميءَ جو شاگرد هو ۽ اهل حديث جي اصولن تي بيحد سختيءَ سان قائم هو. مولوي محمد عمر ڪيترا ڪتاب به لکيا آهن. حيدرآباد ۾ لساني هنگامن کان پوءِ، غلام محمد لڏي وڃي بدين ويٺو، جتي سندن زرعي زمينون هيون. سن 1990-1991ع ڌاري ڪئنسر جي موذي مرض ۾ گذاري ويو. غلام محمد سروس دوران وڏو ايماندار، هوشيار ۽ برجستو آفيسر هو. غلام محمد ٺر جي اربابن جي ڳوٺ جو وينل هو.

مرحوم منظور قريشي ۽ مٿيون غلام محمد پاڻ ۾ ڪلاسي، عمر ڀر جا دوست ۽ پاڙيسري هئا. سندن ٽيون دوست ميان فيض محمد پنهور آهي، جو حال حيات آهي، البته پيرانه ساليءَ جي ڪري گوشه نشين آهي. منظور احمد سنڌ وزارت مواصلات ۾ سيڪريٽري ٿيو، پوءِ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو چيئرمين ٿيو. شروع ۾ ته دنيادار ۽ ڀوڳ چرچي ڪرڻ وارو هو. پر يڪايڪ سندس طبعيت ۾ وڏو انقلاب آيو. پاڻ رند بلا مشرب واري راهه ڇڏي، درويشاڻو رستو اختيار ڪيائين. وڏي سونهاري رکيائين ۽ مٿي تي عالمن جهڙي سفيد پڳ ٻڌائين. ڪيس جيڪو ڏسندو هو، سو چوندو ته لاشڪ هيءُ سالڪ شريعت ۽ حقيقت جو صاحب آهي. درحقيقت ٿيو به ائين. وڏو ديندار، خدمتگار، تهجد گذار ۽ دين جو مبلغ ٿيو. ڪلهي تي بسترو رکي تبليغي جماعت وارن سان هلندو هو.

جي. او. آر ڪالونيءَ ۾ جامع مسجد بيحد خوبصورت نهرايائين. 62 سالن جي عمر ۾ اجل جو پيغام آيس ۽ سڀ ڪجهه هتي ڇڏي، وڃي مالڪ حقيقيءَ سان مليو. دنيا فاني آهي ۽ بقا فقط الله پاڪ جي ذات کي آهي.

مرحوم حاجي محمد دين هڪ ٻيو بزرگ هو. جنهن جا وڏا پاڪستان ٺهڻ کان اڳ سيالڪوٽ مان هجرت ڪري اچي حيدرآباد رهيا هئا. حاجي صاحب جو گاڏين جي مرمت جو وڏو دڪان شمس سئنيما سامهون اسٽيشن روڊ تي هو. وڏو نيڪ دل، سخي ۽ سماجي خدمتن ۾ هٿ ونڊائيندڙ هو. مون وٽ ڪيترا غريب مريض بغير فرق زبان يا نسل جي وٺي ايندو هو ۽ اچي داخل ڪرائيندو هو. پوءِ هنن جي هر طرح مالي، جاني، خدمت پيو ڪندو هو. هيءُ شخص اصحاب الجنت مان هو. جو خدمت خلق ڪندي خوشي محسوس ٿيندي هئس. پڇاڙي عمر ۾ هڪ رولس رائس ڪار نيلام ۾ ورتائين. ان جي پاڻ مرمت ڪيائين ۽ پيو انهيءَ ۾ گهمندو هو. افسوس جو جيمخاني جي چوڪ تي ڪنهن روڊ حادثي ۾ 5-6 سال ٿيا آهن، جو گذاري ويو آهي.

مولانا وصي مظهر ندوي وڏو عالم ۽ باعمل هو. تمام ڪرو ۽ بي نياز هو. جسم لاغر هئس، پر دل شينهن جي هوندي هئس. ڪنهن کي به سچ چوڻ کان نه مڙندو هو. جامعه عربيه مان پڙهيو هو. گهڻو وقت جماعت اسلامي طرفان ڏيپرن ۾ قائم ڪيل مدرسي ۾ پڙهائيندو هو. پوءِ لڏي اچي حيدرآباد ۾ ڪورٽن جي سامهون پنهنجو مدرسو کڏيائين، جتان ڪجهه سال ٿيا ته هجرت ڪري ڪئناڊا هليو ويو آهي ۽ اتي جي اسلامي مرڪز ۾ مدرس آهي. بحمدلله بقيد حيات آهي.

وصي مظهر سڄي عمر سائيڪل تي سفر ڪيو. ڪجهه سال حيدرآباد جو ميئر به ٿي رهيو. هن واحد ميئر جي دور ۾ حيدرآباد ۾ گهڻا نوان رستا نهيا ۽ ڪيترن رستن جي مرمت ٿي. زرخيز دماغ هئس ۽ وڏو ذهين ۽ بيدار مغز هو. پهريائين جماعت اسلامي ۾ هو ۽ مولانا مودوديءَ جو معتقد هو، پر پوءِ جماعت سان اختلاف ٿيس ۽ مودودي صاحب کان ڌار ٿي ويو.

هڪ ٻيو خدمتگذار انسان مرحوم اقبال حسين رضوي هو. هيءُ خلق جا ڪم لوجه الله تعاليٰ ڪندو هو ۽ منهنجو ڪيترن معاملن ۾ دست راست هو. جيتوڻيڪ مالي طور تي غريب هو، تڏهن به هر چند ڏينهن کان پوءِ ڪنهن نه

ڪنهن ڀاڻي عزيزن دوستن کي مانيءَ تي سڏيندو هو. ائين ئي خدمت خلق ۾ مانيون ڪارائيندي ست اٺ سال اڳ وچي ڏٽيءَ در پهتو.

ٻيو اصحاب صفت انسان ميان غلام محمد بلو رٽائر ٽريزري آفيسر آهي. حال بقيد حيات آهي. هيءُ به وڏو خدمتگذار. خلق جا ڪم ڪندڙ ۽ رزق حلال تي گذران ڪرڻ فقير تن شخص آهي. غلام محمد چاهي ها ته دنيا جهان وانگر وڏيون ملڪيتون ناهي ها، پر هن الله وارن جي اوبر پيتي آهي. غربت ۽ تنگدستيءَ ۾ زندگي گذاري اچي متي چڙهيو آهي. وڏو مٽيادار املهه ماڻڪ انسان آهي. رب سائين سندس نيڪ خصلتن جو عيوض ڪيس هن زماني ۾ به ڏئي ڇڏيو اٿس، جو ٽي پٽ P.C.S يا C.S.P پاس ڪيل اٿس ۽ وڏن عهدن تي اٿس. ذالک فضل الله يوتيه من يشاء. (قرآن)

انڙپور جو نيڪ مرد محمد عثمان انڙ به فقيريءَ ۾ اميري ڪئي آهي. تمام مهمان نواز، خوش مزاج، ڪچهريءَ جو ڪوڏيو ۽ شاهه جي رسالي جو عاشق آهي. خدمت خلق هن جو به شيوو آهي. جيڪو ڪنهن ڪم لاءِ عرض ڪندس، ته ان سان نڪري پوندو هو ۽ جاني يا مالي تڪليف جي پرواهه نه ڪندو هو. مٿن مائٽن جو وڏو راڄ ڀاڳ اٿس. سڀ غريب مسڪين مارو ماڻهو آهن. انهن تي شفقت جو هٿ رکندو اچي. هاڻي بيمار رهي ٿو، پر ان حالت ۾ به شاهه جي رسالي تي تحقيق پيو ڪري. جوانيءَ ۾ مغربي ڪلاسيڪل موسيقيءَ جو دلداده هو. موزارٽ ۽ بيٿووين جا رڪارڊ اڄ به وٽس موجود آهن. هاڻي حسين آباد حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

هڪ ٻيو جامع الصفات نيڪ مرد، نيڪ خصلت ميان نذير احمد شيخ رٽائر ڊائريڪٽر ائنٽي ڪرپشن آهي. سندن وڏا جهنگ سيال بگ سرگوڌا جا رهاڪو هئا، جو پوءِ 150 سال کن اڳ هجرت ڪري نصيرآباد لاڙڪاڻي اچي وينا. هي پهريائين حضرت سيالوي صاحب جا عقيدتمند هئا. سندن والد صاحب جو نالو ميان قادر بخش هو، جيڪو خود به پرهيزگار ۽ ديندار انسان هو. سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ سندن ارادتمندي سيد محمد شاهه واسو ڪلهوڙي واري حاجي ميان پير محمد جوٽائي وارو، فقير ڪريم بخش مراديءَ وارو ۽ آخوند ميان غلام صديق نصيرآباد وارن سان رهيو. جتان علم ۽ عرفان جي تربيت ۽ تعليم حاصل ٿين. پاڻ ميٽرڪ لاڙڪاڻي مدرسي هاءِ اسڪول مان سن 1939ع ۾ ڪيائين. اتان پوءِ

ڪجهہ عرصي لاءِ بهاء الدين ڪاليج جهوناڳڙهہ ۽ عليڳڙهہ يونيورسٽي ۾ تعليم ورتائين، جتي سندس رابطو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان ٿيو. ٻئي صاحب علامہ مشرقيءَ جا مداح هئا، پر بلوچ صاحب وڌيڪ سرگرم هو. سو علامہ صاحب کيس خاڪسار جماعت سنڌ جي امير ٿيڻ جي آڇ ڪئي، پر ڊاڪٽر صاحب انهيءَ ذميداري کڻڻ کان عاجزي ڏيکاري.

نذير احمد صاحب هندستان ۾ تعليم دوران بزرگن جي مقبرن جون زيارتون ڪيون، جيئن اجمير ۾ خواجہ معين الدين چشتي، حضرت نظام الدين اولياء، حضرت امير خسرو وغيره اچي وڃن ٿا. لاهور ۾ داتا گنج بخش علي هجويريءَ جي روضي تي حاضري ڀريائون. پاڻ سن 1950ع ۾ دادوءَ ۾ پوسٽنگ دوران چشمي شريف وارن بزرگن حضرت خواجہ عبدالحيءِ جان جي بيعت ڪيائون ۽ اهو سلسلو جاري رکندا اچن. موجوده گادي نشين آغا فخر الدين جان آهن، جن سن 1980ع ۾ حج تي ويا. نذير احمد صاحب بزرگن جو عقيدتمند آهي ۽ انشاء الله دين ۽ دنيا ۾ نيڪي نصيب ٿيندس.

هڪ ٻي ڪريم النفس شخصيت ڊاڪٽر قادر بخش جو ذڪر ڪرڻ بہ بي مهل نہ ٿيندو، جنهن جو تعلق سنڌ جي مردم خيز ضلعي مٽياريءَ سان آهي. ڊاڪٽر صاحب غربت ۽ عسرت ۾ زندگي بسر ڪئي ۽ آخرڪار ترقي ڪندي صحت کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل ٿي رٽائر ڪيائين. سندس دلي خواهش هميشہ اها رهي آهي، تہ ڪاش هو سنڌ جي علمي مدرسن ۾ تعليم وٺي، ديني علوم سان سرشار ٿئي ها. ان سلسلي ۾ پاڻ ڪجهہ عربي ڪتاب بہ پڙهيائين، جن ۾ سندس استاد مولوي محمد معروف ميمڻ متعلوي هو. رٽائر ڪرڻ کان پوءِ ڊاڪٽر صاحب قرآن مجيد ۽ حديث پاڪ جي تحقيقي مطالعي تي وقت صرف ڪري رهيو آهي.

ٻيو بزرگ پروفيسر غلام حسين جلباڻي مرحوم هو، جو سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ عربي شعبي جو هيڊ هو. سن 82-83ع ڌاري مجلس شوريٰ جو ميمبر بہ ٿيو، جنهن جي لاءِ سندس نالو اي. ڪي بروهي جنرل ضياء الحق کي ڏنو هو. جلباڻي صاحب وقت بوقت سول اسپتال ۾ مون وٽ علاج لاءِ ايندو هو. آخر ۾ سنڌي قوم تي وڏو احسان ڪري ويو، جو عربي، سنڌي ۽ سنڌي عربي ڊڪشنري

لکي ويو، جيڪا سنڌالاجي وارن ڇپائي آهي. هيءَ علمي ڪاوش جلباڻي صاحب ڪئي، ورنہ عربي ڄاڻندڙ ٻيا بہ گهڻا آهن.

اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڇڳن ۽ نيڪن جو تذڪرو ڪبو وجبو، تہ حڪايت طويل تر ٿيندي ويندي. ان جي انتها جي خبر نہ آهي تہ ڪٿي ٿئي. ان ڪري انهن اڪابرن جي تذڪري کي هتي موقوف ڪجي ٿو ۽ زماني جي ڪجهہ ٻين ڳالهين کي ڪٿجي ٿو.

منهنجو پٽ عدنان ڪريم سن 1997ع کان ڪئناڊا ۾ رهي ٿو ۽ اتي سول انجنيئر آهي. رٽائرمينٽ کان پوءِ مون کي چيائين تہ اچي ڪئناڊا ڏسي وڃو. سو آگسٽ جي آخر ڏاري ڪئناڊا عازم سفر فيملي سميت وياسين.

ڪئناڊا دنيا جي ترقي يافتہ ۽ خوبصورت نظارن سان ڀرپور ملڪ آهي. هتي جا آبشار، درياء، جبل، ميداني علائقا، وڏا باغ دنيا ۾ مشهور آهن. موسم بہ ٿڌي رهي ٿي. البتہ نومبر کان اپريل تائين سخت سيءُ، طوفان ۽ برف باري ٿئي ٿي، جن جي ڪري زندگي جو وهنوار معطل ٿيو وڃي. سڀ کان خوبصورت نظارو نياگرا آبشار جو آهي جو 1400 فوٽن جي اوچائيءَ تان هيٺ زمين تي ڪري ٿو. ڪرڻ کان اڳ ميلن ۾ دريائن جو زور ايترو هوندو آهي، جو ڪابہ سواري، جهاز يا جاندار ان تيز وهڪري ۾ بيهي ڪونہ سگهندو آهي. گهڻا سياح يورپ، آمريڪا، روس، جاپان ۽ چين جا هجن ٿا. هندستاني بہ چڱي تعداد ۾ نظر ايندا آهن. البتہ پاڪستاني تمام گهٽ اچن ٿا. وڻن جي پنن، ميون ۽ ٿارين جا رنگ بہ عجيب ۽ دلچسپ هجن ٿا. قطار ۾ بيٺل وڻن مان ڪن جو رنگ سائو تہ ڪن جو اڇو، ڪن جو پيلو، جن جو سونهري ٿيو وڃي ۽ بيحد دلچسپ منظر پيش ڪري ٿو. نياگرا آبشار اڳتي هلي، انٽاريو درياء جي شڪل اختيار ڪري، جيڪو سوين ميلن ۾ وڏي دهشت ۽ هيبت سان وهي ٿو ۽ آمريڪا ۽ ڪئناڊا جي زمين کي سيراب ٿو ڪري. وڏا شاپنگ مال جابجا موجود آهن، جن ۾ دنيا جي هر شيءِ ملي سگهي ٿي. ڪراچيءَ ۾ پارڪ ٽاورز، هڪ وڏو شاپنگ مال آهي، ان جي گرائونڊ فلور تي 50 ڪن دڪان اچي وڃن ٿا. ڪئناڊا جا شاپنگ مال پارڪ ٽاورز کان ڏهوڻ تي وڏا ٿين ٿا. گرائونڊ فلور تي مس 2-3 دڪان فٽ ٿيندا. شاپنگ مالز ۾ صفائي، خوبصورتي ۽ چمڪ دمڪ جو بهترين نظام آهي. مالز تي 90 سيڪڙو

ڇوڪريون ڪم ڪن ٿيون. ڪئناڊا جو حسن بہ جڳ ۾ مشهور آهي. ائين سمجهو تہ هالي وڊ جون اداڪارائون بيٺيون آهن. وري حسن بي حجاب آهي. اسان وٽ خواتين پردو ڪن، مردن ۾ نہ نهارين، ۽ زمين تي اکيون وجهي ڇڏين. هي حياءُ ۽ شرم اسان جي تهذيب جو حصو آهن. پر ڪئناڊائي عورت توهان سان اک اک ۾ وجهي ڳالهائيندي، کل مذاق بہ ڪندي ۽ بيحد خوشدليءَ سان پيش ايندي. اهو وري هتي جو ڪلچر آهي. هڪ ديسي دوائن جي دڪانن تي هڪ بيحد خوبصورت نازنيءَ جي قد آدم تصوير نيم عريان لڳل هئي، جيڪا ڪنهن ماڊل جي هئي. ڇا ڏسان تہ اها ماڊل پاڻ سيلز گرل جي حيثيت ۾ بيٺي آهي.

ٽريفڪ جو نظام شاندار ۽ مضبوط اٿن. موٽرڪارين جون لائيٽون ڏينهن جو بہ ٻريل رکن. اسان وٽ سگنل تي لائيٽون فقط ڪارين لاءِ هجن، پر مغربي ملڪن ۾ واٽهڙو پنڌ ويندڙن لاءِ بہ سگنل آهن. جيسين تائين اهو سگنل سائو نہ ٿئي، پيدل ماڻهو رستو ڪراس نہ ڪندو. وري جي ايندڙ ڪار جي اڳيان سگنل بند ٿي ويو ۽ اتفاق سان انهيءَ ٽائيم تي پنڌ ويندڙ ڪو آهي ئي ڪونہ، تہ بہ گاڏيءَ کي انتظار ڪرڻو پوندو، جيسين سگنل کلي.

مون ڪئناڊا جي سفرنامي کي بيحد مختصر ڪيو آهي، جو بهرحال هيءُ ڪتاب سفرنامو نہ آهي، آتم ڪهاڻي آهي. ان ڪري ٿورو لکيو، گهٽو سمجهڻ کپي. اوٽاوا جو احوال ڪونہ لکيو اٿم. ونڊسر جو ذڪر ڪونہ ڪيو اٿم، جتي منهنجي دختر ڊاڪٽريءَ ۾ پوسٽ گريجوئيشن ڪندي هئي. اهڙيءَ طرح ٻيا احوال بہ رهجي ويجن ٿا. بهرحال سفر جو ڪجهہ احوال پيش خدمت رکجي ٿو:

اسلام آباد جي هوائي اڏي کان پي. آءِ. اي جي پرواز صبح جو 5 وڳي اڏاڻي. اسان جي منزل مقصود ڪئناڊا جو بين الاقوامي هوائي اڏو ٽورنٽو هو. ٿوري ئي وقت کان پوءِ سج جي روشني ٿي، ڇڻ تہ ڏينهن شروع ٿيو. پر سگهوئي ٽن چئن ڪلاڪن جي اندر ڏينهن شام ۾ تبديل ٿيڻ لڳو. تقريباً انن ڪلاڪن جي سفر کان پوءِ، جڏهن جهاز برمنگهام ۾ پيٽرول جي لاءِ لٿو تہ مڪمل ڏينهن هو، ڇڻ تہ ٽيپهريءَ جو وقت ٿيو هو. هاڻي جيئن جيئن جهاز اڳتي مغرب ڏانهن وڌڻ لڳو، تہ آفتاب عالمتاب روز روشن وانگر چمڪڻ لڳو. ائين

چئجي تہ اسين اڳتي هٽاسين تہ رات پويان ڊوڙندي ٿي آئي. چوويهن ڪلاڪن جي سفر ڪرڻ کان پوءِ جڏهن ٽورنٽو پهچڻ ٿيو، تہ هوائي اڏي تي رات جا 9:00 ٿيا هئا ۽ سج لهڻ کي اڃا ڪلاڪ مس ٿيو هو. پهريان اسان کي اميگريشن مان آزاد ٿيڻو هو، منهنجي ويزا ختم ٿيڻ ۾ اڃا بہ ڏينهن هئا. ڪسٽم ۽ اميگريشن تي ڪجهہ ايشيائي ۽ ڪجهہ ڪيناڊائي ڇوڪريون مقرر هيون، جنهن آفيسر سان منهنجو واسطو هو، ان مختصر سوال جواب کان پوءِ مون کي 6 مهينن جي ويزا هٽي ڏني. ان کان پوءِ اسان ايئرپورٽ کان ٻاهر آياسين. اسان جي منزل نياگرا شهر هو. منهنجي پٽ عدنان اڳواٽ هڪ ويگن بڪ ڪرائي هئي، ڇوتہ اسان سان گڏ ڪجهہ سامان بہ هو. ويگن ۾ اسان سان گڏ هڪ عمر رسيده ڪئناڊين جي سيٽ بہ مخصوص هئي. هن کي ويل چيئر تي وني آيا. سندس عمر 80 ۽ 90 سالن جي وچ ۾ پئي لڳي. پاڻ فل سوٽ ۽ ٽائين ۾ هو. شايد ٽنگن کان ڪمزور هو، جو ويگن ۾ چڙهڻ سان ٿي هو هيٺ ڪري پيو ۽ باوجوديڪ سخت ڪوشش جي پاڻمرادو اٿي نہ سگهيو. پوءِ منهنجي پٽ ۽ ڊرائيور ڪيس کنيي ڪٽي سيٽ تي ويهاريو. البت لهڻ مهل هو پنهنجي همت سان پاڻ لهي ويو.

رات گذرڻ کان پوءِ ٻي ڏينهن نياگرا آبشار ڏسڻ وياسين. هي قدرت جو عجيب منظر آهي. آبشار 5 دريائن جي مجموعي وهڪري جو حصو آهي. هي پنج وڏا دريا آمريڪا ۽ ڪئناڊا جي حدن مان لنگهندي سوين ميلن جو مفاصلو طئي ڪري نياگرا جي مقام تي ملي اتاهين جبل تان تقريباً 300 فوٽ هيٺ ڪرن ٿا. هن آبشار جا ٻہ حصا۔ آهن: هڪ آمريڪا جي سرحدن ۾ آهي ۽ ٻيو ڪئناڊا جي سرحدن ۾. آبشار گهوڙي جي نعل جي شڪل ۾ آهي. نعل جو وڏو حصو ڪئناڊا ۾ آهي. ڪئناڊا ۾ آبشار جي ڪناري تان بيهي ڏسبو، تہ ٻئي حصا نظر ايندا يعني ڪئناڊا وارو حصو ۽ آمريڪا وارو حصو. هيٺ ڪرڻ کان پوءِ پاڻي هڪ اونهي درياءَ جي شڪل ۾ اڳتي وڌي ٿو ۽ ڪئناڊا ۽ آمريڪا جي هزارين ميلن کي سيراب ڪري ٿو. اڳتي هلي سندس نالو انٽاريو درياءَ ٿئي ٿو، جيڪو سڄيءَ دنيا جي بيحد طاقتور دريائن مان هڪ آهي. تاحد نظر پاڻي ئي پاڻي هوندو آهي ۽ سندس مثال ڪنهن سمنڊ سان ڪرڻ کپي.

آبشار وٽ هزارين سياح دنيا جي ڪنڊڪڙڇ مان نظاري ڏسڻ لاءِ اچن

تا. اهي سياح ٽولن يا گروپن جي شڪلن ۾ هجن تا. هنن جو واسطو يورپ جي ملڪن ۽ چين، جاپان ۽ آسٽريليا سان هجي ٿو. دراصل نياگرا جو شهر ۽ پسگردائي سياحن جي سهوليت خاطر نهيل ٿو ڏسجي. آبشار وٽ وڏا پارڪ آهن، جن ۾ مختلف پکي اڏامندا ۽ ترندا نظر ايندا. پارڪن جي پکيڙ سوين ميلن ۾ آهي، جيڪي انٽاريو درياءَ جي ڪناري سان پکڙيل آهن. نياگرا آبشار مان آمريڪا ۽ ڪئناڊا بجلي جون پنهنجون ضرورتون پوريون ڪن ٿا. آبشار جي ٻنهي ڪنارن تي وڏا بجلي گهر قائم ٿيل آهن، جيڪي ان مقصد لاءِ بجلي پيدا ڪن ٿا. آمريڪي ۽ ڪئناڊي حدن مان به وڏيون وڏيون ٻيڙيون سياحن جي تفريح لاءِ هلن ٿيون. هنن جو نالو Maid of the Mist آهن. ٻيڙين ۾ ٻن ٽن سون ماڻهن جي ويهڻ جو انتظام آهي. اسان ڪئناڊا واري ٻيڙي ۾ سفر ڪيو ۽ آبشار جي ڪرڻ واري جڳهه ڏي روانا ٿياسين. آبشار مان پاڻي ڪرڻ هڪ ڦوهاري واري ڪيفيت پيدا ڪري ٿو، جيڪو اڳتي هلي بارش جو نمونو اختيار ڪري ٿو. ائين سمجهه ۾ اچي ٿو ته ماڻهو سمورو وقت بارش ۾ هلي رهيو آهي. ٻيڙي جو اهو سفر اڌ ڪلاڪ ڪن هلي ٿو. اڪثر و بيشتر پاڻي جي ڦُڙن تي سج جي روشني ڪرڻ سان پاڻي تي اندلٺ جو منظر نهيو پوي ٿو. زمين تي اندلٺ توهان دنيا ۾ فقط هتي ڏسي سگهو ٿا. هيءَ بيحد پرڪشش ۽ دلچسپ منظر ٿئي ٿو.

نياگرا آبشار جي حوالي سان، نياگرا شهر به گهڻو خوبصورت شهر آهي. هن کي سياحن جو شهر چئجي ته جڳائي. سياحن جي رهڻ لاءِ وڏا هوٽل آهن، جهڙوڪ: شيراٽن، هاليڊي اِن، رنائسنس (Renisance) ۽ ٻيا به ڪيترا ننڍا وڏا هوٽل آهن. هي هوٽل مئي کان سيپٽمبر تائين ڀريل رهن ٿا، جيڪا سياحن جي موسم آهي. ان کان سواءِ ڪيترا هوٽل، ريسٽورنٽ، ميڪڊانلڊ، پيزاهٽ ۽ انهيءَ قسم جا برگر شاپ آهن. جتي به سياحن جو ميلو هوندو آهي. مرڪزي شهر ۾ وڏا گفٽ شاپ، عجائب گهر ۽ شاپنگ سينٽر آهن. گنيز بڪ وارن جو ميوزيم آهي ته رپلي (Ripley) وارن جو عجائب گهر به آهي. هنن ۾ ماڊلن، نقشن، فلمن جي ذريعي معلومات مهيا ڪئي وڃي ٿي. تفريح لاءِ ڪائونٽ ڊريڪولا جو ميوزيم فرينڪنسٽين جو مهل وغيره ناهيا اٿن. هر هنڌ داخل ٿيڻ لاءِ ٽڪيٽ مقرر آهي، جيڪا پاڪستاني سڪي ۾ منتقل ڪجي ته ڪافي

مهانگي پئي ٿي. هوٽلن ۾ وري اميزان رين فاريسٽ هوٽل آهي، جنهن کي اميزان (وچ آمريڪا) جي جهنگلن وانگر مصنوعي وڻن ٽڻن ۽ جانورن سان سينگاريو ويو آهي. شوڪيس (Show Case) ۾ ويل مڇيءَ جا زنده نمونا رکيا اٿن. ان کان سواءِ وچ آمريڪا جا اصلي طوطا جيڪي وڏا ۽ مختلف رنگن جا ٿين ٿا. منظرنامي ۾ خوبصورتي پيدا ڪن ٿا. هڪ ريسٽورنٽ جي پرسان هڪ جانباز شينهن جي وات ۾ ڪنڌ وجهي ٿو يا ساٽس مختلف شعبده بازيون ڪري ٿو. هفتي ۾ ٽي ڏينهن آتشبازي ٿئي ٿي، جيڪا به ڏسڻ وٽان هوندي آهي، پر هي سڀ تماشا سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر تائين جاري رهن ٿا. ان کان پوءِ سخت سيءُ منفي درجه حرارت ۽ برفباريءَ جي ڪري سياحن جو اچڻ بند ڪريو ڇڏي ۽ هي تفريح گاهه به وقتي طور تي معطل ٿيو ٿا وڃن.

نياگرا آبشار تي رات جو وري مختلف تماشو هوندو آهي. پاڻيءَ تي رنگارنگ روشنيون ليزر جي ذريعي عڪس ڪنديون ويندون آهن. هي رنگ ٿوري ٿوري وقفي سان بدلبا رهندا آهن ۽ وڻندڙ منظر پيش ڪندا آهن.

درياءَ جي ڪناري تي اڳتي هلي هڪ وڏو نباتاتي باغ آهي، جيڪو سوين ايڪڙن تي پکڙيل آهي. هن ۾ سوين قسمن جا وڻ، پکي پکڻ ۽ سرندڙ جيت رهن ٿا. مکيه رستي تي باغ جا آبادگار ڪرينن ۾ تازو فروٽ ۽ ڀاڄيون وڪري لاءِ ڪٽي اچن ٿا. باغ ۾ اندر هڪ وڏو دڪان به آهي، جنهن ۾ باغ اندر پيدا ٿيندڙ مختلف ميون، ڀاڄين، ٻوٽن، گلن ڦلن مان ٺهندڙ مصنوعات وڪري لاءِ موجود هوندي آهي. جهڙوڪ: مختلف بيئر، شراب، آچار، چٽڻيون، ڪيڪ، شربت، ماکيون، جام ۽ جيليون وغيره. دڪان جي اڳيان هڪ ننڍي خوبصورت ندي آهي، جنهن ۾ ٽرائوٽ مڇيون سياحن کي پاڻ ڏانهن ڇڪين ٿيون. باغ ۾ وڻن کي هڪ خاص ترتيب سان بيهاريو ويو آهي. گلن ۽ ٻوٽن لاءِ وري ننڍا پارڪ آهن. هر گل جي اڳيان سندس نباتاتي نالو، قسم وغيره لکيل آهي، جيڪو طالب علمن جي لاءِ راهنمائي مهيا ڪري ٿو. هن باغ کي چڱي طرح ڏسڻ لاءِ توهان کي ٻه ٽي ڏينهن کپن.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ٽورنٽو وڃڻ جو موقعو مليو. هيءُ شهر ڪئناڊا جو وڏي ۾ وڏو شهر آهي. نياگرا کان ڪلاڪ ڪن جو سفر ڪار ذريعي طئي ڪري پهتاسين. ڪئناڊا جا رستا تمام ويڪرا ۽ ڪشادا آهن. چار رستا ايندڙ

ٽريفڪ لاءِ چار رستا ويندڙ ٽريفڪ لاءِ آهن. رفتار جي حد 120 ڪلوميٽر في ڪلاڪ آهي. ٽريفڪ پوليس تمام مستعد ۽ چوڪس آهي. هاءِ وي جي ٻنهي پاسن کان پوليس گاڏيون لڪي ٻيهارين ٿا ۽ اوچتو ظاهر ٿين ٿا. اوور اسپيڊ جي حالت ۾ فوراً چالان ڪن ٿا ۽ ڏنڊ وجهن ٿا. ڏنڊ جي رقم قانون شڪنيءَ جي درجي مطابق ڪٽي وڃي ٿي. شراب جي حالت ۾ ڊرائيونگ وڏو ڏوهہ آهي ۽ ڪو ايڪسيڊنٽ ڪري تہ ان کان بہ وڌيڪ آهي. رستي تي ٽريفڪ جي راهنمائي لاءِ سائين بورڊ ۽ نشان لڳل آهن. جن مان ٻين شهرن لاءِ نڪرندڙ موڙ، حد رفتار ۽ رستي ۾ ايندڙ درياءَ يا ٻين شاهراهن جي ملڻ وغيره جي نشاندهي ٿئي ٿي. ان کان سواءِ ايف. ايم ريڊيو تي هر وقت رستي تي هلندڙ هوائن، ايندڙ برساتن يا درجہ حرارت جي لمحہ بہ لمحہ معلومات ڏني وڃي ٿي. هڪ عجيب ڳالهہ ڏني سون، تہ رستي جي ٻنهي پاسن کان نائيلان يا پلاسٽڪ مان ٺهيل ديوار سڄي رستي تي موجود آهي. انهيءَ جو مقصد اهو آهي تہ ٽريفڪ جو شور رستي جي ٻنهي پاسي آباد ڳوٺن يا شهرن کي متاثر نہ ڪري. هيءُ هڪ عجيب نظام آهي، جنهن جو اسين پنهنجي ملڪ ۾ سوچي بہ نٿا سگهون.

نياگرا کان ڪئناڊا هاءِ وي تي وڏا وڏا ڪارخانا آهن، جيڪي سوين ميلن ۾ پکڙيل آهن. ان رستي تي متصل فورڊ ڪمپني جو مشهور زمانہ ورڪشاپ آهي، جنهن جا ٽاور پري کان نظر اچن ٿا. رستي تان ڪارخاني ۾ تيار ٿيل هزارين ڪارون مختلف ماڊلن جون نظر اچن ٿيون.

ٽورنٽو جو شهر فلڪ بوس عمارتن، وڏن اسٽورن، آفيسن، عجائب گهرن جو شهر آهي. اتر آمريڪا ۾ نيويارڪ کان ڊگهين عمارتن ۾ ٻيو نمبر ٽورنٽو جو آهي. هڪ عمارت اهڙي بہ زير تعمير آهي، جا جڏهن مڪمل ٿيندي تہ دنيا ۾ وڏي ۾ وڏي عمارت هوندي.

سڀ کان اول اسان Skv dome (اسڪاءِ ڊوم) ڏسڻ وياسين، جيڪو دنيا جو ڊگهي ۾ ڊگهو ٽاور آهي. سندس بلندي 2200 فوٽ آهي ۽ لفٽ کان اتي پهچڻ ۾ 22 سيڪنڊ لڳن ٿا. لفٽ جي رفتار جمبو جيٽ جي برابر هوندي آهي. جنهن وقت اسين پهتاسين، اهو آچر جو ڏينهن هو ۽ هڪ لاتعداد انگ مردن ۽ عورتن جو لفٽ ۾ چڙهڻ لاءِ انتظار ۾ لائين لڳايو بيٺو هو. تقريباً 15 منٽن کان پوءِ اسان جو وارو آيو. لفٽ اسان کي اک ڇنڀ ۾ مٿي وٺي هلي.

متيون طبقو هڪ دائري جي شڪل ۾ آهي. جتان توهان کي سڄو ٽورنٽو جو شهر، آسپاس جا ڳوٺ ۽ درياءُ، پارڪ ۽ ريلوي رستا نظر اچن ٿا. گهڻي ۾ گهڻي هڪ سؤ ميلن تائين نظر پهچي سگهي ٿي. متي ڪجهه کائڻ پيئڻ جا اسٽال به آهن. ڊوم جي متئين طبقي جي هڪ پاسي فرش نهيل آهي. هيءُ فرش تمام مضبوط شيشي مان ناهيو ويو آهي، جنهن جي متان بيهي ماڻهو هيٺ نهارين ٿا. هينان ماڻهو ۽ گاڏيون ننڍن جيتن ۽ جانورن وانگر سرندي نظر اچن ٿيون. ڪن سياحن شيشي جي متان جمپ ۽ ٽپا به ڏنا ٿي يا ڊوڙيا ٿي. البت گهڻي هيٺ نهارڻ سان ڪنهن مهل دماغ چڪرايو به ٿي.

ڊوم ڏسڻ کان پوءِ اسان شهر ڏسڻ نڪتاسين. هن ڏينهن تي ٽورنٽو ريلوي جا 100 سال پورا ٿيا هئا. انهيءَ سلسلي ۾ رستي تي هڪ وڏو جشن منعقد ٿيل هو. ٽورنٽو جا مشهور موسيقار ۽ فنڪار مغربي موسيقيءَ جا گانا ۽ ناچ عوام لاءِ بنا معاوضي پيش ڪري رهيا هئا. ڪئناڊا جا اصل باشندا به پنهنجي اصلي قبائلي لباس ۾ ناچ ڪري، پنهنجو ڪلچر پيش ڪري رهيا هئا.

ان کان پوءِ هڪ وڏي آرٽس گيلري ۾ پهتاسين، جتي تجريدي آرٽ جي نمائش لڳل هئي. هيءَ گيلري تمام وڏي ۽ مختلف هالن ۽ ڪمرن سان پريل آهي. تجريدي آرٽ جا وڏا نمونا رکيل هئا، جن مان گهڻا اسان سمجهي نه ٿي سگهياسين. وچ تي وڏا لينس ڇت ۾ ٽنگيل هئا، جن مان پريان ته ڪجهه به نظر نٿي آيو، پر ويجهو وڃڻ سان انهن ۾ عمارتن يا سائنسي اوزارن جو عڪس نظر ٿي آيو. خدا ڄاڻي ته ڪهڙيءَ حڪمت عمليءَ سان هي لينس ناهيا ويا آهن.

ٽورنٽو جي شهر جي هي خوبي اها آهي، ته جو رستي تي ڪيترا مجسما لوهه، پٿر يا سنگ مرمر مان نهيل رکيا ويا آهن. هي مجسما ملڪ جي نامور شخصيتن، عالمن، راهنمائن، شاعرن ۽ مفڪرن جا آهن.

## نياگرا آن ليڪ

نياگرا شهر کان پندرنهن ميلن جي مفاصلي تي 'نياگرا آن ليڪ' نالي هڪ خوبصورت شهر نهيل آهي، جيڪو پنهنجي سٺاءُ، خوبصورتيءَ، صفائيءَ جي ڪري مشهور آهي. انٽاريو نديءَ جي ڪناري تي هيءُ شهر فرانس جي

ڪنهن خوبصورت شهر جي مثال آهي. رستي جي ٻنهي پاسن کان مختلف دڪان آهن. پهريون وڏو دڪان ارڙهين صديءَ ۾ فارميسي جي دڪان جو ماڊل آهي، جتي مختلف شين ۾ محلول، پائوڊر، گوريون رکيل آهن. دڪان ۾ گهڙڻ شرط دوائن جي بوءِ محسوس ٿئي ٿي. ان کان پوءِ ڪپڙن جا دڪان، گفٽ شاپ، هوٽل ۽ ميخانا آهن. هڪ دڪان تي جانورن جي صاف تيل ڪلن جا ڪوٽ ۽ سئيٽر رکيل آهن. هڪ دڪان تي خوشبودار ۽ خوشنما ميڻ بتين جو وڪرو ٿئي ٿو. رستي جي وچ ۾ ڪلاڪ ٽاور لڳل آهن. هر دڪان جي اڳيان ننڍو يا وڏو ورانڊو آهي، جيئن يورپ جي شهرن اسڪاٽ لينڊ يا فرانس ۾ آهن. هڪ وڏو هوٽل تقريباً ڏيڍ سؤ سال پراڻو پرنس آف ويلس موجود آهي، جيڪو وڏيڪ قديم هئڻ جي باوجود نئون ۽ خوبصورت نظر اچي ٿو. شهر جي هڪ پاسي وڏي چرچ آهي. سياحن جي تفريح لاءِ وڪٽوريا گاڏيون موجود آهن. گاڏين ۾ هلندڙ گهوڙا قديم ۽ ڊگها ۽ رنگ ۾ ڪارا هجن ٿا. هنن جي سنبن ۾ وارن جا جهڳٽا تين ٿا. هي شايد قدرت طرفان کين سردي کان بچائين ٿا. ڊرائيور ٻه سؤ سال پراڻو لباس پائين ٿا. سندن گفتگو ٻه قديم هوندي آهي. چرچ جي پرسان قبرستان آهي. جيڪڏهن هلندي توهان ٿڪجي پئو، ته ٿڪ ڀڄڻ لاءِ ڪاٺ جون يا لوهه جون بينچون رکيل آهن. ڪيواني ڪمپني طرفان هي بئنچون پبلڪ جي سهولت لاءِ رکيل آهن. هن شهر ۾ جارج فورٽ يعني پراڻو قلعو ٻه آهي. هيءُ قلعو 2 سؤ سال کن پراڻو آهي، جڏهن ڪئناڊا جي رهاڪن آمريڪن سان لڙايون ڪيون ۽ برطانيا جي مدد سان ڪامياب ٿيا. ڪئناڊا اڄ ٻه هڪ خودمختيار ملڪ آهي، پر ان جي سربراهه برطانيا جي راڻي آهي. شهر جي پاسي کان انٽاريو ندي وهي ٿي، جنهن جي ٻي پاسي آمريڪا جي بخيلو رياست نظر اچي ٿي. دراصل هيءَ ندي آمريڪا ۽ ڪئناڊا جي وچ ۾ حد فاصل رکي ٿي. شهر جي مکيه رستي جي وچ تي برطانوي مصنف ۽ ڊراما نويس جارج برنارڊشا جو مجسمو رکيل آهي، جنهن جا لکيل ڊراما شهر جي ٿيئٽرن ۾ اڄ ٻه پيش ڪيا ويندا آهن.

## ولانڊ جو ميلو

ولانڊ نياگرا شهر کان 5 ميلن جي مفاصلي تي هڪ خوبصورت ڳوٺ

آهي. نالي ۾ ڳوٺ آهي، پر ان ۾ شهر جون سڀ سهوليتون موجود آهن. خبر پئي تہ هر سال ولاندہ ۾ ڪاڏي پيتي جي شين جو ميلو لڳندو آهي. اسان بہ اهو ميلو ڏسڻ وياسين. ڳوٺ جي ٻاهران بہ وڏا واهہ وهن ٿا، وچ ۾ اڌ ڪلو ميٽر کن مفاصلو آهي. هيءُ ميلو انهيءَ ايراضي ۾ لڳل هو. تقريباً ميل کن جي ڊيگهہ ۾ ڪاڏي پيتي جا اسٽال لڳل هئا. جن کي نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ٿي هلايو. انهيءَ ميلي ۾ انواع و اقسام جا کاڌا، مشروب ۽ ڊرنڪس رکيا ويا هئا. برگر، سينڊوچ، قيمي جا رول، پيزا، مختلف قسمن جا سياحن لاءِ مهيا ڪيا ويا هئا.،ڪجهہ اسٽال شراب ۽ بيئر جا بہ هئا. ڪن اسٽالن تي مڇين مان تيار تيل ڪاڌا موجود هئا. هڪ اسٽال تي هرڻ جا ڪباب نهيا پئي، جيڪي اسان ورتا. هرڻ جو گوشت اڳ ۾ ڪاڌو آهي، جيڪو بيحد سخت ٿئي ٿو. مختلف فنڪار ۽ ڳائڻا سرن ۽ تالن سان ميلي کي رونق وٺائي رهيا هئا. هڪ همراهہ 24 اوزارن سان مزين ٽي گانا ٻڌائي رهيو هو، جي طبلو هٿ ۾ هوس تہ هارمونيپيٽ ٽي ٻڌل، اهڙي نموني مٽي کان پيرن تائين موسيقي جي سازن سان پريل هو. هڪ ٻيو فنڪار وري هڪ ڦيٿي واري سائيڪل تي ڪرتب ڏيکاري رهيو هو، جيڪي اسان وٽ چيني يا ايراني سرڪس ۾ ڏيکاريندا آهن. ٻيا بہ ڳائڻا جڳهہ جڳهہ تي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري رهيا هئا. جن جي چوڌرد تماشبينن جا ٽولا موجود هئا.

هيءُ ميلو ڏسي مون کي پنهنجي ڳوٺ هالا پراڻا ۾ ساليانو شيخ عبداللطيف جو ميلو ياد آيو. هيءُ ميلو شهر کان ٻاهر جهنگ ۾ ٿيندو هو، جتي هالا پراڻا ۽ نوان جا واپاري پنهنجا عارضي دڪان لڳائيندا هئا، جتي هر قسم جون شيون شائقين لاءِ موجود هونديون هيون، جهڙوڪ: پڪوڙا، سيرٽي، ڪجڪ، گانئيا، نان ختايون، ڪيرپڙا، برفي، صوف، انگور، ڏاڙهون ٻير (موسم مطابق) رکيون هيون. هن سان گڏ جيلاني پير جا خليفا سماع جي محفل منعقد ڪندا هئا، جيڪا وچئين کان مغرب تائين هلندي هئي. هيءُ ميلو فقط 5-6 ڪلاڪ منجهند کان مغرب تائين هلندو هو. سچ لهڻ کان پوءِ هر ڪو گهر جو رستو وٺندو هو. پنجاهہ جي ڏهاڪي ۾ وڏين ٻوڏن اچڻ بعد هيءُ علائقو زير آب اچي ويو ۽ ميلو بہ ختم ٿي ويو.

# هيملٽن جو شهر

"هيملٽن"، نياگرا کان 35-36 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي آهي ۽ ٽورنٽو ويندي رستي ۾ اچي ٿو. هيءُ ننڍو شهر تمام خوبصورت ۽ نظارن سان ڀرپور آهي. شهر جي پاسي کان هڪ ٽڪري آهي، جتان بيهي هيٺ نهاربو، تہ سڄو هيملٽن جو شهر مڪمل طور نظر ايندو. هتي جا رستا هموار، سڌا ۽ گهٽيون نقشي مطابق ڪشاديون ٿيل آهن. هيملٽن هوائي اڏو بہ آهي، آدمشماري گهٽ اٿس. دراصل آدمشماري هوڻ بہ سڄي ڪئناڊا ۾ ڇڊي آهي. پوڙهن جو تعداد نوجوانن کان وڌيڪ آهي. پوڙهن جي سراسري عمر 70-80 سال آهي، پر اسان ڪيترائي پوڙها 100 سالن جي عمر کان بہ مٿي ڏٺا. عورتون مردن کان وڌيڪ آهن. ٻارن پيدا ڪرڻ جي رفتار تمام گهٽ آهي يعني هڪ سيڪڙو ۽ موت جي شرح بہ هڪ سيڪڙو آهي. ان ڪري آدمشماري هڪجهڙي رهي ٿي. هاڻي جو صنعتي دور آهي ۽ وڏا ڪارخانا ۽ ترقيءَ جا ڪم ٿي رهيا آهن، تنهن ڪري هنن کي انفرادي قوت جي ضرورت آهي. هندستان، پاڪستان، سريلنڪا وغيره مان ماڻهو اچن ٿا ۽ اها ضرورت پوري ڪن ٿا. يورپ ۾ اقتصادي بدحالي آهي، اتي جا بہ ڪيترائي ماڻهو هتي روزگار سان لڳل آهن. 11- سيپٽمبر واري واقعي کان پوءِ سختي ڪئي اٿن، پر اڃا بہ ڪئناڊا ۾ ويزا جون سهوليتون ٻين ترقي يافتہ ملڪن کان وڌيڪ آسان آهن.

# اسلامي مرڪز ٽورنٽو ۽ ٻيون مسجدون

نياگرا شهر ۾ جمعي نماز هڪ مسجد ۾ پڙهڻ جو موقعو مليو. اهڙيون مسجدون ڪئناڊا جي سيني وڏن شهرن ۾ آهن. مسجد سان گڏ مدرسو يا اسلامي اسڪول ضرور هجي ٿو، جتي قرآن ۽ شرعيت جي تعليم ڏني وڃي ٿي. نماز لاءِ هڪ ڪشادو هال ٿئي ٿو، جنهن ۾ تقريباً 500 ڪن ماڻهن جي ويهڻ جو انتظام هو. اڳين صفن ۾ مرد ۽ پوين صفن ۾ برقعي پوش عورتون ويهن ٿيون. البتہ سندن چهرو کليل هوندو آهي. نماز ۾ هندستان، پاڪستان، ڏکڻ آفريقا، وچ مشرق، سوڊان، صوماليا جا مسلمان اچن ٿا. پيش امام هڪ ترڪ هو، جيڪو

اتي ڊاڪٽر هو. خطبو انگريزيءَ ۾ ڏنائين، جنهن ۾ عام تقرين وانگي مسلمانن جي زبون حاليءَ جو ذڪر ڪيائين. پيو خطبو خدا تعاليٰ جي حمد ۽ ثنا کان پوءِ تقريباً اهڙو ئي هو، جهڙو اسان جي ملڪ ۾ هوندو آهي. نماز جو طريقو سعودي عرب ۾ حرم شريف جهڙو هو. دعا ڪانه پڙهيائون. آخر ۾ امام صاحب آفريقا ۾ غريب مسلمانن لاءِ چندي جي اپيل ڪئي.

هڪ ٻي به دلچسپ ڳالهه آهي، ڪي اهل خير گهران لنچ نهرائي اچن ٿا، جيڪا مختلف پيڪٽن ۾ هجي ٿي، هر پيڪٽ 4-5 ڊالرن ۾ وڪجي ٿو. جيڪا به آمدني ٿئي ٿي، اها مسجد جي انتظام هلائيندڙ ڪميٽيءَ جي حوالي ٿئي ٿي، ته جيئن ان مان مسجد جو خرچ پوري ڪرڻ ۾ مدد ملي.

نياگرا کان 15 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي سينٽ ڪيٿرائن جو ننڍو شهر آهي، جتي هڪ وڏي مسجد "جامعة النور" جي نالي سان آهي. هيءَ مسجد نياگرا جي مسجد کان ٻيٽي آهي ۽ نمازين جو تعداد وڌيڪ آهي. پيش امام هڪ مصري هو، جيڪو سوٽ ۾ آيو ۽ مٿي اگهاڙي خطبو ڏنائين ۽ نماز پڙهايائين.

ٽورنٽو ۾ هڪ وڏو اسلامي مرڪز آهي، جيڪو سعودي حاڪمن جي مالي معاونت سان نهيل آهي. هيءُ مرڪز ڪئناڊا جي سيني مسلمانن لاءِ وڏي ۾ وڏو ديني عبادتگاهه جو درجو رکي ٿو. هتي پنج وقت نماز به ٿئي ٿي ۽ مذاڪرا ۽ مجلسون عالم اسلام جي مختلف مسئلن تي ٿيندا رهن ٿا. اسلامي ملڪن مان مشهور دانشور ۽ عالم سڏايا ويندا آهن، جيڪي انهن بحث مباحثن ۾ حصو وٺندا آهن. اسلامي مرڪز ڪي وڏي ايراضي مليل آهي، جيڪا ڪار پارڪنگ لاءِ استعمال ٿئي ٿي. مرڪز سان متصل هڪ ڪتاب گهر آهي، جنهن ۾ انگريزي ۽ عربيءَ ۾ اسلامي موضوعن تي ڪتاب وڪري لاءِ رکيل آهن. گهڻا ڪتاب قرآن شريف جي انگريزي ترجمن ۽ حديثن جي موضوعن تي آهن. ڪتابن سان گڏ آڊيو وڊيو ڪيسٽون به رکيل آهن، جن مان ڪي تلاوت جون آهن، ته ڪي وري مسلم دانشورن جي تقريرن جون آهن. مرڪز سان گڏ هڪ اسڪول به آهي، جيڪو ڪمپيوٽر به سيکاري ٿو. مطلب ته پرڏيهه ۾ مسلمانن لاءِ هيءُ عظيم تحفو آهي.

# لنڊيز عجائب خانو

ناگرا شهر ۾ لنڊيز نالي سان هڪ منزلو عجائب خانو آهي، جنهن ۾ ڪئناڊا جي اصلي ريڊ انڊين رهاڪن ۽ اوائلي يورپين آبادڪارن جي ثقافت ۽ نسلن جا يادگار رکيل آهن. هي عجائب گهر 3-4 سؤ سالن جي تاريخ واضح ڪري ٿو. جڏهن ڪان يورپ جا آبادڪار آيا، انهن اصل رهاڪن سان جنگيون ڪيون، جن ۾ آخرڪار ڪامياب ٿيا. گهڻيون شيون ان وقت جي لڙائيءَ ۾ ڪم آندل هٿيارن جي باري ۾ آهن. جهڙوڪ: تلوار، بندوق، توب يا هڪ نالي بندوق وغيره. ان وقت جي رهاڪن جي گهرن جو نشقو ڪيئن هو، اهو بہ ماڊلن ذريعي واضح ڪيو ويو آهي. هن ميوزيم ۾ اهو ڄاڻايو ويو آهي، تہ اڳ ۾ نياگرا آبشار هڪڙي دائري جي شڪل ۾ هو، جنهن ۾ آمريڪين ۽ ڪئناڊين خطي واري موجوده ورچ نہ هئي. آبشار جو وهڪرو بہ تمام تيز هو، جنهن ۾ ڪيترائي حادثا بہ ٿيندا رهندا هئا.

# اوڪس هال

هيءَ عمارت آثار قديمه جي يادگار آهي. سال ۾ فقط هڪ ڀيرو دفعا کولي ويندي آهي. هيءَ ويهين صدر جي اوائل جي يادگار آهي، جڏهن تاج برطانوي طرفان گورنر جنرل ڪئناڊا جو حاڪم هوندو. هيءُ هال گورنر جي رهائشگاهہ هو، جيڪو ٻہ منزلو آهي. هال ۾ مختلف بيڊ روم، ڊرائنگ روم، لائبريريون ۽ آفيسن جا ڪمرا آهن، جيڪي بند رهن ٿا. اتفاق سان اسان ان ڏينهن وياسين، جڏهن سڄو هال کليل هو. اهو بہ عجيب اتفاق آهي، جو جيڪي گورنر جنرل هتي رهيا، اهي اڳتي هلي هندستان ۾ بہ وائيسراءِ ٿيا. انهن جا نالا تاريخ جي ڪتابن ۾ آهن. هال ۾ هڪ پوڙهو بہ سياحن جي ٽولي ۾ هو، جيڪو لٺ جي زور سان جهڪي آهستي آهستي هلي رهيو هو. سندس عمر ڪنهن بہ صورت ۾ 100 سالن کان گهٽ نہ ٿيندي. دنيا سان دلچسپي هئڻ جي آخري عمر ۾ گهٽجي نہ ٿي. اوڪس هال جي الماڙين ۾ چينيءَ جا ٿانءَ خوبصورت رنگن سان مزين رکيل آهن، جيڪي ان زماني ۾ گورنر جنرل کي جاپاني ۽ چيني سفارتڪارن ڏنا هئا. انهن ٿانون جي نقش نگاري بہ ڏسڻ وٽان آهي.

هر نندي وڏي شهر ۾ وڏا شاپنگ مالز آهن، جن جي اندر وري سپر اسٽور آهن. انهن سپر اسٽورز ۾ هر قسم جي شيءِ ملي ٿي، جهڙوڪ: ڪپڙا، بوٽ، گفٽ، شاپ، دوائون، ڪتاب، اليڪٽرانڪس وغيره. هر شاپنگ مال 10-12 ايڪڙن تي مشتمل آهي. منجهن صفائيءَ ۽ روشنيءَ جو بهترين انتظام تيل هوندو آهي. ائين محسوس ٿيندو، ڄڻ ته هيءُ شاپنگ مال اڄ ئي تيار ٿيو آهي. دڪانن ۾ اندر ريسٽورنٽ، باربر شاپ، بيوٽي سيلون ۽ نوادرات جا دڪان پڻ هوندا آهن. نياگرا شهر ۾ هڪ وڏو نياگرا مال آهي، سينٽ ڪيٿرائن شهر ۾ هڪ وڏو شاپنگ مال "سئيزر" نالي آهي، جتي هر قسم جي شيءِ نندي کان وڏي موجود هوندي آهي. ڪپڙن جي سيڪشن ۾ وجبو ته هر قسم جو لباس اوني، سوٽي، نائلان، پئراشوٽ مان نهيل ملندو، جنهن ۾ هر سائيز جا ڪپڙا هوندا. نندي ٻار کان وٺي 100 ورهين جي پوڙهي تائين. ڪي دڪان خاص ليڊيز لاءِ آهن، جن ۾ انهن جا ڪپڙا، سليپر، سئنڊل، ڪوٽ، جيڪٽون، وغيره هونديون آهن.

هونئن ته ڪتابن جا دڪان تمام وڏا ٿين ٿا، پر 'Sears' هال ۾ عظيم الشان دڪان چيپٽر (Chapter) نالي آهي، جيڪو سول اسپتال حيدرآباد جي پراڻي بلڊنگ جيترو ٿيندو. هن ۾ لکن جي تعداد ۾ رسالا، اخبارون ۽ ڪتاب رکيا ويا آهن. هر موضوع جو سيڪشن جدا آهي. ڪيترا ڪتاب وري وڪري تي هوندا آهن، جتي قيمت بيحد رعايتي هوندي آهي. جيڪڏهن خريدار چاهي ته پهرين ڪتاب پڙهي، پوءِ مرضي پويس ته خريد ڪري يا نه ڪري. ان مقصد لاءِ مال ۾ جابجا صوفا لائبريريءَ وانگر رکيل هوندا آهن، جتي پڙهندڙ پلي مهينن جا مهينا ڪتاب پڙهي، پوءِ فيصلو ڪري. پر جيڪڏهن ڪتاب خريد ڪرڻ کان پوءِ به نه وڻي، ته چاليهن ڏينهن جي اندر واپس ڪري سگهي ٿو. پنهنجا پيسا واپس وٺي سگهي ٿو. اهڙا ڪتاب به رکيل آهن، جن تي اسلامي ملڪن ۾ پابندي پيل آهي، جهڙوڪ: سلمان رشديءَ جو ڪتاب "شيطاني آيتون" چيپٽر کان علاوه ٻيا به وڏا مال آهن، جيئن وال مارٽ وارن جو عظيم اسٽور، هتي هر شيءِ جي قيمت ٻين سيني دڪانن کان گهٽ هوندي آهي. خريداريءَ لاءِ شين جا الڳ الڳ شعبا آهن، جهڙوڪ: ڪپڙا، پرفيوم، واچون، ٽيليويزن، ڪمپيوٽر، ريڊيا، بوٽ، ڪمپيوٽر ۽ ٻيون به هزارين شيون.

هڪ دڪان خاص اسٽيشنري جو آهي، جيڪو چيپٽر وانگر تمام وڏو آهي. هن جي اڌ ۾ ڪمپيوٽر ۽ ان سان لاڳاپو رکندڙ شيون آهن. باقي اڌ ۾ مختلف سيڪشن، مختلف شين لاءِ آهن. مثلاً: مختلف قسمن جا ڪاغذ جهڙوڪ: ننڍي سائيز، وڏي سائيز، رنگين، منقش ٿلها يا سنها. ڪمپيوٽر لاءِ يا ٽائيپ لاءِ يا فوٽو اسٽيٽ لاءِ. ان ڪان سواءِ هر قسم جي اسٽيشنري جو سامان جهڙوڪ: پينون، اسٽيپلر مشينون، ٽيبل ليمپ، فائل ڪور، بريف ڪيس، ٽاچٽيون، جاميٽريءَ جا اوزار، فوٽو اسٽيٽ مشينون، پيپر ڪٽر وغيره. مطلب ته هر شيءِ جيڪا آفيس يا اسڪول ۾ ڪم اچي سگهي ٿي، هتي موجود آهي.

هڪ سپر اسٽور Basics نالي آهي، جنهن ۾ هر قسم جو فروٽ، ڀاڄيون، ڊبل روٽيون، ڪيڪ، آچار، چٽنيون، مربا، سرڪو، ميوو، بسڪوٽ، شراب وغيره موجود آهي. مطلب ته هر شيءِ جيڪا کاڌي پيتي ۾ ڪم اچي، هتي موجود آهي.

ڀاڄيون ڇاڪاڻ ته جلد خراب ٿيڻ جهڙي شيءِ آهي، ان ڪري ان کي شوڪيس ۾ رکيو اٿن. هنن کي تازي رکڻ لاءِ متن مختلف وقتن ۾ آٽوميٽڪ پاڻيءَ جو ڦوهارو اچيو وڃي ٿو، جيڪو هنن کي تازو ۽ صاف رکي ٿو. فروٽ هر قسم جا موجود آهن، جن ۾ جينياتي تبديليون آڻي سائيز ۾ وڏو ڪيو اٿن، البته مناڻ ۾ گهٽ آهن. ڪجهه نوان فروٽ ۽ ڀاڄيون به پيدا ڪيون اٿن، جنهن مطابق ٻن مختلف ڀاڄين جي ٻجن جو ميلاپ ڪري هڪ نئون قسم پيدا ڪيو ويو آهي.

هڪ سپر هال ليئون (Leon) نالي سان آهي، جيڪو صرف فرنيچر سان واسطو رکي ٿو. هن ۾ هر قسم جو فرنيچر اعليٰ قسم جي ڪاٺ يا معمولي ڪاٺ مان ٺهيل ملندو. هي اسٽور جدا جدا بيڊ رومز يا ڊرائنگ رومز تي مشتمل آهي، جن ۾ فرنيچر فٽ ڪيو ويو آهي، ته جيئن خريدار کي اندازو ٿئي ته فرنيچر سيٽ ڪرڻ ڪان پوءِ ڪمري جو نقشو ڪيئن بيهندو.

هڪ وڏو هال شراب جي ڪاروبار سان وابسته آهي، فرانس ۽ اسڪاٽ لينڊ ڪان پوءِ ڪئناڊا جو شراب مشهور آهي. نياگرا ۽ ٻين درياءُن جي ڪري شراب جي وٽن جا وڏا ٻيلا آهن، جيڪي سوين ميلن ۾ پکڙيل آهن. هتي هر قسم جو بهترين شراب ٺهي ٿو ۽

اهڙن سپر اسٽورز تان ملي ٿو. ان کان سواءِ گاڏين جا وڏا شوروم، ٽرڪن ۽ ٽرالرن جا دڪان، اسڪوٽرن جا دڪان موجود آهن. هڪ قسم جي موٽر سائيڪل ڪئنادا ۽ آمريڪا ۾ مشهور آهي، جنهن جو نالو آهي، هارلي ڊيوڊسن. هيءَ هڪ طاقتور موٽر سائيڪل آهي، جنهن جي قيمت عام گاڏيءَ کان چار پنج دفعا وڌيڪ آهي. هنن جا مالڪ وڏا شوقين آهن، جيڪي موٽرسائيڪلن کي گڏ وٺي نڪرندا آهن. هنن جي گڏ هلڻ جي ڪري جيڪو آواز پيدا ٿئي ٿو، اهو گجگوڙ جي شڪل ۾ ڪافي پري تائين ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. هنن خفتين جي سموري ڪمائي موٽرسائيڪل تي خرچ ٿئي ٿي. ان کي چمڪائي رکندا آهن ۽ مختلف ذريعن سان هن کي خوبصورت بنائيندا آهن.

## ٻُڌ مذهب جو مندر

نياگرا شهر کان ڪجهه ٻاهر ٻڌ مذهب وارن جو هڪ وڏو مندر آهي. مندر جي مکيه دروازي جي ڪمان تي ٻارهن شينهن جا تراشيل مجسما آهن، جن جي لاءِ ٻڌ ڀوئلڳن جو چوڻ آهي، ته اهي زندگيءَ ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي رکوالي ڪندا هئا. مندر جي هڪ پاسي ۾ هڪ چبوترو ٺهيل آهي، جنهن جي ڇت ۾ هڪ تمام وڏو دهل لٽڪندو رهي ٿو. هن دهل جي ڀرسان ٽامي جو ٺهيل هڪ گهنڊ به رکيل آهي. اسان جي سونهين مطابق هي ٻئي ساز وڄائي صبح جو ٻڌ جي ڀوئلڳن کي عبادت لاءِ سڏيندا آهن، جيئن اسان وٽ ٻانگ يا اذان ٿئي ٿي. مندر جا ٻه حصا آهن: هڪ ۾ درسگاهه آهي ۽ ٻي ۾ عبادت گاهه. عبادتگاهه چار منزله آهي، ڪمرن جا دروازا سون جي پڙهن سان سينگاريل آهن. درسگاهه ۽ عبادتگاهه جي وچ ۾ خالي ميدان آهي، جتي مهاتما ٻڌ جو عظيم الشان برونز مان ٺهيل بت رکيل آهي. هن جڳهه تي سياح تصويرون وغيره ڪيرائين ٿا. عبادتگاهه ۾ گوتم جا ٻه بت اڳيان پنيان رکيل آهن، وڏو بت 25 فوٽ کن ڏگهو ٿيندو ۽ ان جي پنيان ٻيو بت گوتم جو وينل حالت ۾ موجود آهي. هيءُ ٻيو بت سوني رنگ جو آهي. ٻڌ مذهب جي عبادت گهٽي ياڱي گيان، ڌيان، ذڪر ۽ مراقبي تي مشتمل آهي. زمين تي ڪاٺ مان ٺهيل رحل قطارن ۾ رکيل آهن، جتي ٻوڍي ماڻهو ويهي مراقبو ڪن ٿا. اسان جنهن

وقت وياسين تہ هڪ عورت ۽ هڪ مرد عبادت ۾ مشغول هئا. عبادت گاهہ جي پرسان هڪ گفٽ شاپ آهي، جنهن ۾ مهاتما جا سوين بت مختلف ڌاتن مان ٺهيل وڪري لاءِ موجود آهن. اهي بت پٿر، مٽي، ٽامي، لوهہ، چاندي، سون، سنگ مرمر مان ٺهيل ٿين ٿا. انهن جون سائيزون بہ مختلف آهن، ڪي تمام ننڍا آهن، جي ڳچيءَ ۾ لاڪيٽ طور پائي سگهجن ٿا ۽ ڪي وري 15-20 فوٽ ڊگها آهن. ان ڪان سواءِ نمائش ۽ وڪري لاءِ بيحد خوبصورت ۽ موتين ۽ پٿرن مان رنگين تسبيحون رکيل آهن. ذڪر فڪر بہ هن مذهب جو لازمي حصو آهي.

آخر ۾ ڪئناڊا جي ماڻهن ۾ هلت چلت جو ڪجهہ ذڪر ڪجي. آدمشماري گهٽ آهي ۽ ملڪ تمام وڏو آهي. اتر ۾ برفاني علائقا آهن، جتي رهڻ ناممڪن آهي. پر پوءِ هيٺ بہ برفاني طوفان ۽ تيز ٿڌيون هوائون هلنديون رهن ٿيون. نومبر ڪان اپريل تائين درجہ حرارت ڏينهن جو 2 ڪان 4 درجي سينٽي گريڊ ۽ رات جو منفي رهي ٿو. مئي ڪان سيپٽمبر تائين موسم خوشگوار رهي ٿي. سياحن لاءِ اچڻ جي هڪ بهترين موسم آهي. عورتون مردن ڪان وڌيڪ نظر اينديون، هر دڪان، هر آفيس ۽ هر فيڪٽريءَ تي نوجوان عورتون ڪم ڪندي نظر اچن ٿيون. بيروزگاري گهٽ آهي. ملازمت جا موقعا گهٽا آهن، عارضي يا مستقل نوڪريون هر ڪنهن کي ملي سگهن ٿيون، پوڙهن جو تعداد نوجوانن جي مقابلي ۾ وڌيڪ آهي. 80-90 سال عام عمر آهي. رٽائرمينٽ جي حد 65 سال آهي. ان ڪان پوءِ هتي جا باشندا دنيا جي مختلف حصن ڏانهن سير، سفر لاءِ نڪرن ٿا. وڏي عمر ۾ پاڙي ۽ گهر تائين محدود رهن ٿا. ذاتي زندگيءَ ۾ ايماندار، پروسي جي لائق، قاعدي قانون جا پابند ۽ بدمعاشين ۽ ڏوهن ڪان پري آهن. پنهنجي پنهنجي ڪم سان مشغول رهن ٿا. غير ملڪين سان دعا سلام ڪان وڌيڪ تعلقات ڪونہ رکن، وڏ ۾ وڏ غير ملڪين جي گهرن ۾ پارٽين ۽ سماجي تقريباً ۾ وڃن ٿا. پر پاڻ وٽ ڪنهن کي نہ سڏيندا. سگريٽ نوشي، بيحيائي ۽ جنسي آزادي بہ نظر نہ ايندي. ٽريفڪ جو نظام بيحد مضبوط آهي. رستا وڏا ۽ ڪشادا آهن، اچڻ وڃڻ لاءِ رستا الڳ آهن. وڏن رستن تي ٽريفڪ ڇهن لائنن ۾ هلي ٿي. مکيہ رستا شهرن ڪان ٻاهر ٺهيل آهن ۽ جتي 2-3 رستا ملن ٿا، تہ اتي پليون ٺهيل

آهن، ان ڪري ٽريفڪ هر وقت روان دوان آهي. وڏ ۾ وڏ رفتار مکيہ رستن تي 120 ڪلوميٽر في ڪلاڪ آهي. ٽريفڪ پوليس بہ چوڪس رهي ٿي. اتفاق سان حادثو ٿي پوي، تہ اينڊڙ ٽريفڪ کي بند ڪري، پوءِ ٻي پاسي ڦيرايو ويندو آهي. ان ۾ ٽريفڪ جون ڪارون آهستي رفتار سان ساڄي کان کاٻي شاهراھ تي هلن ٿيون، تہ جيئن اينڊڙ ٽريفڪ کي خبردار ڪري سگهجي. رستن تي ٽريفڪ جا نشان مختلف شهرن ڏانهن ويندڙ شهرن جا نالا ۽ فاصلا ڄاڻايل آهن. ان ڪري هڪ اڻ ڄاڻ ماڻهوءَ کي منزل تي پهچڻ ۾ تڪليف ڪانہ ٿي ٿئي. ان کان سواءِ موسم جو لمحہ بہ لمحہ احوال ايف. ايم ريڊيو ڏيندو رهي ٿو. رستي تي هلندي اسان کي خبر پئي تہ 30-40 ميل اڳتي برسات وسي رهي آهي.

ڪي دڪان اهڙن هنرن جا آهن، جي اسان وٽ نہ آهن. مثلاً: جسم تي نشان يا تصويرون ڪڍائڻ يا نڪ، زبان، چپ ۽ پيٽ وغيره تي ڇيُر ڪڍرائڻ ۽ انهن ۾ ڇلا يا زنجير وجهڻ. ڪن ماڻهن جو سڄو جسم گلڪاريءَ سان رنگين هوندو آهي. بهرحال هي هنن جا پنهنجا شوق آهن. چرچون (ديولون) گهٽيون نظر اچن ٿيون. وڏي عمر جا تقريباً سڀ ماڻهو آچر ۽ ڇنڇر تي چرچ ضرور وڃن ٿا. خير جي ڪمن ۾ ۽ رفاهي ۽ خيراتي ادارن کي دل کولي چندا ڏين ٿا. نجاتي لشڪر (Salvation Army) هنن وٽ وڏو خيراتي ادارو آهي. عام ڪئناڊين کي آمريڪين لاءِ محبت ڪانهي، پر ملڪي سياسي ۽ جاگرافيائي حالتن پٽاندر آمريڪا سان سات ملائي هلن ٿا. هنن جي موجوده وزيراعظم آمريڪا طرفان عراق تي حملي جي مخالفت ڪئي هئي، پر پوءِ پارليامينٽ جي زور پرڻ تي حمايت جو مبهم اعلان ڪيائين. گلوب اينڊ ميل هتي جي وڏي ۾ وڏي اخبار آهي. هن جي سائيز ڊان کان گهٽ آهي، ان ڪري هٿ ۾ جهلي پڙهڻ وڌيڪ سولو آهي. مضمونن ۽ خبرن جو معيار تمام معياري ۽ غيرجانبدار آهي. ڪالم نويس بيحد معلوماتي ڪالم لکن ٿا. ملڪ جي آئيني سربراھ اڃا بہ برطانيا جي راڻي آهي، ان ڪري هن ڳالھ تي وقت بوقت ميڊيا تي بحث ٿيندو رهي ٿو، تہ انهيءَ نالي ماتر بالادستيءَ کي ڇونہ ختم ڪيو وڃي. هنن جي حساب موجب ڪئناڊا جي هر شهري کي ساليانو بہ ڊالر تاج برطانيا تي خرچ ڪرڻو پوي ٿو، جنهن کي هو غير ضروري سمجهن ٿا. اسان جي هوندي ملڪ ڪئناڊا جو 10 ڏينهن دورو ڪيو. جتي ڪيس ڪتي وڌيڪ تہ ڪتي گهٽ

عزت ملي. گلوب اينڊ ميل سن 1827ع کان جاري تي آهي ۽ بنا وقفي ڇپجي تي. ڪتاب لکڻ ۽ پڙهڻ عام مروج مشغلا آهن. هڪ هڪ مصنف جا 8-10 لکيل ڪتاب موجود هجڻ عام ڳالهه آهي، جنهن جي هوندي عالمي ادب جا پهريان ٽئي بڪر انعام Booker ڪئناڊا جي مصنفن کي مليا. Sindh Revisited عالمي معيار جو ڪتاب به هڪ ڪئناڊائيءَ جو لکيل آهي. هڪ نوجوان جو ذڪر اتي عام جام آهي، جنهن جو نالو ٽيري فاڪس هو. هن جي باري ۾ اخبارين، ريڊيو، ٽيليويزن تي پروگرام به هليا. هن نوجوان کي ٽنگ ۾ ڪينسر ٿي پيو، ان معذوريءَ جي حالت ۾ به هن 5000 ميلن جو سفر هڪ ٽنگ تي پورو ڪيو، جنهن کان پوءِ سندس انتقال ٿيو. انساني عزم، جدوجهد ۽ آفتن سان مقابلي جو هڪ عظيم مثال هن ڇوڪر جي زندگيءَ ۾ آهي.

آخر ۾ هڪ چڱي ڪم جو ذڪر ڪجي. حضور پاڪ ﷺ جن جي حديث آهي: "انا مدينة العلم وعلي بابها." يعني آءٌ علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي. قرآن فرمائي پيو تہ: فسئلو اهل الذڪر ان ڪنتم لا تعلمون. "الله کي ياد ڪرڻ وارن کان پڇو، جي توهان نٿا ڄاڻو." مفسرن اهل الذڪر مان مراد اهل بيت کي ورتو آهي، جڏهن تہ اسين ڏسون ٿا، تہ ڪيترا سائل پنهنجا سوال اميرالمؤمنين سيدنا علي رضہ وٽ ڪٺي ايندا هئا ۽ ڪانئن انهن جو حل پڇندا هئا. پاڻ انهن جا تشفي بخش جواب ڏيندا هئا.

اسان جا وڏا رحمهما الله تعاليٰ فرمائيندا هئا تہ اهل بيتن ۾ جيڪڏهن ڪي عالم ٿيندا، تہ دين ۾ انهن جهڙو راسخ، فاضل، پابند احڪام ڪو بہ ڪونہ ٿيندو. پاڻ هر اهل بيت جو اتي بيهي احترام ڪندا هئا ۽ پنهنجي پرسان وچايل رليءَ تي ويهاريندا هئا. پر هاڻي تہ:

آن قدح شڪست و آن ساقي نماند

نہ اهو جام آهي، ۽ نہ اهي ساقي آهن. زماني جي انقلابن نيڪن کي ذڪي ڇڏيو آهي ۽ فرومايہ کي اڳتي ڪيو آهي. فياذ المظاهر العجب والغرائب! هي دولدوز حالات هردم اکين سان ڏسون ٿا ۽ سواءِ تاسف جي پيو ڪجهہ ڪري نٿا سگهون.

تاهم غنيمت آهي، جو هن قحط الرجال جي دور ۾ ڪي اهڙا تابناڪ ۽ روشن ستارا آهن، جن جي علمي دلچسپي ۽ تجسس کي وڏو داد آهي. منهنجو

اشارو مٽيارين جي علمي خانوادي ڄاموٽ سيدن ڏي آهي، جن جا پويان علم جي شمع ٻاريو اچن ٿا.

هن سڄي مجلس جو روح روان سيد آفتاب حسين شاه ڄاموٽ آهي، جيڪو گهٽ ۾ گهٽ مهيني ۾ هڪ دفعو علمي مجلس سڏائيندو آهي، جتي اهل علم، محقق، شاعر ۽ اديب اچي جمع ٿيندا آهن. پوءِ اتي گفتگو، علم ۽ ادب جي هر فن ۽ نوع تي ٿيندي آهي. ڪنهن وقت اسلامي ادب زير بحث ايندو. ڪنهن وقت ملڪي سياسي حالات تي مقالا ٿيندا، ڪنهن وقت پٺائي ۽ سچل تي ڳالهه ٻولهه ٿيندي. ڪنهن وقت سنڌ جي تهذيب، ثقافت، معاشرت تي گفتگو ٿيندي ته ڪڏهن تصوف جون باريڪ بينيون به زير غور اينديون آهن. مطلب ته ڪو خاص محدود موضوع نه هوندو آهي، پر هڪ شرط ضرور هوندو آهي ته گفتگو ۽ بحث ڪي ڪڏهن به تهذيب جي دائري کان ٻاهر نڪرڻ نه ڏنو وڃي ۽ اهو ڪنٽرول سيد آفتاب شاه کي حاصل آهي، ته گفتگو جا حدود اربعه ترتيب ڏئي ۽ ان تي عمل ڪرائي. هن مجلس ۾ حقير راقم الحروف کان علاوه وڏا محقق، عالم ۽ اديب اچن ٿا ۽ پنهنجون علمي گوهر افشانيون ڪن ٿا. انهن ۾ ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، ميان غلام حسين سچاروي، مسٽر عنايت بلوچ، حاجي عنايت الله زنگيجو، پير بهاءُ الدين ۽ ٻيا حضرات اچي وڃن ٿا.

سيد آفتاب شاه سان هن ڪارخير ۾ سندس برادر بزرگ سيد امير علي شاه ۽ ننڍو ڀاءُ علي گوهر شامل آهن، جي به ڀاءُ وانگر مهماننواز، خوش خلق ۽ خوش اطوار آهن. هنن ڄاموٽ سيدن جا وڏا اصل ۾ هرات مان امير تيمور لنگ جي لشڪر سان هندستان آيا. تيمور لنگ هنن کي حڪومت ۾ وزيرن ۽ مشيرن جا عهدا ڏنا. زماني جي انقلابن ڪين پوءِ هالڪنڊي ۾ آندو، جتي ڪجهه سال رهيا ۽ ان کان پوءِ مٽياري رهائش پذير ٿيا. سندن ٽڙ ڏاڏو سيد جيئندل شاه هو، جيڪو امير ٽالپرن جو وزير هو. ٻيو سندن ڏاڏو به جيئندل شاه ثاني هو، جنهن مٽيارين جي پرسان جيئندل ڪوٽ نهرايو. ساڳي جيئندل شاه جو پٽ خانبهادر سيد الله بخش شاه هو، جنهن جا به پٽ انور علي شاه ۽ محمد علي شاه ٿيا. امير علي شاه، آفتاب حسين

شاهہ ۽ علي گوهر شاهہ، انور علي شاهہ جا فرزند آهن. سندن چوٿون پاءُ سيد امداد علي شاهہ سن1971ع ۾ سپر هاءِ وي تي روڊ حادثي ۾ گذاري ويو.

## انجمن آفتاب ادب

مذڪور چاموٽ پائرن طرفان "ڪاشانۂ انور" لطيف آباد ۾ علم ۽ ادب جون محفلون منعقد ڪيون وجن ٿيون.

هنن ڪچهرين ۾ دين - اسلام، قرآن شريف، تصوف، اسلامي فڪر و فلسفہ تاريخ سنڌ جي ثقافت تهذيب ڏيهہ پرڏيهہ جي سياست عالمي امور ۽ ادب شاعري وغيره جهڙن اهم موضوعن تي کلي دل سان خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي رهندي آهي. اهي ڪچهريون غلام حسين مشتاق سچاروي ۽ آغا مير محمد پناڻ جي گهرن تي بہ واري ڦيري سان ٿينديون رهنديون آهن. هنن ڪچهرين ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جناب مظهر الحق صديقي، محمد حسن پٽو صاحب، محمد هاشم لغاري صاحب، ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، آغا ميرمحمد پناڻ، غلام حسين مشتاق سچاروي، عنايت بلوچ، ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي، محمد اسلم ميمڻ، ڊاڪٽر گل حسن لغاري، طارق شاهہ، پروفيسر عنايت الله زنگيجو ۽ پير بهاء الدين سرهندي اڪثر ايندا رهندا آهن.

دادوءَ ڪان منير احمد چنا صاحب بہ ايندو آهي، جيڪو سياست ۾ ميمبر سنڌ اسيمبلي ۾ هڪ زميندار آهي، پر سندن خاندان ۾ سندن والد محترم حڪيم جناب شفيع محمد چنا ۽ سندن ڏاڏو حڪيم محمد مراد وٽ طب نبوي سان گڏ خلق خدا جو روحاني علاج بہ ٿيندو رهيو آهي ۽ ماڻهو جسماني ۽ روحاني راحت حاصل ڪندا رهن ٿا. چنا صاحب جي اچڻ سان ڪچهري ۾ نئون روح پيجي ويندو آهي.

هنن ڪچهرين ۾ ڊاڪٽر شوڪت علي مگريو، سيد حسن علي شاهہ چاموٽ، سيد علي حسن شاهہ چاموٽ، سيد حسين طارق شاهہ چاموٽ، ڊاڪٽر طاهر حسين، علي حيدر، غلام مرتضيٰ شاهہ چاموٽ، سيد علي اڪبر شاهہ چاموٽ، سيد عبدالقادر شاهہ چاموٽ، سيد حسين فيصل شاهہ چاموٽ نوجوان نسل بہ شامل ٿي ذهني روحاني تربيت حاصل ڪندا آهن. اڪثر بزرگ شرڪاء

چاهيندا آهن، تہ سندن جوان عمر اولاد انهن مجلسن ۾ موجود هجي.

چاموٽ خاندان جون دليون هميشه عشق رسول ﷺ جي بحر بي ڪران ۾ غوطہ زن رهن ٿيون. تنهن ڪري ڪوٽ جئندل توڙي لطيف آباد واري اوطاق تي ممتاز دين عالمن، مولوين ۽ قاري حضرات جي علمي بصيرت کان بہ فيض حاصل ڪرڻ جا نادر موقعا نصيب ٿين ٿا. چاموٽ برادران ۾سيد امير علي شاهہ چاموٽ، سيد آفتاب شاهہ چاموٽ ۽ سيد غلام قادر شاه چاموٽ تہ علم جا پندار آهن. ڪهڙو بہ موضوع ڇڙي پوي، تہ سندن علمي بصيرت ۽ عالمانہ گفتگو موضوع جي پيچيدگين کي کولي پڌرو پٽ ڪيو ڇڏي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تہ سنڌ جي علمي ادبي ايوان جو ڪوهہ نور هيرو آهي. سنڌ جا قديم ماڳ مڪان، وستيون واهڻ، ڍنڍون ڍورا، قومون ذاتيون، تهذيب تمدن، ٻولي ۽ تاريخ سندس ذهن جي ورقن تي اهڙي طرح اڪريل آهن، جو جڏهن بہ بيان ڪري ٿو، تہ ڄڻ علم جو درياءَ پلٽجي پوي ٿو. شاهہ، سچل، سامي يا اقبال، غالب رومي سڀ سندس تحقيق جو ميدان رهيا آهن. ڊاڪٽر بلوچ سنڌي ٻولي، ثقافت ۽ تهذيب جي اڻ لڀ عظيم خزانن جو نگران آهي.

پاٽ جي مردم خيز زمين جو لائق فرزند ۽ صديقي خاندان جو روشن چراغ ڊاڪٽر حبيب الله صديقي عظيم محقق ۽ عالم آهي، سندس گفتگو جو هر جملو ۽ هر حرف تحقيق ۽ تجربي جو نچوڙ آهي. جناب مظهر الحق صديقي دانشمندي ۽ ڏاهپ جي ذات جو واڳ ڌڻي آهي. ذيرج سان پرحڪمت ۽ دانائي واري گفتگو سندس ئي خاصو آهي. ڳالهائي تہ محفل تي سڪوت طاري ٿي وڃي ۽ ٻڌندڙ تي جادو بياني جو اثر تادير باقي رهي ٿو. آغا مير محمد پٺاڻ پيشي جي لحاظ سان آبپاشي جو عملدار پر علم و فضل ۾ عالمن ۽ اسڪالرن کان ٻہ قدم اڳتي آهي. عنايت بلوچ تہ شاهہ لطيف جو ازلي عاشق آهي. پروفيسر عنايت الله زنگيجو بہ گڏ جي تہ عنايت ئي عنايت ٿيو وڃي. ڀٽائي گهوٽ جي بيتن جي پڙهڻي جو حظ حاصل ڪرڻو آهي، تہ پوءِ ٻنهي عنايتن کي ڇيڙي ڇڏجي ۽ دل جي دري کولي ويهي ڀٽائي عليہ الرحمة جي فڪر جي پرواز جو مشاهدو ماڻجي.

غلام حسين مشتاق سچاروي اسلامي علوم ۾ قرآني فڪر جي ڄاڻ سان گڏ هڪ سٺو شاعر آهي. اردو، فارسي، توڙي سنڌي شاعري ۾ پنهنجو

مٿ پاڻ آهي. سندس شاعري ۾ پختگي رواني ۽ آمد جو اثر نمايان نظر اچي ٿو. هنن ڪچهرين جو سرگرم رڪن هجڻ ڪري، دوستن سان رابطي ۾ رهڻ سندس حوالي آهي. جماعت جي پيش امامي بہ سندس حوالي آهي. محمد هاشم لغاري صاحب جو مطالعو ۽ مشاهدو بہ ڏاڍو وسيع آهي. خبر ناهي تہ سرڪاري مصروفيتن مان هو ڪهڙي طرح علم ۽ ادب جي مطالعي لاءِ وقت ڪڍي اڻ ملهہ موتي گڏ ڪري ٿو. محمد حسن پنهور صاحب پنهن جو مثال پاڻ آهي. سندس گفتگو مٺيادار ۽ معنيٰ خيز هوندي آهي. ڊاڪٽر گل حسن لغاري صاحب جو شمار سنڌ جي برک عالمن ۾ ٿئي ٿو. فارسي زبان جو ماهر ۽ سٺو ليکڪ آهي. پير بهاء الدين "بها" سرهندي عالمانہ خاندان جو نهايت عمده نمونو آهي. سندس صحبت ۽ شاعري ڪچهري جي جان هوندي آهي.

اهڙن برک عالمن اديبن شاعرن ۽ دانشورن جي ميڙ ۾ اهو ڪهڙو موضوع زير بحث هوندو، جيڪو حل ٿيندو نظر نہ اچي؟ ڊاڪٽر حبيب الله صديقي هنن ڪچهرين کي "انجمن آفتاب ادب" جي نالي سان ان ڪري سڏيو آهي، جو واقعي هي علمي ادبي ڪچهريون هن مادي دنيا جي اونداهي دور ۾ آفتاب عالمتاب جي روشني کان گهٽ نہ آهن ۽ انهن محفلن ۽ سٿ جو سرواڻ سائين آفتاب علي شاهہ ڄاموٽ آهي، جيڪو پنهن جي نالي جي مصداق علم ۽ ادب جو هڪ روشن آفتاب پڻ آهي.

راقم الحروف (ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي) بہ انجمن آفتاب ادب جو پروانو آهي. حياتي جو وڏو حصو ڪتابن جي دوستي ۾ گذريو آهي. پر انجمن جي اهڙين ڪچهرين ۾ چند گهڙيون گذارڻ ڪيترن ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ جي برابر آهي.

اهي ڪچهريون شام جي ٿڌڙي هير سان گڏ شروع ٿي، رات جي 10 وڳي تائين جاري رهن ٿيون. انهيءَ عرصي دوران مغرب ۽ عشا جي نماز بہ باجماعت ادا ڪرڻ جي سعادت نصيب ٿئي ٿي ۽ روحاني راحت حاصل ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو. ڄاموٽ پائرن جو دسترخوان بہ ايترو ئي ڪشادو آهي، جيترو سندن خانداني عظمت جو پس منظر. آخرڪار "ڪچهريون سدا قائم" جي دعائيہ الفاظن سان دوست ياڪر پائي روانا ٿين ٿا ۽ ايندڙ ڪچهري تائين گذريل گڏجاڻي جون خوشگوار يادون سندن روح جي راحت رهن ٿيون.

## ضميمو

# شجره نسب سادات متعلوي

حضرت امام موسيٰ ڪاظم (7- صفر سن 128هه- 25 رجب سن 183هه مطابق 8 نومبر سن 745ع کان 1- سيپٽمبر سن 799ع) بن حضرت امام جعفر صادق بن حضرت امام باقر بن امام علي زين العابدين بن حضرت امام حسين رضہ بن حضرت علي ڪرم الله وجهه.

حضرت امام موسيٰ ڪاظم، ڇهون امام

↓

1- سيد جعفر ثاني الحواري

↓

2- سيد علي حسين سبزواري

↓

3- سيد علي الحواري شيرازي

↓

4- يوسف عرف ابراهيم سبزواري

↓

5- سيد محمد عرف حسين سبزواري

↓

6- سيد احمد سبزواري

↓

7- سيد مير علي ترمذي

↓

8- سيد حسين سبزواري

↓

9- سيد محمد شيرازي ترمذي

↓

10- سيد مير علي هراتي

↓

11- سيد امير حيدر شاهه

سيد مير علي هراتي، امير تيمورلنگ سان فرزندن سميت هندستان تي فوج ڪشيءَ ۾ شامل هو ۽ 7- ڊسمبر سن 1398ع دهليءَ جي قتل عام ڪان بد دل ٿي، سندس فرزند امير حيدر شاهه، سن 801 هجري، مطابق سن 1398ع تي، سنڌ ۾ آيو.

سيد مير علي هراتيءَ کي 8 فرزند هئا. جن مان ڪي هندستان جي فتح ڪان پوءِ موٽي هرات ويا ۽ باقي جاگيرون وٺي، هندوستان ۾ آباد ٿيا: 1- سيد عبدالواحد ملتاني 2- سيد عبدالباقي اجميري 3- سيد محمد حسين هراتي 4- سيد محمد هراتي 5- سيد عبدالرزاق بکري 6- سيد ابوبڪر سيوهاڻي 7- سيد شرف الدين هراتي ۽ 8- سيد امير حيدر سنڌي، جنهن هالڪنديءَ ۾ شاهه محمد هالي جي دختر سان شادي ڪئي. ٽن سالن ۽ اٺن مهينن ڪان پوءِ موٽي هرات ويو ۽ اُتي فوت ٿيو. سندس وصيت مطابق سنڌ ۾ ڄاول سندس فرزند جو نالو، سيد مير علي سنڌي رکيو ويو. بالغ ٿيڻ ڪان پوءِ سيد مير علي پنهنجي والد جي ڇڏيل ملڪيت مان پنهنجو حصو حاصل ڪرڻ لاءِ هرات ويو، ۽ سندس والد کي ڏنل نشانين، مُنڊي ۽ خنجر، ڏيکارڻ سان، پنهنجو ورثو حاصل ڪيو ۽ موٽي اچي شهر متعلوي (متياري) ۾ سڪونت اختيار ڪئي. سنڌ ۾ سندس اولاد جون ڏهه نُکون آهن:

**1- سادات جراڙ پوٽا:** سيد جلال بن شرف الدين هراتي جو اولاد، جنهن مان شاهه ڪريم ۽ شاهه لطيف رحمهم الله پيدا ٿيا.

**2- سادات باقيل پوٽا:** سيد محمد باقي بن عبدالوهاب بن نبهندو بن سومار بن بهاء الدين بن محمد بن زڪريا بن مرتضيٰ بن سيد مير علي جو اولاد، اڪثر متياريءَ ۾ رهن ٿا.

**3- سادات موسيٰ پوٽا:** موسيٰ عرف موسن بن صاحب بن احمد بن سيد مير علي جو اولاد.

**4- سادات ميرڻ پوٽا:** ميرڻ ثاني بن پرئيو ثاني بن ميرڻ بن غلام

مرتضيٰ بن سيد مير علي جو اولاد، ڏونرن هگورن ڍنڍي ۽ چاري (ٽنڊي محمد خان) طرف آباد آهن.

**5- سادات عيسيٰ پوٽا:** سيد عيسيٰ بن صاحب، سيد موسيٰ جي ڀاءُ جو اولاد آهن، مٽياري، فتح پور (ٽنڊي محمد خان) نصرپور، ڏچڙاپور، ديهه ونگي ۽ انڙپور ۾ آباد ٿيا.

**6- سادات مبين پوٽا:** سيد ميان بن محمد بن احمد بن شرف الدين بن سيد مير علي جو اولاد آهن. مٽياري، سَنَ، ڀاڻوٺ ۽ سعيدپور ۾ آباد ٿيا.

**7- سادات مير حسن (ميرسن) پوٽا:** سيد مير حسن بن ڇتو شاهه بن احمد بن سيد مير علي جو اولاد آهن، مٽياري ۾ آباد ٿيا.

**8- سادات نَــتُــو پوٽا:** سيد نتو بن ڇتو شاهه، سيد مير حسن جي ڀاءُ جو اولاد آهن. مٽياري ۾ آباد ٿيا.

**9- سيد حسناڻي پوٽا:** سيد حسن بن سيد صاحب، سيد عيسيٰ ۽ موسيٰ جي ڀاءُ جو اولاد آهن. ملاڪاتيار ۽ ٽنڊي ڄام لڳ سيد ايوڙي جي مقام لڳ آباد ٿيا.

**10- مير علي پوٽا:** سيد مير علي بن زڪريا بن شرف الدين بن سيد مير علي جو اولاد آهن. اڪثر مٽياري ۾ سڪونت پذير رهيا.

سيد مير علي سنڌي بن امير حيدر شاهه هراتي، متولد سن806هه / 1403ع جي اولاد مان ڄاموٽ خاندان، سيد محمد علي شاهه ڄاموٽ کان شروع ٿئي ٿو. خود سيد محمد علي شاهه ڄاموٽ بن سيد جيئندل شاهه بن سيد غلام حسين شاهه بن سيد محمد حسن شاهه بن سيد مرتضيٰ شاهه بن سيد محمد حسن شاهه بن سيد جنيده شاهه بن سيد اسحاق شاهه بن سيد جنيده شاهه بن سيد جهندو شاهه بن سيد موسيٰ شاهه بن سيد احمد شاهه بن سيد مير علي شاهه سنڌي بن امير حيدر شاهه بن سيد مير علي هراتي، موسيٰ پوٽا نُک مان هو. سيد محمد علي شاهه ڄاموٽ کي ٻه فرزند، سيد جيئندل شاهه ۽ خانبهادر سيد حسن علي شاهه ڄاموٽ هئا.

سيد حسن علي شاهه ڄاموٽ کي 5 فرزند ٿيا. سيد حاجي فضل علي شاهه، سيد محمد انور شاهه، سيد جيئندل شاهه، سيد محمد علي عرف الهبچايو شاهه ۽ سيد امام علي شاهه ڄاموٽ.

سيد محمد انور شاهہ کي 7 فرزند هئا: سيد امداد علي عرف حسن علي شاهہ، سيد امير علي شاهہ، سيد اعجاز علي شاهہ، سيد آفتاب علي شاهہ، سيد امجد علي شاهہ، سيد غلام قادر شاهہ ۽ سيد علي گوهر شاهہ.

سيد امير علي شاهہ کي ٽي فرزند آهن: سيد حسين طارق شاهہ، سيد حسين فيصل شاهہ ۽ سيد عبدالقادر شاهہ.

سيد آفتاب علي شاهہ کي ٻہ فرزند آهن: سيد علي حسن شاهہ ۽ سيد حسن علي شاهہ. سيد علي گوهر شاهہ کي بہ ٻہ فرزند آهن: سيد علي اڪبر شاهہ ۽ سيد محمد انور شاهہ چاموٽ ثاني. سيد امداد علي شاهہ کي هڪ فرزند آهي: سيد غلام مرتضيٰ شاهہ. سيد حسن علي شاهہ عرف امداد شاهہ کي بہ هڪ فرزند آهي: سيد شاهہ عالم عرف عنايت علي شاهہ.

متعلوي سادات جو خانداني مرڪز "مٽياري" آهي. انهيءَ شهر جي ويجهو "جيئندل ڪوٽ" هن خاندان جو تاريخي يادگار آهي. اهو ڪوٽ سيد محمد علي شاهہ چاموٽ جي والد محترم سيد جيئندل شاهہ انهيءَ ڪري ٺهرايو جو مٽياري کان ٻاهر رهندڙ متعلوي سادات جڏهن بزرگن جي مزارن تي حاضري ڏيڻ لاءِ ايندا هئا، تڏهن پنهنجا وهٽ ۽ ماڻهو شهر کان ٻاهر ڇڏي، پيرين پيادو شهر ۾ داخل ٿيندا هئا. سندن گهوڙن ٻهيڙن ۽ ماڻهن جي ترسڻ لاءِ جيئندل ڪوٽ اڏايو ويو. (روايت: سيد امير علي شاهہ چاموٽ)

**ذريعا:** "نسب نامہ ساداتان متعلوي" ڪاتب حافظ محمد هارون ٽڪڙائي، تاريخ 9 رجب سن1342هجري، مطابق 16 فيبروري سن1923ع، ناشر ميان سيد منن شاه تاجر ڪتب حيدرآباد سنڌ.

(2) شجره نسب چاموٽ سادات مٽياروي.

- ايڊيٽر

# تعارف



"يادِ ايام" جو مصنف، ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي، (جنم: 16- مئي 1942ع) هڪ مٿيادار ماڻهو آهي. سندس تعلق هالا پراڻا جي هڪ بزرگ خاندان سان آهي، جيڪو ڪلهوڙن جي دور (سن 1783-1701ع) ۾ بوبڪ شهر مان لڏي، هالڪنديءَ جي بندرگاهه تي اچي آباد ٿيو، ۽ ديني درس و تدريس جي خانداني روايت کي جاري رکندو آيو. سندن مدرسو صدين تائين قائم رهيو. ڊاڪٽر عبدالحليم انهي آبائي روايت جو امين آهي. خانداني ڪتبخانو، "مڪتبه اسلاميه محمديه" اڄ بہ سندس نگرانيءَ ۾ قائم آهي. ان کان سواءِ سندس ذاتي ڪتبخانو، اڪيچار ڪتابن، مسودن ۽ دستاويزن سان ڀريل آهي.

پيشي جي لحاظ کان، ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي، ميڊيڪل ڊاڪٽر آهي. لياقت ميڊيڪل ڪاليج حيدرآباد مان سن 1966ع ۾ ايم. بي. بي. ايس جي سَنَدَ حاصل ڪيائين ۽ لياقت جي آڏار تي لياقت ميڊيڪل ڪاليج هاسپيٽل جو بہ دفعا ميڊيڪل سپرنٽينڊينٽ ٿي رهيو. سنڌ گورنمينٽ هاسپيٽل ڪورنگي، ڪراچي سولِ هاسپيٽل ۽ ٽي- بي سينيٽوريم ڪوٽڙي ۾ بہ ميڊيڪل سپرنٽينڊينٽ جا فرائض انجام ڏنائين. بہ دفعا صوبائي صحت کاتي جو ايڊيشنل سيڪريٽري ٿي رهيو، ۽ خير سان سرڪاري ملازمت مان تاريخ 15 مئي سن 2003ع تي، بخوبي رٽائر ڪرڻ وقت، نفسياتي امراض جي اسپتال، واقع گدو، حسين آباد جو سربراهه هو.

ملڪ کان ٻاهر، ڊاڪٽر قريشي سعودي عربيہ ۽ مسقط ۾، ٽي سال حج ميڊيڪل مشن ۽ اُتان جي مرڪزي اسپتالن جو نگران ٿي رهيو، ۽ مطالعاتي دورن دوران آمريڪا، انگلينڊ ۽ ڪئنادا ۾ صحت جي نظام جو خوب مشاهدو ۽ مطالعو ڪيائين. ملڪ اندر آرمڊ فورسز ميڊيڪل ڪاليج راولپنڊي طرفان ڪيس ايم. ايس. سي جي ڊگري ڏني وئي. اهڙي ڀرپور پيشورانہ زندگيءَ جي باوجود ڊاڪٽر عبدالحليم قريشي علم، ادب ۽ روحانيت سان مالامال رهيو آهي. جهڙو نالو اهڙو ٿس. تهڙو حليم ۽ سياڻو انسانُ آهي. تاهم پنهنجي راءِ ۽ اصول جي اظهار ۾ بيباڪ آهي. سائس منهنجي نيازمندي، دنيا جا اوڪا پوڪا لاهڻ (رٽائرڊ ٿيڻ) کان پوءِ ٿي. ڪاش! سائس سڄي ڄمار ساٿ رهي ها، تہ گهڻو پرائجي ها. هاڻي سندس "يادِ ايام" مان ڪي نصيحت ڀريا نُڪتا ۽ ڪي روح رڄنديون ڳالهيون پڙهي، لاڀ حاصل ڪري سگهجي ٿو. مالڪ سائين سندس صحت، عمر ۽ ايمان کي برقرار رکي. آمين-

بيت العزت ڄام شورو

16- نومبر 2005ع

دعاگو

**حبيب الله صديقي**

Digitized By M. H. Panhwar Institute Of Sindh Studies, Jamshoro.